# هالا جا رنگ هزار

(هالا متعلق لکڻين جو مجموعو)

سهيڙيندڙ

محمد حبيب سنائي

مٺياري ڪتاب دوست پروگرام

# هالا جا رنگ هزار

(هالا متعلق لکتن جو مجموعو)

سهيڙيندڙ

**محمد حبيب سنائي**



مثياري ڪتاب دوست پروگرام

2009ع

ڪتاب جو نالو: هالا جا رنگ هزار
مصنف: محمد حبيب سنائي
تعداد: هڪ هزار
ڇاپو: پهريون
ٽائيٽل ڪور: مير علي شاهه ۽ سڪندر علي شاهه
ڇپيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
قيمت: --

---

هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو مان مٺياري ڪتاب دوست پروگرام تحت شايع ڪرايو ويو. مٺياري ڪتاب دوست پروگرام ضلعي حڪومت مٺياري طرفان ضلعي اندر ڪتاب علم دوستي کي فروغ ڏيڻ ۽ ضلعي جي شاعرن، عالمن ۽ اديبن جي قلمي ڪوششن کي شايع ڪرائڻ لاءِ شروع ڪيو ويو آهي.

# پيغام



مٺياري ضلعي حڪومت جي لاءِ اها ڳالھہ باعثِ افتخار آهي جو مٺياري ڪتاب دوست پروگرام ذريعي ضلعي جي علمي و تاريخي ورثي کي محفوظ ڪرڻ لاءِ پھريون قدم کنيو. اسان جي اها ننڍي ڪوشش عالمن، اديبن، شاعرن ۽ تاريخدانن جي قلمي پورهئي کي شايع ڪري عام عوام تائين پھچائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي.

**سيد محمد علي شاهہ ڄاموٽ**

ضلع ناظم مٽياري

# ارپنا

هي پيار جو پورهيو ناني ڪتيبت، امڙ
صلح ۽ عائشه کي ارپجي ٿو.

- محمد حبيب سنائي

# سهيڙيندڙ پاران

هالا هڪ پاسي قديم تاريخي وسندي آهي، ته ٻي پاسي صدين کان علم و ادب توڙي هٽ هنرن جي مرڪز طور به مشهور آهي. دنيا جي سڀني شاهوڪار ٻولين ۾ تاريخي ۽ تهذيبي شهرن جي حوالي سان هڪ کان وڌيڪ ڪتاب مرتب ڪيل يا لکيل آهن. اسانجيَ پر پاسي ۾ قائم شهر لاهور جي حوالي سان ٻه ڏهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيل آهن. پر اسان وٽ سنڌيءَ ۾ سنڌ جي ڪجھ شهرن جي حوالي سان هڪ اڌ ڪتاب تحرير ٿيل ملي ٿو.

ڪجھ عرصو اڳ شهرن جي تاريخ جي حوالي سان لکيل ٻه ڪتاب (هڪڙو محترم حسين بادشاهه جو ڪتاب ”حيدرآباد جي تاريخ“ ۽ ٻيو ٻپسي سڏوا جو لاهور جي حوالي سان ڪتاب) پڙهڻ جو موقعو مليو. ان بعد منهنجي دل ۾ اهو خيال آيو ته هالا جي حوالي سان ٻه ڪو ڪتاب ترتيب ڏجي، جنهن ۾ انجي حوالي سان جيڪو مواد مختلف ڪتابن يا رسالن ۾ ٽڙيو پکڙيو پيو آهي، سو هڪ جاءِ ڪٺو ڪجي، ته جيئن مستقبل جي مؤرخ توڙي عام پڙهندڙ کي ڪافي سارو مواد هڪ جاءِ تي ملي پوي. ان اچا جي پورائي لاءِ هيءُ ڪتاب سهيڙي اوهان جي آڏو پيش ڪجي ٿو. اميد ڪجي ٿي ته هيءُ ڪتاب اڳتي هلي بنيادي ماخذ (Source Material) طور ڪم ايندو.

اوهان کي ڪن هنڌن تي ورجايل ڳالهيون به ملنديون. اهو انڪري آهي ته نامور ڪتابن تان مواد جيئن جو تيئن ڏيڻ

جي ڪوشش ڪئي آهي، تنهنڪري ڪن شخصيتن يا واقعن جي ذڪر ۾ ورجاءُ ٿي ويو آهي. اميد ته فاضل پڙهندڙ انهيءَ سهو کي معاف فرمائيندا.

آئون مٿياري ڪتاب دوست پروگرام جي روح روان جناب اطهر بهزاد ميمڻ جو بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب کي ڪارائتو بنائڻ لاءِ نه صرف سٺيون صلاحون ڏنيون، پر ڪافي مواد هٿ ڪري ڏيڻ ۾ ڀرپور ساٿ ڏنو.

آئون محترم ذوالفقارعلي ابڙي ۽ برڪت علي شيخ جو ٿورائتو آهيان، جن هن ڪتاب جو ابتدائي مواد بنا معاوضي مون کي ڪمپوز ڪري ڏنو.

**محمد حبيب سنائي**

15 اپريل، 2009
هالا پراڻا

sanaihabib@yahoo.com
habibsanai@hotmail.com

# فهرست

## نثر

### تاريخ ۽ تحقيق



### شخصيتون

## ساروٽيون



## هالا متعلق شاعري

مير علي شير قانع ٺٽوي

# هالا ڪنڊي پرڳڻي جا ڳوٺ ۽ اتي جا بزرگ

## هالا ڪنڊي (هالا)

هڪ ناليرو شهر ۽ خدا وارن جو آرامگاهه آهي. هن وقت نئون ٻڌل آهي. ڪيئي دفعا دريا جي اٿل سبب اتي جي رهاڪن کي لڏڻو پيو آهي.

مخدوم اسحاق. اصل قوم پٽني، شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي خاندان جو مريد، فضيلت ۽ ڪماليت ۾ بينظير، ۽ الله تعاليٰ جي وڏن ولين مان هو. سندن ڪرامتون ۽ مناقب ڳاڻيٽي کان ٻاهر آهن. مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد سندس پٽ آهن، جن جو بيان اڳتي ايندو.

مخدوم احمد. هڪ تمام وڏو ولي آهي. هو هميشه گوشه گمناميءَ ۾ وقت گذاريندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ذڪر ۽ سماع جي مجلس ۾ ويندو هو ته مٿس اهڙي ته حالت پيدا ٿيندي هئي، جا بيان کان ٻاهر آهي.

سندس هڪڙي ڪرامت هيءَ آهي ته هڪ وڏيري جي پٽ کي اچي موتمار بيماري ٿي، هن مخدوم احمد کي خدا وارن جي جماعت سميت دعوت ڪئي. ماني ڪڻي آيا ته مخدوم ٻن ٻن کي گڏجي ويهڻ جو امر ڪيو، ۽ پاڻ اڪيلو رهجي ويو. پاڻ رڪن نالي خادم کي فرمايائون ته ”هن دعوت ڪندڙ ماڻهوءَ جي پٽ کي وٺي اچ ته مون سان گڏجي کائي.“ قضا الاهيءَ سان انهيءَ وقت اهو ڇوڪرو فوت ٿي ويو هو پر پڻس انهي بزرگ جي تشريف آوريءَ جو ملاحظو ڪري، [اها ڳالهه] ظاهر نه ڪئي هئي. هن (خادم) وراڻيو

تہ "سندس حالت سخت آهي، اچي ڪين سگهندو." مخدوم فرمايو تہ "انهيءَ ڪان سواءِ ڪين ڪائيندس." نيٺ اهو رڪن چوڪري جي مٿان ويو ۽ هو مخدوم جي پيغام تي يڪدم جيئرو ٿي اٿي ويهي رهيو ۽ مخدوم جي خدمت ۾ حاضر ٿي ساڻس گڏ ڪاڏائين — [وڏيڪ] ٻڌايائين تہ "منهنجو روح قبض ڪري چوٿين آسمان تي ڪٺي ويا هئا ، جتان مخدوم هتي موٽائي آندو آهي."

چون ٿا تہ هو پوين ڏينهن ۾ نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) آيو. اتفاقن هڪ سوناري سماع جي مجلس ۾ هڪ بيت سوز گذار سان پڙهيو، جنهن جي ٻڌڻ سان مخدوم ساهہ ڏنو. سندس جنازو هالا ڪنڍيءَ ڪٺي آيا. نقل آهي تہ رستي ۾ انهيءَ مان ذڪر جلي ڏاڍيان ٻڌڻ ۾ ٿي آيو.

هن ظاهري علم ۽ باطني علم جا ڪي نڪتا مخدوم عبدالرشيد جي خدمت مان پرايا هئا. سندس وفات سنہ 936 ھ ۾ ٿي.

مخدوم فتح الله. سندس فرزند رشيد مخدوم فتح الله پيءُ جي رحلت ڪان پوءِ وڏن واري پيروي اختيار ڪري، ارشاد جي مسند چڱيءَ طرح هلائي.

مخدوم احمد ثاني. تنهن ڪان پوءِ، مخدوم فتح الله جي پٽ مخدوم احمد ثانيءَ، ولايت ۽ ڪماليت جي گاديءَ تي ويهي، پنهنجا برڪت پريا وقت ڏاڍي هدايت ۽ ارشاد سان گذاريا.

مخدوم عبدالحميد. انهيءَ ڪان پوءِ، هن جو پٽ مخدوم عبدالحميد، جو سهڻين صفتن ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو، وڏن جو نالو تمام سهڻي نموني ۾ روشن ڪندو رهيو.

مخدوم عمر. ڪانئس پوءِ، سندس پٽ مخدوم عمر، ڏاڍو هدايت وارو، پنهنجي وقت جو نامور ۽ معرفت جي رستي جو سالڪ پيدا ٿيو. هن سڀڳوري جون ڪرامتون شمار ڪان ٻاهر آهن. هن ٽي پٽ - هر هڪ مخدوم حسين، مخدوم ابراهيم ۽ مخدوم عبدالرؤف - ڇڏيا.

مخدوم ابراهيم ولد مخدوم عمر حال ۽ ڪمال جو صاحب ٿي گذريو آهي.

مخدوم فتح الله (ثاني). سندس، ڪمال جي زيور سان سينگاريل فرزند، مخدوم فتح الله، يقين جي رستي ۾، پنهنجن وڏن جي سلوڪ واري واٽ وٺي ، چڱيءَ طرح هليو.

مخدوم عبدالحميد ثاني. هو گذاري ويو تہ سندس فرزند مخدوم عبدالحميد ثاني وڏن واريءَ ارشاد جي گاديءَ تي ويٺو. هن جي ذات گرامي اجوڪي وقت ۾ خالص تبرڪ ۽ نج غنيمت هئي. مخدوم عبدالرؤف - جنهن جو بيان اڳتي ايندو - ڪان پوءِ عقيدتمندن کي عجيب فيض ڏنائين. هو مدينہ منوره ۾ گذاري ويو.

مخدوم رحمت الله. ڪانئس پوءِ سندس پٽ مخدوم رحمت الله، خدا جي خاص رحمت ۽ ڪمال ۽ فيض جي وصفن سان سينگاريل هو. هو ڀوهہ جوانيءَ ۾ گذاري ويو.

مخدوم عبدالرؤف. مٿئين مخدوم عمر جو فرزند پنهنجي وقت جو عارف ۽ ڪامل ٿيو. هو اجوڪي زماني جي مشائخن ۾ ممتاز رهيو. سمجهہ واري ٿيڻ کان وٺي وفات جي وقت تائين سمورو وقت سندن اخلاق سهڻا رهيا، ۽ هميشہ عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهندو هو.

سندس ڪرامتون شمار کان ٻاهر آهن. ميان نور محمد هن جي ڏاڍي خدمت ڪندو هو، ۽ سندس اکر اکر جي تابعداريءَ واسطي دل و جان سان تيار رهندو هو. هو سنہ 1166 هہ ۾ وڃي خدا جي رحمت سان واصل ٿيو. هالن جي قاضي زادي شيخ ابراهيم هن جي تاريخ "ڪان وليا رؤف الخلق" (هو هڪ، خلق تي نهايت مهربان ولي هو.) [مان ڪڍي آهي] ۽ محمد پناه رجا ٺٽويءَ سندس چوندڙ حالات هڪ بليغ شعر ۾ نظم ڪيا آهن ، پر طوالت جي خوف کان هتي ذڪر نٿا ڪريون.

ڪانئس پوءِ ڪو فرزند ڪو نہ رهيو.

**مخدوم نعمت الله.** هاڻي مٿئين مخدوم عبدالحميد ثانيءَ جو فرزند مخدوم نعمت الله، ڏاڍيءَ بزرگيءَ ۽ ڪمال سان وڏن جي گاديءَ کي سينگاري رهيو آهي ۽ حال جو صاحب آهي.

**حاجي دين محمد.** حاجي دين محمد پڻ مخدوم عبدالحميد جو فرزند ۽ انساني ڪماليتن سان موصوف آهي .... (1) جو وڏو ڀاءُ مخدوم عبدالحميد، مخدوم عبدالرؤف جي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجو وارو ڏاڍي بزرگيءَ سان وڃائي گذاري ويو هو.

**مخدوم محمد.** مٿئين مخدوم اسحاق جو ٻيو فرزند، [ظاهري] علمن جي تحصيل ڪماليت جي درجي کي پهچائي، باطن جي صفائيءَ ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪئي هئائين. اڪثر خلق لله جي ڪمن ڪارين سان، خدا ڪارڻ، حاڪمن وٽ ايندو ويندو رهندو هو. ظاهري شرع جي مخالفت سهي ڪين سگهندو هو. هڪ وقت ڪنهن حاجتمند جي ڪم سان جام نظام الدين وٽ ننڍي آيو هو. جام چيس تہ ”تنهنجي ڀاءُ مخدوم احمد جي ڏاڍي تعريف ٻڌي اٿم. هن جي زيارت جو ڏاڍو شوق اٿم، تنهنڪري جيستائين هو اچي، تيستائين تون هتي ترسي پوءُ.“ فرمايائين تہ منهنجي ڀاءُ کي نہ تنهنجي پرواهہ آهي، نہ منهنجي. انهيءَ گفتگو ۾ هئا تہ مخدوم احمد اچي جام جي مجلس ۾ وارد ٿيو. جام سندس زيارت ڪري، ڏاڍي عقيدتمندانہ خدمت ڪئي. موٽڻ وقت مخدوم احمد ڀاءُ کي چيو تہ اڄ تہ جئن آيو آهيان تئن زمين کي سوڙهو ڪري هلي هالين پهچون، ۽ ٽيهريءَ جي نماز اتي ادا ڪريون. مخدوم وراڻيو تہ توهان مرضيءَ جا مالڪ آهيو باقي مان تہ في سبيل الله پنڌ ۽ محنت جي تڪليف (جو ثواب) هٿان ڪو نہ ڇڏيندس.

هن بزرگ جي اولاد ۾ پڻ معرفت جي رستي جا سالڪ ۽ وڏا وڏا عارف پيدا ٿيا آهن.

**مخدوم محمد يوسف.** مخدوم عبدالرؤف واري وقت جي

لڳ ڀڳ، خاص ڪرامتن جو صاحب ٿي گذريو آهي. هڪ دفعي پنهنجي تصرف سان درياء کي آٽي بازار ۾ وهايو هئائين.

مخدوم محمد صادق ۽ مخدوم محمد يعقوب. مخدوم محمد صادق ۽ مخدوم محمد يعقوب پڻ هر هڪ پنهنجي وقت جو ڪامل هو.

مخدوم عبدالرشيد. هڪ وڏو عالم ۽ ڏاڍو متقي هو. [ماڻهن جي] وڏي جماعت ڪانئس علمي خواه عملي ڪمال پرائي، پنهنجي وقت ۾ هدايت واري ٿي. مٿيان مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد پڻ انهن مان آهن.

درويش زڪريا. مٿئين مخدوم اسحاق جو پاٽئيو، هدايت جي راهه جو سالڪ ۽ خدا آگاه هو.

شيخ فخرالدين صغير. شيخ ابو نجيب سهروردي ؑ جي اولاد مان، وڏي ۾ وڏو ولي ۽ هدايت جي رستن جو وڏي ۾ وڏو ڄاڻو، سالڪ هو. هالن ۾ آرامي آهي. هو مخدوم نوح جو پنجون ڏاڏو آهي. سندس زيارت اهل دل لاءِ فخر آهي، ۽ سندس درگاه ۾ ايترو تہ قبوليت جو فيض آهي، جو اتي سوالين جو هر مشڪل حل ٿئي ٿو.

شيخ ابوبڪر. هالن جو هڪ ڪامل ۽ جهونو ولي آهي. انهيءَ سر زمين ۾ سندس مزار اهل الله جو زيارتگاه آهي. مخدوم نوح جو ستون ڏاڏو شيخ فخرالدين ثاني پڻ انهيءَ سڳوري جي مقبري ۾ دفن ٿيل آهي.

درويش رڪن پرا. مخدوم احمد جو خاص خادم ۽ (خدا) جي دائمي رضا ۽ قرب جي رستي جو واصل هو.

مخدوم عربي ڏياڻو. پير آسات جو پاءُ آهي، جو مڪليءَ تي آرامي آهي - ۽ اڳتي بيان ٿيندو.

چون ٿا تہ هڪ هنڌ ويهي قرآن شريف جا 140 ختما ڪيا

هئائين. جڏهن قرآن پڙهندو هو، تڏهن پکي اڏامڻ کان ۽ پاڻي وهڻ کان بيهي ويندو هو. هڪ ڏينهن پنهنجي خانقاه ۾ وينو هو تہ اوچتو سندس هٿ سمنڊ جي گجيءَ ۾ پرجي پيو ۽ انهيءَ مان پاڻيءَ جا ڪي قطرا هيٺ ٽميا. هڪ حال محرم خادم ڏاڍيءَ عاجزيءَ سان هن راز جي حقيقت پڇي. فرمايائين تہ "منهنجو پٽ بايزيد حجاز جي سر زمين ۾ منهنجن معتقدن جي هڪ ٽوليءَ سان سمنڊ ۾ سوار آهي. اوچتو ٻيڙي ڪُنَ ۾ غرق ٿيڻ لڳي. انهيءَ جماعت منهنجي پٽ کي سفارشي بنائي ٻاس ٻاسي، تنهنڪري هٿ هڻي ٻيڙيءَ کي ڪُنَ مان ڪڍي ڪناري تي پهچائي ڇڏيم." ٿوري وقت کان پوءِ اهي ماڻهو نذر کڻي آيا ۽ احوال ڪيائون تہ "جڏهن ٻيڙيءَ مان آسرو پليوسين، تڏهن هڪڙي غيبي هٿ اسان جي ٻيڙيءَ کي اچي ڪُنَ مان ٻاهر ڪڍيو." سنہ 980هہ ۾ گذاري ويو.(2) هالن ۾ دفن ٿيل آهي.

**مخدوم بايزيد.** مخدوم بايزيد مٿئين مخدوم عربيءَ جو فرزند آهي، پنهنجي پيءُ کان چڱو ٻـرو پرائي، سچ، استقامت، هدايت ۽ فيض جي رستي تي مستقيم رهي، طالبن کي ڏاڍو فائدو رسائيندو رهيو. هاڻي سندس اولاد مان محمد عالم نالي هڪ ماڻهو جيئرو آهي. هو سيد عبداللطيف تارڪيءَ جو خليفو ۽ سندس فقيرن جي جماعت ۾ داخل آهي.

**مخدوم مولانا ابوبڪر بن دائود بريد هالائي.** بلند مقامن ۽ احوالن جو صاحب هو. مخدوم نوح وٽانئس فيض پرايو هو.

**سيد عبداللطيف حسيني.** اتي جي جهونن بزرگن مان آهي. سندن مقام علحده عام خلق الله جو زيارتگاه آهي. هو گهڻو اولاد ڇڏي ويو، جن مان هاڻي سيد فتح محمد گادي نشين آهي. هن جو ٻيو اولاد متفرق ڳوٺن ۾ خصوصن ڪڇن جي ڳوٺ ۾ رهي ٿو.

**مخدوم نوح ولد نعمت الله.** هو صديقي نسب جو آهي. مشرق ۽ مغرب جي امام پنهنجي پيڙهي پاڻ هن طرح ٻڌائي

آهي: نوح بن نعمت الله بن اسحاق بن شهاب الدين بن مخدوم سرور بن شيخ فخر الدين صغير - جو هالن ۾ مدفون آهي - بن شيخ عز الدين بن شيخ فخرالدين ثاني - جو شيخ ابوبڪر جي مقام ۾ دفن آهي، بن شيخ ابوبڪر ڪتابي - ڪوٽ ڪروڙ جو رهندڙ - بن شيخ اسماعيل بن شيخ عبدالله بن شيخ نصيرالدين بن شيخ سراج الدين بن شيخ ابو نجيب ضياء الدين عبدالقاهر سهروردي رحمة الله عليه - جو سهروردي سلسلي جو منڍ آهي ۽ مخدوم نوح تي سهروردي طريقو ختم آهي. اهو شيخ ابو نجيب بن شيخ ابراهيم بن شيخ وجهه الدين بن شيخ محمد عمر بن شيخ عبد الله بن شيخ رضاء الدين محمد بن شيخ مسعود بن شريف ابو القاسم بن شيخ محمد عمر بن حضرت عبدالرحمٰن بن امير المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه ۽ حضرت شيخ شهاب الدين، شيخ عبدالله بن شيخ ابراهيم بن وجهه الدين جو فرزند آهي. ستن ڏينهن جو هو تہ نماز جي بانگ ٻڌي تمام چٽيءَ زبان سان ڪلمو طيب پڙهيو هئائين. ڪانئس روايت آهي تہ چيائين: ”چوڏهن سالن جي عمر ۾ مون کي جيڪي مليو هو سو حضرت عليءَ کان مليو. نقل آهي تہ ارڙهن سالن جي عمر ۾ هڪ ڏينهن مخدوم عربيءَ سان گڏ خانقاهہ ۾ مراقبي ۾ مشغول هو. مخدوم عربي قرآن شريف جي تلاوت ڪري رهيو هو. هُو اناويهين سيپاري تي پهتو هو تہ هن کي عالم بالا جو شوق دامنگير ٿيو، [سو چا ڪيائين جو] مخدوم عربيءَ جي قرآن شريف ٻڌڻ جي ادب جو خيال رکي، ظاهري جسم اتي ڇڏي پاڻ آسمان جي سير تي هليو ويو، ۽ مخدوم عربيءَ ختم پورو نہ ڪيو هو تہ موٽي آيو. فقير بهاوالدين گودڙيو چوي ٿو تہ هڪڙي ڏينهن نٽي ۾ سيد علي شيرازيءَ جي فرزند سيد جلال جي جاءِ تي وينا هئاسون تہ مخدوم فرمايو تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ ۽ حضرت علي رضي الله عنہ اچي لنگهيا. حضرت علي تڪڙو اچي فرمايو تہ اٿ جو توکي [حضرت] محمد

رسول الله سڏي ٿو ۽ حضرت ابوبڪر آهستي آهستي اچي رهيو هو. حڪم موجب روانو ٿيس ته ائين ڏسڻ ۾ آيم گويا لڪي جبل تي چڙهي رهيو هوس. آخر جڏهن مجلس ۾ پهتس تڏهن حضرت عيسيٰ کي وينل ڏٺم. اوچتو مون کي هڪ لڪيل ڦرهي هٿ ۾ ملي ۽ حضرت عيسيٰ کان سبق ورتم. مٿو مٿي ڪنيم ته حضرت رسول ڪريم تي نظر پيم (ڏٺم) ته پاڻ گوڏا اونڌا ڪيو وينا آهن. مون آنحضرت صلي الله عليه وسلم] ڏانهن توجه ڪري نئين سر سبق پڙهيو. حضرت ابوبڪر فرمايو ته يا رسول الله هيءُ منهنجو اولاد آهي. چون ٿا ته هيءُ حضرت (مخدوم نوح) ڪنهن وقت نئين آيو. ظاهر جي عالمن بڌو هو ته هن ڪجهه پڙهيو ڪونهي، تڏهن به قرآن شريف جي آيتن جون معنائون چڱيءَ طرح بيان ٿو ڪري. سو هو (گڏجي) سندس ڏسڻ لاءِ ويا. (انهيءَ وقت) مخدوم هڪڙيءَ آيت جي تفسير ۾ مشغول هو. راوي چوي ٿو ته مون کي تسبيح هٿ ۾ هئي ۽ هر معنيٰ تي داڻو ڦيرائيندو ٿي ريس. جڏهن ماٺ ڪيائين، تڏهن ڳڻيم ته جملي اسي داڻا ٿيا هئا. جئن ته سندس عادتن ۽ ڪرامتن جي بيان لاءِ خلاصو ڪتاب گهرجي، تنهنڪري هن مختصر ۾ هن قدر تي اڪتفا ڪجي ٿي. سندس وفات خميس جي ڏينهن، 27 ذي القعد سنه 998 ۾ ٿي، ۽ هن جي درگاهه هالن جي شهر ۾ مشهور آهي.

مخدوم جلال. سندس فرزند رشيد مخدوم جلال بزرگيءَ ۽ شايستگيءَ جي نشانين ۽ ڪمال جي خوبين ۾ بيمثال ٿي گذريو آهي.

ميان ابراهيم. سندس پاءُ ميان ابراهيم هو، جو پڻ وقت جو بزرگ ۽ فقيرن جي جماعت جو مرشد هو.

ميان محمد زمان. هاڻي ميان محمد زمان وقت جو پيرزادو ۽ مخدوم مرحوم جو گادي نشين آهي.

مخدوم صدر الدين راهوتي. هالا پرڳڻي جي

پسگردائيءَ ۾ جائيہ ڳوٺ ۾ رهندو هو. هميشہ وعظ فرمائيندو هو، جنهن ۾ ڏاڍو اثر هوندو هو. چتين پيل ٽوپيءَ کان سواءِ نہ ڏسبندو هو. سندس بلند درجي جا احوال مشهور آهن ۽ سچن جي جماعت ۾ سندس ڪمالات جي يگانگي معروف آهي.

مخدوم مراد. سندس فرزند رشيد مخدوم مراد هڪ وڏو عالم ۽ نهايت پرهيز گار هو. هو حسن مقري درويش (جنهن جو بيان اڳتي ايندو) سان همعصر هو.

قاضي منور. قاضي منور مخدوم مراد جي اولاد مان هو. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن قيمتي لباس پهريو رستو وٺيو ٿي ويو تہ سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري ڪيس ڏسي چيو تہ تنهنجو ڏاڏو تہ چتين لڳل ٽوپيءَ کان سواءِ ڪين پهريندو هو، توکي هيءُ ڪنهن کان ورثو مليو آهي. ايتري چوڻ تي مٿس ڏاڍو اثر ٿيو ۽ وجي سلوڪ وارن جي سلسلي ۾ شامل ٿيو.

شاهہ ديوانہ هالائي. هڪ وڏو مشائخ ۽ ڏاڍين ڪرامتن جو صاحب آهي. مخدوم عربيءَ سان ڪَڏ دفن ٿيل آهي.

درويش قاسم. ڏنڊو ڪورڪي هوندو هوس، پر مخدوم نوح جي مريديءَ جي برڪت سان معرفت جي ڪارخاني مان وڏو نصيب پرائي، حقيقت جي تانيءَ ۽ پيٽي کان خوب واقف ٿيو هو.

مخفي نہ رهي تہ جڏهن الله پاڪ جي توفيق سان هالن جي مبارڪ سر زمين جي ڪن حقيقت وارن جي مختصر احوال کان فراغت ٿي، تڏهن ان جي آسپاس جي. ڳوٺن جي ڪن چوند خدا وارن جو ذڪر ڪجي ٿو ۽ بزرگن جي روحن کان توفيق ۽ امداد جي درخواست آهي والله علم بالصواب (سنئين راه خدا کي معلوم آهي)

## پاٽوٽ (مشهور ڳوٺ آهي)

درويش حسن مقري. اصل واڍو هو، دل جي ڦرهيءَ کي

صفائيءَ جي رندي سان لسو ڪري، چٽي، سينگاريو هئائين. پون ٽا تہ هڪ طهارتخانو هوندو هوس، ۽ جڏهن بہ وضو ڪرڻ لاءِ انهيءَ ۾ ويندو هو، تڏهن بيخود ٿي ويندو هو. هڪ ڏينهن هن جو هڪ مائٽ ڏکڻ سندس ملاقات لاءِ آيو. اتفاقن درويش طهارتخاني ۾ وضوءَ لاءِ ويل هو. هن اندر وجي ڏٺو تہ درويش ٽڪر ٽڪر ٿيو پيو هو. هو دهشت کان باهر نڪري آيو. هڪ ڏينهن ٻپهريءَ جي وقت ڪوئرو هٿ ۾ کڻي وضو ڪرڻ وينو. هٿن تي پاڻي هارڻ تي گهريائين تہ هوڏانهن بانگي بانگ شروع ڪئي. درويش بيخود ٿي ويو ۽ باقي ڏينهن ۽ رات ٻئي ڏينهن جي ٻپهريءَ تائين بيهوش پيو هو. ڪنهن کي بہ هوش ۾ آڻڻ جي طاقت، نہ ٿي. ٻئي ڏينهن جڏهن بانگي ساڳئي وقت جي بانگ شروع ڪئي، تڏهن هوش ۾ اچي پڇيائين تہ ”شايد اڃا بانگي بانگ پوري نہ ڪئي آهي؟“

هڪ ڏيهن مخدوم مراد ولد مخدوم صدرالدين راهوتي سندس زيارت لاءِ آيو، ۽ جئن سواريءَ جو ڏڳو باهر ٻڌي هن جي حاضريءَ ۾ آيو، تہ خادمن ٻڌايس تہ ستن ڏينهن کان درويش وضوخاني ۾ وينل آهي اهو ٻڌي حيران ٿيو. ايتري ۾ درويش بہ باهر نڪري آيو. مخدوم چيس تہ ”ست ڏينهن فرض (خدا جا) وڃايا اٿيئي“ فرمايائين تہ ”تون پنهنجي ڏڳي جي وڃي خبر لهہ، هن ڳالهہ ۾ ڇو پيو آهين؟“ اتفاقن مخدوم کي اچي ٻڌايائون تہ سندس ڏڳو گم ٿي ويو آهي. ڏاڍيءَ ڳولا کان پوءِ ڏڳو لڌي، پنهنجيءَ جاءِ تي هليو ويو ۽ وري فقير تي اعتراض نہ ڪيائين.

## خانوٽ (ڪاٺوٽ)

مشهور ڳوٺ آهي - اتي جا رهاڪو سيد اصل متعلوي (متياري) آهن.

چاندو شاهہ هاڻي تازو ڏاڍ حال جو صاحب ۽ سلوڪ جي رستي جو واقف ٿي گذريو آهي. هو نهال شاه مداريءَ جو معتقد ۽ خليفو هو - جو گنجي ٽڪر تي آرامي آهي ۽ اڳتي بيان ٿيندو.

## ڀٽ

هالن کان ٽن ڪوهن تي هيناهين زمين ۾ آهي جا هالن جي تابع آهي.

سيد شاهه عبداللطيف. سيد شاهه عبداللطيف جو آرامگاه محترم ۽ مزار مبارڪ اتي جي عجائبات مان آهي. هو سڳورو سيد عبدالڪريم جي اولاد مان سيد حبيب شاهه جو فرزند تارڪ (جي لقب سان) مشهور آهي. سيد حبيب شاهه خدا وارو مرد هو. سندس فوت ٿيڻ جي تاريخ "الموت جسر يوصل الحبيب الیٰ لقاء الحبيب" (موت هڪ پل آهي جا دوست کي دوست جي ملاقات ڏانهن رسائي ٿي) آهي. هن زماني ۾ شاهه عبداللطيف سان ولايت ۾ مٽ ڪوبہ ڪونہ آهي. سندس ڪرامتن جون نشانيون ۽ مناقبن جون خبرون سچ ڪان بہ وڌيڪ ظاهر آهن. هن مختصر ۾ ڪيتريون ماپنديون. امي هجڻ جي باوجود بہ خدا تعالیٰ سندس سيني جي ڦرهيءَ تي سڀ علم لکي ڇڏيا هئا. چون ٿا تہ مرزا (مغل) بيگ ارغون جنهن جي نياڻي حضرت جي نڪاح ۾ هئي سو پهريون سندس ڏاڍو دشمن هو. جڏهن وفات ڪيائين تہ حضرت جي هڪ مريد "بود خبيث" جي جملي مان سندس تاريخ ڪڍي هئي. هن عارف ڪامل هيءُ ٻڌي في البديهہ فرمايو تہ ائين چوڻ نہ گهرجي بلڪ چئو تہ "يڪ مغل بہ بوده" - حساب ڪيائون تہ نيڪ ساڳئي سال جي تاريخ نڪ ي آئي. حقيقت هيءَ آهي تہ امي ماڻهوءَ کان اهڙو واقعو صادر ٿيڻ ڪرامت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي.

جنهن ڏينهن هن دنيا مان لاڏاڻو فرمايائين انهيءَ ڏينهن سندس ماتم ۾ ڪيترن مريدن دم ڏنو - سندس مزار متبرڪ انهيءَ ڀٽ تي عجيب روح پرور ۽ باصفا جڳهہ آهي - سندس قبر تي هڪ عاليشان قبو نهيل آهي. جيسلمير جي راجا نغارا نذر ڏنا آهن جي صبح و شام (وڄايا ويندا آهن) سندس درگاه تي عجيب ڪيفيت ۽ سرور، نهايت صفائي ۽ حضور ملي ٿو(3).

سيد جمال شاهه. هاڻي انهيءَ ولي جو جاءِ نشين سيد جمال شاهه ڳجهين خواه ظاهر ڪرامت سان مخصوص آهي ۽ فقيرن جي سلسلي ۾ ڪيترا ناليرا خليفا اٿس.

## جهيجا

مشهور ڳوٺ آهي. جنهن ۾:

شيخ طاهر. جي درگاه عجيب برڪت پري آهي. هن ولي جي ذات گرامي وقت جي عجائبات مان (هئي ۽ هو) عجيب نموني سان رهندو هو. هندو ڪيس لال اڏيرو ۽ مسلمان شيخ طاهر سڏيندا آهن. بهرحال هڪ معتبر ڪان نقل آهي تہ هي حقيقت جي شراب جو سرمست، پهريائين جهنگل ۾ گذاريندو هو. هڪ ڏينهن ڪاٺ لاءِ ڪجهہ پابيون هٽ ۾ هيس تہ اوچتو هڪ اٺ وڳ مان ٿهي اچي شيخ جي جهوپڙيءَ وٽ پهتو. جيئن تہ الله پاڪ جي بيمثال ذات جو جلوو مخلوقات جي هر فرد ۾ موجود آهي، تنهنڪري شيخ بہ انهيءَ اٺ کي حقيقت جي اک سان ڏسي چيو تہ اي خدا جنهن صورت ۾ هن مسڪين تي احسان ڪيو اٿيئي تنهن صورت ۾ جيڪو حال حاضر آهي سو ڪاٺ گهرجي . اٺ تنل هو سو ڪونہ بينو ۽ هيءُ منٿون ڪندي، سندس پويان ڊوڙڻ مان وجي، انهيءَ مرتبي کي پهتو، جنهن کي پهتو - انهي وقت کان سندس شهرت دنيا ۾ پکڙجي ويئي - هن جي رحلت کان پوءِ سندس درگاه خلق الله جي زيارت گاهه آهي. اتي هر سال عجيب ميلو لڳندو آهي. ساريءَ سنڌ مان هندو زالون اچي گڏ ٿينديون آهن ۽ پردو لاهي گهٽين ۽ سيرن ۾ گهمنديون وتنديون آهن. لال اڏيري جي نالي تي جيڪو بہ ڪين نچڻ لاءِ زور پريندو آهي تہ، مڙسن يا پين عزيزن جي موجود هوندي بہ هو انهي ڪان انڪار نہ ڪنديون آهن - ڏسڻ شرط آهي نہ ٻڌڻ.

مير محمد منعم. اتي جي رهاڪو سيدن مان مير محمد منعم زمينداريءَ جي دولت جو مالڪ ۽ وڏي طاقت وارو مهمان نوازي، سخا ۽ بخشش جي ذريعي، سيڪنهن آئي وئي جي خوشيءَ

جو گهورو هو - پنهنجي وقت جو هڪ مشهور معروف (انسان) ٿي گذريو آهي - سندس فرزند سيد اسد الله پڻ پيءُ جو يادگار ٿي گذريو آهي - اباڻين خوبين ۾ هو پيءُ کان وڌيڪ مشهور معروف هو.

## ڪيبر

مشهور ڳوٺ آهي.

درويش نوح ڪيبرائي. ڏنارپ تي گذر ڪندو هو ۽ ڪرامت ۽ حال جو صاحب هو. حديقته الاوليا ۾ مذڪور آهي ته جڏهن شيخ حماد جماليءَ جي تصرف سان ڄام تماچي دهليءَ کان ٿي آيو، جئن متي بيان ٿي آيو، تڏهن هن (درويش نوح) ڪيس ڪيبرن جي ڳوٺ ۾ ٻڌايو هو ته تن ڏينهن کان وٺي ڄام تماچي جي نالي پڙهو گهمي رهيو آهي - حالانڪ اهو ڄام جوڻي جو وقت هو.

## انڙ پور

اڳوڻن ڏينهن ۾ ڄام انڙ جو آباد ڪيل هڪ ڳوٺ آهي. تازو درياهه سندس سموري زمين پائي ويوآهي.

مخدوم ساهڙ لنجار. هڪ وڏو آزاد (انسان) ۽ وقت جي صالحن مان هو. سدائين عبادت ۾ مشغول رهندو هو ۽ رات يا ڏينهن جي ڪابه گهڙي (پاڪ) پروردگار جي ذڪر کان واندو نه رهندو هو. سندس مجلس ۾ دنيوي گفتگو ڪڏهن به ڪونه هلندو هو. جنهن تي به توجه جي نظر ڪندو هو ته هو ولايت جي درجي کي رسي ويندو هو. عادت موجب سوئرن جو هڪ ولر سندس پوک ۾ اچي نقصان ڪري ويندو هو. ڪڙمي وٽس دانهن ڪٺي آيا. خادم کي فرمايائين ته سوئرن کي وڃي پيغام ڏي ته "اسان جي پوک جي ويجهو نه اچو" انهيءَ پيغام کان پوءِ سوئر وري نه آيا. چون ٿا ته جڏهن به مٿيارين ۾ ايندو هو تڏهن رات جو پير ڊگها ڪري نه سمهندو هو. چوندو هو ته چو طرف ساداتن جا گهر آهن تنهنڪري ادب جي تقاضا اها آهي ته ڪنهن به طرف پير ڊگها نه ڪريان. انهيءَ کان روايت آهي ته چوندو هو: مون پير کان ٻڌو آهي ته جنهن ۾ ٽي گڻ ڏسو انهيءَ مان ضرور فائدو وٺو جو توهان جو مرشد اهو آهي.

هڪ تہ سندس اڳيان رهو تہ توهان کي خدا ياد اچي. ٻيو تہ جيڪي ڳالهائي سو توهان جي دل ۾ ويهي وڃي، ٽيون تہ سندس صحبت ڇڏڻ توهان کي ڏکي لڳي. اهو اتيئي دفن ٿيل آهي.

**بوهري**

آڳاٽو ڳوٺ آهي.

سيد حمزو، اصل مٽياري جو هو. هو معرفت جي دريا، هو. ٿوبو ۽ يقين جي خوبين جو جامع ۽ نقشبندي سلسلي جو رهبر ٿي گذريو آهي.

**حوالا**

1. هتي نسخي "ن" ۾ هڪ نالو لکيل آهي، پر اڌوهيءَ جو کاڌل آهي ۽ پڙهڻ ۾ نٿو اچي. ڇاپي نسخي ۾ تہ هتي عبارت ڏاڍي منجهيل آهي: لکيل آهي تہ "مخدوم عبدالحميد برادر بزرگ در حيات مخدوم عبدالرؤف ببزرگيءَ اتم گذشتہ بود" - ظاهر آهي تہ هن عبارت جي ڪا بہ صحيح معنيٰ نٿي نڪري سگهي.

2. نسخي "ن" ۾ سنہ 908 ھ آهي.

3. ڇاپي نسخي ۾ شاھ صاحب جي تاريخ وفات متعلق هي قطعو لکيل آهي جو اگرچ ڪتاب جي عبارت سان بلڪل غير مربوط آهي، پر جنهن صورت ۾ فائدي کان خالي نہ آهي، تنهنڪري حاشيءَ تي لکي ڇڏجي ٿو:

شاھ صاحب ذوالمواهب سيد عبداللطيف
آنک قطب وقت خود بوده ست از مردان حق
چون ز جام ارجعي مخمور نوش وصل شد
گفت ملهم غيب سال رحتلش رضوان حق. 1165

اهي ساڳيا بيت مسجد شريف جي هڪ ديوار تي جا قبي جي اتر طرف آهي، اڪريل آهن - ڪنهن جا چيل آهن تنهن جي خبر ڪانهي

[مشهور ڪتاب تحفة الڪرام جو سورهون باب ص ص 377 کان 391 تائين]

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

# هالہ ڪندي (هالا)

هالن جو شهر مشهور قديم شهر آهي. پراڻا هالا، جنهن جو نالو مرتضىٰ آباد هو، سو مخدوم مير محمد جو ٻڌايل هو. درياهہ جي پائڻ ڪري پوءِ نئون شهر آٽي ٻڌائون ڪوه کن پنڌ تي. منجهس گهڻائي بزرگ ٿي گذريا جن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

(1 مخدوم اسحاق پٽني (2 مخدوم ابراهيم ولد عمر (3 مخدوم عربي ديانہ (4* مخدوم نوح ولد نعت الله صديقي (5 مخدوم صدر الدين راهوتي.

انين هجري صديءَ جي وچ ڌاري سمن جي راڄ جي شروعات ۾ جڏهين سنگهار سمو سندن سردار هو، تڏهين هن ملڪ وڌايو ۽ ڪڇ کان وني هالہ ڪنديءَ تائين ملڪ پنهنجي قبضي ۾ آندائين. سنہ 908هہ : 1502ع ڌاري جڏهين مرزا شاه حسن جام فيروز سان چاچڪان وٽ وڙهي هن کي ڀڄايو، تڏهين نٽي ۽ تغلق آباد مان ٿي هالہ ڪنديءَ آيو ۽ اتان بکري ڏي ويو. سنہ 998هہ : سنہ 1589ع ۾ اڪبر بادشاه جي حڪم سان نواب خان خانان مرزا جاني بيگ سان وڙهڻ لاءِ آيو. سيوهڻ وٽ ٻنهي جي جنگ لڳي ۽ مرزا شڪست کاڌي. جنگ تي اچڻ کان اڳي خان خانان کي ڊپ هو ۽ فتح جي اميد ڪانہ هيس. ڪن ماڻهن جي صلاح تي هو هالہ ڪنديءَ آيو، جتي مخدوم نوح تازو وفات ڪئي هئي. مرزا جاني توڙي خان خانان کي انهيءَ جي معذرت ڪرڻي هئي؛ پر فقيرن چيو تہ ٻنهي مان جيڪو پهرين اتي ويندو ۽ معذرت ڪري دعا گهرندو، سو فتحياب ٿيندو. ٻنهيءَ انهيءَ پاسي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي، پر خان خانان پهرين اتي پهتو ۽ نيٺ فتح بہ ڪيائين. سنہ 117هہ : سنہ 1782ع ۾ ميان عبدالنبيءَ ڪلهوڙي کي مير بجار خان حيدرآباد مان سڏائي گاديءَ تي وهاريو. جڏهين هو هالہ ڪنديءَ ۾ آيو، تڏهين

مير وجي گڏيس ۽ ٻيا سردار به اتي آيا. پوءِ سڀ مخدوم نوح جي درگاهه تي ويا ۽ اتي ميان کي پڳ ٻڌايائون ۽ اتان خدا آباد وٺي وجي ميان محمد سرفراز جي جاءِ تي ويهاريائون. سنه 1201ھ : 1612ع ۾ مرزا غازي بيگ جي مرڻ کان ٿورو اڳي خسرو خان چرڪس جي زور وٺڻ تي مرزا جي حڪم سان هندو خان وجي هن کي گرفتار ڪيو ۽ ٻارن ٻچن سميت قيد ڪري هالڪنديءَ وٺي آيس ۽ اتان پوءِ قندهار وٺي ويس. سنه 1259ھ: 1843ع ۾ جڏهين سرچارلس نيپئر ميرن سان وڙهڻ جو ارادو ڪيو، تڏهين نوشهري کان هلي پهرين هالن ۾ منزل ڪيائين. پوءِ 18 تاريخ محرم جي جمعي جي ڏينهن يعني 18 تاريخ فبروريءَ جي اتان نڪتو ۽ ڦليليءَ تي مياڻي وٽ ميرن سان وڙهيو ۽ جنگ کٽيائين ۽ پوءِ حيدرآباد جو قلعو ورتائين.

پير حسام الدين شاهه راشدي

# هالن جي بربادي

ميرڪ يوسف لکي ٿو تہ مظفر خان معموريءَ جي دور ۾ هالن جو پرڳڻو يارنهن هزار خرار ان سرڪاري جمع بنديءَ ۾ ڏيندو هو ۽ منجهائنس ويهہ لک دام ڍل اڳڙندي هئي. ليڪن ميرزا حسام الدين مرتضيٰ خان جي ڏينهن ۾ انهيءَ پرڳڻي جي سخت بربادي ٿي ۽ سميجا اٿيا، جن جو مٿي بار بار ذڪر ٿي چڪو آهي، انهن جي لٽ ڦر آبادگار رعيت کي تباهه ڪري ڇڏيو هو، امن و امان جي نہ هجڻ سبب، ڪڙمي ڪاري، راڄ ۽ رعيت لڏي پلاٽي، پنهنجا وٿاڻ ڇڏي، بين صوبن ۾ هليا ويا، جنهنڪري زمينون ويران ۽ ڳوٺ ڊڙيانگ لڳا پيا هئا ۽ آمدنيءَ جو انگ لهي اچي صفر تائين پهتو هو.

مرتضيٰ خان تنگ ٿي هڪ دفعو پنهنجي پٽ صمصام الدولہ کي سندن سرزنش لاءِ چاڙهي موڪليو، ليڪن اهو بہ ڪامياب ٿي نہ سگهيو، بلڪ مار کائي موٽي آيو. صمصام الدولہ لشڪر وٺي هالن کان اڌ ميل تي ”نني ڳوٺ“ ۾ اچي منزل انداز ٿيو ۽ چوڌاري خندق هٽائي، خاربندي(لوڙهو) ڪري ويهي رهيو. هالن جي ٺاٽيدار، موسيٰ خان، افغان کي ڪجهه لشڪر ڏيئي، هن انڙن تي موڪليو. انڙن کي جاسوسن ذريعي سڄي قصي جي خبر پئجي ويئي هئي، جنهن ڪري هو پنهنجا ڳوٺ خالي ڪري، پاڻ لشڪر جي رستي تي لڪي ويهي رهيا، لشڪر جيئن بيخبريءَ ۾ سميجن جي ڳوٺن ۾ پهتو، تيئن سميجن جهنگ مان نڪري اچي لشڪر جي پنيان گهيرو ڪيو ۽ سرڪاري سپاهين کي ڏڏري رکيائون. جيڪي سپاهي

جان بچائي سگهيا سي پڄي اچي صمصام الدولہ جي ڪئمپ ۾ پهتا.

يوسف سميجو ڪيبر پرڳڻي جو ارباب هو. ڪنهن ڳالهہ تان سرڪاري شقہ دار سان اختلاف ٿيس. ڳوٺ مان نڪري اچي انڙن جو لشڪر تيار ڪري ڪيبر ڳوٺ تي ڏينهن ڏٺي جو حملي آور ٿيو. اهو ڳوٺ هالن ڪان ڇئن ڪوهن جي پنڌ تي هو. حاجي محمد شقہ دار پنهنجي زال کي ماري پاڻ اچي يوسف جي مقابلي ۾ بينو ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو. ارباب يوسف سميجو جيئن وٽيس تيئن شهر کي برباد ڪري هليو ويو. اهو واقعو بہ صمصام الدولہ جي ويني ٿيو. صمصام الدولہ بيو تہ ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهيو، ليڪن هالن ۽ سماواتي پرڳڻي جي سيني اربابن کي قيد ڪري، پيءُ وٺ ٺٽي وٺي آيو.

مرتضيٰ خان انهن اربابن تي تمام ڳرا ڏنڊ وڌا، جيڪي هو بروقت پري نہ سگهيا ۽ شرعي قبالا لکي سردست پنهنجي جان ڇڏيائون. صمصام الدولہ جڏهن ٺٽيءَ مان ڪوچ ڪري ٺٽي ويو. ان وقت سميجن انهيءَ ڳوٺ کي بہ اچي ڪيبر ڳوٺ وانگر ويران ڪري ڇڏيو. ڳوٺ مان جيڪي ماڻهو بچي نڪتا، سيٰ اچي هالن ۾ پناهہ گزين ٿيا. ميرڪ يوسف لکي ٿو تہ اهو ڳوٺ، جنهن وقت مير ابوالبقا ٺٽي آيو، ان وقت بہ ويران هو ۽ پوءِ بہ ڪيترو وقت (1044هہ) ويران رهيو، خالي جايون برباد ٿيل پاڻ، قتل وتاڻ ڏسي، حيرت ۽ حسرت وٺيو ٿي ويئي!

مير ابوالبقا جنهن وقت ٺٽي پهتو، ان وقت انهيءَ ملڪ جي اها حالت هئي. هالن جي آمدني گهٽجي وڃي نالي ماتر رهي هئي، جن اربابن تي مرتضيٰ خان ڏنڊ وڌا هئا، سي وصول نہ

تي سگهيا هئا، ۽ جڏهن اربابن تي زور پيو تي، تہ انهن پاڻ پرڻ بجاءِ غريب رعيت کان وصول ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو هو، جو رهيو کهيو راڄ بہ لڏ پڏاڻ ۾ هو.

مير ابوالبقا نئي پهچڻ شرط انهن افسوسناڪ حالتن جو معائنو ڪيو ۽ضروري ڪمن مان فراغت حاصل ڪري، سيڪان پهريائين انهيءَ علائقي طرف توجهہ ڏنو، پهرين لشڪر ڪشيءَ ۾ هن ڪيترن سميجن سردارن کي قتل ڪيو ۽ وينجهڙي(؟) ڳوٺ ۾ وڏو قلعو نهرائي، ان کي پنهنجو مرڪز بڻائي، وڏيڪ معرڪن لاءِ تيار ٿي ويهي رهيو. پنهنجي پٽ مير ضياالدين يوسف کي فوجي دستو ڏيئي، هن دربيلي پرڳڻي ڏانهن اماڻيو. جيتوڻيڪ اهو پرڳڻو بکر جي حد جو هو، ليڪن جيئن تہ سميجا اتي وجي لڪا هئا، تنهڪري ضياءالدين لاءِ اوڏانهن وڃڻ ضروري ٿيو. دربيلي جا ڪيترا سميجا قتل ٿيا ۽ ڪيترا سميجا گرفتار ٿيا، جن کي هن حڪيم محمد صالح.[1] ڏانهن بکرموڪلي ڏنو.

---

[1] حڪيم محمد صالح، محمد علي بندريءَ سان گڏ، بکر جي عامل هو. 1037هہ ۾ بکر نواز آصف جاه کي جاگير طور مليو، ۽ سندس طرفان محمد علي بيگ اصفهاني، جيڪو پهريائين لاهري بندر جو حاڪم هو ۽ انڪري بندريءَ جي نسبت سان مشهور هو، بکر ۾ لاهري بندر مان نائب ٿي آيو. ساڳئي وقت حڪيم محمد صالح بہ آيو. اڳتي هلي، محمد علي بد انتظاميءَ سبب معزول ٿيو ۽ ان جي جاءِ تي ميرزا حسيني بن فدائي خان 1039هہ ۾ آيو. حڪيم انهيءَ جي دور ۾ ۽ ان کان پوءِ بہ ڪيترو وقت بکر رهيو. 1042هہ تائين سندس بکر ۾ قيام معلوم ٿئي ٿو(ضميہ"تاريخ معصومي" مولف محمد بن زنده علي بيگ)."ذخيره الخوانين" جي مصنف هڪ دلچسپ واقعو حڪيم محمد صالح جي سلسلي ۾ لکيو آهي: لکي ٿو تہ مصنف پاڻ (شيخ فريد بکري) دولت خان لوڌيءَ جي سرڪار ۾ ملازم هو، جڏهن دولت خان جو زوال آيو، ان وقت شيخ فريد بکري بہ پنهنجي وطن بکر ۾ اچي مقيم ٿيو ۽ ميرزا حسينيءَ کيس پنهنجي

مير ابوالبقا ٻيو دستو پنهنجي وچين پٽ مير ابوالقاسم کي ڏيئي، هاله ڪنڊيءَ جي سميجن تي موڪليو، جنهن پڻ وڃي ساڻس خوب معرڪا ڪيا، آخر ايترو ڪين پريشان ڪيائين جو هنن مجبور ٿي، سيوهڻ جي صوبيدار، سيد دينار خان، کي وچ ۾ آڻي شفاعت حاصل ڪئي.

## شير خان افغان

مغل دور ۾، سيويءَ جي ولايت گهڻو ڪري ٻکر جي صوبيدار جي ماتحت رهندي هئي. جنهن وقت ميرزا حسيني (1038ھ جي آخر يا 1039ھ جي شروع ۾) ٻکر آيو، ان وقت ٻه گندا واهه ۽ سيوي سندس ماتحت هئا.

شير خان ترين، جيڪو پشنگ جو رهاڪو هو[2] انهيءَ زماني ۾ اتان هلي اچي سيويءَ ۾ گنجابي(گندا واهه) تي نازل ٿيو ۽

---

ڪم ڪار ۾ رکيو. چونڪه ڪم نهايت ايمانداريءَ سان ڪندو رهيو. تنهنڪري انتظامي يا مالي معاملن ۾ فرق ظاهر ٿيو، جا ڳالهه حڪيم محمد صالح کي ڪانه وڻي. انهيءَ زماني ۾ شيرخان ترين سيويءَ تي حملو ڪيو هو ۽ حڪيم محمد صالح وجهه وٺي، مانسنگ واقع نويس جي ذريعي، دربار مان رپورٽ لکرائي موڪلي ته شيخ فريد هتي رهي، دولت خان لاءِ، جيڪو ان وقت سرونج ۾ هو، افغانن جو لشڪر گڏ ڪري رهيو آهي، ۽ شير خان ترين سيويءَ تي جيڪو حملو ڪيو آهي سو به انهيءَ منصوبي جي هڪ ڪڙي آهي. دربار مان حڪم پهتو ته شيخ فريد کان معتبر ضامن وٺي، کيس دربار ڏانهن اماڻيو وڃي. ميرزا حسينيءَ جي به بدلي ٿي. جنهن تي ٻيئي گڏجي دربار ڏانهن ويا. اتفاق جي ڳالهه جو دولت خان (خان جهان لوڌي) برهانپور ۾، هنن جي رسڻ کان اڳ، شهيد ٿي پيو(1040ھ تاريخ آهي"آه و ناله از افغان برآمد" "آه"ءَ"ناله" جا عدد"افغان"جي عدد مان ڪڍبا ته 1040ھ بر آمد ٿيندو) جنهن شيخ فريد ۽ ميرزا حسيني شاهي عتاب کان بچي ويا.("ذخيرو"ص502.)

[2] شير خان افغان ترين قبيلي جو پناڻ ۽ قندار ۽ ٻکر جي درميان پشتڪ(پشنگ) ڳوٺ جو رهواسي هو. شاهه عباس صفويءَ جي دور کان کيس قول حاصل هئي. لٽ ڦر ڪرڻ ۽ قافلا لٽڻ سندس ڪم هو. شاهه عباس جي زندگي تائين ان جو تابعدار رهيو، ان کان پوءِ شاهه صفيءَ جي دور ۾، هن ان جي تابعداريءَ کان انڪار ڪيو ۽ حاضر ٿيڻ کان گسائيندو آيو، تا آنڪه جڏهن حالتون ناسازگار ٿيون، تڏهن ٻکر ۾ اچي، اتان جي

خوب ڦر ڪرڻ لڳو. سيويءَ جو ڇاڪاڻ تہ انتظام قابل اطمينان نہ هو، تنهنڪري شاهي دربار مان فرمان پهتو تہ بکر جو حاڪم، سيوهڻ ۽ ٺٽي جي صوبيدارن کان مدد وٺي، سيويءَ جو بچاءُ ڪري.

اهو حڪم ان وقت پهتو، جڏهن مير ابوالبقا وينجهڙي ڳوٺ ۾ مرڪز ڪيو وينو هو ۽ چوڌاري سميجن تي ترڪتازن ۾ مشغول هو. حڪم پهچڻ تي، مير ابوالبقا ٽي سو سوار ۽ ڏيڍ سو برق انداز ۾ تيزانداز وينجهري جي قلعي ۾ ڇڏيا، جن سميجن جي سرڪوبيءَ واري مهم جاري رکي ۽ پاڻ فورن اچي ٺٽي پهتو. شاهي حڪم جي بجا آوريءَ مير صاحب پنهنجي پاءُ ڪي ڪافي فوج ڏيئي، ديندار خان ڏانهن موڪليو، جتان ديندار خان جي لشڪر ڪي ساڻ ڪري، سيويءَ جي بچاءَ خاطر بکر ويا.

اهي واقعا 1039هہ جي وچ ۽ 1040هہ جي شروع جا آهن. ديندار خان انهيءَ زماني ۾ سيوهڻ ۾ هو. شير خان 1040هہ ۾ اهو حملو سيويءَ تي ڪيو ۽ ميرزا حسين 1040هہ ۾ بکر ڇڏي، دربار ڏانهن ويو.[3]

---

صوبيدار حسينيءَ (برادر باقر خان نجم ثاني) وٽ پناھ گزير ٿيو. ڪجھ وقت بعد بکر مان نڪري گنجابي ويو، جتي خوب وجي لٽ ڦر ڪري، اتان جي رهاڪن جا ٻار ٻچا سڀ بند ڪيائين. انهيءَ وقت بکر مان مغل فوج سندس مقابلي لاءِ رواني ٿي. ايتري ۾ گنج عليءَ، قنڌار جي حاڪم، شاھ صفيءَ جي حڪم تي پشتڪ اچي، شير خان جا ٻار ٻچا گرفتار ڪيا، جنهن بعد مجبور ٿي وري اچي مغلن جي دربار ۾ پناھ ورتائين. شيخ فريد بکري سندس دوست هو- هو سندس جوانمرديءَ، زبان دانيءَ ۽ ڪارڪردگيءَ جي ڏاڍي تعريف ڪري ٿو. خان بهادر خداداد خان مؤلف "تاريخ لب سنڌ" انهيءَ شير خان جي اولاد مان هو. (احوال "ذخيره الخوانين"ص.502 ۾ ڏسڻ گهرجي).

[3] "مظهر" ص.254/2.

## هالن جي قريب ابڙيجن وارو واقعو

وينجهڙي ڳوٺ واري قلعي کان سواءِ مير صاحب هالن جي قريب ابڙيجن جي ڳوٺ ۾ ٻيو بہ هڪ قلعو نهرايو، جنهن جي نهڻ ۽ ان ۾ قليعدار مقرر ٿيڻ بعد، سميجن جو گهڻو زور گهٽجي ويو. ميرڪ يوسف"مظهر شاهه جهانيءَ" ۾ ملڪي انتظام کي درست ڪرڻ لاءِ بادشاهه اڳيان جيڪي تجويزون پيش ڪيون آهن، انهن مان هڪ اها بہ تجويز آهي تہ سنڌ جي فسادن کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ خطري جي وقت بروقت مقابلي ڪرڻ لاءِ، سنڌ ۾ فلاڻن فلاڻن هنڌن تي ٿاڻا قائم هجن ۽ انهيءَ ۾ ايتري فوج مقرر ڪجي. انهيءَ سلسلي ۾، هو ابڙيجن جي قلعي جو ذڪر ڪندي، لکي ٿو تہ پرڳڻي هالا ڪنڊيءَ ۾، جيڪا نصرپور سرڪار ۾ آهي، فساد هميشہ مٿي جو سور ٿي پوندا آهن، تنهنڪري ابڙيجن جي ڳوٺ ۾ مير ابوالبقا جيڪو قلعو نهرايو آهي، ان ۾ بہ سؤ سوار ۽ هڪ سؤ برق انداز مستقل طرح مقرر ڪيا وڃن، تاڪہ فسادن کي ايرڻ جو موقعو نہ ملي."[4]

## شڪار

انهيءَ قلعي جي چؤگرد شڪار بہ انهيءَ زماني ۾ گهڻو هو- ڦاڙها، تتر ۽ بدڪون بڪثرت هيون. مير صاحب کي بہ شڪار جو تمام گهڻو شوق هو: چنانچہ ميرڪ يوسف لکي ٿو تہ هڪ دفعي مير صاحب خسائي شوري جي ڳوٺ تي حملو ڪيو، ان تان موٽي اچي سن جي گهيڙ کان درياءُ اڪري، وينجهڙي جي قلعي ۾ اچي مقيم ٿيو، قلعي جي مرمت بہ ڪرائيندو رهيو ۽

---

[4] "مظهر" ص. 371/2.

روزانو شڪار بہ ڪندو رهيو، چنانچہ خريف جي ختم ٿيڻ تائين مير صاحب اهو مشغلو جاري رکيو ۽ بيحد و حساب شڪار ڪيائين. خريف جيءَ ختم ٿيڻ بعد، مير ڪامل ڪي قلعي ۾ رهائي، پاڻ وري پرڳڻي جوٽيجي ڏانهن هليو ويو.[5]

(هيءُ مواد تذڪره اميرخاني از پير حسام الدين راشدي جي ڪتاب تان ورتو ويو آهي. صفحا 78 ڪان 82 تائين.)

[5] "مظهر" ص. 310/2.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

# هالا

هالا تاريخ جو ٻار آهي. سندس هر پاسي تاريخ موجود آهي. اگر اسان دوربين استعمال ڪنداسون، ته اسان کي هالا جي اتر ۾ آخري ڪلهوڙا حڪمرانن جي راڄڌاني خدا آباد جا آثار نظر ايندا. اسان جي اوڀر ۾ چوڏهن ميل پرتي مصروف ڪاروباري شهر شهدادپور آهي، جنهن جو بنياد ٽالپر گهراڻي جي وڏڙي مير شهداد خان وڌو هو. اسان جي اولهه ۾ ويجهو ئي هالا پراڻا آهي، جيڪو هن نئين هالا جو ابو آهي.

هالا سنڌ جو قديم شهرن مان هڪ آهي. انهيءَ سنڌو درياء جي ڪاڌ کان محفوظ رهڻ لاءِ مسلسل پاڻ پتوڙيو آهي. هن پنهنجي پهرئين اصلي جاءِ ڇڏي هالا پراڻا جي صورت ورتي، جيڪو هنر، تهذيب ۽ علم جو مرڪز ٿي اڀريو. آخرڪار اسان جو چاتل سڄاتل نئون هالا پيدا ٿيو. ان هالا پراڻا جي روايتن کي بحال رکيو ۽ هن وقت هو صنعتي ۽ تجارتي شهر بنجي رهيو آهي.

هن جوءِ، جنهن سگهاري سنڌو درياء جي حملن جو جوانمرديءَ سان مقابلو پئي ڪيو آهي، جي عاليشان تاريخ قديم ۽ ڌنڌيل ماضي تائين پهچي ٿي. هن جو ابتدائي پيشرو ڪجهه وسندين جو جهڳٽو هو، جنهن ۾ هالا برادري ورسيل هئي. هن وسندين جي جهڳٽي ۾ ڪنڊي جو وڻ نمايان جاءِ تي لڳل هو، سو هيءَ جاءِ هالا ڪنڊي طور سڃاپجڻ لڳي. هڪ روايت تحت انين صدي عيسويءَ ۾ سنگهار نالي هڪ سما

سردار هالا ڪندي ڪان ونئي ڏکڻ ۾ ڪڇ تائين پنهنجي حڪمرانيءَ جو دائرو وڌايو. اگر اها روايت درست آهي تہ پوءِ هالا ڪندي، ٺٽي جو سما ڄامن جي اقتدار ۾ اچڻ (750 هجري) ڪان بہ اڳ ائين صدي عيسوي ۾ مکيہ وستي هئي. سنگهار يقينن انهن ڪان اڳ جو هو، ڇو تہ هو ٺٽي جي ڄامن مان نہ هو.

امڪان آهي تہ پهرئين هالا ڪندي ڪي نائين صدي هجري ۾ سنڌو درياء غرق ڪيو هوندو ۽ ان جا رهواسي اچي نئين جاءِ تي رهيا هوندا. انهيءَ نئين هالا ڪنديءَ کي اسان هالا پراڻا سڏيون ٿا.

اها نئين هالا ڪندي ڏهين صدي هجريءَ ڪان ونئي هنر، تهذيب، ۽ علم جو مرڪز بنجي ويئي. ڪاشيءَ جي صنعت هن نئين شهر ۾، جيڪو نصرپور سرڪار جي هالا ڪندي پرڳڻي جو انتظامي هيڊ ڪوارٽر بہ هو، اوج تي رسي. هڪ پاسي اهو علمي مرڪز ٿيو تہ ٻئي پاسي عظيم صوفي بزرگن ۽ ولين جي جوءِ بنجي ويو. سهروردي طريقو، جيڪو برصغير ۾ سڀ ڪان اول سنڌ ۾ شيخ بهاءُ الدين زڪريا (جيڪو پوءِ وڃي ملتان ۾ وينو) جي اڳواڻيءَ ۾ شروع ٿيو، تنهن جا مکيہ مهندار هالا ڪندي ۾ رهندڙ هئا. اهي پٽي مخدوم هئا، جن جو جد امجد اسحاق شيخ بهاءَ الدين زڪريا واري طريقي جو راهي هو. هن جو پٽ مخدوم احمد (وصال 936 هجري) هڪ وڏو اولياءُ هو ۽ هن جو ٻيو پٽ مخدوم محمد ڄام نظام الدين سمي جي وقت ۾ وڏو عالم هو. هنن جي عالم ۽ بزرگ پونيرن هالا ڪنديءَ ۾ بزرگي ۽ علميت جي شمع روشن رکي. عالمن ۽ ولين جي ٻئي گروهہ جو تعلق مخدوم عربي ديانہ جي پيروڪارن سان هو. هن صاحب جو وصال هالا ڪندي ۾ 980 هجري ڏاري ٿيو. هالا ڪندي جي سيد برادريءَ

جو عبداللطيف حسيني بہ وڏو بزرگ هو. چوٿون ۽ وڏيڪ نامور گروه صديقي بزرگن وارو هو، جيڪي حضرت ابوبڪر صديق ﷛ جا پونير هئا ۽ شيخ ابو نجيب ضياءُ الدين عبدالقادر سهروردي جي طريقي سان تعلق رکندڙ هئا. هن طريقي وارو شيخ فخرالدين صغير هالا ڪندي جو وڏو بزرگ هو. هن کان پوءِ پنجين پيڙهي ۾ جڳ مشهور بزرگ مخدوم نوح (مخدوم نعمت الله) هو، جو اسان جي هاٽوڪي مخدوم محمد زمان صاحب جو جد امجد هو. حضرت نوح جو وصال 27 ذي القعد 998 هجري تي ٿيو. مرزا عبدالرحيم خان خانانِ، جنهن کي شهنشاهہ اڪبر مرزا جاني بيگ کي شڪست ڏيڻ لاءِ موڪليو هو، سو 999 هجري ۾ هالا ڪندي ۾ مخدوم نوح ؒ جي فاتحہ خواني تي پهتو. اڳتي هلي سنڌ درياءَ هالا ڪندي جي رخ ۾ پاڻ شروع ڪيو، تنهن ڪري حضرت مخدوم نوح جي درگاه کي هاٽوڪي جڳهہ تي منتقل ڪيو ويو. ان بعد هاٽوڪي هالا، جنهن کي اسان نوان هالا ڪوٺيون ٿا، جو قيام ٿيو.

نئين هالا بہ هنر، تهذيب ۽ علم وارين پنهنجي پراڻين روايتن کي برقرار رکيو آهي. اجا بہ ڪاشي، جنڊي، سوسي ۽ اجرڪ واري مقامي صنعت اوج تي آهي. مرحوم مخدوم غلام حيدر صاحب جن هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪري، جديد تعليم واري دور جو اجراء ڪيو. هاٽوڪو (اڳوڻو) سجاده نشين مخدوم محمد زمان صاحب بہ فنون، تعليم ۽ ادب کي همٿائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن وقت هو سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين آهي.

مترجم: م ح سنائي

(هيءُ مضمون سروري اسلاميہ ڪاليج هالا جي
ساليانی سروري مئگزين جي 66-1965ع واري
شماري ۾ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيو هو.

رحيمداد خان مولائي شيدائي

# هالا ڪندي

حديث - عشق و سر مستيَ زمن بشنو نہ از واعظ
کہ با جام وسبو هر شب قرين — مـاه و پر وينـم
(حافظ رح)

قبل اسلام - سنڌڙي سونهاريءَ جي جهونن شهرن مان موئن جي دڙي کان پوءِ ٻيون نمبر جهونو شهر هالا يا هالا ڪندي آهي. هي شهر مهاڀارت جي زماني ۾ وجود ۾ آيو. جڏهن سنڌ جي ٻن قومن جاٽن ۽ ميدن پاڻ ۾ صلح ڪري هستناپور جي حڪومت کي منظور ڪيو هو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جو وچولو حصو نهايت سرسبز ۽ شاداب هو. برهمڻ آباد، پٽالا، نيزون ڪافري، منصوره، ٻانڀڻ، ٽري، اگهاماڻو، احمد آباد، شاهپور، جوڻ، فتح باغ، نصرپور، خداآباد ، هالا ڪندي، خدا آباد اهي تختگاه شهر وچولي پر ڳڻي ۾ هوا (1). هالا ڪندي ۽ هالا (هالار) هندستان جي راجا هال جا يادگار آهن (2). انهن شهرن جي آب ۽ هوا نہ رڳو معتدر هئي پر اهي شهر صنعت ۽ حرفت جا بہ مرڪز هوا. دنيا جي قديم تاريخ توريت ۾ ”سندي“ لفظ سنڌ جي باريڪ ڪپڙي لاءِ ڪتب آندل آهي، جو هالا جا ڪوري اڻندا هوا، جنهن تي راجا جي زعفراني مهر لڳندي هئي، پوءِ ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو هو(3). راجا هال جي يادگار لاءِ ”هالي“ قوم موجود آهي. شاه محمد پٽ دريا خان هن قوم جو فرد هو جنهن جي نياڻيءَ سان پٽ ڌڻيءَ رح جي ڏاڏي سيد حيدر شاه شادي ڪئي هئي (4). غرض اسلام کان اڳ جڏهن سنڌ جون حدون سمنڊ ڪانوني ڪشمير تائين هيون، هالا ڪندي سوٽي باريڪ ڪپڙي جي هنر ۽ واپار ڪري مشهور هو.

اسلام کانپوءِ - سنہ 711ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي. جهاد

في سبيل الله ۽ تبليغ جي ارادي سان ڪيترائي بزرگ خاندان وارا اسلامي لشڪر سان گڏجي سنڌ ۾ آيا ۽ هن ملڪ کي وطن جوڙي وينا. انهن عربي قبيلن جا نالا چچنامه ۽ تحفتہ الڪرام ۾ ڏنل آهن. انهن قبيلن مان بنو تيم يعني حضرت ابوبڪر صديق اڪبر رضہ جي اولاد صديقن بہ سنڌ ۾ مستقل طور سڪونت اختيار ڪئي. انهن مان مخدوم معظم غوث الحق رح جا وڏا سنڌ جي شهر ڪوٽ ڪروڙ ۾ رهڻ لڳا. تن ڏينهن ۾ اُچ (اسڪلنده) ۽ ڪيسياڪاپورا يا ونا مالي مالي قوم جو تخت گاه، جو پوءِ ناليتي مولتان سڏجڻ لڳو، ڪفرستان جا مرڪز هوا. ٻئي شهر ڪوٽ ڪروڙ کي ويجها هوا(5). مهراڻ جي ماتريءَ جي اُترين حصي ۾ تي شهر ڪوٽ ڪروڙ جي نالي سان سڏبا هوا، جي راجپوت راجا راءِ هنس ڪروڙ عيسوي پهرين صديءَ ۾ تعمير ڪرايا هوا: (1) ڪوٽ ڪروڙ دو آبہ باري ۾ ملتان جي ڏکڻ ۾ ستلج جي ساڄي ڪپ تي لودارن جي ويجهو آهي. سندس سامهون ستلج پار کابي ڪپ تي بهاولپور رياست جو شهر ٽاميوالي خيرپور آهي. ٻيون ڪوٽ ڪروڙ دوآبہ سنڌ ساگر ۾ واقع آهي. ٽيون ڪوٽ ڪروڙ هاٿوڪي ديره غازيخان ۾ هو جو هينئر منجهي چڪو آهي(6). جتي مخدوم معظم رح جا وڏا سڪونت پذير هوا. عربي دور ۾ قريش جو هباري قبيلو بہ رهندو هو جنجو ڳوٺ بانيہ تختگاه منصوره جي ڀر ۾ هو. خليفي متوڪل عباسي جي ڏينهن ۾ عمر بن عبدالعزيز بن هبار بن اسود (240هہ 883ع) منصوره تي قبضو ڪيو. سنہ 902ع ۾ قريش جي قبيلن مان بنو سامہ وارن خود مختياري جو اعلان ڪيو. انڪري سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. ڏاکڻي ڀاڱي تي هبارين جي حڪومت هئي، جن جو تختگاه منصوره هو. اترين حصي تي بنو سامہ وارن مان ابوالباب منبہ بن اسد قريشيءَ جي حڪومت هئي جنهنجو تختگاه ملتان هو. مٿين ٻنهين حڪومتن جو اسماعيلي شيعن هٿان خاتمو ٿيو. 987ع ۾ جلم بن شيبان

اسماعيليءَ ملتان تي ۽ 1010ع ۾ منصوره تي قبضو ڪيو(7). هباري قريشي منصوره وڃائڻ ڪانپوءِ ڪجهه وقت سري ۾ بکر ۾ رهڻ لڳا، پوءِ اتان نڪري مستقل ملتان ۾ رهڻ لڳا. ۽ صديقين جي مريديءَ جي حلقي ۾ اچي ويا. چنانچہ انهن هبارين مان شيخ بهاءالدين ذڪريا ملتاني رح شيخ ايشوخ حضرت شهاب الدين سهروردي متوفي 632هہ جو مريد ٿيو جنهن جو سلسلو نسب بارهين پيڙهيءَ ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان گڏ جي ٿو(8). سهر ورد يہ تصوف جي سلسلن ۾ سيني ڪان جهونو آهي(9). سنڌ، بلوچستان، مڪران، ڪڇ ۽ گجرات هن سلسلي جي بزرگن جي روحاني فيض ڪري فيضياب ٿيا. سهروردي سلسلي جون شاخون هن طرح آهن:- (1) شهابيہ (2) ڪبريہ (3) مولويہ (4) جلاليہ (5) صوفيہ (6) خلوتيہ (7) شطاريہ (8) ابراهيم سوقيہ (9) فردوسيہ (10) ابراهيم سوقيہ (11) سدا سهاگيہ (12) نوحاني اويسيہ (10).

## خلافت نوحاني ۽ هالا ڪندي - مخدوم معظم

حضرت غوث الحق رح جي ڏينهن ۾ سنڌ جي آدمشماري ڏهن لکن کان بہ گهٽ هئي. هندو وڏي تعداد ۾ هوا. هن صوبي کي تبليغ جي سخت ضرورت درپيش هئي. اهڙي ارادي سان شيخ فخر الدين ڪبير رح ڪوٽ ڪروڙ کان اچي بوبڪن ۾ رهيو. چون ٿا تہ هن بزرگ بوبڪن ۾ وفات ڪئي ۽ شيخ بهاءَ الدين زڪريا رح جي مريد حضرت لعل شهباز قلندر رح جي پير ۾ دفنايا ويا. سندن پوٽي مخدوم فخرالدين صغير رح هالي قوم وارن، جن جي هالن پراڻن ۾ زمينداري هئي، وٽن سڪونت پذير ٿيڻ لاءِ منت ڪئي، جڏهن هي بزرگ سير جي سانگي هالن پراڻن مان لانگهائو ٿيو هو. هن تاريخي شهر ۾ 27 رمضان المبارڪ 911هہ ۾ مخدوم نعمت الله رح قريشي صديقي جي دولت خانہ ۾ لطف الله رح جام نظام الدين جي ڏينهن ۾ تولد ٿيو. جنهن لاءِ وقت جي بزرگن ۽ مجذوبن اڳوات پيشن گويون ڪيون هيون. حضرت مخدوم لطف الله رح پنهنجي الهامي نالي سان مخدوم نوح رح سڏجڻ لڳا. پاڻ چونڪ

ڏهين صديءَ جا مجدد هوا ۽ خلافت نوحاني اويسيہ جو سلسلو کانئن شروع ٿيو. هالن جي اوج جو زمانو اسلامي دور ۾ مخدوم غوث الحق رح جي فيض ۽ برڪتن ڪري شروع ٿيو ۽ تاريڪ دليون وقت جي روحاني فيض ڪري منور ٿيڻ لڳيون. سنڌ صحيح معنيٰ ۾ باب-الاسلام بڻجي ويئي. هہ دور با برڪات ۾ جيئن هالا علمي اداره بڻجي ويو. تيئن صنعت ۽ حرفت ڪري هالا جو پڙاڏو پري پري تائين ٻڌجڻ ۾ آيو. ۽ اڄ بہ هن برگزيده خاندان جي فيض ۽ فياضين جي ڪري سنڌڙي سونهاريءَ اندر علمي ادارو آهي. هالا جا همعصر شهر جهڙوڪ سيوهڻ، نصرپور، اگهاماٽي، لڪلعوي وغيره يا تہ خاموش آهن يا تہ هنن مان گهڻا صفحہءِ هستي تان مٽجي دڙن جي صورت ۾ شهر- خموشان بڻيل آهن. تن ڏينهن ۾ هالا ۽ نصرپور سوسين جي سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙن ۽ خاص ڪري هالا ڪاشيءَ جي برتن ۽ سرن ڪري ايشيا کنڊ ۾ برک هو. اهو سوسين جو هنر اسماعيلي شيعن ٽيونس (طونس)، اتر آفريڪا جي شهر سوسا SUSA کان آٽي سنڌ ۾ رائج ڪيو هو(11)، ۽ پنهنجي جنم ڀومي سوسا جي ڪري سوسيون سڏجي ٿو. هالن جون سوسيون ڪاشيءَ ۽ عاج ۽ جاندوهيءَ جون شيون سمر قند، بغداد، دمشق، آرمينيا ۽ قاهره تائين بطور سوکڙين جي امير طبقي ۾ وڪامڻ لڳيون. امير تميور صاحب- قرآن ايشيا ۽ يورپ جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ چين کانوني تبريز تائين تجارتي شاهراه تعمير ڪرائي مٿس سرائون ۽ چوڪيون تعمير ڪرايون هيون. هن شاهراه تي تبريز ايشيا ۽ يورپ جي مال جي مٽا سٽا لاءِ وڏو مارڪيٽ هو، جتي ويس ۽ جينوا جي سوداگرن جا گدام هوا. امير تيمور کانپوءِ سندس پٽ شاه رخ ميرزا غزنيءَ کان تبريز تائين هڪ هزار ميلن ۾ يعني يورپ جي اڌ حصي جيترو ڊگهو رستو تعمير ڪرائي مٿس سرائون ۽ واپارين جي سهوليت لاءِ محلات تعمير ڪرايا. انهن ڏينهن ۾ تبريز جي آدم شماري ساڍا بارهن لک هئي. شيخ ابن بطوطا اندلسي، اٽالين سياح مارڪو پولو ۽ اسپين جو سفير ڪلاويجو جن تبريز کي ڏٺو هو، بيان ڪن ٿا تہ هن شهر

۾ سنڌي، چينائي، ڪشميري، عرب ۽ يورپ جي واپارين جون ڪوٺيون هيون، هڪڙو رستو تبريز کان ڪاري سمنڊ جي اتر کان ٿيندو يورپ ڏانهن ويندو هو. ٻيا رستا عراق، شام، مصر ۽ ايشيا ڪوچڪ ڏانهن به ويندا هوا. هر سال خراسان جا قافلا سنڌ ڏانهن سياري ۾ ايندا هوا ۽ هتان مال خريد ڪري موٽندا هوا(12).

## هالا ڪنڊي جي طبعي حالت

- هت هالا ڪنڊي جي طبعي حالت تي روشني وجهڻ به ضروري آهي. هالا ڪنڊي جو شهر سنڌ جي قلب ۽ جگر ۾ واقع آهي. هتان براه - عمر ڪوٽ خشڪيءَ رستي جيسلمير کان رستو آگره ۽ دهلي ڏانهن ويندو هو. ٻيو رستو ننگر پارڪر کان احمد آباد، مصطفيٰ آباد ۽ ڪنيات کان باب المڪ سورت ڏانهن ويندو هو. هن رستي کان سنڌ جا حاجي حرمين شريفين جي زيارت ڪرڻ لاءِ ويندا هوا. هالا مهراڻ تي مشهور پتڻ هو جتي سيڪاٽ جي جهنگ جا رهندڙ سميجا ٻيڙين ۽ گجرات جي قافلن کي ڦريندا هوا. حضرت غوث الحق رح جي ڏينهن ۾ اڪبري فوج کي جيسلمير ۽ عمر ڪوٽ جي رستي کان فوجي مدد ملندي هئي. هن ڪاه وقت مغليه لشڪر سنڌ جي ڳوٺن کي به ڦريندو هو. تن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سخت ڏڪر پيل هو. فقط هالا مخدوم معظم نوح رح جي اجتهاد ڪري محفوظ هو(13). مهراڻ ۽ سندس شاخن ڪري هالا بکر ۽ ٺٽہ ۽ ڪڇ سان ڳنڍيل هو. مهراڻ هالا جي اڀرندي طرف کان وهندو هو جتان اولهندو پراڻ به نڪرندو هو. هالا جا مسافر پراڻ ذريعي سندري بندر، لکپت، ڪوٽيشور ۽ نارائڻ سر ڏانهن ويندا هوا. حضرت غوث الحق رح جو خليفو بهاءَ الدين گودڙيو رح به ٻيڙيءَ ذريعي ڪڇ پهتو هو. خود حضرت غوث الحق رح مهراڻ ذريعي دارالخلافہ ٺٽہ ڏانهن تشريف فرمائيندا هوا. مون سفينتہ النوح ۾ نقشن ذريعي مهراڻ جا ڦيرا گهيرا ڏيکاريا آهن. پراڻ ۽ ريڻ جي شاخن ڪري چاچڪان جو پرڳڻو نهايت زرخيز هو جو ميرزا شاه حسين معزول شهنشاه همايون جاگير ڏيٺو ڪيو هو(14). انهن ڏينهن ۾ پراڻ جو پاٽي

گهٽجڻ لڳو جنهن لاءِ ماموئي جي بيتن ۾ اهڃاڻ نظر اچن ٿا.

## حوالا ۽ حاشيا

(1) برهمڻ آباد بهمن ايرانيءَ تعمير ڪرايو هو. پٽالا ڪان اسڪندر يونانيءَ پنهنجي سپہ سالار نيئر ڪوس ڪي جهازن ذريعي مڪران ڏانهن مڪو هو. نيرون ڪافري ٽڪريءَ تي هڪڙو مٺيءَ جو قلعو ۽ واپار جو هنڌ هو. منصوره مهراڻ جي ٻن شاخن واري ٻيٽ تي عربن جو تختگاه هو. بانيہ منصوره جي پر ۾ حجاز جو ڳوٺ هو. ٿري ۽ اگهاماٽي سومرن جا اوائلي تختگاه هوا. نصرپور ڪي مرزا شاه حسين ارغون تختگاه ڪيو هو. جوڻ ۽ فتح باغ باغات ڪري مشهور هوا. 19 صديءَ ۾ مدد خان پناڻ جي ڪاه ڪري ويران ٿي ويا. احمد آباد ميان محمد مرادياب خان پنهنجو تختگاه جوڙايو هو. شاهپور ميان غلام شاه خان جوڙايو هو. خانوٽ هالن کان هڪ ڏکڻ طرف ميان غلام شاه جو تختگاه هو. خدا آباد ميان سرفراز خان هالن کان ٿن ميلن جي مفاصلي تي تعمير ڪرايو هو. ڏسو منهنجو مضمون ڪلهوڙن جا تختگاه الوحيد جشن آزادي نمبر 13 آگسٽ 1951ع ڪراچي.

(2) Elliot, H. (Dowson): History of India, Vol. I Appendix, London, 1867

(3) Rawlinson, G: Inter Course between India west, Oxford

(4) ڊاڪٽر گربخشاڻي: شاه جو رسالو، ج ا، ص 8، ڪراچي، 1923ع.

(5) Edinburgh Geographical Institute, Map of Ancient India

ڪاسيڪياپورا راجا هرن ڪسيپ تيار ڪيو هو جنهن پنهنجي پٽ پر هلاد ڪي مارائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

(6) مولانا غلام دستگير نامي: تاريخ جلاليہ، لاهور. ديره غازيخان جو شهر مرراٽي (دودائي) بلوچن تعمير ڪرايو هو. 1469ع ۾ ملتان جي حاڪم شاه، شاه حسين لنگاه

سهراب خان دودائي کي مڪران مان گهرائي شور ڪوٽ ڪيس جاگير ۾ ڏنو هو. انهن دودائن ٻن صدين تائين ديره جات تي حڪومت ڪئي هئي. مولانا سيد ابو ظفر ندوي مختصر تاريخ هند، ص 96_95 معارف.

(7) ايضن

(8) مفتي غلام سرور: خزنيته الاصغيا، ج 2، ص 13 لاهور.

(9) سهر ورد زنجان ۽ همدان جي وچ ۾ عراق عجمي جو هڪڙو ڳوٺ آهي. سيد صباح الدين عبدالرحمان: بزم – صوفيه، ص 89 معارف.

(10) مسٽر جي - ايم - سيد خلافت نوحاني اويسيه جو سلسلو پيغام - لطيف ۾ ڪو نه ڏيکاريو آهي. ڏسو سراج العارفين خلافت نوحاني.

(11) سوسا ٽيونس جي اتر ۾ هڪڙو بندر هو، جتان اسد بن فرات جي سرڪردگيءَ هيٺ اسلامي ٻيڙي صقليه ٻيٽ تي ڪاه ڪئي هئي. سيد سليمان ندوي: نقوش سليماني بيان سوسا. رياست علي ندوي: تاريخ صقليه، ج ا، معارف.

(12) هير لڊ ليمب: تيمور، تبريز، ص 224. معارف.

(13) فرشته ج 2 ميرزا عبدالرحيم خان خانان جي ڪاه، نولڪشور لکنو. سفينته النوح، مغلن جي ڪاه، قلمي. ڪتبخانو طالب المولي هالا. ذڪا الله اقبالنامہ اڪبري علي ڳڙه 1919ع.

(14) ڊاڪٽر گرنجشاٽي: شاه جو رسالو، ج 3، ماموئي جا بيت.

(15) Haig, M. R: The Indus delta Country. Map, London, 1894.

رحيمداد خان مولائي شيدائي

# جنت السنڌ ۾ هالا جو ذڪر

(محترم رحيمداد خان مولائي شيدائي سنڌ جو نامور مؤرخ رهيو آهي. ”جنت السنڌ“ سندس مشهور ترين ڪتاب آهي. ان ڪتاب ۾ متخلف جاين تي هالا جو ذڪر آهي. ڪن جاين تي آيل احوال کي ورجاءَ جي ڏپ ڪري ڇڏي، بيو سڄو ذڪر هيٺ هڪ جاءِ پيش ڪجي ٿو.)

... دودي (سومري) جي وفات (سن 1092ع) ڪرڻ وقت سندس پٽ سنگهار صغير هو، سومرن ڪيس سرداريءَ جي پڳ ٻڌرائي، مگر حڪومت جون واڳون دودي جي ڌيءَ تارا ٻائيءَ جي هٿ ۾ هيون. هيءَ پهرين سنڌي خاتون هئي، جنهن سياست ۾ مردانگيءَ سان قدم رکيو هو.... جڏهن سنگهار وڏو ٿيو ته ان کي تخت نشين ڪيائون. گاديءَ تي ويهڻ شرط نوجوان ڪڇ کان وٺي هالڪنديءَ تائين باغين کي مطيع ڪري، حڪومت ڪئي. سنہ 1106ع ۾ بنان اولاد مري ويو. (صفحو 269)

**

دودي سومري نصرپور ۽ هالا تائين حدون وڌايون هيون، مگر بکر ۽ سيوهڻ دهليءَ جي سلاطين جي قبضي هيٺ هئا، جن سنڌ کي مغلن جي ڪاهن کان بچايو هو. (ص 278)

**

مخدوم عبدالله: هيءُ جيسلمير جي هندو راجا جو نوجوان راجڪمار هو، جو پوءِ مسلمان ٿيو هو ۽ جنهن کي روحاني فيض سان حضرت بهاءُ الدين مالامال ڪري، سنڌ ۾ روحانيت جي تبليغ لاءِ حڪم ڏنو هو. مخدوم عبدالله پراڻن هالن ۾ اچي رهيو ۽ وڏو فيض بخش بزرگ ٿي گذريو. هالن پراڻن وارا پنهنجي انهيءَ مخدوم

عبدالله جو اولاد آهن، جن ۾ خلافت جو درجو اڄ تائين پشت بپشت هليو اچي ٿو. (ص 285)

**

سنہ 1523ع ۾ سمن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ خاتمو ٿيو ۽ ارغونن سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو. ڄام فيروز ڪڇ کان گجرات ڏانهن ويو، جتي بهادر شاه گجراتيءَ کيس اميرن ۾ داخل ڪيو ۽ باقي عمر جا ڏهاڙا اتي گذاريائين. شاه حسن (ارغون) ٺٽو فتح ڪرڻ کان پوءِ هالڪنڊي ۽ سيوهڻ کان ٿيندو بکر پهتو. (ص 24-323)

**

اڪبري توبخاني مرزا جاني بيگ جا ست غوراب ٻوڙي ڇڏيا. مرزا جاني بيگ جو پيءُ مرزا پائنده خان ۽ سندس ڀاءُ مرزا ابوالفتح بہ جنگ ۾ مارجي ويا. پورچوگيز ايجنٽ بہ قيد ٿي ويو(1). ملڪ تباه ٿي ويو ۽ ڪيترا شهر ناس ٿي ويا. خود اڪبري لشڪر جا سپاهي بہ بک وگهي مرڻ لڳا، ان وچ ۾ راءِ سنگ اڪبري فوج لاءِ توبخاني سميت سامان رسد آندو ۽ عمر ڪوٽ جو راجا راول ڀيم سنگهہ بہ تازي لشڪر سان پهتو. مرزا جاني بيگ سيوهڻ کان چاليهن ڪوهن تي هالڪنڊيءَ ۾ خندقون کوٽائي مقابلو ڪرڻ لڳو. (ص 342)

**

مرزا جاني بيگ اڪبري توبخاني سان مقابلي ڪرڻ لاءِپورچوگيزن کان مدد ورتي هئي، ليڪن پورچوگيز مڪار ۽ دغاباز هئا، هنن مرزا جاني بيگ کي پوري مدد ڪانہ ڏني هئي. جنگ جي ڪري سنڌ جا ڳوٺ ۽ شهر ويران ٿيڻ لڳا، ريل ۽ هالڪنڊي جهڙن پرڳڻن جون آباد زمينون، غير آباد ٿي ويون. (ص 361)

**

هالاپراڻا بہ سنڌ ۾ ڪاشيءَ جي سرن جي صنعت ڪري مشهور هو. اهي سرون گهڻو ڪري مسجدن ۽ اوليائن جي مقبرن تي لڳنديون

هيون. اصفهان کان پوءِ ٻيو نمبر شهر ڪاشيءَ جي صنعت ۾ ايشيا ۾ هالا هو. اڄ به هالا ڪاشيءَ توڙي جنديءَ جي عمدي ڪم جي ڪري مشهور آهي. (ص 410)

**

16 فيبروري سنه 1843ع تي سر چارلس نيپيئر هالا کان مٽياريءَ پهتو. (ص 594)

**

نون شهرن ۽ ٺٽن جي تعمير ٿيڻ کان پوءِ پراڻن شهرن جهڙوڪ ٺٽي، هالا، سيوهڻ، نصرپور وغيره جو باقي رهيل اوج به گهٽجڻ لڳو. (ص 623)

**

... (ٽالپوري دؤر ۾) شڪارپور، سکر، روهڙي، لاڙڪاڻو، ڪنڊيارو، هالا، حيدرآباد، ميرپورخاص، عمر ڪوٽ، ٽنڊو محمد خان، نصرپور، سيوهڻ، ٺٽو ۽ ڪراچي واپار جا مرڪز هئا. (ص 626)

**

## حوالا

1. پورچوگيزن پنهنجي ايجنٽ معرفت توبخاني سان گڏ فرنگي سپاهين جو دستو به مرزا جاني بيگ جي مدد لاءِ مڪو هو. سنڌين لاءِ پهريون دفعو هو، جو هنن فرنگي سپاهين کي يڪ رنگي ورديءَ ۾ ڏٺو هو ۽ پهريون دفعو هو جو سنڌين توبن سان جنگ ڏٺي، اڳ وٽن ترار، نيزا، تير ڪمان، ٻرڇيون، خنجر جنگ جا هٿيار هئا. فرشته، جلد-2، ص- 517.

(جنت السند، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2000)

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ

# هالا جا مخدوم صاحب ۽ شاهه ڀٽائي

سن 1951ع ۾ جڏهن ميران محمد شاهه پهريون پيرو شاهه ڀٽائيؒ جي ميلي ۾ ئي ڀٽائي جي ورسي ڀٽ تي ملهائي، اُن ورسيءَ ۾ توڙي اُن کان پوءِ شاهه جي سيني ورسين ۾ قلمي، قدمي ۽ درمي خدمتون خاص ڪري منهنجون نمايان رهيون. منهنجي اُنهن خدمتن جو سلسلو اُن وقت تائين جاري رهيو، جيستائين اُهو بار حڪومت پاڻ تي نہ کنيو هو. ٻي ورسي جي موقعي تي منهنجي ڪن دوستن ۽ ٻين خاص اديبن مون کان پڇيو تہ "هالن جي مخدوم صاحبن ۽ شاهه ڀٽائي جو تہ پاڻ ۾ اختلاف هو ۽ تنهنجون وري هي خدمتون ڪيئن ٿي رهيون آهن؟" جيئن تہ اُن ڳالهہ بابت مون کي اڳ ۾ ڪابہ خبر ڪانہ هئي، شاهه ڀٽائيؒ جي فقيرن توڙي ڀٽائي پيرن سان خانداني قديم ۽ سنا لاڳاپا هئا ۽ آهن، تنهنڪري مٿئين ڳالهہ بابت مون بيخبري ظاهر ڪئي. تنهن تي اُنهن دوستن ۽ اديبن ڪتاب "لطف الطيف" جو نالو کنيو. اُن وقت مون کي ماٺ ڪرڻي پئي ۽ شاهه جي ورسي ختم ٿيڻ بعد پنهنجي ڪتبخاني مان مٿيون ڪتاب ڳولي اُن جو مطالعو ڪيم تہ، نہ رڳو اُها غلط روايت ڏٺم پر ٻيون بہ ڪيتريون ڳالهيون اعتبار ۾ نہ اچڻ جهڙيون نڪتيون. مٿئين ڪتاب جي انين فصل جو عنوان آهي "وقت جي ڪن ماڻهن جون مخالفتون" خيال ڪيم تہ اُها ڳالهہ تاريخ جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ

گهرجي. ويتر جو پنهنجي چاچي مخدوم مولوي غلام حيدر صاحب مرحوم جن جو حاشيہ ۾ هيءُ نوٽ پڙهيم تہ:

”مخدوم صاحب هالن واري جو شاهہ صاحب سان اختلاف جو ذڪر ڪن ڪتابن ۾ ڏنو ويو آهي. پر اسان وٽ خانداني روايت ۾ اهڙو احوال مطلق بدل نہ آهي. سروري خاندان ۾ هميشہ اهلبيت جو ادب اُتم درجي تي رهندو آيو آهي. سيد اجن شاهہ جي اختلاف بابت بہ ڪا خانداني روايت ڪانهي.“

- غلام حيدر

تاريخ جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن ڪوبہ شخص تحقيق ڪندو تہ آسانيءَ سان اُن ڪي معلوم ٿيندو تہ سرور شاهہ (مخدوم نوحؒ) ۽ سندن اولاد سنڌ ۾ ادبي سُڪون ۽ لافاني محبت جو پيغام پهچائي خدا جي خلق جي خوب خدمت ڪئي آهي. حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ جا حالات لکندي محترم جي.ايم.سيد پنهنجي تصنيف ”پيغامِ لطيف“ جي ص 58 تي ڄاڻايو آهي تہ:

”پاڻ (مخدوم نوحؒ) وقت جي سياست کان جدا رهي خلق الله کي روحاني فيض ڏيندا هئا.“

ساڳيءَ طرح حضرت غوث الحق جا پويان بہ ۽ خاص طرح سجاده نشين بزرگ ساڳيو پيغام ڏيندا، دين جي تبليغ ۽ خلق جي خدمت ڪندا رهيا آهن. 15 يا 17 ص تي آهي تہ: 1130ھ (7- جنوري 1718ع) ۾ صوفي شاهہ عنايت جهوڪ شريف واري جي شهادت جو واقعو ٿيو، تڏهن حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ جي گاديءَ تي مخدوم مير محمد (مخدوم مير پير،

1099هه- 1149هه) رونق افروز هو. وقت جي حڪومت پنهنجي جبر ۽ استبداد جي وسيلي سنڌ جي سربرآورده گادين ۽ عالمن کان صوفي صاحب جي برخلاف فتويٰ ورتي. جڏهن حڪومت جو گماشتو هالن ۾ مخدوم صاحب کان بہ فتويٰ تي دستخط وٺڻ آيو، تڏهن مخدوم صاحب هنن لفظن ۾ دستخط ڪرڻ کان اِنڪار ڪيو تہ:

”صوفي صاحب جي پاران تہ سر اڏيءَ تي رکڻ گهرجي، پر جيڪڏهن موجوده حڪومت جي ماحول مطابق ائين ٿي نٿو سگهي تہ بہ اسان هن فتويٰ تي (دستخط) ڪري الله اڪبر جو ناراضپو سر تي نہ کڻنداسون.“

شاهہ شهيد جي گادي نشين صوفي حاجي عبدالستار (صاحب ڪريم) جي لکڻ موجب مخدوم مير محمد صاحب هي لفظ فرمايا هئا تہ:

”فقير جي پاران تہ فقير ڪي سر ڏيڻ ڪپي، سو فتويٰ تي وري دستخط ڪيئن ڪندو.“ لفظ بهرحال ڪهڙا بہ هجن، پر اُنهن جو مطلب ۽ مفهوم ساڳيوئي آهي. اهڙي سرفروش ۽ اهلِ دل شخصيت لاءِ ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ هو شاهہ ڀٽائي جي خلاف هو! مولانا دين محمد وفائي مرحوم ”لطف اللطيف“ ۾ لکيو آهي تہ:

”تاريخن جي ڪتابن ۾ شاهہ صاحب سان جيڪي مخالفت جون آکاٽيون اچن ٿيون، سي گهڻو ڪري مخدوم مير محمد جي زماني جون آهن. اهو بزرگ حضرت پير مخدوم نوحؒ جو چوٿون گاديءَ وارو هو.“

مولانا مرحوم لفظ ”آکاٽيون“ ڪم آڻي اُن روايت کي خودبخود غلط ثابت ڪري ڇڏيو آهي، تاهم مخدوم مير

مرحوم جونالو بہ لکيو اٿس. ان مان مطلب هيءُ ٿو نڪري تہ مولانا صاحب جو بہ رايو هو تہ شاهہ جي مخالف ٺڪ اها ڏر بہ هئي.

تاريخ جي ڪن ٻين لکندڙن مخدوم مير محمد کي "پنج پاڳو پير" بہ ڪري ڄاڻايو آهي. هوڏانهن پنجون پڳدار مخدوم محمد زمان (اول) هو ۽ مخدوم مير محمد ڇهون پڳدار هو ٻر نہ آهي تہ مولوي صاحب مرحوم ۾ اهو احوال تاريخ جي ڪهڙن ڪتابن تان ورتو آهي جو سراسر غلط آهي.

سن 1882ع ۾ ديوان ڏيارام گدومس "سگما" پنهنجي ننڍڙي انگريزي تاليف "سنڌ بابت ٿورو ذڪر" ۾ مخدوم صاحبن ۾ شاهہ جو ذڪر آندو آهي. پر اُن صاحب تہ مخدوم محمد زمان ستين پڳدار کي پنجون پڳدار ڪري لکيو آهي، جنهن جي مخالفت ۾ ديوان ليلارام وطڻ مل لعلواڻي پنهنجي انگريزي تصنيف "شاهہ لطيف جي حياتي، مذهب ۽ شعر" ۾ صاف لفظن ۾ بيان ڪندي لکيو آهي:

"اُنهن صاحبن کي، جي شاهہ ڪريم ۽ مخدوم نوحؒ جي حياتين مان واقف آهن، بخوبي معلوم هوندو تہ مخدوم نوحؒ ۽ شاهہ ڪريم جو ڪيترو نہ پاڻ ۾ گهاٽو تعلق رهيو آهي."

سگما حقيقت تي مبني نہ آهي.

اُن ڪانپوءِ ديوان صاحب پنهنجي رنگ ۾ ثبوت ڏئي ۽ پراڻن هالن جي قديم نسخن تان جانچ جونچ ڪري اُهو ڄاڻايو آهي تہ مخدوم محمد زمان صاحب، شاهہ ڀٽائي جو پورو همعصر نہ آهي، مگر مخدوم مير محمد اُن جو پورو پورو همعصر آهي.

مخدوم محمد زمان سن 1117هه ۾ وفات ڪئي، يعني شاهه ڀٽائي جي عمر اُن وقت پندرنهن سال هئي.

وري مرزا قليچ بيگ مرحوم پنهنجي تصنيف ”احوالِ شاهه عبداللطيف“ ۾ شاهه جي مخالفت بيان ڪندي لکي ٿو تہ:

”شاهه صاحب جا ٽي مخالف هئا، جن ۾ مرزا صاحب اسان جي خاندان ڏي بہ اشارو ڪيو آهي.“ عجب ٿو لڳي تہ اهڙا بزرگ بہ اهڙين غلط روايتن تي هلن ٿا ۽ بنا سوچڻ، سمجهڻ ۽ تحقيق ڪرڻ جي پنهنجي تصنيفن ۾ اهڙيون روايتون داخل ڪريو ڇڏين.

آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ هن ذڪر کي مرزا صاحب جي لفظن ۾ ٿوريَ ئي ڦيرگهير سان پنهنجي ڪتاب ”مقدمہ لطيفي“ ۾ آندو آهي. اُنهن سوانح نگارن کان سواءِ ٻي ڪنهن هنڌ بہ اهڙن عنوانن جو پتو ڪونہ ٿو پوي. حقيقت ۾ اُنهن لکندڙن تحقيق کانہ ڪئي ۽ فقط روايتون لکي خلق کي منجهائي ڇڏيو آهي. اُهوئي سبب آهي جو نہ رڳو هالن جي مخدوم ۽ شاهه جي تعلقات بابت صحيح ڳالهه نہ لکيل آهي، بلڪ غلط روايتن تي سنڌ جي تاريخ تي اونداهيءَ جا پردا وجهي ڇڏيا آهن.

حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ کان وٺي شاهه ڀٽائيءَ تائين سجاده نشينن جا دور هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

1. حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ — 911هه: 998هه
2. مخدوم امين محمد (اول) — 952هه: 1015هه
3. مخدوم ابوالخير عرف ابوالمحمد — 980هه: 1050هه
4. مخدوم عبدالخالق — 1030هه: 1081هه
5. مخدوم محمد زمان (اول) — 1055هه: 1117هه
6. مخدوم مير محمد عرف مخدوم مير پير — 1099هه: 1149هه
7. مخدوم محمد زمان (دوم) — 1119هه: 1184هه

جيئن تہ شاهہ ڀٽائي سال 1102هہ ۾ ڄائو ۽ 1165هہ ۾ وصال ڪري ويو، تہ ان حساب سان مخدوم محمد زمان ”پنج پاڳئي“ (پنجون پڳدار) کان وٺي مخدوم محمد زمان ست پاڳئي تائين حيات هو. مولانا وفائي صاحب جي لکڻ موجب شاهہ صاحب جا همعصر مخدوم محمد زمان (اول) (1119هہ: 1183هہ) ۽ مخدوم مير محمد (1095هہ: 1149هہ) هئا. هڪ تہ مخدوم محمد زمان (دوم) کي مولانا صاحب مخدوم محمد زمان (اول) ڪري لکيو آهي ۽ ٻي وڏي غلطي هيءَ ڪيل آهي تہ سن غلط لکيا ويا آهن.

ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ”مقدمہ لطيفي“ ۾ هيءَ احوال بہ لکيل آهي تہ:

”شاهہ صاحب جا مريد زياده ٿيندا ويا. اها ڳالهہ آسپاس جي پيرن ۽ مشائخن کي نہ آئڙي ۽ سندن سينن ۾ باهہ ٻڙڪي. اُنهن مان هڪڙا هالن وارا پير، مخدوم نوح جو اولاد بہ هئا، تن مان پير پنج پاڳئو گادي نشين هو.“

اُن جو جواب مولائي شيدائي صاحب بہ ڏنو آهي تہ: ”مٿيون بيان ڊاڪٽر صاحب شاهہ عبداللطيف جي زندگيءَ جي اُنهيءَ دور متعلق ڏنو آهي، جڏهن شاهہ ڀٽائي مغلن مان شادي ڪئي هئي.“ پر اُهو بيان بہ غلط آهي، ڇو تہ ويهن سالن جي عمر ۾ شاهہ، مغل بيگ جي نياڻيءَ تي عاشق ٿئي ٿو ۽ 1124هہ ۾ مغل بيگ، دل قوم جي هٿان مارجي وڃي ٿو. تنهن کان پوءِ شاهہ، مغل بيگ جي نياڻيءَ سان شادي ڪري ٿو. هوڏانهن مخدوم محمد زمان پنج پاڳئو 1117هہ ۾ تڏهن وفات ڪري ٿو، جڏهن شاهہ صاحب جي عمر 17 سال آهي.

مولانا وفائي صاحب ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ذڪر ۾ لکيو آهي تہ: ”شاهہ کي زهر ڏيڻ جي سلسلي ۾ مخدوم

صاحب بہ شامل هو ۽ أهو ڪم مخدوم عبدالرؤف ڀٽيءَ جي هٿان ڪرايو ويو.“

مير علي شير قانع ”تحفة الڪرام“ جو مصنف، جيڪو شاهہ ڀٽائي جو نہ رڳو مدح خوان آهي، پر معتقد بہ آهي، اُن اِهو ڪتاب شاهہ صاحب کان پوءِ سورهين سال لکي پورو ڪيو، تنهن پنهنجي ڪتاب ۾ شاهہ صاحب سان ڪنهن جي بہ اختلاف ۾ زهر وغيره بابت ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي ۽ مخدوم عبدالرؤف بابت سندس هي لفظ آهن:

”پنهنجي وقت جو عارف ۽ ڪامل هو. هو اڄوڪي زماني جي مشائخن ۾ ممتاز هو. سمجهدار ٿيڻ کان وٺي وفات جي وقت تائين سمورو وقت سندس اخلاق سهڻا رهيا ۽ هميشہ رياضت ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو هو. سندس ڪرامتون شمار کان ٻاهر آهن. ميان نورمحمد هن جي ڏاڍي خدمت ڪندو هو ۽ سندس اڪر اڪر جي تابعداريءَ واسطي دل و جان سان تيار رهندو هو. هو 1166هہ ۾ وڃي خدا جي رحمت سان واصل ٿيو.“

جيڪڏهن مخدوم عبدالرؤف بابت شاهہ جي خلاف ڪا ڳالهہ هجي ها تہ لازمي طرح مير علي شير لکي ها، ڇو تہ اُنهيءَ وقت جو واقعو بلڪل تازو هجي ها. تعجب جي ڳالهہ آهي تہ جو اهڙي غلط روايت بہ مولانا مرحوم لکي ويو. ڪير چئي سگهندو تہ اهڙي الله واري شخص وقت جي حاڪم جي چوڻ جي ڪري هڪ ٻئي اهل الله کي زهر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي.

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي صاحب پنهنجي تصنيف ”شاهہ“ جي صفحي 3 تي واضح طرح ڄاڻايو آهي تہ:

"شاهه حبيب پٽ جي فراق ۾ بي حال ٿي پيو هو ۽ رات ڏينهن پيو ڏٽيءَ در ٻاڏائيندو هو تہ سندس پٽ وري ڪيس سلامت اچي ملي. مخدوم نوحؒ جي درگاهہ تي بہ هر روز اهائي دعا پنندو هو."

هت اعتراض ونڻ وارو ماڻهو هيءُ اعتراض اُٿاري سگهي ٿو تہ شاهہ صاحب جي موٽي اچڻ بعد مخالفتون پيدا ٿيون هونديون. پر اُنهيءَ قسم جي سيني اعتراضن جو هڪڙوئي جواب "تحفة الڪرام" ۾ آهي. آنجهاني ديوان ليلارام1890ع ۾ ئي اُنهن غلط روايتن جي ترديد ڪري فيصلو ڏئي ڇڏيو آهي، مگر افسوس آهي جو ويچاري جي تحقيق ڏي ڪنهن بہ مصنف يا ڪنهن ٻي اديب ڌيان ڪونہ ڏنو، نہ تہ هيترو مغالطو پيدا ئي ڪونہ ٿئي ها.

1. شاهہ ڪريم بلڙائي، مخدوم نوحؒ وٽان روحاني فيض جا درجا حاصل ڪيا ۽ سندن خاص مريد هو. بلڙيءَ ۾ بہ پنهنجي مرشد جي ارشاد موجب وچي دين جي تبليغ ۾ مشغول ٿيو. مخدوم نوحؒ ۽ سندن اولاد جو شاهہ ڀِٽائي هميشہ معتقد رهيو، ڇو تہ مخدوم ۽ اُن جو اولاد سندس مائٽاڻو مرشد هو ۽ شاهہ صاحب بہ اُهو ناتو آخري وقت تائين نڀايو. هالن جي درگاهہ تي هميشہ شاهہ صاحب رياضتون ۽ خدمتون ڪيون. نہ رڳو ايترو پر "مراة السالڪين" جي لکڻ موجب هن درگاهہ تي چِلو ڪڍي فيض بہ پرايو.

2. مخدوم نوحؒ جي وقت ۾ ئي سندن نَوَ لک مريد هئا، جنهنڪري ئي مخدوم نوحؒ صاحب جن کي "نَوَ لکي گودڙي جو صاحب" چئي ياد ڪيو ويندو آهي ۽

سروري خاندان تي اڄ به اِهو ساڳيو "نو لکي گودڙي" جو لقب مشهور آهي، سو اهو سوال اٿي نٿو سگهي ته شاهه صاحب جا مريد زياده ٿيندا ويا. تنهنڪري وقت جي سجاده نشين جو اختلاف ٿيو.

3. شاهه صاحب لاولد وفات ڪئي. اُن بعد شاهه جي درگاهه توڙي ڪلام جي خدمت توڙي حفاظت سندس فقيرن جي هٿ ۾ رهي، جيئن اڄ تائين به آهي. اسان جا شاهه جي فقيرن سان اصل کان وٺي اڄ تائين نهايت سٺا تعلقات آهن ۽ ساڳي طرح ابتدا کان اڄ تائين بيحد قرب جا ناتا آهن ۽ هلندا رهندا.

4. اسان جي درگاهه توڙي سروري فقراء جي خليفن جي درگاهن تي اول کان وٺي اڄ تائين ميلن جي موقعن تي راڳ ٿيندڙ آهي. ٻي وڏي ۾ وڏي ڳالهه هيءَ آهي ته سڀ ڪنهن اسلامي مهيني جي سڀ ڪنهن پهرئين سومار رات ۽ سومار (سومر) ڏينهن ذڪر ۽ سماع ۾ مخدوم مير محمد جي زماني کان وٺي فقط شاهه ڀٽائيءَ جا بيت ئي ڳايا ويندا آهن، اگرچه شاهه صاحب کان اڳ جي شاعرن جو ڪلام به بهترين موجود هو. ٻاربن شاعرن کي ڇڏي، رڳو مخدوم نوحؒ جي پوٽي "لاڪي لطف الله" ولد مخدوم محمد امين اول جو ڪلام ئي ڪافي آهي، جو شاهه رسالي ۾ به ڪافي موجود آهي. مثلاً "سر سهڻي" جي داستان چوٿين مان هن وقت صرف ٻه بيت پيش ڪجن ٿا:

(1)

گرِڪِڻ ڪجاياس، ٻيلي پاس ٻُرن جي،
ڇڻڪن جي ڇيڄ ڪيا، تن واري وَهَہ وڌياس،
لاڪو لطف الله چئي، اڃي آب گھڙياس،
وسان تي وياس، پر مليس محب ميهار ڪي.

(2)

گرِڪِڻ خوش ڪياس، محبتي ميهار جي،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، آڏي تي اتياس،
ستي جاڳاياس، سانير سپرين جي.

جيڪڏهن شاهہ صاحب سان مخدوم مير محمد جي مخالفت هجي ها تہ شاهہ جو ڪلام سماع ۾ ڪونہ ڳارايو وڃي ها. پويان سجاده نشين ئي شاهہ جي ڪلام بدران ڪنهن پنهنجي شاعر جو ڪلام ڳارائين ها. سماع ۾ سنڌي ڪلام تہ مخدوم نوحؒ جي ئي وقت ۾ ڳارايو ويندو هو، جنهن ۾ قاضي قاضن، شاهہ ڪريم، خود مخدوم نوحؒ بين شاعرن جو ڪلام استعمال ٿيندو هو.

هيءَ ڳالهہ نهايت افسوسناڪ آهي جو اسان جي ادب ۾ صحيح تنقيد ڪانہ ڪئي ٿي وڃي. اُهوئي سبب آهي جو ڪتابن ۾ عظيم غلطيون رهجيو وڃن، پر جيڪڏهن ڪو شخص تنقيد ڪرڻ لاءِ قلم کڻي ويهي ٿو تہ متس ذاتي حملا ڪيا وڃن ٿا، جنهن جو نتيجو اصلاح جي بدران اختلاف جو نڪري ٿو، ”تنقيد“ لفظ جي معنيٰ آهي: سوچ ويچار ۽ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ، پر هِت اُن جي برخلاف ٿي رهيو آهي. اڄوڪي تنقيد دل آزاري ٿئي ٿي. نقاد جو فرض آهي تہ هو اهڙي سٺي ۽ مٺي نموني تنقيد ڪري جو جنهن جي تنقيد ٿئي، اهو فائدو حاصل ڪري. تنهن

ڪري تنقيد ٿي في الوقت اهڙي چيز آهي جا جيڪڏهن صحيح طريقي سان ڪئي وڃي تہ هوند ڪافي ڪان زياده فائديمند ٿئي. اُن سان گڏ اسان جو عوام بہ روايتن کي اهڙيءَ طرح تہ چنبڙي ويو آهي جو حقيقت آڏو رکجي ٿي تڏهن بہ پسند ڪرڻ بجاءِ خود، پر رڳو اُن تي غور بہ نٿو ڪري.

(هيءُ مضمون مخدوم صاحب جي ڪتاب 'مضامين طالب المولىٰ' تان کنيو ويو آهي. جيڪو پهريون ڀيرو "مهراڻ" ٽماهي نمبر ا، سال 1987ع ۾ شايع ٿيو.)

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو

# هالا ڪنڊي- سادات متعلوي جو ابتدائي مسڪن

متعلوي ساداتن جا ابا ڏاڏا اصل هرات جا وينل هئا. اهي سنڌ ۾ ڪيئن ۽ ڪڏهن آيا، تنهنجي حقيقت هن ريت آهي[1]: جڏهن امير تيمور صاحبقران ايران ۽ توران هٿ ڪري، 2 لک 62 هزار ۽ 3 سؤ لشڪر سان هرات[2] ۾ آيو، تڏهن حضرت غفران پناه رضوان آرامگاه سيد مير علي رحه، جو انهيءَ ولايت جي صحيح النسب ساداتن ۽ شريفن مان هو، امير تيمور جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ لشڪر جي تعداد موجب رپيا مهمانيءَ طور نذرانو رکيائين. امير تيمور ڏاڍو راضي ٿيو ۽ سيد ميرعلي جي اصالت ۽ نجابت کان واقف ٿي ۽ سندس فرزندن جي فضيلت ۽ اهليت ڏسي، هرهڪ کي قدر آهر عزت واريون جايون عطا ڪيائين. مير عبدالباقي کي اجمير ۾، مير عبدالواحد کي ملتان ۾، مير عبدالرزاق کي بکر ۾، ۽ مير ابوبڪر کي سيوستان ۾ مقرر ڪيو ويو[3]. باقي مير شرف الدين پنهنجي وطن هرات ۾ پنهجي قبيلي سان رهڻ اختيار ڪيو.

---

(1) سچو اُحوال بيان العارفين جي ضميمي مان ورتل آهي.

(2) هرات جو شهر پهريائين پهريائين سنہ 782 ه (1380ع) ۾ تيمور جي قبضي ۾ آيو. تيمور هرات ۽ ٻين شهرن تي ايترو ڏن ڏريو جو رهواسي ڪنگال ٿي پيا. تيمور هندستان تي ڪاه جو منصوبو چوڏهين صديءَ جي آخر ڌاري 1398ع ۾ سٽيو. سمر قند اپريل ڌاري ڇڏيائين. واٽ تي ڪافرستان تي ڪاه ڪرڻ، قلعن ڍهرائڻ ۽ ٻين ملڪي امورن ڪري ڪجھ وقت رنڌجي پيو. آخر آگسٽ مهيني جي 15 تاريخ ڪابل ڇڏي، 14 سيپٽمبر جي سنڌو ندي پاري پئي، هندستان ۾ داخل ٿيو. ان کان اڳ ۾ پوٽس پير محمد مئي 1398ع ۾ ملتان جو شهر وجي والاريو. لشڪر جي تعداد ۾ وڏائي آهي. تاريخن موجوب سارو لشڪر 92 هزار هو، جنهن جا ٽي دستا ٺاهيا ويا: هڪڙو ملتان ڏي موڪليو ويو، ٻيو پنجاب ڏي، ۽ ٽيون خود امير تيمور جي ڪمان هيٺ رهيو. ازانسواءِ ممڪن نہ آهي تہ هڪ غريب سيد کي ايتري ملڪت هجي.

(3) تاريخي نقطه نظر کان انهن جي مقرري شڪ گاڏئين آهي. شايد سيد مير عليءَ جي فرزندن کي پير محمد جا درباري ڪري جدا جدا هنڌن تي موڪليو هجيس. تنهن هوندي بہ اجمير جو پير محمد جي قبضي ۾ هئڻ حقيقت جي خلاف ڏسجي ٿو.

مير سيد حيدر ڪاٻہ منصب قبول نہ ڪئي، ۽ پنهنجي والد بزرگوار سان گڏجي امير تيمور جي رڪاب ۾ هندوستان ۾ آيو. پوءِ ستت ئي امير تيمور ۽ پنهنجي پيءُ کان رخصت وٺي گهمندو ڦرندو سنڌ ۾ آيو.[1] الغرض جڏهن هالہ ڪنديءَ (هاڻي هالا) جي شهر ۾ پهتو، تڏهن شاهہ محمد هالي پٽ دريا خان هالي جي حويليءَ سامهون گهر ڪري ويٺو.

ان وقت هالن جي حاڪم ميران محمد نالي، هالا ذات جي ماڻهن تي ڪنهن قصور جي ڪري 525 رپيا ڏنڊ وڌو هو، جنهن ڪري هو تمام موڙهل ۽ ڏکويل هئا. سيد حيدر وٽ ناڻو جام هو، سو في الحال ميران محمد کي پاڻ وٽ گهرائي، اها ساري رقم پنهنجي هڙان ڀري ڏنائين ۽ هالن جي جند آزاد ڪرايائين. اهڙي ڀال ڀلائڻ ڪري هالا سندس نهايت احسانمند ٿيا ۽ توري لاهڻ جي مِنٿُن سان سگ آچ ٻہ ڪيائونس. آخرڪار انهن جي رضا خاطر شاهہ محمد هالي جي سيلوان نياڻي بيبي فاطمه سان سنديس شادي ٿي. جيئن تہ سيد حيدر جي والده سڳوريءَ جو نالو پڻ فاطمه هو، تنهن ڪري سندس نالو مٽائي 'بيبي صاحب سلطان' رکيائون.

سيد حيدر هالا ڪنديءَ ۾ هڪ سال ۽ پنج مهينا رهيو. تنهن کان پوءِ پنهنجي والد بزرگوار سيد مير علي جي وصال جو ٻڌي هرات ڏي وڃڻ جو ارادو ڪيائين. اُسهڻ وقت خبر پيس تہ سندس گهر اميدواري آهي، تنهنڪري پنهنجي حرم کي هڪ ٽڪ واري منڊي، هڪ جڙادار خنجر ۽ هڪ قديم خانداني ٻانهي خدمت لاءِ ڏيئي، وصيت ڪيائين تہ جي پٽ ڄمي تہ نالو مير علي رکجوس ۽ جي نياڻي ڄمي تي ڏاڏيس وارو نالو ڌرجوس. اهو بندوبست ڪري پاڻ هرات ڏي روانو ٿيو. اتي پهچڻ کان پوءِ 3 سال ۽ 27 ڏينهن جيئرو رهيو. هرات ۾ اڳيئي ٻہ وڏا پٽ سيد محمد ۽ سيد حسين نالي

---

[1] انهيءَ مان هي انومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ امير تيمور ضرور 1398ع جي اوائل ڌاري هرات ۾ منزل ڪئي هوندي ۽ سيد مير علي ۽ سيد حيدر شاه ساڳئي سال جي سيپٽمبر مهيني ۾ هندستان جي حدن اندر داخل ٿيا هوندا. حاصل ڪلام تہ سنڌ ۾ متعلوي ساداتن جو بنياد هجري اٺين صدي ۽ عيسوي پندرهين صدي جي شروعات ڌاري پيو.

هئس، جن کي پيءُ جو بيشمار ورثو ترڪو هٿ آيو.

سيد حيدر جي وفات جي خبر سنڌ وارن کان مخفي رهي. هالا ڪنڍي ۾ پڻ سيد حيدر کي فرزند پيدا ٿيو، جنهن جو نالو فرمودي موجب ميرعلي رکيائون. جڏهن بلوغت کي رسيو ۽ قابل ٿيو، تڏهن پنهنجي والد صاحب جي حقيقت کان واقف ٿي، منڊي، خنجر ۽ بانهي ساڻ ڪري، هرات جي واٽ ورتائين. اتي پهچڻ شرط معلوم ٿيس تہ سيد حيدر گذاري ويو آهي. پائرن کان ميراث جو پلؤ چڪيائين ۽ شڪ دور ڪرڻ لاءِ پيءُ واريون ٽيئي نشانيون پيش ڪيائين. پائرنس کي تنهن هوندي بہ تسلي نہ ٿي ۽ چيائون تہ جيڪڏهن غفران پناه مماتيءَ جي حالت ۾ ڪرامت ڪري اسان کي يقين ڏياريندو تہ پوءِ تنهنجي پائپيءَ جو پورو پروسو ٿيندوسون. آخر ٽيئي پائر، قبيلي جي بين ساداتن ۽ بزرگن سان گڏجي ميڙ ڪري سيد حيدر جي مقبري تي پهتا ۽ مقصد لاءِ دعا پنيائون. سيد حيدر مزار مان منهن ڪڍي سڀني جي روبرو اعلان ڪيو تہ "سيد مير علي برابر مهنجو فرزند آهي ۽ منهنجي ميراث جي ٽئين حصي جو حقدار آهي. الله تعاليٰ جي حڪم پرماڻي ٽيئي پائر پوريون پنيون ورهاست ڪن." هاڻي سڀني کي پڪ ٿي. پائرن، عزيزن ۽ بين شريفن ۽ اڪابرن سيد ميرعليءَ جي مرحبا ڪئي ۽ سندس مهمانداريءَ ۽ ضيافت جا حق بجا آندا.

ڪجھ وقت هرات ۾ رهي، مال متاع جو ٽيون حصو وٺي، سيد مير علي سنڌ ڏي موٽيو. سندس چاچو مير شرف الدين پڻ ساڻس گڏجي آيو. هالا ڪنڊي پهچڻ شرط پنهنجي ملڪيت جا ٽي حصا ڪري بہ پائرن ڏانهن موڪليائين، ۽ مير شرف الدين کي پاڻ سان رهايائين. جنهن ٿوري مدت بعد رحلت ڪئي. سيد مير علي کي بہ پٽ ٿيا: هڪڙو سيد شرف الدين جو 'هالن' جو ڏهڻاڻ هو ۽ ٻيو سيد احمد، جو ترڪياڻيءَ مان هو. سيد شرف الدين شادي ڪري جدا

حويلي ناهي وينو. سندس اولاد متارين جي شهر ۾ ”شرف پوٽا“ جي نالي سڏيو وڃي ٿو ۽ شاه ڪريم ٻه سنديس چوٿين پيڙهيءَ مان هو. سيد احمد پرڻي بعد پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ رهيو ۽ ان جو پونير ”ميرڻ پوٽا“ جي نالي سان مشهور آهي.

(هيءُ مواد ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽا جي ترتيب ڏنل ڪتاب ”شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“، جي ٻي ڇاپي تان کنيو ويو آهي.)

عبدالله ورياهه

# هالڪندي

سنڌ قديم زماني کان تهذيب، ثقافت، علم ۽ ادب جي خزانن سان مالا مال رهي آهي. هن سر زمين جو هر حصو پنهنجي خصوصي اهميت رکي ٿو. سنڌ جي تاريخ ۾ هالڪندي جي حيثيت تي نظر ڪبي ته خبر پوندي ته راءِ گهراڻي جي سنڌ تي حڪومت (۴۵۰ع کان ٦٣٢ع) وقت لوهاڻو سنڌ جو هڪ پرڳڻو هو. جنهن جو حاڪم راءِ گهراڻي جي پوين ڏينهن ۾ اگهم راجا هو. هن پرڳڻي ۾ لاکا، سما ۽ سهتا ايراضيون شامل هيون. هن پرڳڻي جو مرڪزي شهر برهمڻ آباد هو. سانگهڙ ضلعي جا شهداد پور، ٽنڊو آدم ۽ سنجهورو تعلقا ۽ حيدرآباد ضلعي جو هالا تعلقو به هن ۾ شامل هو. ٽنڊو آدم کان اوير طرف ڳوٺ پيرو فقير شوري جي پرسان درياءَ جو پراڻو ڊورو اجا تائين لوهاڻو ڊورو سڏجي ٿو ۽ ان ديهه جو نالو به لوهاڻو آهي، لوهاڻي پرڳڻي جو مرڪزي شهر برهمڻ آباد اسان جي آڏو دلور جي دڙن جي صورت ۾ سنجهوري تعلقي ۾ جمڙائو ڪئنال جي ڪپ تي موجود آهي. لوهاڻي پرڳڻي ۾ هالا تعلقي واري ايراضي ته شامل هئي. پر ان وقت هالڪندي جي آباد هجڻ جي ڪابه شاهدي ڪانه ٿي ملي، جيڪر ڪا آبادي هئي، تڏهن به ان جا آثار هينئر ملڻ ممڪن نه آهن، ڇو ته درياهه پنهنجو رخ باربار مٽائيندو رهيو آهي. سنڌ تي سومرن جي مقامي حڪومت جي دور پنجين صدي هجري کان نائين صديءَ هجري تائين ڪڇ کان وٺي هالا ڪندي تائين وارو سڄو ملڪ سومرن جي حڪم هيٺ هوندو هو. هالڪندي جو ڳوٺ سنڌ تي سمن جي صاحبي دوران انين صدي هجري ۽ عيسوي پنڌرهين صدي ۾ آباد ٿيو، جنهن کي ٿوڙي سڏيو ويندو هو، پر سنڌو جي بار بار رخ مٽائڻ واري عادت سبب اهو ڳوٺ به باقي نه رهيو، درياهه ان کي پائي

ويو ۽ ٽوڙي جو ڪو بہ آثار باقي نہ بچيو. مخدوم نوح عليه رحمة جن جا بزرگ بہ ان ڳوٺ ٽوڙي ۾ رهندا هئا. اٺين صدي جي آخر يا نائين صدي جي پهرئين ڏهائيءَ ۾ هالڪندي جو ڳوٺ آباد ٿيو ۽ ٽوڙيءَ مان لڏي آيل ماڻهو هن ۾ آباد ٿيا. نائين صدي هجري ۾ هيءُ ئي هالڪندي جو ڳوٺ آهي، جنهن جون روايتون مختلف تاريخي ڪتابن ۾ ملن ٿيون. ٩٢٨ ھ ۾ شاھ بيگ ارغون جي وفات بعد ميرزا شاھ حسن ارغون سنڌ جو حاڪم ٿيو تہ ڄام فيروز هڪ دفعو وري اقتدار هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جنگ هارائي هميشہ لاءِ گجرات هليو ويو. ميرزا شاھ حسن ٿي ڏينهن ميدان جنگ ۾ رهي مال غنيمت ميڙي اچي ٺٽي ۾ لٿو. ڇهہ مهينا تغلق آباد ۾ رهڻ بعد هالڪندي مان ٿيندو سيوستان هليو ويو. ٩٤٧ ھ ۾ هندستان جو مغل بادشاھ همايون جڏهن شير شاھ سوري کان شڪست کائي سنڌ ۾ آيو تہ سنڌ جي ارغون حاڪم ميرزا شاھ حسن، همايون جي اميرن سان اقرار ڪيو تہ هالڪندي کان بنوري تائين درياھ جي هن پر وارا ڳوٺ حرامسراءِ جي خرچ لاءِ ڏيندو ۽ همايون بادشاھ جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪندو، پر پوءِ اهو ناھ ٿي نہ سگهيو.

سنڌ ۾ ترخانن جي حڪومت جو دور اهو دور آهي جڏهن هالہ ڪندي مان روشني جا ڪرڻا ۽ فيض جو درياھ سڄي سنڌ کي سيراب ڪري رهيو هو، حضرت مخدوم سرور نوح عليہ رحمة جن جي بزرگي ۽ ڪرامتن جي هند سنڌ ۾ هاڪ هئي ۽ ماڻهو پري پري کان ڪهي اچي هتان پنهنجا مطلب ماڻيندا هئا ۽ دل جي دز کي صاف ڪندا هئا، نہ صرف عام ماڻهو پر وقت جا حاڪم ۽ امير بہ چاهيندا هئا تہ هن در جي حاضري پري پنهنجي لاءِ هن ڪرامت جي صاحب جون دعائون ۽ فتح ۽ ڪاميابي لاءِ غيبي مدد حاصل ڪريون. ٩٧٥ھ ١٥٦٧ع ۾ وقت جي حاڪم ميرزا محمد باقي ترخان جو ياء ميرزا جان بابا، خان زمان بيگلار جي هوشيار ڪرڻ

تي پاٽ ۾ صدر جهيجي ڪاڻ ٿيندو هالا ڪندي پهتو، پنيان ميرزا باقي به لشڪر سوڌو اچي هالا ڪندي پهتو. خان زمان بيگلاز ڏٺو ته هالا ڪندي ۾ بنهي لشڪرن ۾ جنگ ٿيڻي ناهي، پوءِ چو نه اولياءَ الله حضرت مخدوم نوح عليہ رحمة جي ميرزا جان بابا لاءِ دعا حاصل ڪجي. ان خيال سان رات جو گهوڙي تي چڙهي حضرت غوث الحق جي خانقاهه جي دروازي تي باهر اچي ڏاڍي چيائين ته مخدوم صاحبن جي خادمن مان ڪو جاڳندو هجي ته مخدوم صاحبن جي خدمت ۾ ميرزا جان بابا جا نياز ادب ۾ سلام پهچائي عرض ڪري ته اسان ڪي ظالم ميرزا باقي جي پاڇوڪڙ لشڪر سان جنگ ڪرڻي هئي پر هينئر قبلہ سائين جي واهڻ ۾ اچي وينا آهن، ان ڪري اسين سائين جن جي ادب ۾ لحاظ ڪي سامهون رڪندي خونريزي نٿا ڪري سگهون، ان ڪري وڙهڻ ڪان پاسو ڪري هليا ٿا وڃون. اهو چئي هو هليو ويو، صبح جو مخدوم صاحبن جو خادم جان بابا وٽ ويو ۾ سائين جن جون دعائون رسائي چيائين ته اوهان ڪي ان ادب ۾ لحاظ لاءِ جس هجي، ميرزا جان بابا حيران ٿيو، پر پوءِ خبر پيس ته اهو ڪم خان زمان بيگلار جو آهي. جيتوڻيڪ ميرزا جان بابا کي ميرزا باقي اڳتي هلي مارائي ڇڏيو پر الله وارن جي ناراضگيءَ ۾ ميرزا باقي جي سندن عام ماڻهن تي ڪيل ظلمن جو آخر اهو اثر ٿيو ته هن ڦهري پاڻ پنهنجو انت آندو.

الله وارن جي راضپي ۾ ناراضگي جو اثر انداز ٿيڻ جو هڪ ٻيو مثال به اسان جي آڏو آهي. جنهن جي شاهدي ڪئين تاريخي ڪتاب به ڏين ٿا.

٩٩٩هه ۾ مغل بادشاهه جلال الدين اڪبر، عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو ته ڪنهن الله واري ڪيس ٻڌايو ته ويجهڙائي ۾ جناب ڪرامت ماب مخدوم نوح عليہ رحمة، تازو هالا ڪندي ۾ گذاري ويو آهي. جيڪڏهن ان جي فاتح خواني لاءِ توهان اڳ

۾ پهتا ته فتح اوهان جي ٿيندي، ۽ جيڪڏهن ميرزا جاني بيگ اڳ ۾ پهتو ته اهو جنگ ڪٽيندو. اتفاق اهو ٿيو جو جاني بيگ ويجهو هوندي به اتي حاضري نه ڀري سگهيو ۽ خان خانان ۽ جاني بيگ وچ ۾ ڪيترين جنگين کان پوءِ صلح ٿيو ۽ سنڌ هندستان جي مغل حڪومت جو هڪ صوبو بنجي وئي.

مغلن جي حڪومت واري وقت ۾ به هالا ڪندي هڪ اهميت واري ڳوٺ جي حيثيت سان قائم ۽ آباد نظر اچي ٿو، ڇاڪاڻ ته هي ننڍي کان سيوهڻ وڃڻ واري رستي تي هو ۽ نصرپور سرڪار جي هڪ پرڳڻي هالا ڪندي جو مرڪزي هنڌ هو. سرڪار طرفان پرڳڻي جي حفاظت ۽ انتظام هلائڻ لاءِ مقرر ڪيل ماڻهون به هتي رهندا هئا. آڳاٽي زماني ۾ سفر درياءُ وسيلي يا خشڪي تي اٺن، گهوڙن ۽ ڳڏهن تي ڪيو ويندو هو. هالا ڪندي دريائي توڙي خشڪيءَ جي سفر ۾ اهم جاءِ هئي، جتي ٻيڙا يا قافلا ترسي سفر جو ٿڪ ڀڃي، ضرورت جون شيون هٿ ڪري وري اڳتي اسرندا هئا.

١٠٠٥ ھ ۾ ننڍي جو نواب خسرو خان چرڪس مقرر ٿيو، پر هن جي وڌندڙ اثر رسوخ جي ڪري ١٠٢١ ھ ۾ ميرزا غازي ڪيس هٽائي پنهنجي ڀاران هندو خان کي حاڪم ڪري موڪليو. خسرو خان چرڪس ننڍي مان بيدخل ٿي جڏهن قندار وڃڻ لاءِ هالا ڪندي ۾ پهتو ته ڪيس ميرزا غازي بيگ جي وفات جي خبر پئي.

مغلن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ جيڪي سندن طرفان حاڪم مقرر ٿيندا هئا، انهن جو مرڪز بکر ۾ ننڍو هوندو هو. هالا ڪندي پرڳڻو نصرپور جي راڄڌاني جو هڪ حصو هئي ۽ ننڍي جو حاڪم هن علائقي جو انتظام هلائيندو هو. هالا ڪندي پرڳڻي جو مرڪزي ڳوٺ به هالا ڪندي هو، جتي سرڪاري طرح ٿاڻو هوندو هو، جتي ننڍي جي صوبه دار طرفان چند سؤ سوار ۽ توبچي پرڳڻي جو انتظام رکڻ لاءِ مقرر ٿيل هوندا هئا. هالا ڪندي پرڳڻي ۾

مغلن جي هڪ امير مير ابوالبقا ابڙيجن جو ڳوٺ ۾ به هڪ قلعو ٺهرايو هو، جنهن ۾ پڻ سرڪاري فوج رهندي هئي، پر تنهن هوندي به امن امان قائم ٿي نه سگهندو هو، پرڳڻي ۾ رهندڙ چانديا، سميجا، ۽ انڙ ڪڏهن به مغل حڪومت جا حامي نه ٿيا. انهن هر وقت حڪومت خلاف مزاحمت جاري رکي ۽ راتاها هڻي مغلن جي فوج کي هيسائيندا رهندا هئا، ڪو به قافلو هتان حفاظت سان لنگهي نه سگهندو هو. شمشير خان اوزبڪ جي ٻيهر عملداري جي وقت ۾ ڪي سوداگر هڪ هزار ڪن اٺن جي وڳ سان ٺٽي کان بکر پئي ويا. اهي جڏهن هالا ڪندي پهتا ته ڪيس درياهه اڪري سميجن جي راڄ مان لنگهڻو هو، اتي پير پاٺڻ سان ئي هو مٿن ڪاهي آيا ۽ ڪيس تاراج ڪري سيئي اٺ ڪاهي ويا. مغل عملدارن کان سواءِ جيسلمير جو راجا به انهيءَ عذاب کان بچيل نه هو، ان کي خشڪي واري رستي جي حفاظت لاءِ پنجن ڇهن سؤ مسلح سوارن جي ضرورت رهندي هئي. محافظن جي نه هجڻ جي صورت ۾ قافلا قورن جي نظر ٿي ويندا هئا.

واپارين جو ٻيو رستو درياهي هو پر اهو به سلامتي وارو نه هوندو هو. سوداگر سيوهڻ واري گهٽ وٽ پهچي ڪي ڏهاڙا ترسي، سيوهڻ جي جاگيردار جو محصول پري اتان چوڪي ساڻ ڪري سن جي تڙ تائين ايندا هئا، جتي وري محصول پري ٻي چوڪي ساڻ ڪري هالا ڪندي تائين پهچندا هئا. ان هوندي به اڪثر قافلا پنهنجي واپاري مال ۽ ٻيڙين سميت تاراج ٿي ويندا هئا، ۽ سوداگر قتل ٿي ويندا هئا. انهن واقعن کان تنگ ٿي مغل اميرن ٺٽي جي حاڪم کي لکي موڪليو ته چانڊين، سميجن ۽ ٻين باغين جي پاڙ پٽڻ لاءِ ٺٽي مان مسلح سپاهي گهرائي هالا ڪندي پرڳڻي جي ڳوٺ ابڙيجن ۾ ٺمائي انهن کي چئني پاسي کان گهيرو ڪجي. نصرپور راڄداني جي پرڳڻي هالا ڪندي ۾ سميجن جون پيل زمينون هالا قوم جي حوالي ڪجن، جيڪي مغل حڪومت جا

وفادار هئا. هالہ ڪنڊي وارو ٽاٽو جيڪو سدائين ٺٽي جي صوبدار جي واسطيداري سان سميجن جي فساد ٽارڻ لاءِ قائم ڪيو ويندو هو، اهو ٽاٽو وري ٻہ سؤ سوارن ۽ هڪ سؤ توبچين سان هالا ڪنڊي پرڳڻي جي ابڙيجن واري ڳوٺ ۾ مير ابوالبقا جي ٺهرايل قلعي ۾ قائم ڪرڻ ڪيي، اهي سپاهي ٺٽي جي حاڪم ڪان گهرايا وجن. هڪ سؤ سوار ۽ پنجاهہ توبچي بکر جي حاڪم ڪان ۽ ٽي سؤ سوار ۽ پوٽا ٻہ سؤ توبچي سيوهڻ جي جاگير ڪان طلب ڪيا وجن، تہ جيئن هن ٽاٽي تي ساڍا ڇهہ سؤ سوار ۽ سوا ٽي سؤ توبچي هر وقت موجود هجن. پر ان سموري انتظام مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ بہ هالا ڪنڊي جي پرڳڻي ۾ امن امان قائم رکڻ ۾ مغل امير ناڪام ٿيا، ۽ مقامي ماڻهن مٿن راتاها هڻي سندن ننڊون حرام ڪري ڇڏيون.

مرزا حسام الدين مرتضيٰ خان ثاني جي عملداري (1028هـ) دوران هن پنهنجي سڪيلڏي پٽ صمصام الدولہ کي سميجن مٿان مقرر ڪيو. جنهن هالا ڪنڊي پرڳڻي ۾ پهچي هالن جي پرسان ٽلٽيءَ جي ڳوٺ ۾ ڏاڍو ڪيو، جو هالن کان هڪ ميل جي فاصلي تي هو. هي ڳوٺ ايڏو تہ وڏو هو جو خود هالن سان ٽي ڪلهو هنيائين. هو اتي اچي ڪڏون ڪوٽي مورچا ٻڌي ويهي رهيو ۽ تڪڙ ڪري هالن جي صوبيدار موسيٰ خان افغان سان هڪ جٿو گڏي سميجن تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ موڪليائين، پر هنن انهن کي ماري ڀڄائي ڪڍيو، پر پوءِ صمصام الدولہ ڪنهن نموني هالن ۽ سماواتي پرڳڻي جي اربابن کي قيد ڪري پيءُ وٽ ٺٽي وٺي ويو، جنهن سميجن جي ڏوهہ ۾ مٿن ڳاٽي ڀڳا ڏنڊ وڌا ۽ ڪانئن شرعي ضابطا لکرائي مٿن مڙهي ڇڏيا.

صمصام الدولہ جي واپسيءَ ڪان پوءِ ساڳئي ٽلٽيءَ جي ڳوٺ تي سميجن وري راتاهو هنيو. جنهن ۾ ڪيترا مغل سپاهي مارجي ويا ۽ بچيلن ڀڄي وڃي هالن ۾ پناهہ ورتي. مظهر شاهہ

جهاني جي لکندڙ يوسف ميرڪ پڻ اهو ڳوٺ ڏٺو هو، هو چوي ٿو ته اجا تائين انهيءَ ڳوٺ ۾ سج پيئي واڪا ڪري، ماڻهن جي پينگ ڏسي هنيا پچرڻ لڳي ٿو.

سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت قائم ٿيڻ بعد به هالاڪنڊي جي اهميت برقرار رهي ۽ هن پرڳڻي ۾ ئي هالن جي پرسان خدا آباد نئين جو بنياد وڌو ويو، جيڪو ڪلهوڙن جو مرڪز هو، جتي ڪلهوڙن حاڪمن ۽ ٽالپر اميرن جا مقبرا اڄ تائين موجود آهن.

ميان غلام نبي جي مارجي وڃڻ بعد ميان عبدالنبي کي گاديءَ تي ويهارڻ لاءِ حيدرآباد مان گهرايو ويو. عبدالنبي پنهنجي سامان سڙي ۽ لشڪر سميت هڪ ئي ڏينهن ۾ اچي هالا ڪنڊي پهتو جو نئين خداآباد جي نزديڪ هو. ٻئي ڏينهن مير بجاڙ خان ٽالپر ۽ ملڪ جاة امير اليان جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ حضرت مخدوم نوح عليہ رحمة جن جي درگاهه ۾ مير بجار خان ٽالپر پنهنجي هٿن سان ميان عبدالنبي جي سر تي ۱۱۹۱ھ ۾ حڪومت جي دستار ٻڌي، پوءِ اتان وڏي شان شوڪت سان ڪيس ميان سرفراز خان جي محل ۾ اچي ويهاريائون. ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ هالا ڪنڊي جي تجارتي حيثيت برقرار هئي. غلام شاهه ڪلهوڙي ۱۸ محرم ۱۱۷۲ ھ (۲۲ سيپٽمبر ۱۷۵۸ع) تي لڪرايل هڪ تجارتي پرواني، جنهن تي قاضي محمد يحيىٰ جي صحيح ٿيل آهي، جنهن ۾ انگريزن کي تجارتي رعايتون ڏنل آهن. ان ۾ به هالا ڪنڊي جو ذڪر آهي، ٻيو پروانو ۲۲ اپريل ۱۷۶۱ع جو جاري ڪيل آهي، ان ۾ انگريزن کي واپاري رعايتون ڏيڻ جي سفارش ۽ ملڪي حدن ۾ هالا ڪنڊي جو نالو شامل آهي. هن ئي پرڳڻي ۾ هالا ڪنڊي جي پرسان ٽالپرن جو ديرو شاهپور هو جتي ڪلهوڙن حاڪمن جي تاجپوشي ٿيندي هئي.

ڪلهوڙن کان پوءِ جڏهن سنڌ تي ميرن جي حڪومت قائم ٿي تڏهن به هالا ڪنڊي جي حيثيت کي ڪوبه ڇيهو نه رسيو ۽ هي

خطو پنهنجي جاگرافيائي اهميت جي ڪري مرڪزي حيثيت وڃائي نہ سگهيو. هن دور جي تاريخي ڪتابن ۾ بہ هالن جو ذڪر ملي ٿو.

۱۵ فيبروري ۱۸۴۲ع ۾ جڏهن بلوچن جوش ۾ اچي ميجر آئوٽرام جي انگريزي ڇانوڻي کي جيڪا حيدرآباد کان ٽن ميلن تي سنڌو درياهہ جي ڪناري تي هئي، حملو ڪري قتل و غارت گري ڪئي تہ ميجر آئوٽرام جان بچائي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي وڃي ڀڳو، انگريزي فوج جو اڳواڻ نيپيئر ان وقت هالن ۾ منزل انداز هو. هن جڏهن اها خبر ٻڌي تہ ڪاوڙ ۾ ڪنبڻ لڳو ۽ فوج کي هڪدم درياهہ جو ڪپ وٺي هالن کان حيدرآباد ڏي ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڏنائين ۽ حيدرآباد ۾ ميرن جي شڪار گاهہ وٽ اچي منزل ڪيائين بئي ڏينهن سنڌس فوجون ميرن جي لشڪر خلاف صف آرا ٿيون. سنہ ۱۲۵۵هہ ۾ جڏهن مير شير محمد خان ٽالپر شڪارپور تي ويو تہ پهرين هالہ ڪنڊي ۾ اچي ترسيو هو جتان پوءِ شڪارپور روانو ٿيو.

سن ۱۱۴۰هہ ۾ مخدوم نوح عليہ رحمة جي چوٿين پوٽي، صاحب سجاده ڇهين مخدوم مير پير رح نئون شهر ٻڌي ان جو نالو اسلام آباد رکيو. نئين شهر ٻڌڻ جو سبب سنڌو درياهہ ۾ چاڙهہ اچڻ ڪري پاڻيءَ جو اچي پراڻن هالن کي رسڻ هو. جنهن جي ڪري مقبرن جو پاڻيءَ ۾ اچي وڃڻ يقيني هو، تنهنڪري اجساد مطهره جون صندقون ڪڍائي نئين پٽ ۾ آنديون ويون. جتي مخدوم نوح عليہ رحمة جن جي فرزند مخدوم حامد رح جن جو مقبرو اڄ ڏي موجود هو. مخدوم صاحبن جي اصل ماڳ کي هالا سڏيو ويندو هو، ان ڪري اسلام آباد بہ هالا سڏجڻ لڳو، پوءِ ٻنهي ۾ فرق رکڻ لاءِ قديم شهر کي هالا پراڻا ۽ نئين پٽ کي هالا نوان سڏيو ويو. اهڙي طرح هالڪنڊي جي قديم ۽ تاريخي شهر مان بہ شهر ٿي پيا. جن جي وچ ۾ ڏيڍ ميل کن جو فاصلو آهي. هي شهر هن وقت بہ علم، ادب ۽ هنر جا مرڪز آهن، هتي جا هنر نہ صرف

سنڌ ۽ پاڪستان پر پوري دنيا ۾ مشهور آهن. هالن جي جنڊي ۽ ڪاشي جو سامان ۽ هتي جو نهيل ڪپڙو سياحت لاءِ ايندڙ پرڏيهي وڏي چاهه سان وٺندا آهن. هالا هن وقت حيدرآباد ضلعي جي تعلقي هالا جو مرڪزي شهر آهي، جنهن جي هڪ طرف سنڌو درياهه ته ٻئي طرف قومي شاهراه آهي. هن شهر مرڪزي ۽ تجارتي شهر هجڻ جي حيثيت ۾ تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي. هتي هر مهيني جي پهرئين سائي سومار تي ميلو ۽ پڙي لڳندي آهي، جتي وڏو واپار ٿيندو آهي. هر سال ذوالحج جي پهرئين سومار شريف تي درگاهه حضرت مخدوم نوح عليہ رحمة تي ميڙو لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارين مريد ۽ معتقد شريڪ ٿيندا آهن. سنڌن قبو ١٩٧٧ع ۾ مخدوم محمد زمان سائين جن ٺهرايو هو، جنهن جو گنبذ مير فتح علي خان ٽالپر ٺهرايو ۽ قبي جي پر ۾ موجود مسجد مير ڪرم علي ٽالپر ٺهرائي هئي، باقي ٻيون جايون مخدوم پني لنڌي سائين جون ٺهرايل آهن. انگريزن جي حڪومت ۾ انگريز سرڪار درگاهه جي مرمت پڻ ڪرائي هئي. هالا پراڻا جيڪو قديم زماني ۾ وڏي اهميت واري جاءِ هئي، هاڻي هڪ ڳوٺ آهي. هي سنڌو درياءَ جي ڪنڌيءَ تي آهي، وچ ۾ بچاءَ لاءِ مضبوط بند اٿس. هن وقت بہ هتي علم ۽ ادب سان دلچسپي رکندڙ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا، پر هن شهر جو اڳيون شان ۽ اها عظمت باقي نہ رهي آهي.

جيئن تہ هالڪنڊي جي نالي پوڻ ڪان اڳ هتي جيڪو ڳوٺ هو اهو ٿوڙي سڏيو ويندو هو. ۽ پوءِ جڏهن نئون ڳوٺ ٻڌو ويو تہ ان جو نالو هالہ ڪنڊي مشهور ٿيو، پر اجا اها ڳالهہ واضح نہ ٿي سگهي آهي تہ اهو هالا ڪنڊي نالو ڪيئن پيو ۽ ان جا ڪهڙا سبب آهن. هن لاءِ مختلف روايتون آهن ۽ انهن سڀني جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ ضروري آهي تہ جيئن حقيقت معلوم ڪري سگهجي.

درگاهہ مخدوم سرور نوح عليہ رحمة جي موجوده سجاده نشين قبلہ مخدوم محمد زمان طالب المولئ جن ٻڌايو تہ ڪيس

مرحوم محمود پٽيءَ ٻڌايو هو تہ هالن پراڻن جي پرسان هڪ قبرستان ڪڏي ڪتوري جي نالي سان مشهور آهي، جيڪو ڳوٺ جي الهندي پاسي آهي. ٽي سگهي ٿو تہ هالا ڪنڊي نالو هالا ڪڏي هجي، جيڪو پوءِ وقت سان گڏ بدلجندو هالا ڪنڊي ٿي ويو هجي. هالا ڪنڊي جي قديم رهاڪو سانوٽي ملن مان مولوي محمود صاحب جو خيال آهي تہ هن علائقي ۾ ڪنڊي جا وڻ تمام گهڻا هوندا هئا، ان سبب ڪري هالا ڪنڊي نالو پئجي ويو.

هالن پراڻن جي رهاڪو قاضي غلام محمد صاحب جن جو چوڻ آهي تہ ڪند قديم مشرقي ايراني ٻولي جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي ڳوٺ. روسي ترڪستان ۾ تاشقند ۽ سمرقند نالن جهڙا ڪافي شهر آهن، هالا ڪنڊي جو آخري لفظ ڪنڊي اصل ڪند تان ورتل آهي. سنڌ جي مشهور محقق جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو چوڻ آهي تہ هتي هالي سمي جو ڳوٺ هو، جنهن جي پرسان هڪ وڏو ڪنڊيءَ جو وڻ هوندو هو جنهن جي ڪري هن ڳوٺ جو نالو هالڪنڊي پئجي ويو.

منهنجي ذاتي راءِ آهي تہ هيءَ آبادي سنڌو درياهہ جي ڪنڌيءَ تي قائم ٿي، جڏهن تہ اهو واضح آهي تہ هتي هالا قوم جي زمينداري هئي ۽ انهن جو ڳوٺ بہ قائم هو، ان ڪري ڪين ڪنڌيءَ وارا هالا ڪري سڏيندا هجن ۽ اهوئي نالو هالا ڪنڌيءَ مان ڦرندو هالا ڪنڊي ٿي ويو هجي. بهرحال هن باري ۾ ڪا ڳالهہ پڪ سان نٿي چئي سگهجي تہ ڪهڙي راءِ صحيح آهي. البتہ هن تي سڀ متفق آهن تہ هالا نالو هالا ذات تان پيو آهي، جن جي هتي زميداري هوندي هئي.

هالا ڪنڊي بابت ڪنهن بہ قديم ڪتاب ۾ ڪا ڳالهہ واضح نہ آهي تہ اهو نالو ڪيئن پيو. پر عام طرح ماڻهن ۾ اهو مشهور آهي تہ هتي هالا قوم جي زميداري هئي ۽ ڪنڊيءَ جا وڻ گهڻا هوندا هئا ان ڪري هن ڳوٺ تي هالا ڪنڊي نالو پيو.

هالا ڪنڊي نہ صرف هڪ نالي وارو شهر آهي پر الله وارن جي آرام گاھ بہ آهي. قديم زماني کان هتي ڪيترا بزرگ ٿي گذريا آهن. پر هن خطي ۾ جيڪو مان ۽ مرتبو صديقي خاندان جي حضرت مخدوم نوح عليہ رحمة کي حاصل ٿيو ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

سندن شجرو مبارڪ اميرالمومنين حضرت ابوبڪر صديق ﷜ جن سان وڃيو ملي. سندن اصل خاندان عرب جو رهاڪو هو، جتان شيخ ابوالقاسم رحمة الله عليہ ڀهريائين حجاج بن يوسف جي ظلم ڪري هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو، جتان پوءِ سهرورد ۾ مقيم ٿيا. سندن خاندان سهرورد کان علاوه مروند ۽ شيراز ۾ پڻ پکڙي ويو. مخدوم سرور عليہ رحمة پنهنجي خاندان جو شجرو پنهنجي هڪ فرزند کي هن طرح قلمبند ڪرايو.

مخدوم لطف الله عرف مخدوم نوح رح ابن مخدوم نعمت الله بن مخدوم اسحاق بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم فخرالدين صغير (هي بزرگ هن خاندان جو ڀهريون فرد هو جو هالڪنڊي ۾ سير و سياحت جي خيال سان آيو پر ماڻهن جي پر زور منٿن تي هميشہ لاءِ هتي رهي پيو. سندن مقبرو هالا ڪنڊي جي ڏکڻ طرف آهي.) بن شيخ عزالدين بن شيخ فخرالدين ڪبير (پاڻ پنجاب جي شهر ڪوٽ ڪروڙ ۾ رهندا هئا اتان لڏي اچي بوبڪن ۾ رهيا، وڏا عالم ڪامل ۽ عارف هئا، بوبڪ ۾ ئي وفات ڪيائون، جتي سندن مزار مبارڪ آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ سندن قبر قلندر شهبار جي پر ۾ آهي. ڪوٽ ڪروڙ ديري غازي خان جو مشهور شهر آهي، جيڪو قديم زماني ۾ سنڌ ۾ شامل هو) ابن ابوبڪر ڪتاني بن شيخ اساعيل بن شيخ عبدالله بن شيخ نصر الدين بن شيخ سراج الدين بن شيخ خيرالدين بن ابي عاصم بن شيخ محمد بن شيخ وحيدالدين بن شيخ مسعود بن ابوالقاسم بن محمد بن عبدالرحمان بن ابي بڪرالصديق رضي الله عنہ. حضرت

غوث الحق مخدوم نوح جن جمع جي رات ٢٧ رمضان المبارڪ ٩١١هه ۾ ٽوڙي ڳوٺ ۾ تولد ٿيا. سندن نالو لطف الله رکيو ويو پر پاڻ پوءِ نوح جي نالي سان مشهور ٿيا. پاڻ ستن ورهين جي ڄمار ۾ ان وقت جي عارف مخدوم عربي عرف مخدوم شاهه ڏني وٽ پڙهڻ وينا. پاڻ فقط پنجويهه پارا قرآن حڪيم جا پڙهيائون، پهريان ڏهه پارا ۽ پويان پنڌرهن پارا. ٻي روايت آهي ته قرآن ڪريم جا ٻه پارا ۽ ٻه ٽي فقه جا ڪتاب پڙهيائون. فقير بهاؤالدين گودڙيو چوي ٿو ته هڪ ڏينهن سيد علي شيرازي جي فرزند سيد جلال جي جاءِ تي وينا هئاسون ته مخدوم صاحب فرمايو ته حضرت ابوبڪر ﷺ ۽ حضرت علي رضه اچي لنگهيا. حضرت علي رضه جن تڪڙو اچي فرمايو ته اٿ توکي محمد رسول الله جن سڏين ٿا. حضرت ابوبڪر رضه جن آهستي اچي رهيا هئا. حڪم موجب روانو ٿيس. ائين محسوس ٿيو ته لڪيءَ جي جبل تي چڙهي رهيو هجان. جڏهن مجلس ۾ پهتس ته حضرت عيسيٰ کي وينل ڏٺم. اوچتو مون کي هڪ لڪيل ڦرهي هٿ ۾ ملي ۽ نبي سائين جن تي نظر پيم پاڻ گوڏا اوندا ڪيو وينا هئا. مون مٿس نظر ڪري توجهه سان سبق پڙهيو. حضرت ابو بڪر رضه جن فرمايو ته يا رسول الله هي منهنجو اولاد آهي.

ٻي روايت آهي ته مخدوم نوح رح جن ڪنهن وقت نٿي ۾ آيا. ظاهر جي عالمن ٻڌو هو ته هن ڪجهه پڙهيو ڪونهي، تڏهن ٻه قرآن جي معنيٰ چڱي طرح بيان ڪري ٿو، سو گڏجي ڏسڻ ويا، مخدوم صاحب جن هڪڙي آيت جي تفسير ۾ مشغول هئا، راوي چوي ٿو ته مون کي تسبيح هٿ ۾ هئي ۽ هر معنيٰ تي داڻو ڦيرائيندو ٿي ويس، جڏهن ماٺ ڪيائون ته ڪل اسي داڻا ٿيا هئا. مخدوم صاحب جن بهترين عادتن ۽ بي انداز ڪرامتن جا مالڪ هئا، سندن جاري ڪيل فيض مان خلق خدا کي بي انتها فائدو رسيو ۽ سندن صحبت ۾ رهي ڪيترا پنهنجي من جي مير لاهي الله وارا ٿي ويا.

پاڻ خميس جي ڏينهن ٢٧ ذي القعد ٩٩٨ ھ ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري دارالبقا ڏانهن روانا ٿيا. ان وقت سندن عمر ٨٧ ورهيه هئي. ۽ ڪانئن پوءِ بہ سندن جاري ڪيل فيض جو درياهه جاري رهيو، سندن خاندان مان نالي وارا بزرگ ٿيندا رهيا، جيڪي پنهنجي علم ۽ بزرگي ۾ بيمثال ٿي گذريا آهن.

هالا ڪنڊي پرڳڻي ۾ پاٽوٺ، ڪانوٺ، پٽ شاهه، جهيجا، ڪيبر، انڙپور ۽ بوهري مشهور ڳوٺ آهن، جيڪي پڻ الله وارن بزرگن جي آرامگاهه آهن. مخدوم نوح عليہ رحمة جن ڪان سواءِ ٻيا بہ ڪافي بزرگ، عالم ۽ اديب هن خطي ۾ پيدا ٿيا آهن، يا جن هالا ڪنڊي جي بزرگن مان فيض پرايو آهي، انهن جو بہ هتي مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

**عبدالسميع خان سانوڻي** ١١٢٦ھ ۾ نواب سيف الله خان نٿي جو ناظم مقرر ٿيو، سندس پاران هالہ ڪنڊي جي سانوڻي قوم جي شاهه عبدالغفور جو پاءُ عبدالسميع خان سانوڻي سندس پاران نائب ٿي نٿي آيو.

**شاهه خير الله** هي سيد احمد بغدادي جو پٽ هو، پاڻ هالہ ڪنڊي ۾ مخدوم نوح رح جن جي صحبت ۾ رهيو ۽ اتان ئي فيض ۽ هدايت پرايائين. سندس مقبرو پراڻي سڪر ۾ آهي. سيد ابوالحسن هي سيد محمد جو ٻيو نمبر پٽ هو، مخدوم نوح رح جي سلسلي جو مريد هو ۽ سندس اڪثر هالہ ڪنڊي اچڻ ٿيندو هو.

**مخدوم جعفر بوبڪائي** ولد مخدوم ميران مخدوم نوح رح جن جو همعصر وڏي ڪمال وارو، جامع ۽ زبردست عالم ٿي گذريو آهي. هڪ ڏينهن مخدوم نوح عليہ رحمة جن فرمايو تہ مون خدا تعاليٰ کي هن اکين سان ڏٺو آهي مخدوم جعفر جن فرمايو تہ توهان هنن اکين سان ڪونہ ڏٺو هوندو، توهان تي جڏهن بہ اهڙي حالت طاري ٿي تہ پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيو، پوءِ بہ جيڪڏهن رب جو ديدار قائم آهي تہ پوءِ يقين ڄاڻو تہ اها اک

ظاهري اک ۽ اهو ديدار رواجي ديدار نہ آهي. مخدوم نوح عليہ رحمة هن تجربي کان پوءِ فرمايو تہ "جي نہ هجي ها جعفر تہ نوح ٿئي ها ڪافر". مخدوم جعفر ۹۲۰هہ کان پوءِ گذريو آهي. سندس تصنيفون عجلتہ الطالبين، حل العقود في طلاق السنود، القطانه في مرمه الخزانة، خرانه الروايات ۽ ٻيا ڪيترا آهن.

ــــ نصرپور جي سماواتي پرڳڻي جي جهوني ڳوٺ ڪاتيار جي بزرگ ميرڻ ڪاتيار ڪي سيد عبدالڪريم مخدوم نوح عليہ رحمة جي خدمت ۾ وٺي ويو، جتان معرفت ۽ مرتبو مليس.

ــــ چاچڪن جي سرڪار جي ناليري شهر جوڻ پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙ درويش حاجي سورو بہ مخدوم نوح رح جو صحبتي ۽ ڪانئس فيض پرايل هو.

ــــ درويش بهاؤالدين گودڙيو بہ پهريائين جوڻ جي آس پاس رهندڙ درويش موسيٰ جو مريد هو تنهن کان پوءِ مخدوم نوح رح جي خدمت مان فيض پرايائين.

ــــ ونگي ولهار جي سرزمين ۾ ڪو چو مشهور ڳوٺ آهي، اتي جو سيد ساجن سوائي اصل مٽيارين جو، مخدوم نوح رح جو مريد ۽ ڪرامت جو صاحب ٿي گذريو آهي.

ــ درويش لڌو بهار بہ مخدوم نوح جي نظر شفقت جو هڪ منظور نظر هو.

ــ دوريش قطب بہ مخدوم نوح رح جو مريد هو، هي بزرگ مخدوم جعفر بوبڪائي سان بہ مليو هو.

ــ بنوري پر ڳڻي جي ڳوٺ هنڙي جو بزرگ درويش صابر سومرو بہ مخدوم نوح رح جي فيض نظر جو نوازيل هو ۽ ڪمال جو صاحب هو.

ــ بلڙي جو شاهہ عبدالڪريم مٽياري سيدن مان هو سندس ولادت ۹۴۴هہ ۾ ٿي. پاڻ وڏو بزرگ ۽ الله وارو هو. سندس لکيل ڪتاب بيان العارفين ۽ تنبيہ الغافلين آهن. مخدوم نوح رح

جي صحبت مان فيض پرائي وڏو فائدو حاصل ڪيائين ۽ سندس اشاري موجب وڃي بلڙي ۾ رهيو، جتي ١٠٢٠ھ ۾ سندس وفات ٿي.

ـــ نيرون ڪوٽ جو هڪ ڳوٺ نااهو آهي. اتي جو درويش بادو مخدوم نوح رح جو مريد هو جڏهن پهريائين مخدوم نوح عليہ رحمة جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ فرمايائينس ڪلمو پڙهہ. ڪلمي پڙهڻ سان مڇي وانگر ڦٿڪي، ڏڪي بيهوش ٿي ڪري پيو، مخدوم نوح جي حڪم سان ڪيس حجري ۾ ڪٽي ويا، جتي ٽي ڏينهن بي خبر پيو هو، پوءِ جيڪي ٿيو سو ڏيهن ڏٺو.

ـــ مخدوم ابو مصطفيٰ هڪ زبردست عالم مخدوم نوح جو معاصر، سندس مريد ۽ شاگرد هو، هو وقت جي ولي سيد الله جي نياڻيءَ مان هو، سندس رهڻ جي جاءِ پير شيخ عالي جي پرسان آهي. سندس پٽ مخدوم بايزيد بہ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي.

ـــ شيخ عبدالعزيز اصل ڳوٺ هالہ ڪنڊي جو رهندڙ هو، مرد قابل ۽ هوشيار هو. نواب امير خان جي خدمت ۾ مقرر هو، پوئين عمر ۾ هالن مان لڏي وڃي ٺٽي ۾ رهيو، هن کي شيخ عبدالهادي ۽ شيخ عبدالسلام نالي بہ پٽ هئا، عبدالهادي کي اولاد نہ ٿيو. عبدالسلام هندستان وڃي لاهور جي خالصي جي ديوان تي سرفراز ٿيو. سندس پٽ مغليہ دور ۽ پوءِ نادر شاه جي وقت ۾ وڏن سرڪاري عهدن تي رهندا آيا. سندس اولاد مان محمد اعظم تحفةالطاهرين نالي ڪتاب لکيو.

ـــ مڪليءَ تي آراميل اولياءَ الله مان ميان منو فقير مخدوم نوح جو مريد ۽ ڪمال جو صاحب هو. اڪر ۾ سندس هجرو مشهور آهي. پير آسات جي ڏاڪن هيٺيان دفن ٿيل آهي.

ـــ فقير بهاؤالدين گودڙيو مخدوم نوح رح جو وڏي ۾ وڏو مريد ۽ ظاهري ڪرامتن ۾ مشهور آهي. سندس مزار مني فقير جي پرسان مڪلي ۾ آهي.

_ سلطان کمر مخدوم نوح جي مريدن مان هڪ فقير آهي ۽ مڪلي ۾ آرامي آهي.

_ سيد علي ثاني شيرازي، دوريش آچر جو مريد هو ۽ ان مان فيض پرايائين پر پوين ڏينهن ۾ مخدوم نوح رح جو مريد هو. سيد علي شيرازي درويش پرڪيي لنگ جي زيارت تي ويو تہ هن بين وانگر هن کي خدمت جي تڪليف ڏني مخدوم نوح دل ڪوسي ڪئي. نتيجي ۾ مرزا باقي درويش پرڪئي کي شهيد ڪرائي ڇڏيو.

_ مخدوم عربي هالہ ڪندي حال ۽ مقامات جو صاحب هو.

_ مخدوم رح مولانا ابو بڪر بن دائود بريد جي صحبت ۾ رهي حال جو صاحب ۽ اولياءالله ٿيو.

_ صاحب بلاغت ۽ فصاحت آخوند احمد پٽ آخوند عبدالعليم پٽ آخوند رحمت الله، الله انهن تي رحم ڪري، سندس تخلص احمدي هو، سندس مذهب حنفي ۽ طريقو قادري هو، هي سانوٽي هالا جا رهندڙ هئا. هي وڏو عالم ۽ قرآن پاڪ جو حافظ هو. نظم ۽ نثر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ٽالپرن جي حڪومت جي شروعات کان پوءِ ان کان بہ اڳ ٽالپر مير صاحبان جي استاد هجڻ جو فخر حاصل هئس. ڏکين بيتن جي حل ۾ بي مثل هو. سندس عمر ٨٠ سال هئي. پاڻ نثر ۽ نظم جو استاد هو. پاڻ لطيفي سجاده نشين مرحوم سيد الله بخش شاهہ جي انتقال تي بيت چيائين.

فارسي: زنور لطيفي جمال علي، چراغ الله بخش شد منجلي

ترجمو: علي جي جمال ۽ لطيفي نور کان، الله بخش جو ڏيئو روشن ٿيو.

هن گهراڻي جو پهريون سجادو سيد جمال شاه هو انهيءَ لاءِ چيائين.

فرزين و بيذق آمد صد مهره شطرئج، ليڪن بوقت بازي رخ هردو سوئي شاه است.

آخوند احمد هڪ فارسي ڪتاب تحفة السلاطين لکيو هو. جنهن جي آخر ۾ لکيو اٿس تہ ١٠ ربيع الاول ١٢٧٠ ھ مصنف احمد پٽ آخوند عبدالعليم پٽ آخوند رحمت الله پٽ آخوند الله بخش رهندڙ هالا مدرس خاص سلاطيني قديم. آخوند اميد علي سها جو دوست هو. سيد غلام محمد شاھ گدا ديني علم ۾ سندس شاگرد هو. سندس طريقو قادري هو. پاڻ سيد علي گوهر پٽ صبغت الله پٽ سيد محمد راشد عليہ رحمة جو مريد هو. مير نور محمد ۽ مير محمد حسن علي خان ٻئي مير نصير خان ٽالپر جا پٽ بہ سندس شاگردن مان آهن. تاريخ ڪڍڻ جي فن ۾ پنهنجو مثال پاڻ هو. سندس عربي، فارسي ۽ سنڌي ۾ شعر چيل آهن. پاڻ ١٢١٧ھ ۾ وفات ڪيائين ۽ هالا جي قبرستان ۾ دفن ٿيو. سئو سالن کان وڌيڪ زنده رهيو. " (بياض مولوي دين محمد وفائي)

آخوند اميد علي پٽ حاجي عبدالله پٽ حافظ نور محمد قريشي، عقيلي هالائي مشهور سانوٽي آخوند جي خاندان مان هو سندس تخلص سها هو. پاڻ نظم ۽ نثر جو ڄاڻ، حافظ قرآن ۽ سٺو لکندڙ هو. شاھ عبدالقيوم مجددي (١٢٢٠ ھ ١٢٧١ ھ ) جي بعيت ڪيائين (مونس المخلصين ص٢٢) آخوند صاحب ڪاتبؒ ۽ سٺو لکندڙ هو. سندس ڪيترا لکيل ڪتاب ڪتب خانہ مجديہ ٽنڊي سائينداد ۾ موجود آهن. جيئن تہ مڪتوبات معصومي، عمده المقامات ۽ ٻيا. علم جعفر ۽ عمليات جي مهارت هئس. هڪڙو ڪتاب لکيائين جيڪو فارسي شعر ۽ تاريخ ڪڍڻ بابت سندس دور ۾ مشهور هو. مير حسين علي ٽالپر کيس تمام گهڻو چاهيندو هو، ۽ گهڻو ڪري آخوند صاحب حيدرآباد ۾ مير صاحب جي صحبت ۾ گذاريندو هو، سندس"ديوان" ، "انشا"، "سفرنامه ڪلڪتہ" "رساله در علم تڪثير" کان سواءِ قصيده برده کي فارسي شعر ۾ ترجمو ڪيائين ۽ ٻيا ڪتاب "قدسيات قيوميہ" جيڪو، سندس مرشد شاھ قيوم جي حالات بابت لکيائين ۽ انجي آخر ۾ ساراهيہ قصيدا

مرثيہ، مرشد جي لاڏاڻي جون تاريخون گھڻيون ڏنيون اٿس. جن مان هڪ هي آهي.

ظهر الهدي بنعاليہ رفـع التقا بخصـــالہٖ
شرح الصدور بقالہٖ، ڪشف الدجيٰ بجمالہٖ
ڪانت سينن و وصالہٖ، بلغ العلي بڪمالہٖ
١٢٧١ھ مــونس المخلصين ص ٣٩.

سندن تعليم مان هدايت ظاهر ٿي. خصلتن مان تقوي بلند ٿي.
ڪليا سينا سندس گفتگو سان حسن سان اوندھ ۾ روشني ٿي.
سندن گذارڻ جا سال هئا، ”بلندي ڪي پهتو ڪـــــمال سان،“

هڪ ڀيري پنهنجي خاص دوست بهادر جي تعريف ۾ هڪ رباعي چيائين تہ:

بهادر چادر سيت پاڪيزه اي، نہ باشد چنين گوهري در صدف
شهر جوهري قدر او را شناخت، بهان گران رامده باخذف
بهادر پاڪ موتي مثل آهي، سڀ ۾ اهڙو موتي نہ هوندو
هر جوهري هن جو قدر نہ سڃاڻي سگهندو
ڳري قيمت واري ڪي نڪر تي نہ ڏي.

آخوند احمد هالائي (وفات ١٢١٧ھ) جيڪو مشهور شاعر ۽ هن جو دوست هو، هن جواب ۾ هيءَ رباعي چئي.

بهادر نہ دريست پاڪيزه اي، زخر مهر مهره ارزان برابر خذف
چہ شعراءِ تابع غواگفه حق، تو داناي هستي مفرما قــــــذف
بهادر پاڪ موتي نہ آهي ، ڪوڏي ڪان سستو نڪر برابر آهي
شاعرن جهڙو حق چوڻ ڪان گمراه تون داناءِ آهين ڄاڻي واڻي ڪوڙ نہ چئہ

هن بابت ٻيا بہ ڪيترا ڏي وٽ جا شعر ٻنهي طرفان چيا ويا هئا. مونس المحبين جو لکندڙ سندس تاريخ وفات ١١ رجب ١٢١٢ھ لکي آهي. مولانا دين محمد وفائي پنهنجين يادگيرين ۾ ١٥ ربيع الاول ١٢٢٨ھ لکي آهي. ٻي تاريخ ” وهو دخل بجنة السلام“ مونس المفلصين واري لکيو آهي تہ لا خيال بودلي جي

مقبري ۾ هالا ۾ دفن ٿيل آهي.

قاضي ميان عبدالقوي صاحب هالہ ڪنڊي جو رهندڙ هو، سندس تخلص پهريائين شريف هو پر پوءِ ملتجي تخلص ٿيس نظم ۽ نثر جو ڄاڻو هو. پاڻ نازڪ خيال ۽ شيرين مقال هو ۽ علم وارن جو قدر دان پڻ قاضي صاحب درگاهہ حضرت مخدوم نوح قدس سرہٗ جو مريد هو. سندن انتقال جي تاريخ قاضي صاحب هن طرح لکي آهي.

فيض حق فياض عالم حضرت مخدوم نوح
"آنکه از دست يدالله يا فتة تلقين بحـــــق
زين سبب کز شاه دين بيواسطه تعليم يافت
درد بستان ولايت ز اوليا برده سبـــــــق
چونگه فيض مطلق امد ذات پاکش در جهان
گفت هاتف سال تاريخ وصالش " فيض حق "

حضرت مخدوم نوح بن مخدوم نعمت الله بن مُخدوم الحق بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم فخرالدين سهروردي صديق هالائي ۹۱۱ هجري ۾ پيدا ٿيا ۽ وفات ۲۷ ذوالقعد ۹۹۸ هجري ۾ ڪيائون جنهن تي ملا قاسم هڪ قطعو تاريخ جو چيو.

بود آنکه نهصد و هم يازده بوده فـــزون
سال تاريخ ولادت ان ولايت کيـــــش دان
مدتي عمر گراي آن گرامي مـــايـــد را
جمله همشتا دو همفت سال بود اندر جهان
سال فوت آن غوث حق پر سيد چون از خود
از سر حسرت فغان برداشت آنکہ گفت هان
از سنه نهصر و هشتاد هژ ده زفت صبـــح
بيست هفتيم درشب پنجسلبه ذي قـــعد دان

(دليل الذاڪرين)

حافظ غلام محمد سانوڻي هالا جو رهندڙ هو سندس تخلص غلام هو. عربي ۽ فارسي تي عبور هوس پاڻ آخوند احمد

صاحب جو پٽ ۽ مير سيد غلام محمد "گدا" جو استاد هو. افسوس جو ڀاڻ جواني ۾ ئي گذاري ويو (١٢٩٨ھ ۾.)

آخوند محمد قاسم پٽ نعمت الله قريشي هالا جو رهندڙ هو. ١٢٢١ھ ١٨٠٦ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي دور جو فارسي ۽ سنڌي جو بهترين شاعر هو. افسوس جو هن کي خليل تڪمله ۾ جاءِ نہ ڏني آهي. آخوند قاسم تمام گهڻا شعر چيا آهن غزل جو استاد هو. بهترين قصيده چوندڙ هو، عربي ۽ اردو ۾ بہ شاعري ڪندو هو. شعر جو اڪثر صنفون سنڌس ڪتابن ۾ موجود آهن. آخوند مرحوم شروع ۾ انگريز حڪومت جو معمولي ملازم منشي هو. پوءِ اها نوڪري ڇڏي مير علي مراد خان ٽالپر والي خيرپور سنڌ جي دربار ۾ مير حسن علي خان ٽالپر سان وابستہ ٿيو. مير علي مراد خان ٽالپر طرفان آخوند قاسم کي بہ سئو روپيہ پگهار ملندي هئي. ۽ مير حسن علي ٽالپر سندس قدر شناسي ڪري انعام طور پنج رپيہ مهينو مقرر ڪيا. آخوند صاحب ١٢٩٨ھ ١٨جنوري ١٨٨١ع اگاري ڏينهن گذاري ويو ۽ پنهنجي وطن هالا ۾ دفن ٿيو. سندس ديوان سنڌيءَ ۾ ديوان قاسم جي نالي ١٨٧٥ع ميرزا قليچ بيگ جي مقدمي سان شايع ٿيو هو پر سندس فارسي ديوان اڃا شايع نہ ٿيو آهي. "مفرح القلوب" ۾ لکي ٿو تہ:

زدست لطف شه خيرپور ديده شود

کہ تاچہ پرورش مـــــا پديد مي آيد

هڪ قصيده ۾ مير حسن علي خان حيدرآباد واري لاءِ چوي ٿو تہ:

من و دعئهٔ بودتا قوام قصر جهان

سوال دبدبه دولتش قـــوي بنياد

بعز و جاه و جلال و فال عهد مدام

خداش نا مور و نامدار گـــــردا ناد

هر کہ درملڪ "لار" ميماند، زير آسيب آسمان باشد

ور برد در ڪراچي آب ر خروم ، لطف حق پيش و بيڪران باشد

هالہ ڪندي ۾ هڪ ٻيو شاعر بہ قاسم نالي ۽ تخلص سان سانوٽين جي خاندان ۾ آخوند محمد قاسم پڻ نعمت الله کان ٥٠

سال اڳ ٿي گذريو آهي. جنهن جو پورو ديوان ته نه مليو آهي. پر سندس مختلف لکڻيون مون کي (حسام الدين راشدي) هٿ آيون آهن. تخلص ۾ نالي جي هڪجهڙائي ڪري سنڌ جي ڄاڻو عالمن هنن ٻنهي شاعرن کي هڪ ڪري سمجهيو آهي. حالانڪ هي شاعر ٻيو آهي. جنهن بابت مختصر معلومات هن ريت آهي. آخوند محمد قسم پٽ آخوند محمود مشهور سانوڻي آخوند جي خاندان مان هو، هن پنهنجي پيءُ کان تعليم حاصل ڪئي. سندس والد آخوند محمود به عالم هو ۽ نصرپور جي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. ١١٧٢ھ کان پوءِ گذاري ويو ۽ ان ڳوٺ ۾ ئي دفن ٿيو. محمد قاسم پيءُ جي وفات بعد نصرپور جي مدرسي ۾ پيءُ جي جاءِ سنڀالي ۽ پوءِ وري ٽنڊي مير ڄام خان ۾ اچي رهيو ۽ اتي اچي پڙهائڻ لڳو. سندس ديوان فارسي ۾ موجود آهي، جنهن ۾ بين بهترين شعرن سان گڏ پنهنجي شهر هالڪنڊي جي ساراهه ڪندي چئي ٿو ته:

يا ربّ شگفته باده، گلزار هاله ڪندي
آباد رکجان سائين گلزار هاله ڪندي
سر سبز و سايه گستر اشجار هاله ڪندي
ساوا هجن سدائين اشجار هاله ڪندي
پروردگار عالم از لطف بي نهايت
ساري جهان جا مالڪ ڪر ٻاجهه تون مڙن تي
رونق پذير گرده هر ڪار هاله ڪندي
سولا ڪجاءِ سڀ ڪم ۽ ڪار هاله ڪندي
با حرمت محمد و اصحاب آل پاڪش
نالي نبيءُ جي ۽ صدقي سندن صحابن
فضل خدا ست هردم معمار هاله ڪندي
رب جو فضل آ هردم معمار هاله ڪندي
چون گل شگفته هر دم، باد از نسيم فرحت
گل وانگي آ ٽڙيل ۽ ٺڏڙي هتي هوائون
يا رب ز فضل عامت خوشدار هاله ڪندي

قادر جي آ ڪرم سان خوشدار هالہ ڪندي
هريڪ بعلم نامي، هريڪ بفضل سامي
مشهور آ ملڪن ۾ ڪو هتي جو عالم
هر يڪ عديل جامي، ابرار هالہ ڪندي
هر هڪ آ جامي جهڙو ابرار هالہ ڪندي
ازبسکه بيمثال است، اندر بلاد گيتي
بازار بي مثل آ ناهي سا ڪنهن شهر ۾
ورد زمان علام، اذڪار هالہ ڪندي
دنيا جي آ زبان تي اذ ڪار هالہ ڪندي
هر ڪوچہ چون گلستان هر خانہ ڪاخ جنت
هرجاءِ جڻ گلستان هر گهر هتي جو جنت
از روضه ارم به بازار هالہ ڪندي
آهي پلي ارم کان بازار هالہ ڪندي
مرغول مهو شانش هر ڪس کة ديد گفتا
سهڻن جا پيچ پائڻ هر هڪ ڏسي چيو تي
از چين و شام بهتر صد بار هالہ ڪندي
آ چين شام کان مٿ سئو بار هالہ ڪندي
ڪر جا ڪني بجنت هر دم ز شوق گوئي
هر وقت شوق مان جي جنت ۾ جاءِ ڳولهين
با شد ڪ باز بينم ديدار هالہ ڪندي
ات پي ڪريا سٿون مان ديدار هالہ ڪندي
در ديده سڪندر منشان طبع روشن
روشن دماغ ماڻهن ۽ سوچن ۾ سڪندر
آئينه هست هريڪ ديوار هالہ ڪندي
چمڪي جتي ٿي هر هڪ ديوار هالہ ڪندي
تا حشر غم نہ بيندز آفات " قاسما " او
ڪوسو ڪو واءُ ڪڏهين "قاسم" لڳي نہ ڪڏهين

مخدوم نوح باشد، دار هالہ کـــندي
مخدوم نوح ٿيو آ سردار هالہ کـــندي.

ديوان قاسم حيدرآباد جي ٽالپري ڪتب خاني ۾ موجود آهي. جنهن جي آخر ۾ لکيل آهي تہ تاريخ ڇهين مهينو رجب ١٢١٢هجري ڏينهن يڪشنبه لکندڙ حقير فقير پر تڪسير محمد تقي غفرالله العلم ان ديوان ۾ هڪ مدح هڪ ساراهہ مخدوم هالہ ڪندي ۾ هڪ مدح سندس پٽ محمد حيات جي فارسي غزل ۽ ٨ اردو غزل شامل آهن (مهراڻ جون موجون ص ۴۵) بئي هنڌ وري هالہ ڪندي جي ساراهہ ڪندي چوي ٿو تہ.

شيرين و خوشگواه، هست اب هالہ ڪندي
وڻندڙ منو پلو آ ٿيو آب هالہ ڪندي
يادم دهدز ڪوثر، ڪولاب هالہ ڪـــندي
ڏياري ٿو ياد ڪولاب هالہ ڪنـــدي

هر باغ ."باغ رضوان، هريڪ درخت طوبيٰ
هر باغ آهي رضوان، هر وڻ هتي جو طوبيٰ
باشد دري ز جنت هر باب هالہ ڪنـــــدي
جنت جو در هجي شل هر باب هالہ ڪنـــدي
يا رب دعائي قاسم ڪن مستجاب هـــر دم
مولا قبول ڪر تون "قاسم" سندي دعا ڪـي
باشند خوش هميشه اصحاب هالہ ڪـــندي
خوش ٿي رهن سدائين اصحاب هالہ ڪندي.

ڪيس بہ پٽ هئا هڪ جو نالو محمد حيات ۽ ٻئي جو محمود هو. محمود جي ڄمڻ جي تاريخ هن ريت چئي اٿس. تاريخ تولدش خرد گفت، "محمود زهي بيخت محمود ١٢١٢ هہ. آخوند محمد قاسم فارسي ۾ پنهنجي ٻاري ۾ ۽ پنهنجن پٽن جي ٻاري ۾ بہ شعر چيا پاڻ حافظ ۽ سعدي جو عقيدت مند هجڻ سبب سندن

ساراهہ ۾ پڻ شعر ڇپيا آهن. ديوان قاسم جو هڪ نسخو، جنهن جي لکڻ جي تاريخ ۹ شوال ۱۲۴۰ ھ آهي. سرڳواسي صوڀراج "فاني" جي ڪتابن ۾ بہ موجود آهي. ڊاڪٽر سدا رنگاڻي پنهنجي ڪتاب لاءِ ان مان مدد ورتي هئي.

(هي مضمون ڪافي جاين تي ڇپيو آهي. اسان ماهوار پيغام جي مئي جون 1991 جي حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور رح جي حوالي واري خصوصي شماري تان ڪنيل آهي. ڪجھ مواد ورجاءُ کان بچڻ لاءِ حذف ڪيو ويو آهي.)

غلام محمد لاکو

# خداآباد ثاني

## ڪلهوڙن جو آخري تختگاهه

ڪلهوڙن سنڌ تي اٽڪل روءِ هڪ صديءَ تائين راڄ ڪيو. انهن جي حڪومت جي ابتدا سترهين صديءَ جي خاتمي ڌاري تي ۽ پڇاڙي ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري ٿي. سنڌ تي ڪلهوڙن جي راڄ بابت، سنڌي ادبي بورڊ مناسب مواد مهيا ڪيو، جڏهن هي ادارو سن 1951ع ۾ قائم ٿيو. بورڊ شروع ۾ هن دور تي اصل ۽ بنيادي ڪم شايع ڪيو ۽ پوءِ ٻن جلدن ۾ مولانا غلام رسول مهر جي لکيل "تاريخ ڪلهوڙا" سال 1958ع ۾ ڇپرائي پڌري ڪئي. ان ريت پڙهندڙن، عالمن ۽ محققن کي سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دور بابت، نئون، جامع ۽ مستند مواد دستياب ٿيو. ان هوندي به مورخن کي اجا به سوال ڪرڻا باقي هئا.

1. پهريون ڪلهوڙو حڪمران ڪير هو ۽ پاڻ ڪهڙي سال ۾ اقتدار ۾ آيو؟
2. انهن جا تختگاهه ڪٿي ۽ ڪيترا هئا، جتان ڪلهوڙن حڪومت ڪئي؟

مونکي هنن ٻنهي نڪتن بابت مفصل طرح سان تحقيق ڪرڻ جو موقعو مليو. مون اڻ سال اڳ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي اڀرڻ بابت هڪ مقالو لکيو، جنهن ۾ ثابت ڪيو ويو ته ميان نصير محمد هن خاندان جو پهريون حڪمران هو. پاڻ 1092ھ/ 1681ع ڌاري اورنگزيب سان سڌي يا اڻسڌي معاهدي ذريعي، سنڌ جي ڪجهه حصن جو حاڪم بڻيو(1). سندس تختگاهه "ڳاڙهي" هو، جو اڄوڪي دادو ضلعي ۾ موجود هو. ان کان علاوه مون همعصر مواد جي آڌار تي، ڪلهوڙن جي تختگاهن بابت پڻ قبوليت جوڳو مواد موجود ڪيو(2).

مون هيگ جي هن خيال کي بہ رد ڪيو تہ خانوٽ، احمد آباد ۽ ڪاهر ٻيلو (ڪاهر ٻيلو)، ڪلهوڙن جا تختگاهہ رهيا هئا(3). ڪوبہ همعصر ماخذ هيگ جي راءِ کي قبول نٿو ڪري.

## ڳاڙهيءَ کان حيدرآباد تائين:

ڪلهوڙا حاڪم ٻن مسئلن جي ڪري هميشہ ڊنل رهيا ٿي. هڪ طرف ڪين ٻاهرين حملن جو خطرو رهيو ٿي، ۽ ٻئي طرف طاقتور سنڌو درياهہ انهن کي ڏيچاريندو رهيو ٿي: جو سدائين پنهنجو پيچرو تبديل ڪندو رهندو هو. ان پس منظر ۾ ڪلهوڙن پنهنجا ڀارهن سرڪاري مرڪز يا تختگاهہ مقرر ڪيا هئا. ميان نصير محمد ان مقصد لاءِ "ڳاڙهي" کي موزون سمجهيو. هي شهر ڪاڇي جي علائقي ۾ هو ۽ ان جا ڦٽل آثار اڄ بہ دادو ضلعي ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

ميان دين محمد جي دور ۾ هي شهر سرڪاري مرڪز رهيو. شهزادي معزالدين سن 1110هہ (1698ع) ۾، هن شهر تي حملو ڪيو. ڪلهوڙن ۽ مغلن ۾ وڏا دنگل ٿيا. مغلن جا مشهور ڪمانڊر - لطف علي، راجا سورج مل ۽ پهاڙ خان - هنن معرڪن ۾ مارجي ويا(4). مغلن جي سوڀاري لشڪر آخرڪار هن شهر کي ساڙي ٻاري رک ڪري ڇڏيو(5). ان بعد ميان يار محمد، پنهورن کان شڪارپور نالي شهر کسيو، ۽ ان کي "خدا آباد" جو نالو ڏئي پنهنجو تختگاهہ بنايو(6). هي شهر وڏي عرصي لاءِ سنڌ جو تختگاهہ رهيو. هن شهر کي هاڻي "خدا آباد پراڻي" سڏيو ٿو وڃي ۽ ان جا آثار دادو شهر جي ڀرسان ڏسي سگهجن ٿا. ميان يار محمد جي جانشين ميان نور محمد پنهنجي حڪومت ۽ حياتيءَ جا آخري چار سال "محمد آباد" ۾ گذاريا. هي شهر موجوده موري شهر جي آس پاس موجود هو. بعد ۾ مرادياب خان، نصرپور جي ڀرسان پنهنجو سرڪاري ماڳ "مراد آباد" جي نالي سان قائم ڪيو. ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ايجنٽ براهي (BRAHE) لکيو آهي تہ، "ميان صاحب سن 1757ع ۾ نصرپور

جي پرسان پنهنجي سرڪاري مرڪز ۾ موجود هو"(7). هن گهراڻي جو آخري طاقتور حاڪم ميان غلام شاهه هو. هن هڪ ڪان وڌيڪ پنهنجا سرڪاري شهر ٺهرايا. هن جو پهريون ماڳ "الهه آباد" هو، جو اڄ موجود ڪونهي. منهنجو خيال آهي تہ موجوده دولت پور صفن شهر جي آس پاس، هن قديم ۽ قتل ماڳ ڪي ڳولڻ گهرجي(8). هن شاهه ڳڙهه (ٺٽو ضلعو)، شاهه پور اول ۽ شاهه پور دوم (ضلعو حيدرآباد)، جي نالي سان بہ سرڪاري ماڳ تعمير ڪرايا، جتي ٿورو ٿورو وقت رهيو. پاڻ آخرڪار موجوده "حيدرآباد" جو شهر تعمير ڪرائي، ان ڪي پنهنجو تختگاهه مقرر ڪري ويٺو. ميان صاحب هن شهر ۾ هڪ عاليشان ۽ طاقتور قلعو پڻ اڏايو، جو هاڻي خستہ حالت ۾ موجود آهي. ميان عطر خان تمام ٿوري وقت لاءِ حڪمران بڻيو ۽ نوشهري فيروز مان حڪم هلايائين.

## خدا آباد ثاني يا خداآباد ثالث؟

ان ڪان ڳ جو اسين خدا آباد ثاني يا نئين خدا آباد جو ذڪر ڪيون، ڪجهہ نڪتن جي صفائي ڪرڻ ضروري ڏسجي ٿي. خدا آباد ثاني (خدا آباد نئين) کي محبوب علي چنا صاحب، غلطيءَ مان "خدا آباد ثالث" سڏيو آهي(9). چنا صاحب هن ڏس ۾ مرزا قليچ بيگ جي غير واضع لکت کي غلط سمجهيو آهي(10). مير علي شير قانع، مولانا مهر ۽ ڊاڪٽر بلوچ - خدا آباد ثالث واري خيال کي قبول نٿا ڪن. ڪلهوڙن جي تاريخ هڻ نالي سان صرف ٻن شهرن جي تصديق ڪري ٿي. هڪ شهر دادو جي پرسان هو ۽ ٻيو ساڳئي نالي وارو ماڳ هالا شهر جي نزديڪ هو.

## خدا آباد ثاني - ڪلهوڙن جو آخري تختگاهه :

خدا آباد ثاني - هڪ بد قسمت شهر، ڪلهوڙن جي هڪ آخري حاڪم ميان سرفرازخان تعمير ڪرايو هو. خاطريءَ سان هي شهر ڪلهوڙن جو آخري تختگاهه ثابت ٿيو. ميان غلام شاهه 13

جمادي الاول 1186هه (12 آگسٽ 1772ع) تي وفات ڪري ويو. ڪيس پنهنجي نهرايل محبوب شهر جي وچ ۾ دفن ڪيو ويو(11). ميان سرفراز هن جو پٽ، سندس جانشين بنجي وينو. پاڻ شوال 1188هه/ ڊسمبر 1774ع تائين، حيدرآباد ۾ رهي حڪومت ڪيائين. ان وچ ۾ احمد شاهه مري ويو ۽ تيمور شاهه ڪابل ۾ نئون حاڪم بنجي وينو. تيمور شاهه، ميان سرفراز کي خدا يار خاني خطاب سان گڏ "ديره جات" جا علائقا (ديره اسماعيل خان ۽ ديره غازي خان) پڻ هن جي سپرد ڪيا. هن گجرات ۽ ڪڇ ۾ سوڀون حاصل ڪيون. ڪامياب مهمن کان پوءِ موٽندي پارڪر جو رستو ڏئي، ميان سرفراز نئين تختگاهه يعني ته "خدا آباد ثاني" ۾ داخل ٿيو. هن باري ۾ هڪ همعصر مورخ مير علي شير قانع لکي ٿو ته :

"سر انجام، اوايل ماه شوال بخيريت و نصرت روبرو بشهر نو، الموسوم به - خدا آباد - تشريف ارزاني داشته اند" (12).

خدا داد خان، هڪ پوءِ جي تاريخدان، هن شهر کي غلطيءَ مان مرادياب خان جي نالي منسوب ڪيو آهي :-

"محمد مرادياب خان، ملقب به سر بلند خان، خاطر خود را از جميع انديشها تشفي داده خدا آباد نامي شهري آباد نموده، اورا دارلمملڪت قراداد"(13).

ايم ايچ، پنهور صاحب پڻ خداداد خان جي پيروي ڪئي آهي (14). پر جيئن اسان کي علي شير قانع ٻڌايو آهي (جيڪو هڪ همعصر مورخ هو)، ته هي شهر ميان سرفراز جي حڪمن هيٺ تعمير ٿيو ۽ پاڻ بيروني حملن ۾ سوڀارو ٿي، هن مرڪز ۾ شوال 1188هه/ ڊسمبر 1774ع ۾ داخل ٿيو. مرزا قليچ بيگ پڻ هن تاريخ جي تائيد ڪري ٿو(15). هي شهر موجوده هالا شهر کان اولهه ۾، ڏيڍ ميل کن پري تعمير ڪيو ويو هو. تختگاهه جي حيثيت ۾ هن شهر امن امان جو صرف هڪ سال ڏٺو. سرڪاري ۽ سياسي گڏجاڻين کان علاوه، ان هڪ سال ۾ هتي ادبي بينڪون به ٿيون، ته مذهبي مباحثا به ٿي گذريا. ڊاڪٽر دائود پوٽي هن شهر ۾ ميين عبدالرحيم

گرهوڙي ۽ ٻين مذهبي عالمن ۾، ٽيل هڪ مذهبي بحث جو ذڪر ڪيو آهي(16). وقت جو حاڪم ميان سرفراز پاڻ بہ هڪ اديب ۽ سنڌي توڙي فارسي ٻولين جو سنو شاعر هو. خدا آباد ۾ هن جي اردگرد ڪيئي شاعر اچي گڏ ٿيا هئا. جن پاڻ کي سنو شاعر ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان مقابلا پئي ڪيا. هتي ٽيل هڪ ادبي بينڪ ۾ مير علي شير قانع پاڻ کي شيوڪ رام عطارد کان بهتر شاعر ثابت ڪرڻ واسطي، پنهنجي سرپرست ۽ وقت جي حاڪم ميان سرفراز جي شان ۾ هڪ قصيدو پڙهيو هو. ان قصيدي جون ڪجهه سٽون هن ريت آهن :

شنيده شد کہ فضولي، بخود ستائيها
قدم ز مرتبہء خويش بيشتر بنهاد
بگفت: سخن نتوانند همچو من، گفتن
رجا و قانع و مداح و مومن و آزاد
بلي! زکوزه نزاود همان کہ اندر او
بمدح خود ذم احباب نيست شان سداد
کنيم فرض کہ آمد "عطارد" از گردون
مگر بهند چنين بار را ز حل بنهاد
قسم بخالق ارض و سما، کہ مشهور است
ز نسل هند بہ آل عبا، قديم عناد

هن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ميان سرفراز جي دربار ۾ شاعر شيوڪ رام عطارد ٻين همعصر شاعرن - محمد پناه رجا، غلام علي مداح، غلام علي مومن، بالچند آزاد ۽ مير علي شير قانع - کان پاڻ کي وڏو شاعر سمجهندو هو(17). حڪمران خاندان لاءِ بهرحال هي تختگاهہ نياڳو ثابت ٿيو. هن سڄي قيام کان صرف هڪ سال پوءِ، درباري سازشون شروع ٿي ويون. ان وقت جي ٻن با اثر قبيلن ليکي ۽ ميرن ٽالپرن ۾ ويڙهہ جو آغاز ٿي ويو. ميان سرفراز کي درباري سازشن ۽ گهرو ويڙهہ تي ضابطو رکڻ جو تجربو نہ هو. نتيجو هي نڪتو جو رڳو ميان صاحب پاڻ نہ مُئو، پر

ان سان گڏ هن خاندان جي حڪومت جو پڻ خاتمو ٿي ويو.

راڄو ليڪيءَ جي پڙڪائڻ تي آخرڪار جمادي الثاني 1189هه/ آگسٽ 1775ع ۾، مير بهرام ۽ سندس پٽ مير صوبدار ڪورٽ ۾ مارجي ويو. ٽالپرن موٽ ۾ محلات تي حملو ڪيو ۽ ميان سرفراز پڄي اچي حيدرآباد کان نڪتو. سندس ننڍي ڀاءُ محمود کي حاڪم بنايو ويو. مير بجار ولد مير بهرام جي غير موجودگيءَ ۾ (جيڪو ان وقت حج پڙهڻ ويو هو)، هي واقعا ٿي گذريا. ليڪن جڏهن مير صاحب سنڌ موٽي آيو، تڏهن طاقت جو اصل سرچشمو تاجو ليڪي بنجي چڪو هو. جو نه راڄو ليڪي هاڻي هن دنيا ۾ نه رهيو هو.

ستت محمود کي هٽائي ميان غلام نبيءَ کي سنڌ جو حاڪم بنايو ويو. جلد پوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو لشڪر شهدادپور جي پرسان لانياريءَ وٽ هڪ ٻئي جي سامهون ٿيو. خيرخواهن وچ ۾ پئي جنگ کي ٽاريو، ليڪن ميان غلام نبي خود پنهنجي سپاهين هٿان مارجي ويو. هي واقعو 1190هه/ 1776ع ۾ ٿي گذريو. ان کان پوءِ ميان عبدالنبيءَ جي چرچ تي حيدرآباد جي قلعي ۾، چار ٻيا شهزادا به قتل ڪيا ويا. انهن ۾ ميان سرفراز، سندس پٽ محمد خان، هن جي ڀاءُ محمود خان ۽ چاچي عطر خان جا نالا اچن ٿا. هي قتل عام 1191هه/1777ع ۾ ٿي گذريو.

عبدالغني ڪلهوڙو سنڌ جو نئون حاڪم بنجي وينو. هن سن 1194هه/ 1780ع تائين امن امان سان حڪومت ڪئي. ٽن سالن کان پوءِ وري درباري سازشون شروع ٿي ويون. هاڻي مير بجار کي قتل ڪيو ويو. هڪ ڀيرو وري حاڪم کي خدا آباد مان ڀڄڻو پيو. مدد خان سندس مدد ۾ سنڌ پهتو، ليڪن ڪيس خاص ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهي. هن موقعي تي پاڙيسري رياست بهاولپور دخل ڏنو ۽ سنڌ جي ڪلهوڙا حاڪم ۽ ٽالپرن ۾ معاهدو ٿي ويو. سازشون پوءِ به جاري رهيون. نتيجي ۾ مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان، سن 1196هه/1781ع ۾ دربار ۾ مارجي ويا. هي سڀ

واقعا "خداآباد ثاني" کي ڏسڻا پيا. آخرڪار ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ سن 1198ھ/ 1782ع ۾، هالاڻيءَ جي ميدان تي فيصلہ ڪن معرڪو ٿيو. نتيجي ۾ ڪلهوڙن جي راڄ جي پڄاڻي ٿي ۽ سنڌ تي ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي (18).

## ڪلهوڙن کان پوءِ خدا آباد جون حالتون:

مير فتح علي خان سنڌ ۾ ٽالپرن جو پهريون حاڪم ٿيو، جنهن سن 1204ھ/ 1789ع تائين "خدا آباد ثاني" ۾ پنهنجو تختگاھ قائم رکيو(19). موجوده دور ۾ اتي ڪلهوڙن جو ڪوبہ آثار ڪونهي. جيڪي بہ ٿورا گهڻا آثار بچيا آهن، انهن جو تعلق ٽالپرن جي دور سان آهي. بچي ويل تاريخي اهڃاڻ بہ هاڻي نهايت خراب حالت ۾ آهن.

هتي موجود اڪيلو ۽ نمايان مقبرو مير فتح علي خان ٽالپر جو آهي. مير صاحب 1217ھ/ 1802ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪري ويو. هن جو پٽ مير صوبيدار خان (وفات: 1262ھ/ 1846ع) ۽ مير محمد علي ٽالپر (ولد مير صوبيدار خان)، جنهن 1278ھ/ 1862ع ۾ وفات ڪئي، اهي پڻ هن مقبري ۾ پوريل آهن. ٽالپر خاندان جو ٻيو حڪمران مير غلام علي ٽالپر (وفات: 1227ھ/ 1811ع) بہ هن قبي ۾ دفن آهي. هن مقبري ۾ موجوده پنجين قبر بابت خاطري ڪانهي. معلوم ٿئي ٿو تہ اها قبر هڪ عورت جي آهي. جنهن سن 1264ھ/1848ع ۾ وفات ڪئي هئي.

مقبري جي اوڀر ۾ ٻہ چوڪنديون آهي. جن ۾ گهڻيون قبرون ڏسجن ٿيون، انهن ۾ بہ قبرون مير بهرام (وفات:1242ھ/1826ع) ۽ مير بجار (وفات: 1220ھ/1805ع) جون آهن.

چوڪندين جي اتر ۾ هڪ وڏي تجر اڄ بہ ڏسڻ جهڙي آهي. گهڻي خاطري آهي تہ هي تجر مائي خيريءَ جي آهي، جيڪا مير فتح علي ٽالپر جي والده هئي.

مقبري جي اولهہ-ڏکڻ ۾ ڪجهہ وکن تي، سنڌي تعمير جو هڪ عمدو نمونو، اڄ بہ مسجد جي صورت ۾ موجود آهي. هي

مسجد هالاڻي شهر ۾ قائم مسجد محراب وانگر نهيل آهي. روايت آهي تہ خدا آباد جي هي مسجد، مائي خيريءَ جي هدايت تحت سن 1244هه/1799ع ۾ تعمير ٿي هئي.

مسجد جي اتر-اولهہ ۾ ڪجهہ مکيہ ماڻهو دفن ٿيل آهن. اصفهان جو سيد عبدالهادي ابتدا ۾ مدارس ويو ۽ پوءِ ميان نور محمد جي دور ۾ سنڌ پهتو. پاڻ سن 1193هه/1779ع ۾ وفات ٿيو ۽ هتي دفن ٿيو. سندس پٽ ابراهيم شاهہ بہ هن جي پهلوءَ ۾ دفن ٿيل آهي.

مسجد جي اولهہ ۾ هڪ چوڪنڊي آهي. جنهن ۾ مير تاج محمد دفن ٿيل آهي. جيڪو غالبن 1212هه/1797ع ۾ وفات ڪري ويو هو. ساڳي ايراضيءَ ۾ بہ وڏيڪ چوڪنڊيون آهن. انهن مان هڪ چوڪنڊيءَ ۾ مير بهرام ۽ سندس پٽ مير صوبيدار ابدي ننڊ ستل آهن؛ جن کي ميان سرفراز جي دربار ۾ سن 1189هه/1775ع ۾ قتل ڪيو ويو هو. هتي هڪ قبر مير بجار جي آهي، جنهن کي هن شهر ۾ ميان عبدالنبيءَ جي دور ۾، سن 1194هه/1780ع ۾ قتل ڪيو ويو هو. مقامي روايتن موجب هنن آثارن کان اتر طرف، ڪجهہ وکن تي ڪنهن وقت ۾ مائي گلان ۽ ميان سرفراز جون ماڙيون موجود هيون(20). تازو مون خدا آباد وڃي هنن آثارن کي ڏٺو ۽ مشاهدو ڪيو. هتي موجود اڪيلو مقبرو، هڪ تجر، هڪ مسجد ۽ ڪجهہ چوڪنڊيون - اڄ بہ پنهنجي شاندار ماضيءَ جي ساک پري رهيون آهن. گهڻو ڪري هي سڀ آثار ختم ٿي چڪا آهن. انهن تي لڳل ڪاشيءَ جون خوبصورت سرون پڃي پُري پيون آهن، پڪيون تعميرات ڀڃي ڍير ٿي ويون آهن ۽ مکيہ مقبري وارو ڪوٽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري پيو آهي، جيڪڏهن هي صورتحال ڪجهہ وقت بہ جاري رهي، تہ پوءِ ڪوبہ تاريخي اهڃاڻ سلامت نہ رهندو!

## حوالا ۽ حاشيا

1. منهنجو مقالو: "ڪلهوڙا ڪڏهن ۽ ڪيئن حڪومت ۾ آيا؟" ڪتاب "مقالا" سنڌي ادبي بورڊ سال 1988ع.
2. منهنجو مقالو: "ڪلهوڙن جا تختگاهہ" سہ ماهي "مهراڻ" نمبر 2-3، سال 1983ع.

3. هيگ: "دي اندس ڊيلٽا ڪنٽري" مختلف صفحا، نئون ڇاپو، اندس پبليڪشن ڪراچي 1972ع.
4. ايس. معين الحق: "خافي خانس هسٽري آف عالمگير" ص ص 456_57، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي ڪراچي 1975ع.
5. مير علي شير قانع: "تحفت الڪرام" سنڌي ڇاپو، ص 261، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ، سال 1976ع.
6. ساڳيو ڪتاب، ص 262.
7. وليم فلور: "دي ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني اينڊ ديول سنڌ"، ص 62، ۽ ص 85 نوٽ 94، انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل اينڊ ويسٽ ايشن اسٽڊيز، ڪراچي يونيورسٽي 1994ع.
8. منهنجو مقالو: "تختگاه الهہ آباد جي تلاش" ، ٽہ ماهي " مهراڻ " نمبر 3، سال 1989ع.
9. ٽماهي "مهراڻ" جو خزان (1955ع) وارو پرچو.
10. "اي هسٽري آف سنڌ" ص 142، نئون ڇاپو، سنڌ ڪلاسڪز ڪراچي ، سال 1982ع؛ قديم سنڌ، ص 19، سنڌي ادبي بورڊ ، 1981ع.
11. مرزا قليچ بيگ: "اي هسٽري آف سنڌ" ص ، 164.
12. مير علي شير قانع: "تحفة الڪرام" ايڊٽ: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ 1971ع، ص ص 466_67.
-- هي مواد ڪتاب جي سنڌي توڙي اردو ڇاپن ۾ ڪونهي.
13. خدا داد خان: "لب تاريخ سنڌ" ايڊٽ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص ص 1_130، سنڌي ادبي بورڊ 1959ع.
14. ايم. ايچ . پنهور: "سورس مٽيريئل آن سنڌ"، ص 478، سنڌ الاجي 1977ع.
15. "اي هسٽري آف سنڌ" ، ص ص 164-65ع، سنڌ ڪلاسڪز ڪراچي، سال 1982ع.
- البتہ ساڳئي مصنف پنهنجي ٻئي ڪتاب (قديم سنڌ ، ص 250) ۾ هن واقعي جو سال 1186هہ/ 1772ع ڏنو آهي، جيڪو غلط آهي. ٻيا

مصنف جهڙوڪ پيرومل مهر چند آڏواڻي (سنڌ جو سيلاني، ص 148، حيدرآباد 1923ع)؛ محبوب علي چنا (ٽماهي مهراڻ، خزان وارو پرچو، سال 1955ع) ۽ مولائي شيدائي (جنت السنڌ، ص 540) - خدا آباد پراڻي ۽ خداآباد نئين بابت لکندي، گهڻو مونجهاري جو شڪار ڏسجن ٿا. اهي "خدا آباد ثاني" جي تعمير جو سال 1186ھ/ 1772ع ڏين ٿا، جو تاريخي طور تي درست ڪونهي.

16. ڊاڪٽر دائود پوٽو : "ڪلام گرهوڙي"، مقدمو ص ص 20_17، سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي 1956ع.
- ڪجهه لکندڙن اهو بہ خيال ڏيکاريو آهي تہ شاهہ لطيف ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙو هن شهر ۾ مليا هئا، پر اهو هڪ گمان آهي ۽ تاريخ ان جي پنيرائي نٿي ڪري. هي ٻئي همعصر خاطريءَ سان خدا آباد پراڻي (اول) ۾ مليا هئا.
17. سيد حسام الدين راشدي: "مثنويات و قصائد قانع"، مقدمو ص ص 30_29، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1961ع.
18. غلام رسول مهر: "تاريخ ڪلهوڙا" جلد ٻيون، باب ائين ڪان ويهين تائين، اردو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ، 1968ع.
19. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "حيدرآباد" ٽماهي "مهراڻ" نمبر 1، 1962ع.
20. هن خداآباد جي آثارن بابت، هي سمورا تفصيل محبوب علي چنا مرحوم جي مقالي تان شڪريي سان ڪنيل آهن (خداآباد ثالث، ٽماهي "مهراڻ" خزان وارو پرچو، سال 1955ع).

ليکڪ: اي . ڊبليو هيوز:
سنڌيڪار: حُسين بادشاهه

# سنڌ گزيٽئر (هيوز) ۾ هالا جو ذڪر

## هالا

هالا حيدرآباد ڪليڪٽوريٽ جي نوشهرو ڊپٽي ڪلڪيٽوريٽ، ٽنڊو ۽ حيدراباد جي دوآبي واري علائقن وچ ۾ ڦهليل وڏي ۾ وڏي ڊويزن يا ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ آهي. هن جي اُتر ۾ نوشهرو ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ جو تعلقو سڪرنڊ، ڏکڻ ۾ حيدرآباد تعلقو، ۽ ٽنڊي ضلعي جو حصو ۽ اوڀر ۾ ٿرپارڪر ضلعو ۽ اولهه ۾ سنڌو درياهه آهي. هالا جي اُتر کان ڏکڻ تائين ڊيگهه شايد انونجاهه ميل، ۽ اوڀر کان اولهه تائين ڊيگهه ستونجاهه ميل آهي. ڊپٽي ڪليڪٽر جي ڪاتي موجب سڄي ضلعي جو علائقو 2500 چورس ميلن تي ڦهليل آهي، پر سنڌ سروي ڪاتي موجب 2558 چورس ميل آهي. هالا چئن تعلقن - هالا، ٽنڊوالهيار، شهدادپور ۽ ميرپورخاص - ۾ ورهايل آهي، ۽ جنهن جي ڪل آبادي 216139 ماڻهن تي مشتمل آهي.

هي ضلعو سنڌ جي بين علائقن جيان سنڌو درياهه سان لڳ واقع آهي. ۽ هتي جي زمين تراڪڙي، لٽاسي آهي. هتي ڪوبه جبل نه آهي. زراعت گهڻو بوڏ جي پاڻيءَ تي ٿئي ٿي. زراعت سنڌوءَ مان نارن وسيلي چڪي آندل پاڻيءَ تي ڪئي وڃي ٿي، جڏهن ته ڪجهه علائقو درياهي بوڏ تي پڻ آباد ٿئي ٿو. هتي ڪيترائي ننڍا وڏا ٻيلا به آهن، ۽ واهن ڪڙين ڪسين جي ڪنارن تي چڱي انگ ۾ وڻ پوکيل آهي. هن ڊويزن جي گهڻي زمين واريا سي ۽ ڪڙمت جوڳي نه آهي، جنهن ۾ جهنگ جي ٻوڙن سان ڍڪيل زمين به شامل آهي ۽ اها ساڳي صورتحال ميرپورخاص تعلقي سان پڻ آهي، جنهن جو سرحدون ٿرپارڪر ضلعي سان لڳن

ٿيون. هالا ۾ سنڌو درياهہ مان نڪرندڙ گهارا يا شاخون چار آهن، جن ۾ راڻا، پاڻوٽ، محمودا ۽ ڳاهوٽ شامل آهن.

هالا ضلعي جي آبهوا، ڪنهن بہ حالت ۾ حيدرآباد ڪليڪٽوريٽ کان جدا ڏسڻ ۾ نٿي اچي. هتي رڳو ٻہ موسمون، گرمي ۽ سيارو شمار ۾ اچن ٿيون. گرمسون اپريل کان شروع ٿي نومبر ۾ پڄاڻي کي پهچن ٿيون. جڏهن تہ رهيل حصي کي سيارو چيو وڃي ٿو. هالا ۾ عام طور تي گرميءَ جو درجو نوي ڊگريون ۽ روزانو گهٽ ۾ گهٽ اوڻهتر ڊگريون رهي ٿو. هتي ساليانو پنجن کان ڇهن انچن تائين برسات وسي ٿي. جڏهن تہ ٻوڏ واري موسم ۾، خاص ڪري آڪٽوبر ڊسمبر ۾، ماڻهو هلڪي ٻري (ٽپ) ۾ ورتل هوندا آهن. هتي 1865ع ۾ ڪالرا مُنهن ڪڍيو هو ۽ تازو هاڻي ٻيهر 1869ع ۾ ڪالرا جا مريض پڻ ڏٺا ويا آهن.

هالا جو سڄو ضلعو ميداني علائقي تي مشتمل آهي، پر ڪٿي ڪٿي زمين ڪلراٺي ۽ لوڙياٺي بہ آهي، جڏهن تہ اڪثر زمين لٽياسي يا وارياسي آهي. هتي زمين جا چار قسم ليکيا وڃن ٿا: ڊسڙ، پڪي، وارياسي، ۽ ڪلراٺي.

هالا ضلعي جي جانورن ۾ لومڙ، گدڙ، بگهڙ، سوئر ۽ ڦاڙها آهن. جڏهن تہ پکين ۾ آڙيون، بدڪون، پاريهل، ڪبوتر، ڪوئل، ڪانو، ڪٻرون، ۽ چٻون شامل آهن. نانگن جا انيڪ قسم تہ جتي ڪٿي ڏسڻ ۾ پيا ايندا. جڏهن تہ گهريلو جانورن ۾ گهوڙو، اُٺ، ڏڳو، گڏهہ، مينهن، رڍ ۽ ٻڪري شامل آهي.

هالا ضلعي جي پيداوار ۾ جوار، ٻاجهري، ڪپهہ شامل آهي. جڏهن تہ ڪڻڪ، مڪئي، تماڪ، اناج، چانور، ڄامبو، ڪمند، مٽر ۽ سرهن پڻ گهٽي ٻکيڙ ۾ پوکي وڃي ٿي.

هالا ضلعي ۾ ٻيلن ۾ جکري، منياري، سيڪاٽ، ڪيبراٽي، خانوٽ، راڻو، نور ڪيٽي، پاڻوٽ، ڪيٽي شامل آهن. جنهن ۾ ٻٻر، ديويون، نم، ٻيريون، گهٽيون ٿين. ٻيلي کاتي موجب هالا ضلعي

جي چاليهه چورس ميلن تي ٻيلا پکڙيل آهن. هتي ٻٻر ٻه سنو ٿئي ٿو، جيڪو ٻاڦ تي هلندڙ ٻيڙن ۾ استعمال ٿئي ٿو. اُهو ڪاٺ واڍڪي ڪم ۾ ڪارائتو آهي. هن جو چوڏو، لاک ۽ پن رنگائي ڪم ۾ ڪم اچن، ۽ ٿاريون جانورن جي چاري ۾ واپرائجن ٿيون.

واهن يا ڍنڍن مان ڄرڪو، ڪڳو، گوج مڇيون ماريون وڃن ٿيون. هتان گهٽي انگ ۾ مڇي ماري وڃي ٿي، ڍنڍن ۾ ڏکُر، ڳاهوٺ، ڪولاب محمودا، ڍنڍ ڪيبراٽي، ڪُن دارو (يا ڪندو) ڏٻا شامل آهي، جڏهن ته سنڌو درياهه مان پلو ماريو وڃي ٿو.

هتي جي ماڻهن جا ويس وڳا، سنڌ جي اڪثر علائقن جي ماڻهن، خاص ڪري وچولي سنڌ جي ماڻهن جهڙا آهن. مسلمان پٽڪو، سُٿڻ ۽ پهراڻ گهڻو پائين ٿا. جڏهن ته هندو پڳڙي، انگرکو ۽ ڌوتي پائين ٿا.

هالا ضلعي ۾ ٿيندڙ ڏوهن ۾ گهڻو ڪري مال جي چوري ۽ ڪاٺ هٽڻ شامل آهي. 1872ع کان 1874ع تائين ٽن سالن دوران ڪُل ايڪيهه ماڻهو - عورتون توڙي مرد - قتل ڪيا ويا. جڏهن ته 928 ماڻهو زخمي ٿيا. چوريون هڪ هزار ٿيون، جن ۾ گهڻو ڪري مال جي چوري شامل آهي. ڪاٺ جون وارداتون 256 ٿيون ۽ ڦرون پنج ٿيون، جڏهن ته ٻيا ڏوهه 1786 ٿيا.

ضلعي جو محصول ۽ عدالتي نظام سنڌ جي ٻين ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ جيان ساڳيو آهي. ڊپٽي ڪليڪٽر کي مڪمل طور تي محصول ۽ مئجسٽريٽ جون ذميواريون عطا ٿيل آهن. هالا جي چئن تعلقن جا مختيار ڪار هن جي ما تحت آهن. اُهي مقامي محصول آفيسر آهن. جن کي هڪ سو کان ٻه سو روپيا ماهوار پگهار ڏني وڃي ٿي ۽ ڇهه منشي توڙي پٽيوالا ٻه رکيل آهن، جيڪي ضلعي مان سرڪاري وصوليون ڪن ٿا. مليل اختيارين هيٺ پنهنجي حد ۾ مئجسٽريٽ جو ذميواريون نڀائين ٿا. مختيارڪار جي ماتحت هر تپي تي هڪ تپيدار مقرر ٿيل آهي، جن جو انگ چوويهه آهي. تپيدارن جي ماهوار پگهار پندرنهن کان ويهه

روپيا آهي.

هالا، سعيد آباد، مٽياري، شهدادپور، ٽنڊو الهيار، ٽنڊو آدم، نصرپور، ميرپور ۽ گورچاڻي ۾ ڊڪ به آهن، جيڪي ڊڪ منشي جي هٿ وس آهي. اُهي مئجسٽريٽ جي اختيارن وارن آفيسرن هيٺ ڪم ڪن ٿا.

سڄي هالا ضلعي ۾ هڪڙي سول ڪورٽ آهي. جنهن جو هيڊ ڪوارٽر هالا شهر ۾ قائم آهي. ڪورٽ ۾ مقامي ماتحت جج مقرر ٿيل آهي، جنهن کي اڳي منصف چئبو هو. هالا ضلعي ۾ مقرر ڪيل پوليس جو انگ 164 آهي، اهڙي ريت 1029 ماڻهن پويان هڪڙو هٿيار بند پوليس وارو مقرر ٿيل آهي ۽ ٽيتاليهه گهوڙي سوار آهن. هٿيار بند ۽ بغير هٿيار بند چوهتر سپاهي آهن، ۽ ميونسپل پوليس ستيتاليهه ڄڻن تي مشتمل آهي.

هالا ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ مان اُڳڙجنڊڙ محصول گهٽو ڪري ڊل، آبڪاري، شراب ۽ آفيم، اسٽيمپ، لوڻ، ٽپال گهر، آمدني ۽ سرٽيفڪيٽ ٽيڪس، ڏنڊ ۽ رجسٽريشن فيس مان وصولي ٿئي ٿو. 1873_74ع دوران وصول ٿيل آمدني 369704 رپيا هئي.

هالا ضلعي ۾ نوَ ميونسپل ادارا آهن. سڀ کان پهرين ٽنڊوالهيار ۾ 1856ع ۾ ميونسپل قائم ڪئي وئي. ميونسپلن جي محصول جي وصولي گهٽو ڪري: در آمدي مال، لائسنس، ڊڪ، ڏنڊ وغيره مان ٿئي ٿي. وصول ٿيل پئسو گهٽو ڪري پوليس، عوامي ڀلائي جي ڪمن، اسڪالرشپ، ۽ تعليمي ادارن کي ڏنو وڃي ٿو. ميونسپالٽين ۾ ٽنڊوالهيار (جولاءِ 1856ع)، نصرپور (1860ع)، ٽنڊو آدم (جنوري 1860ع) ، هالا (پهرين مئي 1860ع)، ميرپور (ڏهه آڪٽوبر 1860ع)، گهوٽاڻو (پهرين ڊسمبر 1860ع)، مٽياري (ڏهه آڪٽوبر 1868ع)، شهدادپور ( ڏهه آڪٽوبر 1868ع) ۽ ڪوڪر (1872ع) شامل آهن.

سڄي هالا ضلعي ۾ رڳو ٻه ڊسپينسريون آهن، جن ۾

1860ع ۾ جڙندڙ هالا، ۽ ٻي 1862ع ۾ ٺهندڙ ٽنڊوالهيار شامل آهي. اهي ٻئي ادارا حڪومت جي صحت کاتي جي ما تحت آفيسرن جي انتظام هيٺ آهن، ۽ انهن ادارن جو سنڌ جي اسپتالن جو ڊپٽي سرجن جنرل سال ۾ هڪ ڀيرو دورو ڪندو آهي.

هالا ڊسپينسري ۾، 1874ع ۾ سراسري طور روز ٻن مريضن کي علاج لاءِ داخل ڪيو ويندو هو ۽ ويهن مريضن جو علاج ڪري سين گهر پيڙو ڪبو هو. جڏهن ته ٽنڊوالهيار ڊسپينسري ۾ ساڳئي سال روز ٻن مريضن کي داخل ڪبو هو ۽ سترهن جو علاج ڪيو ويندو هو.

1865ع ۽ 1869ع ۾ هن ڊويزن ۾ ڪالرا جا ڪجهه ڪيس ٿيا. سياري ۾ پيڙ ٻري جو قسم ۽ گرميءَ ۾ چمڙيءَ جو بيماريون عام ڏسجن ٿيون.

سڄي ضلعي ۾ ڪوبه جيل نه آهي، پر هر هڪ مختيارڪار جي هيڊ ڪوارٽر اسٽيشن واري شهر ۾ لاڪ اپ يا ماتحت ٿاڻا قائم آهن، جتي عدالتن ۾ پيش نه ٿي سگهندڙ ملزمن کي عارضي طور تي قيد ڪبو آهي، ۽ اُتي مهيني جي ٿ ا ڪاڏل ڏوهارين کي قيد ڪيو ويندو آهي ..... ويهه سرڪاري اسڪول موجود آهن، جنهن ۾ 840 شاگرد پڙهندڙ آهن. مقامي ٻولين جا يارهن اسڪول آهن، جن ۾ 120 استاد تعليم ڏين ٿا.

هالا ضلعي ۾ زرعي موسمون: خريف، ربي، ۽ پيشراس جي نالي سان مشهور آهن، انهن ۾ مختلف فصل ڪاهيا ويندا آهن، جن ۾ جوار، ٻاجهري، تر، چانور، ڪپهه، چٽا، تماڪ، ڇانهيون، هنداڻا، ڪٽڪ، مڪئي، ڄاميو، مٽر، چٽا، بصر، ڪمند ۽ پنگ شامل آهي ..... در آمد ۽ بر آمد گهٽو ڪري زراعت ۽ واپار سان جڙيل آهي. د، آمد ٿيندڙ شين ۾ جوار، ٻاجهري، ڪپهه ۽ تر شامل آهن، جنهن جي قيمت ساليانو ٻارهن لک روپيا آهي. ٻين برآمد ٿيندڙ شين ۾ ريشم، ڪپڙو ۽ عاج سامل آهن. در آمد ٿيندڙ شين ۾ چانور، ڄاميو، عاج، مٽيءَ جا ٿانوَ، گُڙ، ڪنڊ، گيهه، ڪجيون ۽ ڪپڙو

شامل آهن.

هالا ضلعي جي نهيل مکيہ شي سوسي يا کيس آهي، جيڪا ساليانو ڇهن هزار روپيين جي ناهي وجي ٿي. اُها سُٽڻ، قميص ۽ پهراڻ ۾ واپرائجي ٿي، سوسي يا کيس گهڻو ڪري هالا نئون ۽ نصرپور ۾ جڙي ٿي، پر سُٺي سوسي نصرپور ۾ ٺهي ٿي. هالا ضلعو ڪجھ ٻين اهم ٺهندڙ شين ڪري بہ گهڻو مشهور آهي، جن ۾ ڪاشيءَ جا ٿانوَ، چوڪا، پاٽيون، پليٽون، گهگهيون، جنڊيءَ جو ڪم، گلدان، ۽ ٻيون شيون شامل آهن. هتي اها ڳالھ بہ ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ ڪراچي ۾ ڊسمبر 1869ع ۾ منعقد ٿيندڙ صنعتي نمائش ۾ هالا جي پورهيتن کي پنهنجي ٺاهيل شين تي جهجها انعام مليا هئا.

هالا ضلعي ۾ مختلف وقتن ۽ جڳهين تي ساليانو ٻاويھ ميلا لڳن ٿا، جن مان ڪجھ ڇھ ماهي، ڪي ساليانا تہ ڪي ماهوار بہ آهن. لڳندڙ ميلن ۾ اَڏيرو لعل، مخدوم نوح، شاھ عبداللطيف ڀٽائي، پير بلالي، رڪن شاھ، هاشم شاھ، شيخ طاهر، نوح هوٿياڻي، قائمن شاھ، محمد شاھ، پير فيروز شاھ، مشائخ هوٿي، پير ڪينسرو، شيخ موسو ۽ پير وهيو شامل آهن.

ضلعي ۾ رڳو ڇھ سو ميلن تي رستا ٺهيل آهن، پر منجهائن هڪڙو بہ پڪو يا ڏامر وارو رستو نہ آهي، انهن مان ڪجھ رستن تي پليون بہ ٺهيل آهن ...... هتي پنج مکيہ آفيسون ۽ بہ ذيلي آفيسون آهن، جيڪي هالا، ٽنڊو آدم، گدو بندر ۽ ٽنڊوالهيار ۾ قائم آهن. ٽپالي خطن پٽن کي هالا کان شهدادپور ۽ هالا کان مانجهند تائين، هالا کان ٽنڊوآدم ۽ مٽياري کان شيخ طاهر تائين سنڌو درياھ وسيلي ٻيڙين يا پيادا پهچائين ٿا. هوڏانهن ڪيبراٽي، ڪامل لغاري، لانڊي ڪيسانو، لانڊي خاناھ، جمن ٽيهو ۽ ميون وهيو ۾ ڏر مشالا ٺهيل آهن. هوڏانهن هالا ڪليڪٽوريٽ ۾ سترهن پتڻ آهن، جيڪي سرفراز واھ، نصير واھ، سانگرو واھ، گهلو واھ، گنج بحر، شاھ واھ ۽ لوهاڻو تي ٺهيل آهن ......

سرڪاري اليڪٽرڪ ٽيليگراف لائين حيدرآباد کان عمرڪوٽ ويندڙ ٽنڊوآدم وسيلي ۽ وري ٻيهر حيدرآباد کان روهڙي ڏکڻ کان اتر تائين، هالا ضلعي جي ڏاکڻي حصي مان لنگهي ٿي، پر هالا ضلعي ۾ ڪنهن بہ هنڌ ٽيليگراف اسٽيشن نہ آهي.

هن ڊويزن ۾ ڪيترين ئي اهم تاريخي جاين، پنهنجي انفرادي قدامت جي خيال کان، يا تعميراتي اڏاوت جي خوبيءَ ڪارڻ ڌيان ڏيڻ جوڳيون آهن. انهن ۾ سڀ کان آڳاٽو قديم ماڳ برهمڻ آباد آهي. هالا کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي خدا آباد جو شهر آهي، جيڪو ڪنهن دور ۾ ٽالپر ۽ ڪلهوڙا حڪمرانن جو وٽندڙ شهر هو. گڏو گڏ هتي تراڪڙي سنئين پٽ تي ڪيترائي قبا ۽ مزارون پڻ نهيل آهن. ٿارنٽن موجب اهو اٽڪل سٺ سال اڳي ڏاڍو وڏو شهر هوندو هو، جيڪو حيدرآباد جي پکيڙ ۽ آبادي کان بہ ٻيڻو هو، پر وقت جا هاڃا، جو 1844ع تائين اُتي ڪوبہ ماڻهو رهندڙ نہ هو. اُتي فتح علي خان جو مقبرو ڌيان جوڳو آهي. جيڪو سُنيءَ حالت ۾ آهي. چيو وڃي ٿو تہ اهو هڪ سو سال اڳ نهرايو ويو هو. مقبري جي پيڙهہ پٿريلي آهي، پر اوساري پڪين سرن جي ڪنيل آهي. هالا تعلقي ۾ اڏيرو لعل ۾ هڪ مقبرو آهي، جتي ساليانو هندوئن جا ڪيترائي ميلا لڳن ٿا. تنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ اهو پنج سو سال پراڻو آهي. اهو هينئر بہ سنيءَ حالت ۾ آهي. ٽنڊوالهيار ۾ ڪامڙو جي ماڳ تي چار مقبرا آهن، جن مان ٻہ پير محمد اشرف جي نالي پويان سڏجن ٿا، جيڪي چاليهہ سال اڳ جوڙايا ويا هئا. جڏهن تہ ٻيا بہ مقبرا پاڪ سنگهار جا آهن، ۽ پائنجي ٿو تہ ٻاونجاهہ سال اڳ کڙا ڪيا ويا هئا. مقبرن جي پيڙهہ پٿر جي آهي، ۽ باقي اوساري پڪين سرن سان ڪنيل ۽ منجهس چٽسالي جو ڪم ٿيل آهي. اهي سنيءَ حالت ۾ آهن ٽنڊي الهيار تعلقي ۾ ميون وهيو جو مقبرو پڻ آهي، جيڪو سٺ سال اڳ نهرايو ويو هو ۽ اڃان سني حالت ۾ آهي. ٻين مقبرن جيان ان ۾ پڻ پڪيون سرون ۽ پيڙهہ پٿر جي استعمال ڪيل آهي.

هالا ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ جي هالا تعلقي ۾ ڇهہ تپا، ۽ ستر

ڳوٺ شامل آهن، جنهن جي ايراضي 524 چورس ميل آهي، ۽ آبادي 78237 ماڻهن تي مشتمل آهي. اُتان 74_1873ع دوران 134674 روپيا سرڪاري محصول وصول ٿيو.

## هالا پراڻو

هالا پراڻو، هالا تعلقي جو شهر آهي، جيڪو نئين هالا کان اُتر ۾ ٻه ميل پري، وڏي ڍنڍ جي ڪناري تي واقع آهي. شهر کي رڳو نئين هالا ۽ ڪاٺوٺ جو رستو آهي. اُتي تپيدار جو هيڊ ڪوارٽر اسٽيشن ۽ هڪڙو سرڪاري ورنيڪيولر اسڪول به قائم آهي. شهر جي آبادي - مسلمان توڙي هندو - 2467 ماڻهن تي ٻڌل آهي. آبادي ۾ ميمڻ، گراڻا، شاهاڻي، هالاري، لوهاڻا، سيهلاس ۽ کتري شامل آهن، جن جو ڌنڌو گهڻو ڪري زراعت آهي. هن شهر بابت چيو وڃي ٿو، ته اهو سنڌ تي سمن جي حڪمرانيءَ دوران 1422ع (800 هجري) ۾ ٺهيو هو، پر پوءِ سنڌو درياهه پائڻ ڪري 1800ع ۾ ڦٽي ويو.

## هالا نئون

هالا نئون، جنهن کي اڳ ۾ مرتضيٰ آباد چئبو هو، سو هالا تعلقي جو مکيه شهر آهي، ۽ 45،25 اُتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 28،68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. شهر پرسان علي گنج واهه وهي ٿو ۽ اهو حيدرآباد کان ڇٽيهه ميل مفاصلي تي واقع آهي.

هالا جا مختلف شهرن سان رابطي لاءِ ڪيترائي رستا ٺهيل آهن. اهو حيدرآباد کان روهڙي ڏانهن ويندڙ نيشنل هاءِ وي روڊ سميت گهوٽاڻا، پٽ شاهه، پراڻي هالا، اڏيرو لال، شهدادپور ۽ ٽنڊو آدم ڏانهن ويندڙ رستن سان ڳنڍيل آهي. شهر ۾ ڪيتريون ئي سرڪاري جڳهون: جيئن ڊپٽي ڪليڪٽر جو بنگلو، جنهن جي پرسان هڪڙو سهڻو باغ آهي. ماتحت جج جي دربار، مختيارڪار جو ديرو، هڪ ڊسپينسري، مسافر خانو، ڌرمشالا، گورنمينٽ ورنيوڪيلر ۽ ڇوڪرين جا اسڪول، ڊڪ ۽ پوليس لائين ٺهيل

آهن. هالا ۾ ميونسپالٽي پڻ آهي، جيڪا مئي 1860ع ۾ ٺهي هئي، هتان 74_1873ع ۾ حاصل ٿيندڙ ساليانو محصول 2756 روپيا رهيو. ۽ خرچ 2646 روپيا آيو. ڪُل آدمشماري 4096 ماڻهن تي مشتمل آهي، جن ۾ 2646 مسلمان ۽ 1234 هندو شامل آهن. هتي گهڻو ڪري ميمڻ برادري رهي ٿي. ماڻهن جو ڏنڌو گهڻو ڪري زراعت سان ڳنڍيل آهي. جڏهن تہ هندو، لوهاڻا ۽ ڀاپڙا واپاري آهن.

هالا ۾ رهندڙ مکيہ معزز ماڻهن ۾ مخدوم ۽ قاضي شامل آهن. تنهن مان ميان مخدوم امين محمد سيني ڪا وڏيڪ مشهور ۽ سکيہ آهي. هالا جو مکيہ واپار اناج جهڙوڪ: ٻاجهري، جوار، ڪڻڪ، گيهہ، ڪپهہ ۽ کنڊ آهي. جنهن جي قيمت ساليانو اوڻيتاليهہ هزار ٿئي ٿي ...... هالا نئون ٽائون، ڪاشيءَ، ڪاڏيءَ ۽ جنڊي جي ڪم ڪري مشهور آهي. هتي جيڪي ڪاڏي پيتي ۾ واپرائيندڙ سُنا ٽانوَ ناهيا وجن ٿا، تن لاءِ مٽي سنڌو نديءَ مان ڪڍي وڃي ٿي.

نئون هالا مخدوم مير محمد 1800ع ۾ ٺهرايو هو، تنهن کان پوءِ پراڻا هالا ٺهيو، جيڪو هن کان رڳو ٻہ ميلن جي مفاصلي تي آهي، جنهن کي انهيءَ دور ۾ سنڌو درياهہ جي پاڻي جو جوکو هو ........ هتي جي قديم آثارن ۾ ٻہ مزارون ۽ هڪڙي مسجد شامل آهي، جيڪي مخدوم امين محمد جي ملڪيت آهن. اُهي مزارون مشهور بزرگ مخدوم نوح جي اعزاز ۾ ٺهرايون ويون، جيڪو 1505ع ۾ پيدا ٿيو، ۽ ستاسي سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو هو، هن جي عقيدت طور سال ۾ ٻہ پيرا مٿس ميلو لڳندو آهي، تہ سڄي سنڌ مان ماڻهو پير جي عقيدت ۾ اچي هتي ڪٺا ٿيندا آهن. چيو وڃي ٿو، تہ هن جي مزار سنڌو درياهہ جي پاڻي ڪري ٻہ پيرا هٽائي ناهي وئي، پر هاڻي سندس آخري آرام گاهہ نئين هالا ۾ قائم آهي، جتي ڪيس ٻيهر 1779ع ۾ ڍڪيو ويو. هن جي پيڙهہ جو پٽر مخدوم محمد زمان 1795ع ۾ رکيو هو، ۽ هڪڙو چبوترو ساڳي سال مير فتح علي خان ٽالپر ٺهرايو هو.

مقبري جي اُتر ۾ جيڪا مسجد آهي، سا مير ڪرم علي خان ٽالپر ٺهرائي هئي، ۽ مزار سان لاڳاپيل جايون اٽڪل 1810ع ۾

مخدوم پنيو لڏو طرفان ٺهرايون ويون هيون. جهرنڊڙ مزارن جي ڪجھ عرصو اڳ ٻه هزار روپين جي لاڳت سان مرمت ڪرائي وئي، جنهن مان اڌ رقم برطانوي حڪومت ادا ڪئي، ۽ باقي حصو مزار جي متولي امين محمد ادا ڪيو.

## ڀٽ شاهه

ڀٽ شاهه، هالا ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ جو شهر آهي، جيڪو هالا کان چار ميل اوپر ۾ واقع آهي. شهر رستن وسيلي ٽنڊي آدم ۽ هالا سان ڳنڍيل آهي. هتي ڪوبه سرڪاري آفيسر نٿو رهي. جڏهن ته ڀٽ شاهه جي ٽپيدار جو ديرو ڪنڊيو ۾ واقع آهي. شهر جي آبادي 1640 ماڻهن تي مشتمل آهي، پر هندو ۽ مسلمانن جي صحيح انگ جي ڄاڻ نه آهي. علائقي جي واپار ۾ گھڻو ڪري چانور، جوار، باجهري، ڪپھ ۽ گيهه شامل آهي. هن شهر جو مکيه معزز ماڻهو پير ميان الله بخش آهي. جنهن جي رهائش به هتي آهي. هتي ساليانو ميلو به لڳندو آهي، جنهن ۾ اٽڪل چار هزار ماڻهو شريڪ ٿين ٿا. اهو شاهه عبداللطيف جو شان آهي، جنهن هن شهر جو بنياد 1727ع ڌاري وڌو هو.

## گھوٽاٽا

گھوٽاٽا، هالا ضلعي جي هالا تعلقي جو هڪڙو ڳوٺ آهي، جيڪو گھارا محمود واهه لڳ ۽ هالا کان ڏکڻ ۾ رڳو چئن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي. هي هالا ۽ ٽنڊو آدم سان رستن وسيلي ڳنڍيل اهي. ـني ڪو به مکيه سرڪاري آفيسر نٿو رهي، ۽ نه ئي ان لاءِ ڪا سرڪاري جڳهه آهي، پوءِ به هتي پوليس لانڍي سميت هڪڙو ڌرم شالا پڻ آهي، جيڪو 1872ع ۾ جوڙايو ويو هو. ڳوٺ ۾ ميونسپالٽي آهي، جيڪا ڊسمبر 1860ع ۾ ٺهي هئي. هن علائقي مان 1873-74ع ۾ وصول ٿيندڙ محصول 1465 رپيا هو. ماڻهن جي آبادي 053 چڻن تي

مشتمل آهي، جنهن ۾ 553 مسلمان ۽ 341 هندو شامل آهن. شهر سنڌو درياهه کان رڳو ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي، اتي هڪڙو گودام آهي، جتي شڪارپور، ٽنڊو آدم، ٽنڊوالهيار وغيره شهرن کان پٽڻ وسيلي اينڌڙ اناج، ڪپهه، تيل، ۽ ٻيون شيون گڏ ڪيو وينديون آهن.

[هي مواد حسين بادشاه جي سهيڙيل ڪتاب "حيدرآباد جي تاريخ" (صفحو نمبر 348 کان 354 ۽ 357 کان 358 تائين) مان ورتو ويو آهي.]

اشتياق انصاري

# گلان جو ڪوٽ ۽ خدا آباد (ثاني)

گلان ڪوٽ جا آثار خدا آباد ثاني ۾ هئڻ ڪري اسان ان شهر جي باري ۾ مختلف محققن جي قلمي ڪاوشن جو ذڪر ڪنداسين، تہ خدا آباد جو باني ڪير هو. ان شهر جو بنياد ڪهڙي سال ۾ پيو. ان ڪانسواءِ ان جي تباهيءَ جا ڪارڻ معلوم ڪنداسين، آخر ۾ باقي بچيل آثارن جي هاڻوڪي صورتحال تي نظر وجهنداسين. ڪافي تاريخدان خدا آباد ثاني شهر جو پايو وجهڻ جي پڳ ميان سرفراز ڪلهوڙي تي رکن ٿا. ڪجهہ محقق وري ان راءِ سان متفق نہ آهن. انهن جو خيال آهي تہ ان شهر جو بنياد نور محمد ڪلهوڙي رکيو. ڪن هنئن تي خدا آباد جو باني ميان مراد ياب کي بڻايو ويو آهي. ڪي چاڻو هن شهر کي خدا آباد ثالث لکن ٿا.

تاريخ جي اڪثر ماهرن جو رايو آهي تہ ميان سرفراز 1188هہ ڊسمبر 1774ع ۾ هن شهر کي پنهنجو تختگاهہ بڻايو. ميان سرفراز جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙا حڪومت سنو نالو ڪمايو. ساڳئي وقت هن جي ڏينهن ۾ ئي ڪلهوڙا خاندان جي وچ ۾ ويڙهہ شروع ٿي. نتيجي ۾ ڪلهوڙن پنهنجو تخت وڃايو. سنڌ جا حاڪم ٽالپر ٿيا. هوڏانهن ڪافي محقق ميان سرفراز کي خدا آباد جو باني نٿا مڃين.

مرحوم دين محمد وفائي جو خيال آهي، تہ خدا آباد جو بنياد ميان نور محمد ڪلهوڙي وڌو هو. جيئن هن "لطف اللطيف" جي انين باب بعنوان "وقت جي ڪن ماڻهن جون مخالفتون" ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ: ميان نور محمد ڪلهوڙي هالن لڳ نئين خدا آباد وسائي. ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ هڪ خدا آباد جو

ذڪر ڪندي لکيو آهي، تہ خدا آباد ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو حڪومت ڪندو هو. پر هن ڪتي بہ ان خدا آباد جي جاگرافيائي هنڌ جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي. هو لکي ٿو: شاهہ جو تيون دشمن ميان نور محمد ڪلهوڙو (1718ع – 1753ع) هو، جيڪو سنڌ جو حاڪم ۽ ڪلهوڙن جو مهندار هو. ڪلهوڙا تن ڏينهن ۾ وڏي اوج تي رسيل هئا. منجهن پيري مريدي ٻئي هيون. سندن گاديءَ جو هنڌ خدا آباد هو، جيڪو تڏهن وڏو عاليشان شهر ليکيو هو.

پيرومل مهرچند ان شهر ڪي خدا آباد نئين سڏيندي لکيو آهي: خدا آباد جو شهر نون هالن کان ڏيڍ ميل پنڌ تي آهي ۽ ٽنڊي آدم جي اسٽيشن کان ساڍا اٺ ڪوهہ ڪن پري آهي. هيءُ شهرميان سرفراز خان ڪلهوڙي 1774ع ڌاري ٻڌايو هو. انهيءَ ڪان اڳ ڪلهوڙن جو تختگاهہ اهو خدا آباد جو شهر هو، جيڪو دادو پاسي آهي. علي محمد سيال، عطر خان ولد ميان نور محمد جي ڪتاب "نگيران سنڌ" ۾ ذڪر ڪيو آهي: چون پدرم بزرگوار خيال کرد کہ يکي ميانوالي نزده موريا (موره) تعمير کنند، شيخ نجيب کبير و افرمود کہ برو ولنڳ خداآباد نزديڪہ مخدومان ما هالہ کنده تعمير کنند کہ آن بهتر باشده. انهيءَ مان هي مطلب نڪري ٿو تہ: شيخ نجيب الدين ڪبير منهنجي والد بزرگوار کي حڪم ڏنو تہ هالا ڪندي جي پرسان نئون خدا آباد وجي اڏ.

مختلف ڪتابن جو اڀياس ڪندي ۽ تاريخي حوالا جانچيندي اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ: خدا آباد کي تختگاهہ بنائيندڙ سرفراز ڪلهوڙو ئي هو. تاريخي اڀياس ۽ مڪاني شاهديون ووڙيندي اهو ثبوت بہ ملي ٿو، تہ هن خدا آباد شهر وٽ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي تختگاهہ بنائڻ کان پهريائين بہ ڪا وسندي آباد هئي، جو تہ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ بہ هن شهر جو ذڪر مائي گلان جي حوالي سان ملي ٿو. ميان نور محمد

جي وفات 1753ع ۾ ٿيّ آهي. جيئن تہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو، نور محمد ڪلهوڙي ۽ مائي گلان جو پٽ هو. ميان غلام شاهہ 1153هہ/1740ع ۾ يرغمال ٿي پنهنجن ڀائرن سميت نادر شاهہ سان ايران ويو، جتي اٺ سال گذاري 1163هہ/1749ع ۾ واپس وريو. ميان نور محمد جي وفات بعد ميان غلام شاهہ 1762ع ۾ سنڌ جو حاڪم ٿيو ۽ 1772ع ۾ وفات ڪيائين. اهڙيءَ طرح رڳو غلام شاهہ جو ايران وڃڻ ۽ مرڻ وارو عرصو ٻٽيهہ سال بيهي ٿو.

جيئن تہ خدا آباد شهر جو بنياد غلام شاهہ جي مرڻ کان ٻہ سال پوءِ 1774ع ۾ رکيو ويو، جنهن ڪري غلام شاهہ جو ايران وڃڻ ۽ خدا آباد جو تختگاهہ بنجڻ وارو عرصو چوٽيهہ سال بيهي ٿو. ان مهل تائين مائي گلان جيڪڏهن جيئري هجي ها تہ اها پيريءَ ۾ پير پائي چڪي هجي ها. گلان کي ايتري وڏي عمر ۾ خدا آباد تخت بنجڻ يعني 1774ع کان پوءِ اتي ڪوٽ نهرائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. ان مان لڳي ٿو تہ هتي اڳ۾ئي ڪو شهر آباد هو. مائي گلان ان کي سرفراز ڪلهوڙي جي تختگاهہ بنائڻ کان اڳيئي ڪوٽ جوڙايو ويني هئي.

هونئن بہ ارضيات جا ماهر هن علائقي کي سترهين صديءَ جي شروعات کان وٺي زرخيز ۽ آباديءَ وارو سڏين ٿا. ارضيات جا ماهر 1550ع کان وٺي 1700ع کي ٿڌ وارو زمانو چون ٿا. ان دور ۾ هماليہ جبل تي برف ڳرڻ ۾ رڳو پندرهن کان ٽيهہ ڏينهن دير ٿي وئي. تنهنڪري دريائن ۾ پاڻي گهٽجي ويو. انهيءَ صديءَ بعد ايندڙ صدين 1701 عيسويءَ کان وٺي 1758عيسويءَ جو ذڪر ڪندي ايم.ايچ پنهور لکي ٿو تہ: ٿڌ واري زماني جي حرارت ۾ تبديلي آئي. ڪجهہ گرمي ٿي ۽ ڪلهوڙن پوکي راهي ڏهن لکن مان وڌائي ٻاويهہ لک ايڪڙن تائين پهچائي ۽ ماڻهن جي آبادي چوڏهن لکن مان وڌي وڃي ٽيهن لکن کي رسي. نوان شهر اسريا، جن ۾

شهدادڪوٽ، قنبر، وارهه، ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه، ميرپورخاص، نئون خدا آباد (هالن جي پرسان)، شهدادپور، نوشهروفيروز، خانڳڙهه (جيڪب آباد)، فتح ڳڙهه، جوهي، دوست علي، رتن ديرو(رتو ديرو) ۽ وڳڻ شامل آهي. ارضيات جي ڄاڻوئن جي ان راءِ مان ظاهر آهي تہ ان دؤر ۾ درياء سنڌ ۾ گهڻي پاڻي جي موجودگيءَ جي ڪري سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ اناج بيٺو ٿي ويو. ساڳئي وقت ان عرصي دوران سنڌ جي آدم شماري بہ بيٺي ٿي ويئي، جنهن ڪري ڪلهوڙن ڪي نوان شهر آباد ڪرڻا پيا. جنهن ۾ خدا آباد نئين بہ شامل آهي. هاڻوڪي وقت ۾ بہ هالن جي پرسان خدا آباد ثاني شهر جا ڦٽوڙا ڪوٽ جا آثار ۽ قبرون خدا آباد جون تاريخي اهميت ٻڌائين ٿيون. ان تاريخي شهر جي باقي بچيل آثارن جي باري ۾ مختلف محققن پنهنجو اظهار هن ريت ڪيو آهي.

## خدا آباد جا ڪنبر

هي ڪنبر ڪيپٽن ووڊ 36- 1835ع ڌاري ڏٺا هئا. هو ٻڌائي ٿو تہ: خدا آباد جا ڪنبر هالا ڪان اتر- اولهہ طرف اٽڪل ٽن ميلن جي پنڌ تي آهن. جيڪي ٻن ميلن ۾ پکڙيل آهن. هي جڳهہ ٽالپرن جي دلپسند رهائشگاهہ هئي. ۽ منجهس ڪيترن ئي ٽالپري سردارن جون قبرون آهن. انهن مان هڪ ٽالپري حڪمراني جو پايو وجهندڙ فتح خان ۽ سندس پاءُ غلام علي دفن آهن. پر واري مزار ۾ بهرام، بجار ۽ صوبدار ٽالپر گهراڻي جا مک دفن آهن، جن ڪلهوڙن جي پوئين حڪمران جا بي انتها انتقامي ظلم سَنا. مير فتح علي جو مقبرو ننڍو پر صاف آهي ۽ ڳاڙهي رنگ جي پٿر سان جوڙيل آهي. سنگ مرمر جو ڪم دعا واري جاءِ تي قبر جي سامهون ٿيل آهي. ٻيا مقبرا هن کان وڌيڪ سادا آهن. ٽي سردار هڪ ساڳئي قلعي تي دفن ٿيل آهن. سندن قبرن ڪي ٽُلهن تي نهيل رانئڪن سان ڍڪيو ويو آهي. خدا آباد ۾ متي ڄاڻايل رانئڪون ئي بچي ويون آهن،

باقي ٻي اهڙي ڪا بہ جاءِ نہ آهي، جيڪا سڄي ساري سلامت ٿهجي وئي هجي. ٽيهارو سال کن کان بہ وڌيڪ عرصو گذريو آهي، (هاڻي هڪ سؤ پنجويهہ سال) جو هي آدم شماري ۽ پکيڙ جي لحاظ سان حيدرآباد جي مقابلي جو شهر سمجهڻ گهرجي. سنڌ جون عمارتون ڏاڍيون جلد ۾ تباھ ٿيندڙ آهن.

اليگزينڊر برنس، ليفٽيننٽ ليچ، ڊاڪٽر لو ۽ ليفٽيننٽ ووڊ 1835ع کان 1837ع تائين هندستان جي باري ۾ برٽش انڊيا کي رپورٽون پيش ڪيون هيون. انهن رپورٽن کي نظر ۾ رکي ايڊورڊ ٿارنٽن هڪ گزيٽيئر 1844ع ۾ شايع ڪرايو، جنهن ۾ خدا آباد جو احوال هن انداز سان ڪيو آهي: حيدرآباد کان ٽيهہ ميل اتر ۽ سنڌوءَ کان ڏهہ ميل اوپر ۾ هڪ اجڙيل شهر آهي. ٽيهن سالن کان ٿورو اڳ هن شهر پکيڙ ۽ آدم شماري ۾ حيدرآباد سان ڪلهو ٿي هنيو. هاڻي هڪ بہ وسندڙ آباد گهر ڪونهي. ڪنڊر ٻن چورس ميلن ۾ پکڙيل آهن." ٿارنٽن اڳتي لکي ٿو تہ: "1844ع ۾ ڪا بہ عمارت رهڻ لائق ڪا نہ رهي هئي. مير فتح علي خان جو مقبرو ڪنهن بہ طرح ننڍڙو ڪو نہ آهي. اهو حيدرآباد ۾ مير ڪرم علي خان جي مقبري جيترو ۽ ڪاشيءَ جي خوبصورت سرن سان سينگاريل آهي."

پيرومل مهر چند آڏواڻي 1923ع کان اڳ خدا آباد جو حال ٻڌائي ٿو تہ: "1814ع تائين هيءُ نئون شهر اهڙو وسيل هو، جهڙو حيدرآباد جو شهر انهيءَ سال هو. پر 1844ع ڌاري هن خدا آباد جو اهڙو حال ٿيو جو منجهس نالي لاءِ هڪ گهر بہ نہ بچيو. هن وقت (1923ع کان اڳ) خدا آباد جو شهر مائيٽن جو قبرستان آهي." مولائي شيدائي بہ خدا آباد ثاني جي تختگاھ ٿيڻ ۽ ڪنڊرن ۾ تبديل ٿيڻ جو ذڪر ڪيو آهي: "هالن کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي خدا آباد جو شهر هو، جيڪو ميان سرفراز خان اباڻي تخت گاھ

جي يادگار طور تعمير ڪرايو هو. مير بجار خان جڏهن مڪي کان موٽيو هو تہ ان زماني ۾ ٽالپر هن شهر ۾ رهندا هئا." ٽارنٽن جو بيان آهي تہ: "خدا آباد وڏو شهر هو، جيڪو 1814ع ۾ ويران ٿي ويو. سندس نشان ٻن چورس ميلن ۾ اجا تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اسان کي برطانيا سرڪار جي مختلف رپورٽن مان خبر پئي ٿي تہ انگريز جڏهن سنڌ ۾ آيا، ان وقت خدا آباد شهر ۾ رڳو هڪ سئو گهر آباد هئا. ٽالپر امير بہ لڏي اچي هن شهر ۾ رهڻ لڳا هئا.

پروفيسر محبوب علي چنا خداآباد ثالث جي قبرستان جو احوال ڪندي پڇاڙيءَ ۾ ڪوٽ لاءِ ٻڌايو آهي، تہ هن قديم مقام جي اتر اولهہ ۾ سڏ جي پنڌ تي گلان جو ڪوٽ جا نشان ڏسڻ ۾ آهن، جنهن ۾ سنڌ جي ٻن روحل راڻي وڏي ناز ۽ انداز سان ·پنهنجا شاهاڻا ڏينهن گهاريندي هئي. "معلوم ٿيو تہ پڇاڙيءَ جو مقبري توڙي ڪوٽ جي سنڀال لاءِ پوين مير صاحبن پنهنجي هڪ جهوني وفادار شيدياڻي مائي زهرا کي مقرر ڪيو هو، جيڪا پنهنجن پوين پساهن تائين اتي رهي وفاداري ۽ صداقت جو ثبوت پڻ ڏنو. مرزا عباس علي بيگ بہ خدا آباد نئين جو احوال هن ريت ڪيو آهي: ميان سرفراز خان ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي اتر طرف خدا آباد جو نئون شهر ٻڌائي ان کي پنهنجو تختگاهہ مقرر ڪيو هو. هي شهر ستن ميلن جي ايراضي ۾ هو ۽ ان وقت ٺٽي کان پوءِ هي ٻيو نمبر شهر هو. ٽالپر امير بہ لڏي اچي هن شهر ۾ رهڻ لڳا. هيءُ شهر 1772ع ۾ تعمير ٿيو ۽ 1814ع ۾ ويران ٿيو. سندس ڪنڊر ٻن چورس ميلن ۾ آهن.

ايتري ٿوري عرصي ۾ خدا آباد شهر جي تباهہ ٿيڻ جا ڪارڻ جتي گهرو لڙايون ۽ ٻاهرين جا حملا هئا، اتي اقتصادي ۽ قدرتي عنصرن بہ ان شهر کي ويران ڪرڻ ۾ حصو ورتو. اقتصاديات جي ڄاڻوئن جو خيال آهي، تہ سنڌ جا گهڻا شهر درياءَ

جي وهڪرن جي تبديلي جي ڪري برباد ٿيا. ان ڦيرقار جي ڪري درياء جي پاڻيءَ ۾ لٽ جمع ٿيڻ شروع ٿي. درياء وسندين کان پاسيرو وهڻ لڳو، جنهن ڪري اهڙيون وسنديون آهستي آهستي دنيا جي نقشي تان مٽجڻ لڳيون. جيڪڏهن اتفاق سان ڪي اهڙا شهر گهڻو عرصو درياء جي لٽ ۾ دٻجڻ کان بچيل رهيا، ته به آبپاشي ۽ زراعت لاءِ مناسب پاڻي نه هئڻ ڪري پوکي ٿي نه سگهي. ساڳئي وقت جانورن جي لاءِ گاهه پنو نه هئڻ ڪري ماڻهن جون معاشي حالتون خراب ٿي وڃن ٿيون. نيٺ اهڙين پريل تريل آبادين ۾ به بربادي پنهنجا پير کوڙڻ شروع ڪري ٿي.

جيئن ته سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌوءَ پنهنجو هالن جي ويجهو پراڻو رخ تبديل ڪرڻ شروع ڪيو هو، جنهن رستي تي اهو پنج سئو سال وهيو هو. ان تبديليءَ ڪري هالن جي آسپاس لکين ايڪڙ زمين غير آباد ٿيڻ شروع ٿي. ايم.ايڇ.پنهور ان لاءِ لکي ٿو ته: "1758ع ۾ درياء پنهنجو وهڪرو بدلايو ته ڏهه لک ايڪڙ زمين غير آباد ٿي. گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي، جيڪا پنجويهن سالن تائين جاري رهي. ڪلهوڙن کان ٽالپرن حڪومت کسي ورتي، پر وري تڏ وڏڻ ڪري درياء ۾ پاڻي گهٽ رهيو ۽ رڳو ٿورا نوان واهه نهيا ۽ نئين زمين جي آبادي ۾ معمولي اضافو ٿيو. اهڙي طرح خدا آباد نئين جي آسپاس به زمينون ويران ٿيڻ ڪري ماڻهن لڏپلاڻ شروع ڪئي ۽ آهستي آهستي هڪ وسيل شهر پڙپانگ ٿي ويو."

اسان جڏهن خدا آباد ثانيءَ جي باري ۾ مختلف تاريخي ورق ورائڻ کان پوءِ نقشا ساڻ ڪري سرزمين تي پهچون ٿا، ته اتي شهر جا ڪي به آثار سڌ وراڻي نٿا ڏين. ماڻهن ڪلهوڙن جي ان تخت گاهه کي پڇي پوري پوکي شروع ڪئي آهي. ان پراڻي خداآباد شهر جي پرسان هڪ نئون ڳوٺ ساڳئي نالي سان آباد ٿي ويو آهي. خدا آباد جي اوائلي ڳوٺ هاڻوڪي وستيءَ کان ڪجهه

قدر اوڀر طرف آهي. هاٿوڪو واهڻ ڪافي بعد ۾ آباد ڪيو ويو آهي. مڪاني ماڻهو خدا آباد شهر جو آثارن جي باري ۾ احوال ڪن ٿا تہ اتي ڪافي انگ ۾ جايون جڙيل هيون. اڄ کان پنجاهہ سال کن اڳ بہ انهن جاين جي اهڃاڻن جو وجود هو. بعد ۾ ڳوناڻن باقي بچيل آثارن کي بہ ڊاهي اتي پوکي راهي شروع ڪئي. ڪافي مڪاني بزرگن پنهنجو ننڍپڻ ياد ڪندي ٻڌايو تہ: اتي گهڻيون جايون ڪچيون ۽ اوڏڪيون هيون. جتي اسان ڇوڪراٽي وهيءَ ۾ لڪ لڪوٽي ڪندا هئاسين. اتان جي جهونن کان اها بہ ڄاڻ ملي تہ هاٿوڪي ڳوٺ جي اوڀر ڏکڻ پاسي تي ميان سرفراز ڪلهوڙي ۽ مائي گلان جون وڏيون ماڙيون پڻ هيون، جيڪي سندس (مڪاني بزرگ) سانڀر ۾ تباهہ ٿي ويون.

خدا آباد شهر ۾ انهن ماڙين، مڪانن ۽ بازارن وغيره جا ڪنڊر تہ زمين تان غائب ٿي ويا آهن. البت شهر خموشان جي مقبرن، تجرن ۽ چوکنڊين جي سينن اندر اڄ بہ ان جا پراڻا رهاڪو ستا پيا آهن. گورستان سان گڏ ئي هڪ ڪچي ڪوٽ جو لاوارث هڏائون پڃرو پيو آهي، جنهن جو ماس زماني جون ڳجهون روڙي ويون آهن. ڪوٽ جي ظاهري صورت ايتري موهيندڙ نہ آهي، تنهن هوندي بہ اهو خدا آباد شهر جي عظمت جو چٽو اهڃاڻ آهي. هن ڪوٽ کي مڪاني ماڻهو ”گلان جو ڪوٽ“ چون، ڪي هن کي ’ڪلهوڙا ڪوٽ‘ ڪوٺين. هڪ مني صدي کان مٿي ڄمار واري پوڙهي احوال ڏيندي چيو تہ: اهو ڪوٽ ڪلهوڙن ٺهرايو هو. اسان ننڍپڻ کان وني وڏڙن کان ڪلهوڙا ڪوٽ ٻڌو آهي. مائي گلي اسان هاڻي ٻڌي آهي.

ڪافي دوستن جو اهو خيال آهي تہ هي ساڳيو خدا آباد جو قديم ڪوٽ آهي، جنهن جو تاريخ ۾ ڪيترا ڀيرا ذڪر اچي ٿو. ان ڪوٽ تي ئي افغانن ۽ بروچن ڪاهون ڪيون هيون. تاريخ جا ڄاڻو ۽ ڪوٽ جا پاڙيسري، ڪلهوڙا دؤر جي ان ڪوٽ کي مائي گلان جي

نالي سان منسوب ڪن ٿا. اسان کي تاريخ ۾ گلان جو ذڪر شاهه عبداللطيف جي حوالي سان ملي ٿو. سنڌ جي تاريخ جي مختلف پانڌيئڙن مائي گلان جي سونهن، فن ۽ نرت جو ذڪر ڪيو آهي.

مرزا قليچ بيگ، شاهه پٺائيءَ جو گلان کي دعا ڪرڻ ۽ ڪيس پٽ ميان غلام شاهه جي ڄمڻ جو احوال ڪيو آهي، چون ٿا ته ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي جو غلام شاهه پٽ ڄائو، سو شاهه صاحب جي دعا سان ڄائو. هڪڙي پيري "گلان" نالي ڪيجري، شاهه صاحب جي زيارت ڪرڻ لاءِ آئي هئي ۽ دعا پنڻ جو ارادو هئس. پوءِ پنهنجي ڳائڻ وڄائڻ سان فقيرن کي اهڙو خوش ڪيائين جو راڳ جي اثر کان روئڻ ۽ حال ۾ اچڻ لڳا. انهيءَ حالت ۾ "گلان"، شاهه صاحب کي عرض ڪيو ته: اي حضرت، مون کي دعا ڪر ته آءٌ پنهنجي واري ٿيان. سکيو ستابو گذارن ڪريان ۽ عاقبت خير جي گذريم. پوءِ شاهه صاحب، الله جي درگاهه ۾ هٿ کڻي دعا ڪئي: اي گلان! تون سنڌ جي حاڪم جي راڻي ٿيندين ۽ توکي پٽ ڄمندو، جيڪو سنڌ ۾ سيني عباسين جو سردار ٿيندو. نالي ناموس ۾ پيءُ کان وڌيڪ ٿيندو. دعا ر اثر جلديِ ٿيندو. دير ڪا نه ٿيڻي آهي.

پٽ تي اهو واقعو ٿيو، ته شاهه جي دشمنن منجهان ڪنهن ماڻهو ڊوڙي وڃي ميان نور محمد کي ٻڌايو ته شاهه عبدالطيف کي سندس مريد پيا ٻُڌائين ته ههڙو الله جو عبادتي آهي، پر سندس حال هي آهي جو ڪيجريون سڏايو پيو راڳ ٻڌي ۽ انهن جو ناچ پيو ڏسي. ميان نور محمد پنهنجا ماڻهو ڊوڙايا ته وڃي سماءُ لهي اچو ته اها ڳالهه سچي آهي يا ڪوڙي؟ جي ڪا سچ پچ ڪيجري هجي ته انهيءَ کي بہ وٺيو اچو ته روبرو شاهه صاحب جي خبر چار وٺون.

اهي ماڻهو اجا پ ٽ تي ڪين پهتا هئا ته گلان، شاهه صاحب کان موڪلائي اٿي، شاهه صاحب چيس: گلان! تڪڙ نہ ڪر، ترس

تہ پلي موتين جا خريدار اچن. ائين ڪندي ميان نورمحمد جا ماڻهو اندر گهڙي آيا. ڪنيڙين ڪان وٺي گلان کي ٻاهر وٺي ويا ۽ هڪدم ميان نور محمد وٽ آندائونس. ميان هن جي سونهن ۽ جواني ڏسي عاشق ٿي پيو ۽ پانيائين تہ ساڻس صحبت ڪري، پر گلان هٿ لائڻ نہ ڏنس ۽ چيائينس: ميان، جي شرع موجب نڪاح وجهندين تہ آءٌ سڄي ساري تنهنجي ملڪ آهيان. ائين مون ڪانڻ هرگز ڪو نہ ٿيندو.

ميان کي عشق جي باهہ تپائي ڏنو. اهڙو لاچار ٿيو جو ان وقت ئي قاضي گهرائي، ڪٽي نڪاح وجهايائين. پوءِ ان مان غلام شاهہ ڄايس، جو ان کان پوءِ سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو. اهو شاهہ صاحب جو مريد هو ۽ انهيءَ جي حڪومت سنہ 1754ع ۾ شاهہ ڀٽائي گهوٽ جو قبو جڙيو. هن جو شاهہ صاحب ڏي ايترو ارادو هو جو هزارين رپين جا انهيءَ قبي تي لڳايائين. تنهن جو تمام پڪو بنياد وجهايائين. قبو ۽ نيلون ايترو مٽي جوڙايائين جو صبح سانجهي پنهنجي شهر خدا آباد کان انهن کي پيو ڏسندو هو ۽ پاڻ ڪڏهن ڪڏهن شاهہ صاحب جي زيارت لاءِ ايندا هئا.

گلان جي باري ۾ اسان کي تمام گهٽ مواد ملي ٿو. ڪن مؤرخن رڳو گلان جي باري ۾ اشارا ڏنا آهن، جيڪي بہ تقريبن بيان جي خيال کان هڪ ٻئي جو نقل آهن. گلان جي باري ۾ مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو: هڪ پيري گلان نالي هڪ نوجوان سونهن سوڀيا واري ڳائيندڙ عورت، شاهہ صاحب جي خدمت ۾ دعا پنڻ لاءِ آئي تہ هن جي پڇاڙي خير سان گذري. چون ٿا تہ هڪ مجلس ۾ هن ا ... ي دردناڪ انداز ۾ ڳاتو جو شاهہ صاحب ۽ فقيرن جي جماعت ۾ روح ۽ بيخودي طاري ٿي وئي. ان موقعي تي گلان عرض ڪيو تہ هن ڏنڌي کان بچي پوان، حلال جي روزي کاوان ۽ باقي عمر آسودگيءَ ۽ آرام ۾ گذاريان. شاهہ صاحب فرمايو تہ: تنهنجي سنڌ جي بادشاهہ سان شادي ٿيندي ۽ تنهنجي پيٽان بہ بادشاهہ ڄمندو جو پنهنجي والد کان وڌيڪ نامور ۽

نيڪ هوندو. ڪن چغلن وچي ميان نور محمد کي ٻڌايو تہ هي ڏسو جو شاهہ عبداللطيف ڀاڻ کي درويش ٿو سڏائي، هوڏانهن ڪيرين جا راڳ ٿو ٻڌي. پلا، پلارن صوفين ۽ فيض واري فقيرن جا اهڙا پرڪار ٿيندا آهن؟ ميان نور محمد حڪم ڏنو تہ هڪدم وڃي حالتون معلوم ڪريو. هڪ پاسي کان ميان صاحب جا ماڻهو روانا ٿيا ۽ ٻئي طرف گلان، حضرت شاهہ صاحب کي موڪل وٺي موٽڻ جي ڪري رهي هئي. شاهہ صاحب فرمايس تہ ڪجهہ ڏيرج ۽ دير ڪر، پوءِ پلي ... وڃ. ائين گفتگو ٿي رهي هئي، تہ ميان صاحب جا ماڻهو پهچي ويا. گلان کي گهلي ... نور محمد جي ڪچهريءَ ۾ ڪڙو ڪيائون. تيو چا جو ميان صاحب پهرينءَ نظر جو شڪار ٿي ويو. هن گلفام نازڪ اندام جي ڪارن ڪاڪلن جي ڪاريهرن ڪيس کهي رکيو. آخر گلان کي راضي ڪري انهيءَ رات نڪاح پڙهائي پنهنجين راڄ راڻين ۾ شامل ڪيائين. انهيءَ گلان جي پيٽ مان ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو پيدا ٿيو. جنهن جهڙو عادل ۽ سخي ۽ خوش بخت بادشاهہ سنڌ کي ڪڏهن بہ نصيب نہ ٿيو آهي، ان ڪري هن پٽ جي ويجهو ئي پنهنجي رهائش لاءِ اهو ڪوٽ جوڙايو هو، جيڪو اڄ بہ سندس نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

## مائي گلان جي قبر

مائي گلان جي قبر ڪلهوڙا دؤر جي پراڻي تختگاهہ محمدآباد وٽ آهي. ميان نور محمد ڪلهوڙو جڏهن سنڌ جو والي هو، تڏهن هن ايراني حملن کان بچاءَ جي خيال کان ميان جان محمد ڏاهريءَ کان هڪ هزار ايڪڙ زمين خريد ڪري محمود آباد جو شهر ٻڌايو. ميان نور محمد پنجٽيهہ سال حڪومت ڪئي، جنهن مان هن تختگاهہ ۾ ويهي چار سال سنڌ جي قسمت جا فيصلا ڪيا. هن جڏهن جيسلمير ۾ وفات ڪئي تہ سندس وصيت موجب ڪيس محمود آباد ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. ان بعد هي شهر تختگاهہ مان ڦري مدفن گاهہ بڻجي ويو. هن چوهٺ ايڪڙن ۾ ڦهليل قبرستان ۾

ميان نور محمد ۽ سندس گھرواريءَ بيگم گلان جي مقبري سميت سندس اميرن، وزيرن ۽ سپهہ سالارن جا مقبرا آهن.

گلان جي قبر ميان نور محمد جي مقبري جي اتر اولهہ ڪنڊ تي ٿي سئو فٽن جي فاصلي تي هڪ تجر اندر آهي. تجر جي ڊيگهہ سورهن فوٽ، ويڪر ويهہ فٽ ۽ اوچائي تيرهن فوٽ ڪن ٿيندي. تجر ڪي اوپر پاسي محرابي در نهيل آهي ۽ سندس اتر ۽ ڏکڻ ۾ پڻ محرابي دريون آهن. تجر جي پِتين جي ٿولهہ ٿي فوٽ آهي. مزار جي بناوت ۾ سنهيون خوبصورت سِرون استعمال ڪيل آهن، جن تي پلستر مٿان چن جو رنگ ڏنل آهي. تجر مٿان چئن ڪندن تي ۽ تجر جي ڇت جي وچينءَ ڪنڊ تي بہ بہ نيليون بيهاريون ويون آهن.

تجر جون پِتيون اندران توڙي ٻاهران پيننلن ۾ ورهايل آهن، جن تي رنگن سان سهڻا گل ۽ گلدان نقش ٿيل آهن. ان گلڪاري ۾ ڳاڙهو رنگ گهڻو استعمال ٿيل آهي. تجر جي اندر وچ تي فرش کان ڏيڍ فوٽ ڪن مٿي .گم گلان جي اڪيلي قبر آهي. اها سادي قبر ڏيڍ فوٽ ويڪري ۽ ساڍا پنج فوٽ ڊگهي ٿيندي. جنهن تي لسو پلستر ٿيل آهي.

## ڪوٽ گلان

گلان جو ڪوٽ 23 ء 68 اوپر ۽ 49 ء 25 اُتر حيدرآباد (هاڻي مٽياري) ضلعي جي تعلقي هالا ۾ آهي. هيءُ ڪوٽ هالا شهر کان ٽي ڪلو ميٽر اتر پاسي آهي. ڪوٽ جا آثار درياء سنڌ جي ڪابي ڪپر تي ٻاهرين بچاءَ بند ون ديهہ ڪيريا ۾ ڦهليل آهن. ڪندر اٺ ڏهہ ايڪڙن جيتري جاءِ والارين تا.

گلان جو ڪوٽ ڪچي مٽيءَ سان نهيل آهي. ان اوڏڪي چورس اڏاوت ۾ ڪٽي ڪچيون سرون بہ لڳل آهن. ڪجهہ اهم ۽ ٻڌنڪ چصن ۾ يڪ ن سرن جو استعمال بہ نظر اچي ٿو. پڪيون

سرون گهڻو ڪري برجن وٽ ڪتب آنديون ويون آهن. ڪوٽ ۾ اندر ڪن هنڌن تي عمارتن جا امجاڻ ملن ٿا. ڪوٽ جي اندرين سطح آسپاس جي زميني سطح کان ڪجهه فوٽ بلند آهي. خاص اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ڪوٽ ڪنهن ننڍڙي دڙي تي جوڙيو ويو آهي يا اڏاوت وقت هٽرادو ڀراءُ ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڳالهه جو به امڪان آهي، ته ڪوٽ اندر نهيل ماڙين ۽ محلاتن جو ڀنجو ڪوٽ جو پيٽ اڀارڻ ۾ ڪارائتو ثيو هجي.

## ڪوٽ تي حملا

اسان کي تاريخ جي پردي تي ڪلهوڙن جي هن تختگاهه جي ڪوٽ تي ڪيترائي حملا ٿيل نظر اچن ٿا. جن مان ظاهر آهي ته هي ڪلهوڙن جو ڪوٽ پنهنجي دؤر ۾ دفاعي اهميت جي خيال کان سنڌ ۾ اهم مقام والارينڊو هو. ان لاءِ ڀيرومل مهرچند لکي ٿو: ”ان جي اتر ڏي ڪلهوڙن جو قلعو آهي، جنهن ۾ مير بهرام ۽ مير صوبدار سان غضب ٿيو.“

ڪلهوڙن جي حڪومتي دور ۾ ٽالپرن کي وڏي اهميت هئي. غلام رسول مهر ٽالپرن جي حيثيت هن ريت بيان ڪئي آهي: محمد سرفراز جي حڪومت جو سلسلو خوشگوار نموني هلندڙ هو. مير بهرام ٽالپر پنهنجي تدبر، جوانمردي، وفاداري ۽ عزيزن ۽ ملازمن جي گهڻائي ڪري غلام شاهه جي وقت کان وٺي ممتاز حيثيت رکندڙ هو. ميان سرفراز خان جو به مخلص صلاحڪار هو. ”راجا ليکي“ ميان صاحب تي وڏيڪ حاوي هو. هن کي ٽالپرن جو اقتدار پسند نه هو ۽ ڪوڙيون ڳالهيون جوڙي ميربهرام جي خلاف ميان جي دل ۾ بدگمانيون پيدا ڪرڻ لڳو. نيٺ انهيءَ بدگماني رنگ لاتو. ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي سالن جا تعلقات دشمنيءَ جو روپ وٺڻ لڳا، جيڪي اڳتي هلي ڪن نڪاڻ جو سبب بڻيا، جنهن ۾ مير بهرام ۽ ٻيان سردار مارجي ويا.

بهرحال، سرفراز خان، راجا ليکي جي چرچ تي مير بهرام ۽ سندس پٽ کي قتل ڪرائڻ جو ارادو ڪيو. فتحنامي جو بيان آهي: مير بهرام خان خاص ڪچهري ۾ آيو... فريب خورده سرفراز ريشم جي ڪپڙي ۾ ويڙهيل هڪ خط ڪڍي مير بهرام جي هٿ ۾ ڏنو ۽ چيو ته هي بجار جو خط آهي. بهرام خط هٿ ۾ وٺي عينڪ لڳائي پڙهڻ لڳو ته حسين هرڙاٽي نالي هڪ شخص اچي ڪيس تلوار هنئي ۽ هن سياسي ميدان جي بهادر جو ڪنڌ ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائين.

مير بجار جو پٽ مير صوبدار خان ان وقت بيمار هو. اهو به دربار ۾ پهچي ويو ۽ اتي وڙهندي شهيد ٿيو. مير بهرام جي شهادت ربيع الاول 1189هه (مئي 1775ع) ۾ ٿي. مير کي خدا آباد نئين ۾ دفن ڪيو ويو. اڄ به ان مٿان نهيل چوڪنڊي جي ڇٽسالي ڏسڻ جوڳي آهي.

مير بهرام جي قتل واري واقعي تي هر ماڻهوءَ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو. مير جا گهڻگهرا توڙي مائٽ هر طرف کان سرفراز ڪلهوڙي تي ڪاهي آيا. انهن جي اڳواٽي مير بهرام جي چاچي جو پٽ مير فتح علي ڪري رهيو هو. هن ويڙهاڪن جي هڪ جميعت ساڻ ڪري خدا آباد جي قلعي تي ڇاپو هنيو ۽ چوڪيدار کي قتل ڪري قلعي ۾ داخل ٿي ويو ..... سرفراز خان ميدان تي وڙهڻ وارو مڙس نه هو، سو بهادرن جي حملي ڪندي ئي پٺي نڪتو ۽ دريءَ جي رستي قلعي کان ٻاهر هليو ويو. ساڻس ڇهه خدمتگار گڏ هئا، متو ۽ پير اگهاڙا، رڳو جان سلامت ڪٽي ٻاهر نڪري سگهيو. جهنگل مان ٿيندو درياء جو رخ ڪيائين ۽ مهاڻن جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي حيدرآباد جو رستو ورتائين .........

## افغانن جو حملو

ميان سرفراز جڏهن خدآباد جو قلعو ڇڏي ڀڳو ته راجا ليکي ۽ سندس ساٿي غداري ڪري مير فتح سان وڃي مليا. سرفراز پنهنجي ننڍي ڀاءُ محمود خان کي خدا آباد جي تخت تي ويهاري پاڻ حيدرآباد

طرف روانو ٿيو. حيدرآباد ۾ جنگي سامان جي موجودگي هوندي به سرفراز خان مقابلو نہ ڪيو. ستن ڏينهن ۾ قلعو فتح ٿي ويو. پاڻ قيد ٿيو. سرفراز جي معزولي تي سنڌ ۾ گهرو ويڙهہ جي باهہ پڙڪي، عزت يار خان پنهنجي لاءِ حڪومت جي پرواني وٺڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. سنڌ ۾ بدامني جي ڪري افغان دربار کي مقرر خراج ادا ٿي نہ سگهيو هو. ان ڪري تيمور شاهہ عزت يار خان کي سنڌ حڪومت جو پروانو ڏنو. مير بجار ۽ عبدالنبي ارڙهن هزار فوج وٺي افغانن کي روڪڻ لاءِ خدا آباد نئين ڪان روانا ٿيا. منزلون ڪندا روهڙي پهچي، اتي بہ سئو ٻيڙين جي پل تيار ڪرايائون. لکيءَ شڪارپور جي وچ ۾ جنگ لڳي. افغانن شڪست کاڌي، ٽيهہ هزار افغاني فوج جو ارڙهن هزار سنڌين سان مقابلي ۾ شڪست کائڻ معمولي ڳالهہ نہ هئي.........

## رهائش

ڪلهوڙا خدا آباد نئين جي ان ڪوٽ کي ئي پنهنجي دربار سان گڏ رهائش طور بہ ڪتب آڻيندا هئا، باقي ٻيو راج ڀاڳ ڪوٽ کان ٻاهر رهندو هو. اهو ئي سبب آهي جو اسان کي ڪوٽ جي اندر مختلف هنڌن تي ڪيترن ئي رهائشي جاين جا اهڃاڻ ملن ٿا. ڪوٽ اندر اوپر ڏکڻ ڪنڊ وٽ اڄ بہ هڪ وڏو دڙو ڦهليل آهي. ان هنڌ تي ويهہ فوٽ کن اونهي کوٽائي ڪري ٽيوب ويل لڳايو ويو آهي. جيڪو ڪوٽ اندر پوک کي پاڻي ڏئي ٿو.

اسان جڏهن ان ڪوٽيل کوهہ ۾ جهاتي پايون ٿا، تہ کوهہ جي ڪنارن کان ٽي فوٽ هيٺ ڪچي مٽيءَ جي تهہ ملي ٿو. ان جي هيٺان ڇهہ فوٽ کن پڪين سرن جي پرائي آهي. جنهن ۾ ڪجهہ فوٽ ڊنل جاين جو پنجو بہ شامل آهي. بهرحال، سرن جو اهو انگ ڪنهن عاليشان عمارت جي نشاندهي ڪري ٿو. مڪاني ماڻهو ان ٿلهي کي ”ڪلهوڙن جي ڪچهري“ چون ٿا. ان هنڌ تي ڪلهوڙا

حڪمران دربار هٽندا هيا. ان دربار ۾ ئي مير بهرام ۽ مير صوبدار خان قتل ٿيا هئا، جنهن جو ذڪر پيرومل مهر چند ڪيو آهي، تہ ان جي اتر ڏي ڪلهوڙن جو قلعو آهي، جنهن ۾ مير بهرام ۽ مير صوبدار سان غضب ٿيو. مير بهرام ۽ مير صوبدار خان جي قتل ٿيڻ بعد ٽالپرن جي لشڪر انتقام وٺڻ لاءِ مير فتح علي جي مهنداريءَ ۾ خدا آباد نئين تي ڪاهہ ڪئي. ان وقت ميان سرفراز ان ڪوٽ اندر ترسيل هو. ٽالپرن جي خبر ٻڌي هو گهيرو ٽوڙي قلعي مان فرار ٿيو. هو پيرين ۽ مٿين اگهاڙي ندياءَ تي پهچي ٻيڙي رستي حيدرآباد پهتو هو.

ڪوٽ جي اولهہ ڏکڻ پاسي تي هڪ وسيع رهائشي حصو مليو ٿو، جنهن کي تازو ٽريڪٽر جي بليڊ سان سنئو ڪيو ويو آهي. ان رهائشي حصي جو ڏکڻ پاسو اولهائين پٽ سان پورو وڃوٽ ٿاهي ٿو. ان ٽڪريءَ تي ڪافي گهرائيءَ تائين سرن جا ٽوٽا پوريل آهن. ڪوششون ڪندي بہ ان حصي کي پوکي لائق نہ بڻائجي سگهيو آهي. تي سگهي ٿو تہ ان جي ڪجهہ گهري کوٽائيءَ سان ڪنهن عمارت جا واضح اهڃاڻ ملن.

هالا جي پسگردائيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي خيال مطابق ڪوٽ جو اهو حصو ڪلهوڙن اميرن جي رهائش طور ڪم ايندو هو. ان محل مان ئي ميان سرفراز فرار ٿي ڪوٽ جي ديوار ٽپي پنهنجي ڇهن خدمتگارن سان حيدرآباد پهتو هو. گڏو گڏ ڪوٽ جي ڏکڻ ديوار جي وچ وٽ پٽ سان گڏ سرن ۽ سروٽن جو وڏو انگ اها چغلي پيو هڻي تہ ان هنڌ تي بہ ڪا وڏي ماڙي هوندي، ڪوٽ جي چوڌير وسندڙ بزرگ ٻڌائين ٿا تہ قديم زماني کان وٺي سڄي ڪوٽ اندر ننڍڙا ننڍڙا دڙا هئا. دڙا مٽي، سرن ۽ ٺڪراٽي سان ڍڪيل هئا. بعد ۾ هتان جي ماڻهن ان ٺڪراٽي ۽ ٽوٽن مان جان ڇڏائي ڪوٽ کي زراعت لائق بڻايو. هڪ اسي سالن جي جهوني

ٻڌايو تہ: ڪوٽ جي چوڌير ديوار سان ان جي پاسي کان ننڍيون ڪوٺيون پڻ ٺهيل هيون، جن مان ڳوناٺن سرون وغيره ڪڍي پنهنجا گهرڙا جوڙيا آهن.

## قبرستان:

ڳلاڙ ڪوٽ جي اوپر ڏکڻ ڪنڊ کان سڏ پنڌ تي هڪ وڏو قبرستان آهي. خدا آباد جي ان قبرستان ۾ مير فتح علي خان جي مقبري سميت ڪجهہ تجر ۽ چوڪنڊي ڊزائين جون قبرون ۽ چٽيون آهن.

## مير فتح علي خان جو مقبرو

فتح علي خان جو مقبرو پري کان ئي ڪَرُ ڪنيو قبرستان جو ڏس ڏئي ٿو. ڪنهن زماني ۾ اهو مقبرو ڪچي ڪوٽ جي ديوارن سان گهيريل هو، پر هاڻي ڪرٽ جا آثار نتا لڀن. مير فتح علي خان جي چوڪور مقبري مٿان چئن ڪندن تي چار گنبذيون ۽ وچ تي هڪ ڳورو گول گنبذ رکيل آهي. جن مٿان ڪاشيءَ جون نيليون نظر اچن ٿيون. ان مقبري تي ڪاشيءَ جي تمام گهڻو ڪم ٿيل هو، پر هينئر ڪاشيءَ جي ڪاريگري جا باقي وڃي نشان بچيا آهن.........

اسان دروازي مان جيئن ئي اندر داخل ٿيون ٿا تہ سامهون هڪ ٿلهي تي پٿر جون پنج گهاڙيون آهن. سڀ کان پهرين قبر مير غلام علي خان ولد مير صوبدار خان جي آهي، جنهن جي وفات جي تاريخ 6 جمادي الثاني 1227هہ آهي. انهيءَ قبر سان لڳ ٻي قبر مير فتح علي ولد مير غلام علي جي آهي، جيڪو 10 محرم الحرام 1217هہ تي لاڏاڻو ڪري ويو. ٽين گهاڙي مير صوبدار خان ولد مير فتح علي جي آهي. جنهن 14 رجب 1262هہ تي چالاڻو ڪيو. چوٿين قبر تي ڪنهن جو بہ نالو لکيل نہ آهي. پر ان جي پيراندي تي

1264ھ لکيل آهي. چيو وجي ٿو تہ اها قبر ڪنهن عورت جي آهي. پنجين قبر مير محمد علي ولد مير صوبدار خان جي آهي، جيڪو رجب 1278ھ ۾ گذاري ويو.

### تجر

مير فتح علي خان جي مقبري ۽ ٽنهي چوڪنڊين جي اتر ۾ هڪ تجر ٺهيل آهي، جنهن ۾ مائي خيري پوريل آهي. مائي خيري، مير فتح علي خان جي ماءُ هئي. هيءَ مائي وڏي عاقل ۽ سخي ٿي گذري آهي. حيدرآباد جي فقير جي پڙ ۾ هڪ مسجد "مائي خيري" جي نالي سان منسوب آهي.

### چوڪنڊيون

مير فتح علي خان جي مقبري جي سامهون ٿورڙو اوڀر طرف هڪ ٻئي سان گڏ ٽي چوڪنڊيون ٺهيل آهن، پهرين چوڪنڊي ۾ ڪنهن ڪتبي بنا ٻہ قبرون جڙيل آهن. ٻي چوڪنڊي ۾ ٻہ ٻہ قبرون آهن، جن مان هڪ قبر بنا نالي آهي. جڏهن تہ ٻي قبر مير بهرام ولد مير عبدالله خان جي آهي، جيڪو 29 محرم 1242ھ تي لاڏاڻو ڪري ويو. ٽين چوڪنڊي ۾ ٻہ قبرون آهن، جن مان هڪ اڻڄاتل آهي. ٻي قبر مير بجار ولد مير غلام حسين جي آهي، جيڪو 1220ھ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

هوڏانهن مير فتح علي خان جي وڏي قبي پويان ڪجهه قدمن تي اولهہ پاسي ٽي چوڪنڊيون/ چتيون ٺهيل آهن. اوڀر پاسي واري چوڪنڊي هيٺان ٻہ گهاڙيون آهن. منجهانئن هڪ قبر مير صوبدار فقير ٽالپر جي آهي، جنهن جي شهادت 15 جمادالثاني 1189ھ ۾ ٿي. جڏهن تہ انهيءَ قبر جي اولهہ ۾ ٻي قبر مير بهرام فقير ٽالپر جي آهي. جنهن جي شهادت 15 جمادالاثاني 1189ھ تي ٿي. ان چوڪنڊي جي اولهہ ۾ هڪ ٻي چوڪنڊي قبر مير بجار فقير

ٽالپر جي آهي. جنهن جي شهادت واري تاريخ ذي القعده 1194ھ
ڄاڻايل آهي. گڏوگڏ قبرستان ۾ متين قبرن، چوکنڊين ۽ ڇٽين
سميت هڪ مسجد ۽ ڪجھ ڪتبي بنا ڳهاڙيون ٽٽل ڦٽل حالت ۾
آهي.

(هيءُ مواد حسين بادشاهه جي سهيڙيل ڪتاب 'حيدرآباد جي
تاريخ' (صفحا 109- 99) تان کنيو ويو آهي، جيڪو اصل ۾ اسلم
عباسي جي سهيڙيل ڪتاب 'ميان غلام شاه ڪلهوڙو (سنڌ جو
شاهجهان)' تان ورتل آهي.)

مخدوم جميل الزمان

# ليفٽيننٽ ايڊورڊ ڊيل هوسٽي جي هالا ۾ آمد[1]

جون 1829ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرز جي حڪم تي ممبئي جي گورنر لارڊ ڪليئر (Lord Clare)، ليفٽيننٽ هينري پوٽنجر (ولادت: 3 آڪٽوبر 1789ع وصال: 18 مارچ 1806ع[2]) جي اڳواڻيءَ ۾ ڇهن تجربيڪار آفيسرن تي مشتمل هڪڙو وفد، سنڌ جي ميرن سان ڳالهين لاءِ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو، انهيءَ وفد جو هڪڙو رڪن سنڌو درياءَ جي ڪناري تي سفر ڪندو. 20 فيبروري 1832ع [3] هالا پهتو، جتي سندس ملاقات حضرت مخدوم امين محمد ثاني رحمة الله عليه جن سان

---

[1] ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سنڌ ۾ قدم ڄمائڻ لاءِ، واپار وهنوار جي بهاني سان 1635ع ۾ ٺٽي ۾ پهرئين فيڪٽري کولي، جيڪا 27 سال قائم رهڻ بعد 1662ع ۾ بند ڪئي ويئي. 1758ع ۾ ڪلهوڙن جي اجازت سان ٻي فيڪٽري جو آغاز ٿيو، جيڪا پڻ 17 سال هلي ۽ 1775ع ۾ بند ٿي ويئي. انگريزن، هندستان تي حڪومت قائم ڪرڻ کان پوءِ سڀ کان پهرئين سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو، ۽ ان کي عملي جامو پارائڻ لاءِ گورنمينٽ آف انڊيا، 1800- 1799ع ۾ ناٿن ڪرو، 1809ع ۾ ڪئپٽن ڊيوسٽن ۽ نڪولس هينڪي سمٿ 1820ع ۾ سي ايف سينڊلر ۽ 1809ع ۾ هينري پاٽنجر جي اڳواڻيءَ ۾ فوجي آفيسرن تي مشتمل وفد، سنڌ جي حڪمرانن سان واپار ۽ ڪاروبار بابت ڳالهين لاءِ سنڌ ڏانهن موڪليا، جن واپار ۽ تجارت متعلق سطحي ڳالهين سان گڏوگڏ سنڌ ۽ اتي جي رهندڙن بابت پڻ اهم معلومات گڏ ڪئي، جيڪا ڪين، انگريزن کي سنڌ تي حملي 1843ع وقت ڪم آئي، (تفصيل لاءِ ڏسو (Sindh Analysed P: 106-107)

[2] تاريخ سنڌ، جلد2، ص: 678

[3] ليفٽيننٽ ايڊورڊ ڊيل هوسٽي 20 فيبروري، 1832ع ۾ هالا پهتو، ان وقت حضرت مخدوم امين محمد ثاني رحہ جن حضرت غوث الحق رحمة الله عليہ جا سجاده نشين هئا. سندن ولادت 1790ع ۾ ٿي، ليفٽيننٽ ايڊورڊ جي آمد وقت سندن عمر 42 سال هئي.

تي، جنهن جو تفصيلي بيان هن پنهنجي سفرنامي ۾ خاص طرح ڪيو آهي. (هتي سنڌي ترجمو ڏجي ٿو)

ترجمو: [1]

20 فيبروري 1832ع

ساڳئي طرف انن 8 ميلن جو فاصلو طئه ڪيوسين ته سامهون هڪ ڳوٺ ”سالارو“ نظر آيو، جيڪو پنج سؤ (500) گهرن تي مشتمل هو ۽ ان جي آبادي (1200) ٻارنهن سؤ ماڻهن تي هئي. هيءُ ڳوٺ سنڌو درياء کان فرلانگ سوا فرلانگ تي هو، هن ڳوٺ ڏانهن جيڪو رستو ويو ٿي، اهو ٻيلي جي وچان ٿي ويو ۽ ان درميان ڪيتريون ڍنڍون ۽ ڍورا لتاڙڻا ٿي پيا. سنڌو درياء جو ڪاٻو ڪنارو ڏيئي هڪ ميل جو سفر ڪيوسين ته هڪ ڳوٺ گهوٽاڻو پهتاسين، جيڪو درياء جي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. ان مقام تي درياء جو پيٽ ڏيڍ ميل تائين هو ۽ پاڻيءَ جي وهڪري جي رفتار 1 ميل في ڪلاڪ جي حساب سان هئي. سامهون هڪ ننڍو پيٽ هو، جنهن تي پهچڻ لاءِ اونهي ۽ وسيع پاڻي منجهان گذرڻو ٿي پيو. ان واهه جي پاڻيءَ جو رخ ميرپور (ميرانپور) ڏانهن هو جيڪو گهوٽاڻن کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي ساڳئي طرف واقع هو. ان جي بلڪل اوير ۾ هالا آهي، جنهن کي ”هالا گنجا“[2] به چئجي ٿو.

فاصلو جيڪو آءٌ سمجهان ٿو ته ميلن ۾ هوندو سو اسان چڱي رفتار ۾ طئه ڪيو. موسم خوشگوار نه هئي، سو مون هالا ۾ ترسڻ جو پڪو پهه ڪري ڇڏيو. هالا جيڪو پير (مخدوم) جو شهر هو، سو مون کي پڪ هئي ته اتي منهنجو سنو آڌر ڀاءُ ٿيندو. ٻي

---

[1] پروفيسر عبدالفتاح ابڙو هالائي

[2] هالا گنجا / هالا گنجان؟

بجي کان متي جو وقت هوندو، جڏهن اسين ڇهن ڪلاڪن جي رستي جو پنڌ طئہ ڪري پنهنجي منزل مقصود تي پهتاسين.

آءٌ وڃڻ هينان انهيءَ انتظار ۾ ويسو هئس تہ جيئن انن تان سامان لاٿو وڃي تہ ايتري ۾ ڪجهہ خوش لباس ماڻهن اچي مون سان ڳالهہ ٻولهہ شروع ڪئي ۽ پڇيائون تہ ڇا اوهين مخدوم نوح ؒ جي مزار جي زيارت ڪرڻ جي مقصد سان آيا آهيو؟ ان تي جواب ۾ نہ چوندي وضاحت ڪيم تہ آءٌ خيرپور وڃي رهيو آهيان. ان تي انهن اصرار ڪيو تہ پير (مخدوم صاحب) سان بہ ملو ۽ هالا جي مسجدن ۽ مقبرن جي زيارت ڪريو، هاڻي تہ پير (مخدوم صاحب) سان ملڻ جو اشتياق وڌي ويو. آءٌ پير جي بنگلي ڏانهن هلڻ لڳس، جيڪو هالا شهر ۾ هو، ان بنگلي جي چوڌاري هڪ ڪوٽ هو، جنهن کي ڪتابچا (هرڻي جو قسم)جي سڱن سان سينگاريو ويو هو. اسان کي وڏي محرابي ڪمري ۾ آندو ويو جنهن جي ڀتين ۽ ڇت تي خوبصورتيءَ سان اُڪر ۽ چترڪاريءَ جو ڪم ٿيل هو. فرش تي عاليشان غاليچا وڇايل هئا جنهن سان هيءَ ڪمرو ڪنهن امير جي محل کان وڌيڪ خوبصورت ٿي لڳو. ڪمري جي ڪنڊ ۾ هڪڙو ننڍو چورس ڪوچ (صوفہ) پيل هو جتي اسين وڃي ويناسين. ٿوري انتظار کان پوءِ پير تشريف فرما ٿيو. مون کي انتهائي تعجب لڳو، جڏهن مون ڏٺو تہ پير ويهن، پنجويهن سالن جو هو، حالانڪ مون سمجهيو ائين پئي تہ هو ڪو وڏيءَ عمر جو بزرگ ۽ سفيد ريش هوندو. پير جو انداز وڻندڙ ۽ خاص طور تي ملڻ جو طور طريقو ڏاڍو سٺو هو. سندس آمد تي اسين اٿي بيناسون. پاڻ اڳتي وڌي پنهنجو هٿ چمڻ لاءِ وڌايائين. مون يڪدم محسوس ڪيو تہ ڪيس خواب و خيال ۾ بہ ڪو نہ هو تہ ڪو آءٌ يورپين هوس. مون کي ويهڻ جو چئي پاڻ پڇيائين تہ آءٌ ڪير آهيان؟ جنهن تي مون جواب ڏنو تہ انگريز سرڪار وٽ سپاهي آهيان ۽ خيرپور جي مير رستم خان ڏانهن خط کڻي وڃي

رهيو آهيان. پاڻ پڇيائين تہ ڇا مون کي مير مراد علي[1] جو اجازت نامو آهي؟ ان تي اسان جي گائيڊ قائم خان جواب ڏيندي چيو تہ هن کي رستو ڏيکارڻ لاءِ هدايتون ڏنيون ويون آهن. پيرصاحب مون ڏانهن منهن ڪيو ۽ پڇيائين تہ ڇا فرنگين جي ملازمت ۾ پناهہ ڪافي آهن؟ جي ها اهي ڪافي تعداد ۾ موجود آهن، جواب ڏيندي چيم. هن انگريزن جي باري ۾ عجيب و غريب سوال ڪيا. ڇا اهي سٺا ماڻهو آهن؟ ڇا اهي عبادت گذار آهن؟ ڇا اهي وڏيڪ چالاڪ تہ نہ آهن؟ جيڪڏهن اها ڳالهہ سچي آهي تہ اهي رنگ جا اڇا آهن تہ انهن جون اکيون اڇيون آهن؟ ڇا انهن جا وار ۽ جسم اڇا آهن؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ يقينن هو بدصورت هوندا. سندس انهيءَ گفتار تي مون کي کل اچي وئي ۽ سندس ڪيل سوالن جا مناسب ۽ معقول جواب ڏنم. پوءِ هن پڇيو تہ ڇا شاهہ شجاع الملڪ حيدرآباد ۾ انگريزن سان مليل هو؟ ڇا اهي شڪارپور تي اوچتو حملا آور تہ ڪو نہ ٿي رهيا آهن؟ جمعدار وراڻيو تہ اها هڪ احمقانہ ۽ سراسر ڪوڙي خبر آهي ۽ ڪو بہ اهڙو شخص ڪنهن بہ اهڙي قسم جي ڳالهہ ۾ شامل نہ هو تہ پوءِ انگريزن شڪارپور پئي ڪنئي. حقيقت ۾ اهي دوستن جي حيثيت سان آيا آهن ۽ انهن ڪا بہ غداري نہ ڪئي آهي. ٿوري وقت کان پوءِ اسان ڪانئس اجازت ورتي ۽ مون قائم خان آڏو ان خواهش جو اظهار ڪيو تہ ڪيس اهو پڌايو وڃي تہ آءٌ صاحب لوڪ آهيان، جنهن تي پاڻ ڏاڍو لطف اندوز ٿيو ۽ چيائين تہ "اهو صحيح آهي، فقير فقراء اجنبين تي تمام گهڻو ناراض آهن پر مون تہ سوچيوئي ڪو نہ هو، تہ هيءُ يورپي آهي."

سڄي رات بارش پي پئي، جيڪا ٻي ڏينهن يعني 21 فيبروري جي 12 وڳي تائين هلي، ان ڪري مون کي 2 وڳي تائين

---

[1] هزهائينيس مير مراد علي خان 23 ڊسمبر 1828ع تي گاديءَ تي ويٺو ۽ آڪٽوبر 1883ع ۾ انتقال ڪيائين. "سنڌ جي واقعاتي تاريخ"، ص 57- 59

هالا ۾ ترسٺو پيو تہ جيئن خيما سڪن. هالا هڪ وڏو ۽ ڳتيل شهر آهي، جنهن ۾ چار هزار (4000) رهواسي آباد آهن. ان ۾ هڪ شاندار ۽ وڏي بازار آهي. شهر جو هڪ حصو پير جو آهي جيڪو انتهائي شريف النفس ۽ ماڻهن تي خاصو اثر رکندڙ شخص آهي. سنڌ جي ڪنهن بہ شهر ۾ ماڻهن کي ايتري عزت ڪانہ ٿي ملي جيتري پير جي هن شهر وارن کي ملي ٿي. ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪنهن بہ امير ماڻهوءَ جو طرفان ڪنهن بي شهر ۾ ڪنهن کي تڪليف پهچندي آهي تہ اهي بہ هن شهر ۾ پير وٽ اچيو پناهہ وٺندا آهن. شهر جي اُتر اولهہ ۾ هڪ خوبصورت مسجد ۽ ڌرم شالا پڻ آهي. هالا جي اوتر اولهہ ۾ هڪ ميل جي مفاصلي تي خدا آباد جي شهر جا ڪنڊرات موجود آهن جن لاءِ بعد ۾ مون کي اهو معلوم ٿيو تہ ڪنهن زماني ۾ ننٽي ڪان پوءِ سنڌ ۾ بي نمبر تي خداآباد وڏو شهر هو. اهي ڪنڊرات ست ميلن تائين پکڙيل هئا. هن وقت ان شهر ۾ سؤ گهرن کان مٿي گهر نہ هوندا. بلڪل ڏکڻ ۾ مير فتح علي خان جو مقبرو آهي.

(هي مواد محترم جميل الزمان صاحب جن جي ڪتاب "مخدومن هالا" تان ڪنيل آهي.)

بدر ابڙو

# سنڌو درياهہ جو وهڪرو

...... اهو 59-1758ع جو جاگرافيائي واقعو هو، جڏهن سنڌوءَ پنهنجو وهڪرو ڦيرايو. انهي کان اڳ درياهہ هالا کان نصرپور طرف وهندو هو. ڪلهوڙن کي مغلن، پٺاڻن، ۽ ايرانين بہ ايترو تنگ نہ ڪيو هوندو، جيترو سنڌوءَ ڪيو هوندو. هو پنهنجي دؤر ۾ لڳ ڀڳ هر وقت پنهنجيون گاديون بدلائيندا پئي رهيا. نيٺ هڪ ڏينهن 1758ع ڌاري درياہ پاڻ فيصلو ڪيو ۽ هالا وٽان سڌ ڏکڻ ڏانهن سفر شروع ڪيائين. ان ئي وقت سنڌوءَ جو وهڪرو گدو بندر وٽان جاري ٿيو ۽ ان جو هڪ ڦاٽ ڦليليءَ جي صورت ۾ حيدرآباد جي اتر کان ڦٽي هليو.

...... اهڙي ريت 59-1758ع ۾ نصرپور وارو پراڻو وهڪرو جيڪو هالا کان شروع ٿي ڏکڻ اوڀر پئي وهيو، سو سڪي ويو. اهو ستر ميل وهڪرو هو، سنڌوءَ آخري وهڪري وڻڻ کان اڳ لڳاتار ڪيئي مسلسل وهڪرا بدلايا هئا ......

[هي مواد بدر ابڙي جي لکيل ڪتاب سنڌو جي سفر مان ڪوريل مضمون حيدرآباد سنڌ جي دل، جيڪو حيدرآباد جي تاريخ نامي ڪتاب ڏنل آهن، ان مان ورتو ويو اهي.]

30اپريل 2006

پيرو مل مهرچند آڏواڻي

# هالا جو سيرُ

[محترم پيرومل مهرچند آڏواڻي صاحب سنڌ جو سيلاني نالي ڪتاب لکيو هو. جنهن مان هالا جو ذڪر هيٺ پيش ڪجي ٿو. ياد رهي ته هي مواد حسين بادشاه جي سهيڙيل ڪتاب "حيدرآباد جي تاريخ"، روشني پبليڪيشن تان ڪوريو ويو آهي.]

## هالا

مسلمانن جي هڪ ذاتِ جو نالو "هالا" آهي، جنهن تان هالن جي شهر تي نالو پيو آهي. هالن جا شهر ٻه آهن: هڪ هالا پراڻا، ٻيو هالا نوان، جن جي وچ ۾ مفاصلو رڳو ڪوهه ڪن جو آهي. پراڻن هالن جو شهر سمن جي صاحبيءَ ۾ 1422ع ڌاري ٻڌو، پر پوءِ درياهه شاهه جي دڙڪن ماڻهن کي مُنجهايو ۽ ڪيترن پنهنجا اصلوڪا چنا چڏي وڃي نوان پٽ وسايا. نون هالن جي شهر جو اصلوڪو نالو مرتضيٰ آباد هو. اهو نئون شهر ارڙهين صديءَ ۾ مخدوم مير محمد ٻڌايو هو، جنهن جو مقبرو اڄ تائين اُتي آهي. نون هالن ۾ مخدوم نوح جي به درگاهه آهي. انهيءَ درگاهه ۾ جيڪي لکيتون آهن، تن مان هڪ وڏيءَ لکيت مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو مقبرو مخدوم محمد زمان جوڙايو هو. اهو مقبرو 1790ع ۾ ٺهيو ۽ اُن جي مٿان ساڳئي سال ۾ فتح علي خان ٽالپر قُبو اَڏايو هو. مخدوم مير محمد جو مقبرو به فتح علي ٽالپر جو اڏايل آهي. ٻنهي مقبرن جي ويجهو مسجد آهي، جيڪا ڪرم علي خان ٽالپر جي جوڙايل آهي. هتي ٽالپرن چو هي خرچ ڪيا آهن، سو هن ڪري جو مخدوم

نوح سنڌ جي هاڪارن درويشن مان هڪڙو آهي. حقيقت ڪري سنڌ ۾ ٽي مرشد [1] ڪيندا آهن: هڪڙو مخدوم لعل شهباز قلندر سيوهاڻي، ٻيو مخدوم نوح هالن وارو، ۽ ٽيون مخدوم بلاول باغبان تعلقي دادوءَ وارو. هن شهر جو مخدومن جي ڪري مانُ مرتبو مٿي آهي ۽ ڪاريگريءَ جي ڪمن هالن کي هاڪارو ڪيو آهي، نہ تہ هتي ٻيو ڪجهہ ڪونهي، يعني هتي ڪو اهڙو نزاڪت ڀريو نظارو ڪونهي، جنهن جو ذڪر ڪجي: باقي درياهہ جي پٽ آهي، جنهن ڪري وڏا وڻ واٽن تي آهن. سڄي هالن تعلقي ۾ پڪي زمين ٿوري آهي: باقي دسڙ، واريا سي ۽ ڪلراٺي گهڻي آهي.

هالن جو شهر ڪاشيءَ جي سامان ۽ جنڊيءَ جي ڪم ڪري گهڻو هاڪارو آهي. حقيقت ۾ عاليشان هندورا ۽ پلنگ ۽ سهڻا گنج، جن تي مينا ڪاري ٿيل هوندي آهي، سي ڪاٺوٽ تعلقي هالا ۾ ٺهندا آهن: پر اهو سڀ هالن جو سامان سڏبو آهي. هالن جو ڪاشيءَ جو سامان يوروپي ماڻهو دل ڪري وٺندا آهن: پر سنڌي ماڻهن ۾ اُن جو اهڙو قدر ڪونهي، جهڙو هئڻ گهرجي.

هالن ۾ سوسيون ۽ ڇيٽ بہ ٺهندا آهن. هالن جي ڇيٽن جو ذڪر هڪ ڪافيءَ ۾ آهي، تنهنڪري اُها هتي ڏجي ٿي:

**ڪافي طرز: پاڻ ڏاڍن سان نينهن نہ لائجي.**

**ملڪ جي مان وڏائڻ لاءِ، ڪپڙو پايو سڀ ديس جو**
**نٽ شٽ کي سڀ ڏيو نيڪالي، سادي هلت هلائڻ لاءِ**
**هنر هزارين مُئل جياريو، هنرن زور وڌائڻ لاءِ**
**ساڌو هيرانند ۽ نولراءِ، پاتا ٿي ڇيٽ چتائڻ لاءِ**
**ڇيٽ هالن جا ساڌن پاتا، هنرن کي همٿائڻ لاءِ**
**جهڙي اسان کي ڪونہ ڪري ڪو، ديس مان بُک مٽائڻ لاءِ**
**سوال يارت جو سُٺو سنتواسي، ديس سان پال پلائڻ لاءِ**
**ڪپڙو پايو سڀ ديس جو.**

هالن ڏي وڃڻ لاءِ ٽنڊي آدم يا شهدادپور اسٽيشن تي لهبو آهي. ٽنڊي آدم کان وڃبو تہ واٽ تي شاهہ جي ڀٽ ايندي، جنهن جو

ذڪر ڪيترن ڪتابن ۾ آهي، جو اُهو ڳوٺ سهڻي لطيف ٻڌايو هو، جنهنڪري هو عام طرح ڀٽائي گهوٽ سڏجي ٿو. شهداپور ڪان هالن ڏي وڃبو تہ اُڏيري لال جو درشن سولائيءَ سان ڪري سگهبو. جيڪڏهن ڪنهن کي دادوءَ پاسي کان هالن ڏي وڃڻو هجي تہ گوپانگ اسٽيشن تي لهي پوي، جو اُتان پنڌ رڳو چار ڪوهہ آهي؛ پر گهڻ لانگهائو پنڌ آهي. خشڪيءَ جي رستي هالن وڃڻ لاءِ حيدرآباد جي ڪاري ڦڙدي وٽان مياڻي ۽ مٽياري واروورستو وٺي وڃبو آهي. هن پاسي حيدرآباد ضلعو، نواب شاهہ سان اچي ملي ٿو ۽ ٻئي ضلعا هن پاسي اُڏيري لعل جي در جا دربان ٿي بيٺا آهن.

## خدا آباد (نئين)

خداآباد جو شهر نون هالن کان ڏيڍ ميل پنڌ تي آهي ۽ ٽنڊي آدم جي اسٽيشن کان ساڍا اٺ ڪوهہ ڪن پري آهي. هي شهر ميان سرفراز خان ڪلهوڙي 1774ع ڌاري ٻڌايو آهي. انهيءَ کان اڳي ڪلهوڙن جو تختگاهہ اُهو خداآباد جو شهر هو، جيڪو دادوءَ پاسي آهي؛ پر ڪوسن انهيءَ شهر کي باهہ ڏيئي ساڙي ڇڏيو، جنهنڪري ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي نيرن ڪوٽ (حيدرآباد) وسائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيستائين حيدرآباد جو قلعو ۽ ٻيون جُڙيون، تيستائين ڪلهوڙا ڪجهہ وقت شاهپور ۾ رهيا ۽ پوءِ هي خدا آباد جو شهر اچي وسايائون، جو 1789ع تائين سندن گاديءَ جو هنڌ هو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو حيدرآباد کي پنهنجي تختگاهہ بنائڻ کان اڳ پاڻ حياتيءَ جي تخت تان لهي پيو. مير فتح علي خان پوءِ حيدرآباد کي پنهنجو تختگاهہ ڪيو، پر تڏهن بہ هي خدا آباد جو شهر چڱو وسيل هو. 1814ع تائين هي نئون شهر اهڙو وسيل هو، جهڙو حيدرآباد جو شهر اُنهيءَ سال وسيل هو؛ پر ٽيهن ورهين ڪانپوءِ يعني 1844ع ڌاري هن خدا آباد جو اهڙو حال ٿيو، جو منجهس نالي کي هڪ گهر بہ ڪونہ بچيو. ڪيترا پير مرد چون ٿا تہ هن شهر کي درياهہ پائي ويو، جنهنڪري ماڻهو هتان لڏي ويا. تواريخن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ هي شهر ڦٽڻ کان اڳ

ڪيتري قدر ڏڪاڻجي به ويو هو.

هن وقت خدا آباد جو شهر مانيٽن جو پاڙو (قبرستان) آهي. هتي هڪ ڪوٽ نهيل آهي، جنهن جي اِندر مير فتح علي جو قُبو آهي، جيڪو اندران سڄو پٿر جو آهي ۽ مٿس عمدو نقش اُڪريل آهي. قُبي ۾ ٻين ميرن جون به قبرون آهن، جيڪي سڀ پٿر جون آهن ۽ مٿس قرآن شريف جون آيتون خوشخط لکيل آهن. اُنهيءَ قُبي جي صحن جي اُيرندي پاسي پٿر جون چار چوکنڊون آهن، جن جي اُتر طرف هڪ تجر ۾ به تربتون آهن، جن مان هڪ تُربت مائي خيريءَ جي آهي، جيڪا مير فتح علي خان جي ماءُ هئي. مائي خيريءَ جي مسجد حيدرآباد ۾ ميان فقير جي پڙ ۾ آهي ۽ پاڻ هتي پنهنجي پُٽ جي پير ۾ دفن ٿيل آهي.

خدا آباد واري ڪوٽ جي ٻاهران مسجد آهي، جنهن جي اُتر طرف چوديواريءَ اندر پٿرايون چوکنڊون آهن، جن تي اُڪر جو ڪم نهايت عمدو ٿيل آهي. هتي اُلهندي پاسي هڪ اُٺ جيڏي قبر سرن جي نهيل آهي! هي سڄو مقام آهي ۽ اُن جي اُتر ڏي ڪلهوڙن جو قلعو آهي، جنهن ۾ مير بهرام ۽ مير صوبيدار سان غضب ٿيو هو. مير بهرام، مير شهداد جو پُٽ هو ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ برک هو. ميان سرور خان به ٻهريائين ڏاڍي عزت ڏيندو هوس، پر پوءِ هڪ حرڪتي سردار راڄو ليکي، جيڪو موري تعلقي ۾ دفن ٿيل آهي، تنهن ميان سرفراز خان کي چوريو، جنهنڪري ميان جي مير بهرام ۽ سندس پُٽن ۾ بدگماني پيدا ٿي. مير بهرام کي ٻه پُٽ هئا: هڪ مير بجر، ٻيو مير صوبيدار. هڪڙي ڏينهن مير بهرام، ميان سرفراز خان جي سلام تي ويو ته ميان چيس ته پنهنجي پُٽ مير بجر جا حال ڏس. اُجهو هي خط پڙهي ڏس ته منجهس ڇا لکيو اٿس. مير بهرام وائڙو ٿي ويو ۽ عينڪ پائي اجا خط تي پڙهيائين ته ميان سرفراز خان پنهنجي ڪنهن ماڻهوءَ کي اشارو ڪيو، جنهن اُمالڪ ترار هڻي سِسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيس! هي ويچارو خط پڙهي خون ٿي ويو!! ميان سرفراز جي

ماڻهن پوءِ مير بهرام جي پُٽ مير صوبيدار کي وچي ماريو، پر هن مرڻ کان اڳ راڄي ليکيءَ جي پُٽ الله بخش ۽ ٻين ٽورن کي عدم جي راهه ٻڌائي. هي هولناڪ حادثو 1774ع ۾ ٿيو.

مير بحر کي پٽس اڳيئي چيو هو ته ميان سرفراز مان خوف سمجهجهانءِ، سو ته هڪدم هليو ويو حج تي! هڪ پير مرد مسلمان چيم ته مير بجر ڪاٺو هو ۽ ڏاڍو سياڻو هو. هو ساهه بچائڻ سانگي حج ڏي هليو ويو، پر اُتي به سنڌ جي وٽن کي پيو سنڀاريندو هو. مير بجر جي ڏاڙهي ڏگهي هئي، تنهن سان درگاهه جو در پيو ٻهاريندو هو ۽ دم دم اها دعا پيو پڙهندو هو ته شل سگهو سنڌ ۾ وڃي موجون ماڻيان. پير مرد چيو ته ڪنهن وقت درگاهه مان مير بحر کي آواز آيو ته، ”بجر ڪاٺا، وڃي گهماءِ سنڌ ۾ گهاٽا.“ مير بجر پوءِ سنڌ ۾ آيو ۽ گهاٽن گهُمائڻ کان اڳ سندس سر تي تلوار گهمايائون، جا ڳالهه عالم آشڪار آهي. ”ڪَنَ جي ڳالهين مير بجر کي مارايو!“ اِهو پهاڪو اڄ تائين مشهور آهي. هن خدا آباد واري قبرستان ۾ مير بهرام ۽ پٽس مير صوبيدار جون قبرون جدا چوڪنڊين ۾ آهن ۽ مير بجر جي چوڪنڊي اُنهن جي چوڪنڊين جي ويجهو آهي.

## اڏيرو لعل

ڳوٺ اُڏيرو لعل، هالن تعلقي [هاڻي مٽياري تعلقي] ۾ اُڏيرو لعل اسٽيشن کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اهو اصل جهيجن جو ڳوٺ سڏبو هو، جو جهيجا ذات جا مسلمان اُتي رهندا هئا. هتي پوءِ اُڏيري لعل جو مندر نهيو، تنهنڪري لعل صاحب جو متس نالو پيو. لعل صاحب پنهنجي مندر لاءِ هي پَٽ ممڻ نالي هڪ ميمڻ کان سنبت 1019 ڏاري ورتو هو. هن پهريائين پٽ جا پئسا تي گهريا. چون ٿا ته اڏيري لعل امالڪ زمين ۾ نيزو کوڙيو ته ميمڻ کي اکيچار ڏن ڏرتيءَ ۾ پوريل ڏسڻ ۾ آيو. تڏهن سمجهيائين ته ڪنهن ڪامل سان ڪم پيو اٿم. هو پوءِ پنهنجي

زال سان صلاح ڪرڻ ويو تہ هن ڪان پٽ لاءِ پئسا ونجن يا نہ.
اڏيري لعل سان ان وقت پڳر نڪر ساڻ هو، جيسين ميمڻ جوءِ سان صلاح ڪرڻ ويو، تيسين هنن بنهي ڄڻن (لعل صاحب ۽ پڳر نڪر) ڪي اس گهڻو ستايو. لعل صاحب پوءِ پنهنجي قدرت سان هڪ ڪبڙ جو وڻ پيدا ڪيو هي ٻئي ڄڻا ان جي ڇانو ۾ ٿي ويٺا. ميمڻ پوءِ زال سوڌو آيو، هي قدرتي وڻ ڏسي هيڪاري وائڙو ٿيو. هن پوءِ لعل صاحب کي چيو تہ زمين جا پئسا اسان کي ڪونہ کپن؛ باقي ايتري مهرباني ڪريو، جو جيڪا درگاهہ هتي ناهيو، تنهن ۾ اسان کي مجاور ڪري رکجو. لعل صاحبؒ اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ پڳر نڪر، جيڪو سندس سؤٽ بہ هو ۽ شش بہ هو، تنهن کي مندر جوڙائڻ جي پارت ڪري پاڻ گهوڙيءَ تي سوار ٿيو ۽ گهوڙيءَ سوڌو اُنهي هنڌ سيني جي ڏسندي زمين ۾ الُوپ ٿي ويو!

جنهن هنڌ اڏيري لعل نيزو کوڙيو تنهن هنڌان قدرتي پاڻي نڪتو. پڳر نڪر پوءِ انهي هنڌ کوهہ کٽايو، جنهن کي "ٻالنيو" ڪري سڏيندا آهن. لعل جا جاتي انهي کوهہ ۾ ٻجراٽا ۽ ديڳيون وجهندا هئا. ڪبڙ جو وڻ جيڪو لعل صاحب پنهنجي قدرت سان پيدا ڪيو هو. سو بہ اڄ تائين آهي، ان جي پر ۾ ٻيا بہ ڪبڙ جارا آهن.

اڏيري لعل جو هاڻوڪو مندر جڏهن نهيو ٿي، تڏهن مسلمان چوڻ لڳا تہ اسين هتي تجرون جوڙائينداسون ۽ قبو اڏائينداسون؛ توهين جيڪڏهن مندر جوڙيندا تہ پوءِ اسان کي پير پائڻ بہ ڪونہ ڏيندا؛ پر جنهن صورت ۾ هو شيخ طاهر هو ۽ اسان جو وڏو پير هو، تنهن صورت ۾ سندس قبر جوڙائڻ اسان تي حق آهي. هندو چوڻ لڳا تہ هو شري امر اُڏيرو لعل صاحب هو ۽ اسان جو اوتار هو، تنهنڪري اسين مندر جوڙائينداسون ۽ اکنڊ جوت ٻارينداسون. اهڙيءَ طرح هندن ۽ مسلمانن پهريائين پاڻ ۾ ردبدل ڪئي؛ پر پوءِ چڱي مت آين، جو پاڻ ۾ نهراءُ ڪيائون تہ سڄي رات جاڳي امر لعل کي ارداس ٿا پايون، من اهو پنهنجي درگاهہ جو

فيصلو پاڻ ڪري. چون ٿا تہ نيٺ اڌ رات جو آواز آين تہ ذات تي ذات ڪانهي، هتي جيڪو ڪمائي ڪندو، شيءِ آهي تنهن جي. مسجد ۽ مندر هڪ ڳالهہ آهي، رڳو دل مان دئيت ڪڍڻ گهرجي. توهين هاڻ هيئن ڪريو، جو مسلمان قبو اڏائين ۽ هندو جوت جا آستان جوڙائين ۽ ٻئي پاڻرن جيان گڏجي ميٺ محبت ۾ مندر جي خدمت ڪن. انهيءَ فيصلي پٺاندر هندن ۽ مسلمانن گڏجي ڪم ڪيو ۽ ڪيترا سال سلوڪ ۾ گذاريائون، پر ٽن سالن کان منجهن اچي ناسازي پيدا ٿي آهي، جنهن ڪري حيدرآباد جي ڪليڪٽر صلح سانت قائم ڪرڻ لاءِ اڏيري لعل جو ميلو بند ڪرائي ڇڏيو آهي ۽ هاڻ نصرپور ۾ ميلو لڳندو آهي. اڳي هتي چيٽي چنڊ جي ميلي تي تمام چڱو واپار هلندو هو. ميلي تي اٺ بہ وڪامڻ ايندا هئا.

محمد حبيب سنائي

# هالا پراڻا

حيدرآباد جي اتر - اولهه ۾ سٺ ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي قومي شاهراهه جي پير ۾ هڪ شهر ورسيل آهي. جنهن کي هٿ - هنرن واري شهر "هالا" طور ڄاتو وڃي ٿو. مقامي طرح ان جو نالو مڪمل نالو هالا نوان آهي. هن شهر جي وري ڏکڻ - اولهه ۾ ٻن اڍائي ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي، سنڌو درياءَ جي پيٽ ۾ هڪ ٻي وستي آباد آهي، جنهنکي هالا پراڻا سڏيو وڃي ٿو. هيءُ ليڪڪ انهيءَ ڳوٺ مان اوهان صاحبن سان مخاطب آهي. چيو وڃي ٿو ته هيءُ هالا پراڻا، ماضيءَ جي هڪ قديم تاريخي ۽ نامي گرامي شهر هالا ڪنڊيءَ جو هڪ تسلسل آهي.

نامور مورخ ۽ عالم جناب ڀيرومل مهر چند پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي سيلاني" ياڳو ڦيريون (صفحو 144) ۾ لکيو آهي ته: هيءُ شهر سمن جي صاحبي ۾ 1422ع ڌاري ٻڌايو ويو. محترم غلام محمد لاکي پنهنجي ڪتاب "سمن جي سلطنت" (صفحو 77) ۾ سمن جي دور ۾ جيڪي اهم علمي ۽ تعليمي مرڪز ڄاڻايا آهن، تن ۾ هالا ڪنڊي بہ شامل آهي. مير علي شير قانع ٺٽوي پنهنجي اهم ترين ڪتاب "تحفة الڪرام" جو هڪ پورو باب هالا ڪنڊيءَ جي اوليائن، عالمن ۽ مشاهيرن جي ذڪر سان ڀريو آهي. هن صاحب بہ هالا ڪنڊيءَ کي هڪ ناليرو شهر ۽ خدا وارن جو آرام گاهہ سڏيو آهي. بهرحال هن وستيءَ جي اهميت رڳو عالمن ۽ الله وارن جي موجودگي باعث ڪونہ هئي، پر ان زماني ۾ منهنجي ذاتي راءِ موجب هن وستيءَ جي اهميت هتي قائم پتڻ جي ڪري بہ هئي، انهيءَ وقت اڄوڪي ڏکڻ سنڌ مان اتر سنڌ ڏانهن يا اُتر سنڌ مان ڏکڻ سنڌ اچڻ لاءِ هي پتڻ اورانگهٽو پوندو هو. مرزا شاهہ حسن ارغون جڏهن ڄام فيروز سان وڙهي بکر ويو هو تہ هتان

اچي ٽپيو هو. ان کان علاوه خسرو خان چرڪس به جڏهن قندار وڃڻ لاءِ هتان درياءَ اڪرڻ لاءِ هتي پهتو هو، تڏهن ڪيس خبر ملي ته سندس ويري مرزا غازي بيگ فوت ٿي ويو آهي.

صدين کان جنديءَ جي ڪم باعث سنڌ ڪي ملڪان ملڪ ناماچاري مليل آهي. هالا ڪندي ۽ هاٽوڪو هالا پراڻا جندي جا اهم ترين مرڪز رهندا اچن.

اڳ ۾ ئي اهو ٻڌايو ويو آهي ته هيءُ ڳوٺ ڪيترن ئي اوليائن، عالمن جو آرام گاهه آهي. فارسي زبان ۾ قرآن حڪيم کي منتقل ڪندڙ غوث الحق حضرت مخدوم نوح سرور رحمت الله عليه، جيڪو اڄ ڪلهه ته مدفون هالا نوان ۾ آهي ۽ سندس پونير به هالا ۾ ورسيل آهن، پر جاءِ نپنو ۽ علمي ۽ روحاني فيض هالا ڪندي ۾ ڏنائين. پهريائين هتي ئي دفن ڪيو ويو. پر درياءَ جي دست اندازيءَ ڪري سندن ميت مبارڪ کي هتان ڪڍي اجوڪي هالا نوان ۾ وڃي دفن ڪيو ويو. سنڌ تي قابض مرزا غازي بيگ، جڏهن پنهنجي آقائن، مغلن کان منهن موڙڻ شروع ڪيو، تڏهن ان وقت جي مغل شهنشاهه جلال الدين محمد اڪبر ڪيس سيکت ڏيڻ لاءِ پهريائين صادق محمد خان جي سربراهي ۾ فوج اماڻي، جيڪا ناڪام ٿي، وري ان عبدالرحيم خان خانان کي هت اماڻيو، اهو صاحب پنهنجي مهم جي ڪاميابيءَ لاءِ هر پير ۽ ولي جي در تي دعا واسطي آيو. روايت آهي ته ان زماني ۾ مخدوم نوح فوت ٿيو هو ۽ هڪ اهل الله، خان خانان کي صلاحيو ته هو جلد ازجلد مرزا جاني بيگ جي پهچڻ کان پهرئين مخدوم صاحب جي تعزيت ڪري ۽ ڪاميابي ماڱي. چون ٿا ته ان وقت جيتوڻيڪ مرزا غازي بيگ نصرپور جي پاسي ۾ هو، پر هيءُ خان خانان اڳواٽ پهتو. لڪڻ وارا لکن ٿا ته ان کان پوءِ هيءُ خان خان پنهنجي مهم ۾ ڪامياب ٿيو. (تحفة الڪرام) (صفحو 91-190).

مخدوم سرور نوح رحمت الله عليہ کان علاوه هتي ٻيا ڪيترائي نامور اولياءَ ڪرام ۽ عالم سگهورا پيدا ٿيا آهن. مخدوم عربي ڏياڻو نہ صرف ولي سگهورو هو، پر هڪ عالم هو ۽ مدرسو هلائيندو هو. ان کان پوءِ مخدوم اسحاق پٽني، مخدوم فتح الله، مخدومِ احمد اول ۽ ثاني، شيخ سومار ۽ سيد ميرل شاهہ وغيره بہ هتي مدفون آهن. انهن صاحبن جي تفصيلي احوال لاءِ مولانا دين محمد وفائيءَ جو ڪتاب "مشاهير سنڌ" ڏٺو وڃي. چون ٿا تہ هتي مدفون سيد ميرل شاهہ، هرات کان آيل سيد حيدر شاهہ جو پٽ هو. ۽ سنڌ جا سيد انهيءَ ميرل شاهہ جو اولاد آهن.

هن ڳوٺ رڳو اوليا الله پيدا نہ ڪيا آهن، پر شاعر ۽ اديب بہ پيدا ڪيا آهن. مذهبي شاعري جي اهم ترين صنف مولودن جو موجد جناب عبدالرؤف پٽني، موزون ۽ جديد زبان ۾ غزلن جو پهريون ديوان لکندڙ جناب خليفو گل هالائي، هن سر زمين مان نسريا. ان کان علاوه چيو وڃي ٿو تہ سنڌي ۾ ڪنهن ناول جو پهريون ترجمو بہ هتي جي هڪ شخص مخدوم محمد ابراهيم پٽني صاحب ڪيو هو، جيڪو هڪ ٻي ليکڪ، شاعر، ماهر تعليم جناب مخدو محمد صالح پٽنيءَ جو ڏاڏو هو. مخدوم محمد صالح پٽني (وفات 1953) صاحب شاعري، ڪهاڻي ۽ اسلامي تاريخ تي 20 کان متي ڪتاب لکيا يا ترجما ڪيا آهن. انگريزن جي دور ۾ هتان جو ٻيو هڪ شاعر صوفي آسوملِ هو. هن صاحب هڪ ديوان کان علاوه شاهہ ڀٽائيءَ جي طرز تي هڪ رسالو بہ لکيو آهي. ورهاڱي کان پوءِ بہ ڪيترا رهواسي علمي ۽ ادبي ميدان ۾ پاڻ پتوڙيندا رهيا آهن. سڀ کان پهريائين ذڪر قاضي محمد عالم معصوم قريشي صاحب جو ڪجي. هن صاحب نہ رڳو هالا پراڻا ۾، بلڪ نوابشاهہ ۽ جهول ۾ ادبي ادارا جهڙوڪ سنڌي ادبي سنگت جون شاخون قائم ڪرايون، پر اشاعتي ادارن جي قيام سان گڏ وڏيون مجلسون بہ ڪرايون. نوابشاهہ مان نڪرندڙ رسالي "ادا" جا ڪافي شمارا مرتب ڪيائين. هالا پراڻا ۾ ادبي مجلسون ۽ مشاعرا

ڪرايائين. مخدوم محمد اشرف پٽي، حڪيم رحمت الله پٽي، قاضي مريد علي قريشي، غلام رسول شيخ ۽ سوز هالائي جي تعاون سان هتي ادبي سنگت قائم ڪرايائين. ستر جي ڏهاڪي ۾ هڪ اشاعتي ادارو وطن پبليڪشن ڪولي به ٽي ڪتابي سلسلا ڪڍيائين. ”سنڌي ادبي سنگت“ کي هر پيري سر گرم ڪرڻ ۾ هن صاحب جو هٿ رهيو آهي. اسي واري ڏهاڪي ۾ مون کي ۽ عرفان کي همٿائي شاخ کي سرگرم ڪيائين. يونين ڪائونسل ۾ طالب المولیٰ لائبرري ۽ اپياس گهر 1989ع ڌاري قائم ڪرائڻ ۾ ثناءُ الله صدر ۽ قاضي محمداعظم صاحب ڪان پوءِ وڏ ۾ وڏ حصو قاضي محمد عالم صاحب جن جو آهي. هي اپياس گهر اڄ تائين به ڪم ڪري رهيو آهي. سٺ واري ڏهاڪي ۾ اڄڪلهه اين جي اوز سان واڳيل محترم گل محمد مستوئي هتي انگريزي ٽيچر ٿي آيو هو. هن صاحب هتان جي محترم عبدالرشيد قريشي، سائين خليل احمد قريشي مرحوم، حاجي يار محمد صدر ۽ بين جي تعاون سان ڪاروان ادب جي اشاعتي سلسلي ۾ ڪجهه ڪتاب ڇپايا ۽ ٻه ٽي ادبي ڪانفرنسون ڪرايون.

هن ڳوٺ قاضي غلام محمد قريشي جهڙو خاموش علم و ادب جو سرپرست به پيدا ڪيو. هن صاحب سڄي زندگي ديني ۽ ادبي ادارن جي سهائتا ڪئي. تازو سندس ڪجهه تصنيفات سندن فرزند قاضي شوڪت علي قريشي صاحب جن پاران ڇپايون ويون آهن. پر سندس خدمتون ۽ ڪاوشون تاريخ جي حوالي نہ ڪيون ويون آهن، رڳو چند خواصن جي دلين ۾ اهي دفن آهن.

هتي جو رهواسي محترم سوز هالائي نہ رڳو سنڌ جو نامور شاعر آهي، . _ هڪ وڏو موسيقيءَ جو پارکو به آهي. هيستائين سندس شاعري جا ٻہ مجموعا ”رنگ رتا پيچرا“ ”درشن ڏارو ڏار“ ڇپجي چڪا آهن. نثر ۾ استاد محمد جمن جي حوالي سان سنڌي موسيقي تي هڪ ڪتاب ”ڪارون وس ڪيام“ ڇپيو ويو آهي. اڻڇپيل ڪتابن ۾ آتم ڪهاڻي جو هڪ ڪتاب ۽ شاعري

جو مجموعو مناسب پبلشر جي انتظار ۾ آهن. سوز صاحب جا ٻه فرزند جناب ڪوثر هالائي ۽ جاويد سوز هالائي به شاعري، ادب ۽ صحافتي ميدان ۾ پاڻ موکي رهيا آهن. سندس وڏو پٽ امتياز هڪ سنو استاد آهي ۽ موسيقي جي شعبي ڏانهن راغب آهي.

هن ڳوٺ عرفان مهدي کي به جنم ڏنو آهي. عرفان 15 ورهين جي ڄمار ۾ 1979ع ڌاري هڪ اشاعتي ادارو وک وڏايو پبلڪيشن قائم ڪيو. ان اداري پاران ڏهاڪو کن ڪتاب ڇپرايا ويا. عرفان اهي ڪتاب پاڻ وڃي سنڌ جي سوين اسڪولن ۾ کپايا ها. ان کان پهرئين اسان جي اسڪول ۾ جڏهن اسان ستين جماعت ۾(1977ع ڌاري) پڙهندا هئاسون ته تڏهن هالا نوان جو سائين علي محمد ميمڻ صاحب هتي بدلي ٿي آيو ۽ اسان جو ڪلاس ماستر ٿيو. هن صاحب هڪ مندلي ٺاهي. جنهن طرفان تقرير بازي، مضمون نويسي ۽ راندين جا مقابلا ڪرايا ويا. ان صاحب هڪ اخبار ڪڍي هئي، ۽ عرفان ۾ اشاعتي اداري جو شوق جاڳايو هو، جيڪو پوءِ چند سالن کان پوءِ عملي روپ وٺڻ لڳو. عرفان کان اتساهجي اسانجي ٻين هم ڪلاسين خالد صدر ۽ فضل قادر ميمڻ به اهڙا ادارا قائم ڪيا هئا. خالد صدر سهيل صدر ۽ آفتاب پٺي ۽ نثار احمد ميمڻ جي سهائتا سان روشن تارا پبليڪشن هيٺ ٿي ڪتابي سلسلا ڇاپيا. فضل قادر ميمڻ سڳند پبليڪشن جي نالي ۾ به ٿي ڪتاب ڇاپيا هئا. ان ڪانپوءِ اسان جي هڪ سينئر دوست محترم شيخ منير هالائي به هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪيو هو ۽ شايد به کن ڪتاب ڇاپيا هُئا.

هتي مونکي ياد اچي ٿو ته عزيز منگسي صاحب به هتي اچي هڪ ادارو صداءِ وطن پبليڪشن قائم ڪيو هو. ان صاحب هڪ تنظيم به قائم ڪئي هئي. جنهن جا مک شريڪ هئا محترم عبدالڪريم ميمڻ (هاڻو عبرت جو تعلقه رپورٽر)، محمد صادق بهزاد ميمڻ، محترم شيخ منير هالائي ۽ عاشق هالائي صاحب. عاشق هالائي ڪيترو وقت شعرو شاعري ڪندو رهيو پر نوڪري

۾ چڙهڻ بعد شعرو شاعري کان پاسيرو آهي، ۽ اڄ ڪلهه حيدراباد وڃي وينو آهي. ساڳي طرح ثناءُ الله صدر (ثنا هالائي) صاحب ڪافي وقت شاعري ۽ علمي ۽ ادبي ميدان تي سرگرم رهڻ کان پوءِ هاڻي نوڪري ڏي ڌيان ڏئي رهيو آهي. ياد رهي ته طالب المولىٰ لائبرري جي قيام ۾ ثنا هالائي جو رول سڀ کان وڌيڪ رهيو آهي. ان کان علاوه ان لائبرري جي قيام ۾ مخدوم آفتاب احمد ڀٽي، مسرور احمد ڀٽي، ۽ علي احمد دايو جو به ڀرپور حصو رهيو اهي. اڄ ڪلهه ادبي ميدان ۾ مانار متل آهي.

سياسي ميدان ۾ عرفان مهدي کان علاوه هن ڳوٺ هڪ شخص لکان دان مٿ جنابَ حفيظ قريشي پيدا ڪيو آهي. جنهن کي سنڌ جو ابوالڪلام سڏيو وڃي ٿو. ان کان اڳ هتي خلافت تحريڪ ۾ هتان جي رهواسين سرگرمي ڏيکاري هئي.

اندازو آهي ته هن ڳوٺ جي آبادي ڏهه هزارن کان چڙهيل آهي. انهيءَ حساب سان هي ڪو ڳوٺ نه پر ننڍو شهر آهي. هن وقت چار بوائز ۽ به گرلز پرائمري اسڪول، هڪ بوائز ۽ هڪ گرلز هاءِ اسڪول قائم آهن. ٻنهي هاءِ اسڪولن کي تازو محترم قاضي شوڪت علي صاحب جي ڪوشش سان هاير سيڪنڊري اسڪول طور اپگريڊ ڪرڻ جو سرڪاري اعلان ٿيو آهي. قاضي صاحب جي ڪوشش سان انفارميشن ٽيڪنالاجي سينٽر به قائم ٿي رهيو آهي. انهن مڙني اسڪولن ۾ منهنجي ذاتي اندازي موجب به هزار کن ٻار داخل ٿيل آهن. چند سال اڳ 30 سالن کان قائم يوبي ايل بئنڪ جي برانچ بند ڪئي وئي. پوسٽ آفيس جي باقاعده آفيس ڪانهي. بنيادي صحت ايڪو ڏهاڪو کن سالن کان قائم آهي، جنهن کي به قاضي شوڪت علي صاحب جي ڪوشش سان رورل هيلٿ سينٽر طور اپگريڊ ڪيو ويو آهي. ڳوٺ جون گهٽيون چاليهه سيڪڙو آر سي سي بلاڪ سان ٺهيل آهن، پنجاه سيڪڙو واري ۽ پڪي سر سان جڙيل آهن. واٽر سپلاءِ جون اسڪيمون به ڪافي آيون آهن. پر پوءِ به ڏيڍ کان به سو گهرن ۾ خودڪار پاڻي ڪڍڻ وارا پمپ لڳل

آهن. اڪثر گهر گئس استعمال ڪري رهيا آهن. ٻارهن ڪن چانهہ جون هوٽلون آهن. جتي صبح ڪان وٺي آڌي رات تائين ٽي وي تي يا تہ ڪئبل جا چينل لڳايا وڃن ٿا، يا وري وي سي آر تي هندستاني فلمون ڏيکاريون وڃن ٿيون. منهنجي ذاتي اندازي موجب هر وقت انهن هوٽلن تي ٽن ڪان پنج سون تائين ماڻهو ويٺل هوندا آهن. رات جي وقت اهو انگ هڪ هزار تائين پهچندو آهي. ياد رهي تہ هوٽل تي هر وقت ويٺلن جو عمرون 15کان35 سالن تائين آهن. عمر جو اهو حصو ذاتي توڙي قومي ترقي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندو آهي. پر هي حضرت بجاءِ دل لائي پورهيو ڪري پنهنجي ذاتي يا ڪٽنب جون حالتون سڌارڻ جي، هوٽلن تي چانهيون پي، چورن تي خرچ ڪري، پاڻ کي وڌيڪ غريب بنائي رهيا آهن. ياد رهي تہ انهن صاحبن جي اڪثر گهرن ۾ ٽي وي موجود آهي. چون ٿا تہ پنجاب جي هر گهر ۾ هڪ ننڍڙو ڪارخانو اهي، ۽ اُتان جي اڪثريت ڪنهن نہ ڪنهن ڪرت ۾ رنڀيل نظر ايندي آهي.

هتي جا رهواسي ڏهہ ٻارنهن ذاتين ۾ ورهايل آهن. بهرحال اڌ ڪان وڌ آبادي ميمڻ برادري تي مشتمل آهي. مقامي سطح تي ميمڻ ڪيترن ذيلي ذاتين يا پاڙن ۾ ورڇيل آهن: ڏناٽي (عرفان مهدي جو ڪٽنب)، لالواڻي، ڪوٺار، چاڪي، پهلاٽي، ڪلگور، ڦودي، آگواٽي، ٻوراٽي (فضل قادر ۽ عاشق هالائي جو خاندان، هنن جي اڪثريت حيدرآباد ۾ رهندڙ آهن). دوداٽي (هي بہ گهٽي ڀاڱي حيدرآباد ۾ ورسيل آهن. پوليس علمدار بشير ميمڻ جو تعلق هن خاندان سان آهي). رناٽي (عبرت اخبار جي تعلقہ رپورٽر عبدالڪريم ميمڻ جو خاندان) ۽ سنائي (هن ليکڪ جو خاندان) وغيره. بهرحال ڪجهہ گهر رڳو ميمڻ طور ڄاتا وڃن ٿا. جيئن ناميارِي سماجي ورڪر جناب غلام حسين دودي ميمڻ جو خاندان وغيره. ميمڻن جي گهڻائي خوانده آهي ۽ واپار وڙي سان لاڳاپيل آهي. ڪافي ماڻهو سرڪاري نوڪرين ۾ بہ رڌل آهن. تہ ڪي وري زمينداري ۽ هارپو ڪن ٿا. اسان جو سنائي خاندان زمينداري ۽ هارپو ڪندو رهيو آهي.

پٺي بزرگن جي ذات هتان جي اهم ترين ذات آهي. مقامي روايتن موجب پٺي صاحبان جيسلمير کان هتي لڏي آيا هئا ۽ پاڻ سان شيدي ۽ صدر آندا هئا. پٺي خاندان ٻن پاڙن ۾ تقسيم ٿيل آهن. هڪڙن کي خليفا پٺي، ته ٻين کي ميان صاحب سڏيو وڃي ٿو. پٺي صاحب پڙهيل ڳڙهيل آهن، اڪثر نوڪرين ۾ آهن. ٻنهي پاڙن جي اڪثريت حيدرآباد ۾ وڃي وسي آهي.

هالا ارباب هتان جي هڪ قديم ترين ذات آهي. مقامي طرح انهن کي وڏيار به سڏيو وڃي ٿو. اڪثريت ٻني ٻاري سان رنڀيل آهي ۽ اقليت نوڪرين ۾ مشغول آهي.

هتي رهندڙ قريشي ٽن ذيلي ذاتين ۾ ورهايل آهن. خليفي گل هالائي جا پونير ملان سانوٽي قريشي سڏجن ٿا. هي خاندان ڪافي پڙهيل لکيل آهي ۽ اڪثريت نوڪري پيشه آهي ته ڪجهه وري زميني داري وغيره سان لاڳاپيل آهن. قريشين جي هڪ ٻي ذيلي ذات قاضي قريشين جي آهي. محترم حفيظ قريشي (نامورسياستڪار)، قاضي غلام محمد قريشي(نامور عالم، اديب)، قاضي محمد عالم معصوم (نامور جاڪوڙي، اديب)، قاضي خادم (نامور ليکڪ)، قاضي منظور حسين قريشي (انگريزي زبان ۾ تاريخ جي موضوع تي لکندڙ)، قاضي محمد اعظم قريشي (اڻورچ سماجي ڪارڪن، ۽ علم دوست)، قاضي محمد شوڪت علي (عالم ۽ اديب)، مرحوم قاضي خالد مسعود، ڊاڪٽر طاهر قريشي، قاضي اميدعلي ۽ قاضي اياز قريشي هن خاندان سان تعلق رکن ٿا. هن خاندان جي ڪافي ماڻهن ورهاڱي کان اڳ ئي اعليٰ تعليم ورتي هئي. منهنجي دوست اميد علي جي والد محترم قاضي رحمت الله صاحب جن سال 1938ع ۾ بي ايس سي ۽ سال 1942ع ۾ ايل ايل بي جي ڊگري بمبئي يونيورسٽي مان ورتي هئي. هن خاندان هڪ ٻيو نرالو شخص قاضي محمد تقي به پيدا ڪيو هو. جون ٿا ته هو ورهاڱي وقت روينيو کاتي ۾ ننڍو عملدار هو. پنهنجي ذهانت جي بل بوتي تي هڪ وڏو سرمائيڪار ۽ زميندار بڻيو. ڪي ماڻهو چون

تا تہ هو ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج جو رڪن بہ رهيو هو. قريشين جي ٿين ذات مولوي قريشن جي آهي. هن خاندان عالم سگورا تہ پيدا ڪيا آهن پر هنن جي اهم دين مدرسہ محمديہ جو اجراءُ آهي. جيڪو 1927ع ڌاري قائم ٿيو. هن مدرسي ۾ اڄ تائين پرائمري تعليم ڏني وڃي ٿي ۽ ماضي ۾ فائينل وڙهائي ويندي هئي. هن خاندان جي هڪ فرد عبدارشيد قريشي، گل محمد مستوئي جي مدد سان هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪيو ۽ علمي مجلسون منعقد ڪيون. تازو هن خاندان جي هڪ فرد ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي ياد ايام نالي ڪتاب لکي خاندان جي علمي وات تي گامزن ٿيو آهي. هتي ڏاڍي ڏک سان لکڻو ٿو پوي تہ مذڪوره مدرسہ محمديہ (جنهن ۾ منهنجي خاندان جا هڙئي فرد پڙهيا آهن) پنهنجي اصلي جاءِ تان بي پاسي منتقل ڪيو ويو آهي، ۽ ائين ان جو تاريخي تشخص مجروح ڪيو ويو آهي.

هالا پراڻا جي سڀ کان متحرڪ ۽ سماجي تعلقات ڪي وڏائڻ ويجهائڻ واري ماهر ذات صدرن جي آهي. ياد رهي تہ ڪجهہ صدر ڪاغذ پٽن ۾ پاڻ کي ميمڻ ئي لکائيندا آهن، ويجهي سٽ ۾ انهن جو مکيہ شخص حاجي الهبچايو صدر هو جيڪو پسارڪو دڪان هلائيندو هو. پر هو هڪ سنو ليکڪ ۽ عالم هو. سندس خانداني ۽ سماجي وهنوار جو نمونو اڄ بہ مثال طور اپنايو وڃي ٿو. سندن هڪ فرزند سائين عطامحمد صدر بہ هڪ اعليٰ اديب ۽ مقرر آهي. روشن تارا پبليڪشن جو خالد صدر، ڊاڪٽر رضا محمد صدر، سهيل صدر، ثنا هالائي، حنيف آخوند، گلشن صدر هن ڪٽنب جا اهم شخص آهن. هن خاندان جا اڌ ماڻهو نوڪرين ۾ تہ اڌو اڌ دڪانداري ۾ آهن.

هتي جا سيد سگورا چئن پاڙن ۾ ورڇيل آهن. پهريون پاڙو سنائي سيدن جو آهي، سائين امير حيدر شاهہ جو سهرو جناب غلام شاهہ نہ صرف هن خاندان پر اسان جي سنائي خاندان جو مربي هو. قاضي صاحبن جي پڙ ۾ رهندڙ سيد صاحبان پاڻ کي

لڪياري شاهه سڏائين ٿا. سوزڪي اسٽينڊ جي پر ۾ رهندڙ شاهه صاحب جرار پوٽا آهن ۽ گرلز اسڪول جي سامهون رهندڙ سبز واري شاهه آهن، جن جو آخري مرد سائين سد مگيلڊو شاهه تازو وفات ڪري ويو آهي. هو صاحب هڪ سنو شاعر ۽ مرثيه نگار هو

سيدن سان گڏ پير صاحبن جو ذڪر به ضروري آهي. ملن سانوٽي قريشي سان گڏ رهندڙ پير صاحبان سرهندي پير سڏبا آهن. انهن جي گهڻائي ڪراچي منتقل ٿيل آهي. محترم غلام شاهه جو همعصر ۽ ڳوٺ جي هڪ معتبر شخص پير وسون جو خاندان، پيرن طور ڄاتو وڃي ٿو. ڪوٽارن جي محلي رهندڙ ۾ هڪڙا پير پاڻ کي شاهه به سڏائين ٿا ۽ ٻيا پير خانگاهي پير سڏجن ٿا. هن محلي ۾ هڪ گهر آخوندن جو آهي. جنهن جو وڏو آخوند ولي محمد هڪ بزرگ ڄاتو وڃي ٿو ۽ تازو وفات ڪري ويو آهي. سائين آخوند يار محمد هڪ ايماندار ۽ بهترين اليڪٽريشن آهي. سندس ننڍو ڀاءُ آخوند عبدالواحد هن وقت ڊائريڪٽر نيشنل سيونگز آهي. پاڻ سڳا جو سرگرم رڪن رهيو آهي.

هي رهندڙ شيخ صاحب تعداد ۾ گهٽجي رهيا آهن. ڇو ته هو هتان لڏي حيدرآباد وسائي رهيا آهن. هي ننڍڙو ڪٽنب پنهنجي اثر رسوخ جي لحاظ کان مجيل آهي. هن خاندان جو هڪ فرد محترم منير هالائي سالن تائين، علمي ۽ ادبي ميدان ۾ پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي. منير صاحب جي مهربانين سان مون نئشنل ڊولپمينٽ فنانس ڪارپوريشن ۾ ٽي سال نوڪري ڪئي. خدا ڪيس وڏي ڄمار ۽ صحت عطا ڪري.

هتي رهندڙ پنيرا ڇون ٿا ته هو اصل ۾ مناهيجا آهن. هن خاندان سوز هالائي کي جنم ڏنو آهي، جيڪو اڄ ڪلهه هن خاندان جو وڏو به آهي. سائين جو هڪ ويجهو عزيز ڪريم ڏنو پنيرو سنڌ جي تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. پنيرن جي اوسي پاسي ۾ خاصخيلي سولنگي ۽ شيدي رهن ٿا. شيدين جو اڄ ڪلهه وڏو سائين پيراڻو شيدي آهي. جيڪو رٽائرڊ پرائمري ماستر آهي. پاڻ ڪهاڻيون به لکندو رهيو آهي.

سولنگي ۽ ماحبن ۾ محمد خان تپيدار طور رٽائر ٿيو آهي. سندس هڪ ڀاءُ خادم حسين پوليس ۾ سب انسپيڪٽر آهي.

ڪجھ ڏريون ٺلهو ماڇين طور ڄاتيون وڃن ٿيون. هنن کان علاوه مهاڻا مير بحر به هتي رهن ٿا.

جنڊي جا ڪاريگر اڄ ڪلھ ته پاڻ کي پٺا لڪائين ٿا. پر مقامي طرح پوڙها پڪا ڪين وگهامل سڏين ٿا. محترم عبد الله پٺو ادبي ۽ سماجي سطح تي سرگرم رهيو آهي. سندن ننڍو ڀاءُ قربان پٺو به علمي ۽ ادبي ميدان تي سرگرم آهي. خادم حسين پٺو هڪ بهترين استاد آهي. پٺن جي پر ۾ پنجابي پناهگير به وڏي انگ ۾ آباد آهن جيڪي ٿن چئن ذاتين ۾ ورڇيل آهن. هي زراعت سان گڏ ٽرانسپورٽ، ۽ لوهارڪي ڌنڌي سان لاڳاپيل آهن. هنن جي پر ۾ ڪورين ۽ ڪاسائين جا به چڱا گهر آهن.

هتي رهندڙ حجام پاڻ کي عمراڻي بروچ سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن، بهرحال خالص بروچ ته هتي گبول آهن. هي بيحد اشراف خاندان آهي. اڌو اڌ پڙهيل لکيل ۽ نوڪري پيشه آهن. محمد ايوب گبول جيڪو پوليس کاتي ۾ ڊي ايس پي هو، سو سال کن اڳ گذاري ويو آهي. نوراحمد گبول ڪراچي ۾ ڪنهن بئنڪ ۾ آفيسر آهي ۽ سندس وڏو ڀاءُ محمد مشين ٽول فيڪٽري ڪم ڪري ٿو. گبول جو هڪ پاڙو بيو به آهي، جيڪو ڪڏهن هت ته ڪڏهن سڪرنڊ يا سن پاسي رهي ٿو. ٽي وي ڊائريڪٽر ادل گبول جو تعلق ان پاڙي سان آهي. ڪنيار جي هاڻ پاڻ کي پنهور سڏائين ٿا. سي چڱي به تعداد ۾ هتي رهندڙ آهن.

علمي ۽ ادبي ادارن جو احوال ته اڳي چڪو آهي، پر سماجي تنظيمن جو ذڪر به ضروري آهي. سگا جي شاخ ويهارو سال کن هتي سرگرم رهي جنهن ۾ محترم غلام حسين "دودو" ميمڻ، محمد حسنين سنائي، قاضي محمد اعظم قريشي، عبدالله پٺو، عبدالواحد آخوند ۽ سوز هالائي سرگرم رهيا. ان کان علاوه ٽيهارو سالن کان هلال احمر جي ننڍي شاخ به هت سرگرم آهي. هن تنظيم جو روح

روان جناب، قاضي محمد اعظم قريشي آهي. هي صاحب بہ پيرا هتان جي يونين ڪائونسل جو چئرمين رهيو آهي. هالا پراڻا ۾ جيڪي ترقياتي ڪم ٿيا آهن. تن جي تڪميل پوپان هن صاحب جي ولوڙ مکيہ عنصر آهي. هلال احمر ۽ رورل ويلفيئر آرگنائزيشن پاران پندرهن سالن کان هڪ خانگي اسڪول هتي هلي رهيو آهي. جنهن جو روح روان بہ قاضي محمد اعظم قريشي صاحب آهي. تازو هڪ غير سرڪاري تنظيم سنڌ هيلٿ ۽ ايجوڪيشن سوسائٽي (Sheds) جو قيام عمل ۾ آندو ويو آهي. جنهن جا سرواڻ عبيدالله صدر ۽ ڊاڪٽر زاهد صدر آهن.

مخدوم خاندان جي جناب مولوي غلام حيدر صديقي جي ذاتي دلچسپيءَ جي ڪري هالا ۽ پسگردائيءَ ۾ ڪيترا تعليمي ادارا جڙيا. انهيءَ جي نتيجي ۾ هتي خواندگي جي شرح وڌيڪ آهي. البت اهو ضرور آهي تہ هتي جا پڙهيا لکيا سول سروس ۾ وڃڻ بجاءِ انجنيري، ڊاڪٽر ۽ بين شعبن ۾ وڌيڪ ويا آهن.

اسان جو ڳوٺ عمودي طرح يا زمين جي سڌ ۾ ايترو نہ وڌيو آهي، پر افقي طرح ڪافي وڌيو ويجهيو آهي. گهڻ ماڙ جاين جو تعداد وڌي پيو. ٻي حقيقت اها آهي تہ هر سال ڪل آبادي جو ڏهہ سيڪڙو هتان لڏي وڃي ٿو.

(هي مضمون پهريائين ماهوار ڪينجهر جي ”منهنجو ڳوٺ نمبر“ ۾ شايع ٿيو هو. هاڻي ان کي نئين سر سڌاريو ويو آهي.)

جام منا خان پُنهو

# هالا جا هنر

سنڌ جي هُنرن ۾ هالا جا هٿ هنر هڪ پاسي سنڌ جي سجاڳپ آهن، تہ ٻئي پاسي اُهي صدين کان هتي جي ڪاريگرن جي پيٽ گذران جو وسيلو رهندا اچن.

هالا ۾ اُن جي پسگردائيءَ ۾ اجرڪ، جَندي، ڪاشي، ڪاڏي ۽ سوسي، ڪاٺ تي اُڪر جو ڪم، پٿر تي اُڪر جو ڪم ۽ ڪاٺ ۽ پٿر مان مختلف شيون ٺاهيون وڃن ٿيون. مٿين هنرن کان سواءِ گهريلو هُنرن ۾ ڀرت، زري، رَلي، اڳٺ، چوٽيون، ڪجيءَ مان تڏا، ٽوپيون، دٻڪيون، ڏاڪون، واڻ وغيره ٺاهيا وڃن ٿا، جيڪي پڻ مقامي مارڪيٽ ۽ بيروني مارڪيٽ ۾ پنهنجي انفرادي حيثيت رکن ٿا.

هي هنر ڪجهہ ذاتيون نسل درنسل ڪنديون رهنديون آهن. اُنهن ۾ سومرا، واڍا، راهو، پُٽا، وڳهامل ۽ ميمڻ مشهور آهن. اُنهن هُنرن مان ڪن اهم هُنرن جو احوال پيش ڪجي ٿو:

## جنڊي

سنڌ جي هُنرن مان هالا جي جَنڊي اهڙو هُنر آهي، جيڪو سنڌ جي سجاڳپ ۽ ثقافت آهي ۽ صدين کان اسان جا ابا ڏاڏا هيءُ هُنر ڪندا پيا اچن ۽ اهو اسان جو ذريعہ معاش رهيو آهي. سنڌ جو هيءُ پراڻو هُنر صدين کان خانوٽ، هالا، هالا پراڻا ۽ هاڻ هُنرمند ڪالوني ڀٽ شاهہ ۾ ٿئي ٿو.

سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي: ”واهہ واهہ! جهڙي جَنڊيءَ تي جُڙيل شيءِ!“ يعني ڪهڙي تہ خوبصورت شيءِ آهي. حقيقت بہ اِها آهي تہ هالا جي هر ڪا شيءِ اوهان کي بلڪل جَنڊيءَ جي

جُڙيل ملندي، جهڙوڪ: ڪٽ، هندورو، منجيون، پاٽيون، گنج سراحيون، عصا، سينگاردانيون، صوفا سيٽ، جهولو وغيره. مطلب تہ اوڪرين مهرين تائين تقريباً هر شيءِ هالا واسين جي گهر ۾ جَنديءَ تي جُڙيل اوهان کي ملندي. نہ رڳو هالا ۾ پر سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ، پاڪستان توڙي دنيا جي ٻين ملڪن ۾ پڻ هينئر هالا جي جَنديءَ جو نماءُ نظر اچي ٿو.

هيءُ هُنر "سمن" جي اوائلي دؤر کان ملي ٿو. اُن دؤر ۾ جمع جي نماز يا عيد جي موقعي تي خطبن تي عالم اڪرام ۽ وقت جا حاڪم جَنديءَ جي جُڙيل "عصا" (خطبي جي لَٺ) هٿ ۾ ڪٺي خطبا ڏيندا هئا ۽ واپاري اناج جي پيمائش لاءِ جَنديءَ تي جُڙيل چوٿايون، پاٽيون ۽ ٽويا استعمال ڪندا هئا، جيڪي حڪومت جي مقرر ڪيل پيمائش مطابق مخصوص ڪاريگر تيار ڪري وقت جي حاڪمن تائين پهچائيندا هئا. ۽ اُنهن حاڪمن جي فرمائش تي شهزادين لاءِ هندورا ۽ دربار ۾ مهمانن لاءِ مَنجيون ۽ پلنگ (گٽون) تيار ڪيون وينديون هيون. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي حاڪمن ۽ اميرن جي گهرن جي هر شيءِ جَنديءَ تي تيار ٿيڻ لڳي.

هالا جي جَنديءَ کي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ اچا بہ وڌيڪ اوج نصيب ٿيو. سنڌوءَ جي ڪناري ڪلهوڙن جي آباد ڪيل نئين گادي واري هنڌ "خداآباد" جي پر ۾ هزارين ايڪڙن تي درياءَ جي ڪناري تي پوکيل "ٻهڻ" جي ڪاٺ جي ڪري هالا ۽ خانوٺ جَنديءَ جو مرڪز بڻجي ويا. انگريزن جي دؤر تائين سوين خاندان هن هُنر جي مدد سان پنهنجي زندگيءَ جا مزيدار ڏينهن گذاريندا هئا.

هالا جي جَنديءَ جي ڪاٺ ۾ گهٽوڪري ٻهڻ جي ڪاٺي استعمال ڪئي ويندي آهي، ڇو تہ اُن تي رنگ ڪافي عرصي

تائين قائم رهي ٿو. اُهو ڪاٺ اڳ ۾ تہ سنڌ جي محڪمہ جنگلات کان مناسب اگهہ تي ٻيلي مان حاصل ڪيو ويندو هو. ۽ ڪاريگر پنهنجي گهُرج مطابق ڪٽي ڪٽي ايندو هو، پر هن وقت اسان ڪاريگر اُنهيءَ سهوليت کان محروم آهيون.

خميسي خان وگهامل جي لکت موجب "جَنديءَ جي رنگ بہ خاص طور تي ٺاهيو ويندو آهي. ڪاريگر ٻيلن مان ٻېر جي وڻن مان لٽل لاک کي سڪائي پوءِ سنهي ململ جو ڪپڙي ۾ وجهي باهہ تي پگهاري اُن مان نِج لاک ڪڍندا آهن. اُن نِج لاک ۾ وري جداجدا رنگ ملائي مختلف رنگ ٺاهيا ويندا آهن، پوءِ اُهي ضرورت مطابق استعمال ڪندا آهن." (ص 546)

هيءُ رنگ ايترو پڪو هوندو آهي جو اڄ بہ 20 کان 25 سالن تائين برقرار رهي ٿو. پر هينئر صحيح مزوري نہ ملڻ جي ڪري هيءُ هُنر پنهنجي اصليت وڃائي ويٺو آهي، جنهنڪري رنگ 4 يا 5 سالن تائين مشڪل هلي ٿو. اگر هينئر بہ هن هنر جي صحيح پنيرائي ڪئي وڃي تہ ٺهندڙ شيءِ جي عمر 50 سال تي سگهي ٿي.

هالا جي جَنديءَ جو ڪم، ڪاٺ چيرڻ کان وٺي مڪمل رڱائيءَ تائين 13 مرحلن تائين مڪمل ٿئي ٿو. پهرئين مرحلي ۾ ڪاٺ کي ڪٽيو يا چيريو ويندو آهي. ٻي مرحلي ۾ اُن جي گهڙائي يا ڇِلائي ڪئي ويندي آهي. ٽي مرحلي ۾ ٻُور ڪيو ويندو آهي يعني نهو نالي واري اوزار جي مدد سان ڏزائين ٺاهي ويندي آهي. چوٿين مرحلي ۾ رنبي سان صفائي ڪبي آهي، جنهن کي ماٺ چئجي ٿو. پنجين مرحلي ۾ استر يعني رنگ جو پهريون هٿ لڳايو ويندو آهي. ڇهين مرحلي ۾ زردو يا ٻيو ڪو رنگ يعني ٻيو ڪوٽ لڳايو ويندو آهي. ستين مرحلي ۾ لاک روغني جو ڪم (زرداڻ وارا ٽِبڪا) ڪيو

ويندو آهي. ياد رهي تہ هيءُ ڪم خاص طور رڳو هالا جي جَنڊي ۾ ٿيندو آهي ۽ اها هالا جي جَنڊي جي خصوصي سڃاڻپ آهي. هن مرحلي کي جَنهوَرُ چيو ويندو آهي. اٺين مرحلي ۾ ڪارو يا ٻيو رنگ لڳايو ويندو آهي، جنهن کي چوٿون رنگ چيو ويندو آهي. نائين مرحلي ۾ رچي يا پلڪار جي مدد سان گلڪاري ڪئي ويندي آهي. ڏهين مرحلي ۾ گلڪاري تي رنگ لڳايو ويندو آهي. يارهين مرحلي ۾ ڊزائين کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪرچٽي سان کُرچيو ويندو آهي. ٻارهين مرحلي ۾ ڪوئلي، سوٽي ڪپڙي ۽ تيل جي مدد سان چمڪ پيدا ڪئي ويندي آهي. تيرهين مرحلي ۾ خول ڪڍيا ويندا آهن. هن مرحلي کي ٻوراڪي چيو ويندو آهي.

هالا جي جَنڊيءَ ۾ هُن وقت خاص ڪري صوفا سيٽ، ڊبل بيڊ، هندورو، جهولو، ڊريسنگ ٽيبل، ڪٽون، ڊيڪوريشن پيس ۾ گلدستہ، ٽيبل ليمپ، لاٽما، پائوڊر باڪس، ڪلينڊر اسٽيمپ، جيولري باڪس وغيره شامل آهن.

## ڪاشي

ڪاشيءَ جي هڪ ڪاريگر خدا ڏني ٻڌايو تہ ڪاشيءَ جي ڪم لاءِ 15 کان 17 مرحلا آهن، جن مان گذرڻ کان پوءِ ڪاشيءَ جو ڪم مڪمل ٿئي ٿو. اڄڪلهہ ڪاشيءَ جا اٽڪل 250 پيس ناهيا وڃن پيا. ڪاشيءَ کي ناهڻ لاءِ هيٺيون شيون گهربل هونديون آهن: 1. مٽي، 2. اڇي مٽي (سيوهڻ شريف)، 3. خاص پٿر (روهڙي سائيٽ)، 4. ڪوبالٽ آڪسائيڊ، 5. ڪوپر آڪسائيڊ، 6. ڪروم آڪسائيڊ، 7. سينڊر ڪانيون (پچائڻ لاءِ).

ڊاڪٽر محمد يوسف ابڙي جي لکت مطابق "ڪاشي جي لاءِ مٽي بہ خاص قسم جي استعمال ڪئي ويندي آهي. اها درياءَ جي ريٽ جي بلڪل چيڪي ۽ چيڙهائتي مٽي هوندي

آهي. گڏهن وارا مٽي ڪٽي ڪاشيگرن ڪي ڪارخانن ۾ پهچائي ويندا آهن. جيڪي پوءِ مٽيءَ کي سٽي ڪُٽي، سنهو ڪري حوض ۾ پسائي ڇڏيندا آهن. چار يا ڇهه پهر پسي پئي هوندي آهي. پوءِ اُن کي تورو تورو ڪري ڪڍي ڳوهي ڳڏي، چاٽا ڪري رکندا آهن. ان کان پوءِ اُها مٽي ڪم آڻيندا آهن. (ص 73)

”ڪاشي جي سامان پچائڻ لاءِ ڀٽي کي ٻه ڪو هوشيار ۽ تجربيڪار ڪاريگر ٺاهيندو آهي. پهريائين زمين تي ڪنهن ننڍي کوٽي ٺاهڻ وانگر ڇئن پٽين جو بنياد ڪچين سرن سان ڪٽندو آهي. بنياد مضبوط ڪرڻ ڪان پوءِ زمين ڪان مٿي اٽڪل چار فوٽ ڪن اوچيون پٽيون ڪٽندا آهن، اُتر طرف اٽڪل ٻه فوٽ ويڪرو دروازو ڇڏبو آهي. پوءِ اُتي ڇئني پاسي گول ڪمانيون ٺاهي، ڪاشيءَ جو سامان رکڻ لاءِ پليٽ فارم ٺاهيندا آهن، جنهن جي وچ مان ٽي فوٽ ڪن قطر سان گهل خال ڇڏيندا آهن، جتان باهه جي گرمي ڪاشيءَ جي سامان کي ملندي آهي ۽ اهو مال پچندو آهي. باهه اُتر پاسي ڇڏيل دروازي ۾ ڪانيون وجهي پليٽ فارم جي هيٺان ٻاري ويندي آهي. پليٽ فارم جي مٿان گول پٽيون ڪٽي اٽڪل چار فوٽ اوچائيءَ ۾ آٽي ڪوري کي بند ڪندا آهن. مٿي ٻه ٽي ڪن قطر سان دري ڇڏبي آهي، جنهن مان هيٺ لهي يا مٿي چڙهي سگهبو آهي. پليٽ فارم جي ڇئني ڪُندن مان دونهون نڪرڻ لاءِ سوراخ ڇڏي اُن کي ٻه سِرن سان پٽيون ڏيئي بخارن وانگر ٺاهيو ويندو آهي. دروازي مٿان پليٽ فارم تي رکيل سامان جي پچڻ يا نه پچڻ جي تپاس ڪرڻ لاءِ هڪ ننڍڙي دري ٺاهي ويندي آهي.“ (ص 75)

هالا جي ڪاشيءَ جا گلدستا، ٽائلس، رانديڪا، ڪاشيءَ جون سِرون، مسجدن جا مينار وغيره مشهور آهن. ڪنهن وقت هالا ۾ تقريباً 50 ڪن ڪاشيگر ڪم ڪندا هئا پر هينئر باقي ڏهاڪو ڪاريگر ڪم ڪن ٿا اُنهن جو مکيه سبب صحيح قيمت نه ملڻ آهي ۽ اُنڪري ڪاريگر پنهنجي هُنر کي ڇڏڻ تي مجبور ٿي رهيا آهن. جيڪڏهن اڄ به گورنمينٽ يا ڪو ٻيو ادارو توجهه ڏي ۽ پنيرائي ڪري ته هڪ دفعو وري هيءُ هُنر زنده ٿي سگهي ٿو.

## اجرڪ

اجرڪ جي ڪاريگر محمد صديق سومري ٻڌايو ته اجرڪ جو هنر موئن جي دڙي جي وقت کان شروع ٿئي ٿو. اجرڪ کي ناهڻ لاءِ تقريباً 16 مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي. جن ۾ ڪي تمام مشڪل مرحلا اچن ٿا پر ڪاريگر پنهنجي ڪاريگريءَ سان هِن هُنر کي قائم ۽ دائم رکيو اچي. پهريائين اجرڪ ۾ ڊبلي ڇاپ اجرڪ ٺهندي هئي، جيڪا پراڻي ڊيزائن واري هئي، پر آهستي آهستي هن هنر ۾ جدت آندي وئي.

اجرڪ مان مختلف شيون جهڙوڪ: اجرڪ جا پڙا، ٽيبل پوش ۽ پردا به ناهيا وڃن ٿا. هن وقت سٺي اجرڪ 1500 کان 3000 رپين تائين تيار ڪئي وڃي ٿي.

محمد صديق سومري پنهنجي هُنر جي باري ۾ وڌيڪ معلومات ڏيندي ٻڌايو ته ”اجرڪ 5 ميٽر ڪپڙي تي ناهي وڃي ٿي. صرف پاڻيءَ مان ڪڍڻ جا 284 مرحلا آهن، جن مان اجرڪ کي گذاريو وڃي ٿو. شروع کان آخر تائين 300 ٺپا هنيا وڃن ٿا ۽ هر ٺپي جا 5 مرحلا ٿين ٿا. 48 ڪلاڪن تائين اُنڪري ڪپڙي کي پاڻيءَ اندر رکيو ويندو آهي ۽ پوءِ اُن کي تازي پاڻيءَ سان ڌوتو ويندو آهي.“

مرحوم ممتاز مرزا صاحب جي لکت موجب ”اجرڪ تيار ڪرڻ لاءِ اول ضرورت مطابق ڪپڙي جا جدا جدا ٽُڪرا تيار ڪيا ويندا آهن. اجرڪ جي پور لاءِ ضروري آهي تہ ڪپڙو سوٽي هجي ۽ اسان وٽ اجرڪ عموماً هرڪ تي تيار ٿيندي آهي. اُنهيءَ تيار ڪيل ڪپڙي کي پهرين ڪار مان بوڙو ڏيئي، ڪنپ تي چاڙهبو ۽ اُهو ڪنپ گهٽ ۾ گهٽ چوويهہ ڪلاڪ هلندو. اُن ڪان پوءِ، اُنهيءَ ننگ کي ڌوئي ڌمالي، صاف ڪري سڪايو ويندو. اُن بعد ڪپڙو ساڄ ۾ وڌو ويندو. ساڄ جا وري بہ قسم آهن: هڪ تيلي ۽ ٻيو صابڻي. اُنهن ۾ صابڻ ۽ ڪڙو تيل ملايو ويندو آهي. تيلي ساڄ جو وقت ٻن ڏينهن تائين هلندو آهي. ساڄ جي ٻوڙي ڪان پوءِ، وري ننگ کي ڌوتو ويندو آهي، پوءِ سُڪائي، ڪسائي واري مرحلي تي آڻيندا. هن مرحلي تي اسري لئي جي ٻور جي رنگ، ڪَڙي تيل ۽ هيرڻ جي تيل جي ملاوٽ سان هڪ مسالو تيار ڪيو ويندو آهي. اُن ۾ اجرڪ جي ڪپڙي کي ٻوڙو ڏيندا آهن، اُنهيءَ عمل کي ڪسائي چوندا آهن. ڪس ڏيڻ ڪان پوءِ ننگ کي ڌوئين ڪين، رڳو سڪائين. هر مرحلي ڪان پوءِ هرڪ جو اڇو رنگ بدلجي بوسڪي جو رنگ اختيار ڪري وئندو آهي. اُن سڄي عمل ڪان پوءِ ننگ ڇر تي ايندو. ڇر جا بنيادي چار مرحلا آهن. پهرئين مرحلي کي اصل ڇر يا بنيادي ڇر چون، جنهن ۾ پلاند وٽ حاشيو ۽ ترِ ڇرين. اُنهيءَ عمل جي مڪمل ٿيڻ سان رنگن پرڻ جو وارو ايندو آهي، جنهن ۾ پهريون مرحلو ”ڪن“ جو ايندو آهي. هيءُ ڪارو رنگ ٿئي، جيڪو نيروٿي هيراڪس ۽ اميڪا گدامڙي جي ٻج جي اٽي مان تيار ڪن. اُنهيءَ ڪان پوءِ ننگ ”ڪرياٽي“ واري مرحلي ۾ ويندو آهي. ڪرياٽو ڪؤنر ۽ چن سان تيار ڪيو ويندو آهي ۽ اُنهيءَ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي تہ جتي جيڪو رنگ رکٽو هجي، اُهو نروار ٿئي.

خاص ڪري اجرڪ ۾ اڇي حصي کي برقرار رکڻ لاءِ هيءُ مرحلو نهايت اهم شمار ٿيندو آهي. ڪرياٽي کان پوءِ ڪڙ جي پورن جو مرحلو ايندو آهي. هن چر جا بہ مقصد هوندا آهن تہ ڳاڙهي رنگ کي نروار ڪرڻ ۽ چاڙهڻ ۽ ٻيو تہ باقي جيڪا جاءِ بچي، جنهن تي نيرو رنگ چڙهي، سا نمايان ٿي بيهي. هنن پورن جي لڳڻ وقت چانورن جي ڪٽي بہ لڳائي ويندي آهي. ڪڙ جو مسالو، ميٿوڙي، ڏاڙي ڪؤنر ۽ اٽي جي لئي مان ڪاريگر تيار ڪندا آهن. هن مرحلي کان پوءِ، ننگ کي ڪن ۾ ٻوڙو ڏنو ويندو آهي. اهو هيئن ٿيندو آهي تہ هڪ وڏي ناد ۾ نيرو رنگ تيار ڪندا ۽ پوءِ اُن ۾ ننگ کي ٻوڙو ڏئي سڪائيندا. اُن مرحلي بعد ”وڇر“ جو مرحلو شروع ٿيندو آهي. وڇر معنيٰ ڌوئڻ. هن مرحلي تي ننگ کي تمام چڱي طرح سان ڌوتو ويندو آهي، ۽ پوءِ وهندڙ پاڻيءَ ۾ سيخون کوڙي، اُن ۾ ننگ کي ٻڌي ڇڏيندا آهن ۽ اُهو ڪلاڪ ڪن تائين ٻڌو پيو هوندو آهي، جيئن اجرڪ ”مني“ ٿئي. مني ٿيڻ مان مراد آهي تہ اجرڪ مان ڪاراڻ نڪري وڃي ۽ صاف ٿئي. اُن مرحلي کان پوءِ اجرڪ کي سڪائي، رڱڻ لاءِ ڪٽي ويندا. ٻني تي رڪيل ٿامي جون چرون ۾ پهرين پاڻي وجهندا، ۽ اُن کي ٽهڪائيندا. ٽهڪائڻ کان پوءِ اُن ۾ ڳاڙهو رنگ ملائيندا، اُن ۾ ننگ کي ٻوڙيندا. هڪ ننگ گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ ڪلاڪ تائين ٻوڙين، هن کان پوءِ منڻ جو مرحلو ايندو، جنهن ۾ اُٺ جي گسي ۾، ننگ کي چڱي طرح سان مني سڄي رات تائين رکي ڇڏيندا. اُن بعد صبح جو ننگ کي ”پڪائي“ لاءِ ڪٽي ويندا. هن مرحلي تي، ننگ کي، واهہ يا ڍنڍ جي ڪناري تي پکيڙي وڇائي ڇڏيندا ۽ اُن تي پاڻيءَ جي ڇٽ ڪندا رهندا، جيستائين اجرڪ بلڪل صاف ٿي نہ وڃي. اُن عمل کان پوءِ مينا جو مرحلو شروع ٿيندو. مينا جو مسالو، ٻاڙي ڪؤنر، اٽي جي لئي

۽ ميٽوڙي مان تيار ڪن. هيءَ آخري چر هوندي جنهن ۾ رهيل ۽ بچيل جاين تي نازڪ ۽ نفيس چر ٿيندي آهي. اُن مرحلي کان پوءِ ننگ کي نير ۾ بوڙي سڪائيندا آهن ۽ وري ڌوئيندا ۽ سڪائيندا آهن. اهڙي طرح مختلف مرحلن مان هڪ اجرڪ گذري پنهنجي تڪميل جي منزل تي پهچندو آهي. (ص 265 کان 266)

"سومرن ڪتين، شيدين ۽ مهاڻن کان سواءِ هندو بہ آڳاٽي وقت کان اجرڪ چرڻ جو ڪم ڪندا هئا، جن مان ڪي گهر هالا ۾ (هئا)، جيڪي اجرڪ جو ڪندا (هئا). جن مان واسومل، دولهہ ڏنومل، مينگهومل، ڪيول مل ۽ پگڙو مل هالن جا پنج ڇهہ سال ٿيا جو لڏي هندستان هليا ويا ۽ سنا ڪاريگر تي ڳڻجن ٿا." (ص 270)

## سوسي ۽ ڪاڏي

سوسي جو ڪپڙو خوبصورت رنگن ۾ نهي ٿو. اهو عورتن جو لباس توڙي ٻي سجاوٽ ۾ ڪم اچي ٿو، هن جو عرض 20 انچن کان 46 انچن جو ٿئي ٿو.

هنر جي لحاظ کان سوسي جا بہ قسم آهن: سادي سودي ۽ مونڙيو. پر ڊزائين جي لحاظ کان هن جا مختلف نالا آهن، جهڙوڪ پنجپٽو، چوڪڙو، ڪناويز. هن ڪپڙي جي تياري ۾ ٻن قسمن جي ويڪر وارو ڌاڳو استعمال ۾ اچي ٿو: تاڃي لاءِ چاليهہ ڊبل 40/2 ۽ پيٽي لاءِ چاليهہ سنگل 40/1 ڌاڳو اڪثر ڪري سوٽي ڪم آندو ويندو آهي. پر ٻين قسمن جو ڌاڳو بہ استعمال ڪيو وڃي ٿو، جهڙوڪ ريشم، سلڪ، پولسٽر وغيره. اگر پلين سوسي ۾ ڌاڳي جو نمبر وڌائبو تہ ڪاڏي تيار ٿيندي.

هالا جي هڪ ڪاريگر عبدالڪريم متقي ميمڻ پاران سوسي سان ڪاڏي ناهڻ واري طريقي مطابق پهريائين ڏاڳي کي هيرڻ جي تيل ۾ لتاڙي، چڱي طرح پچائي، پوءِ اُن کي رنگ ڪبو آهي. تاڃي جي استعمال لاءِ ڪم ايندڙ ڏاڳي کي اڪثر ڪري چانورن جي اٽي مان ناهيل ڪلف لڳايو ويندو آهي ته جيئن ڏاڳو وڌيڪ مضبوط ٿئي. اُن کان پوءِ اُن کي سڪايو يا خشڪ ڪيو ويندو آهي. پڄڻي يا اڏي تي تاڃي تيار ڪئي ويندي آهي. پيٺي لاءِ بابين تي پرائي ڪئي ويندي آهي.

ڪلف ٿيل ڏاڳي کي هڪڙي مخصوص قسم جي ڍيري تي (جنهن کي ڳِٽو چيو ويندو آهي) پرائي ڪيو ويندو آهي. اُنهن ڍيرن جي ڍِڳ يا مجموعي کي وري هڪڙي چرخي تي لڳائي تاڃي مڪمل ڪئي ويندي آهي. ٻن ادائي ڍيرن مان هڪڙي مخصوص قسم جي وڏي چرخي تي اُن جي لڇي نموني جون چڳون ناهيون وينديون آهن. اٺ ڏهه چڳون ناهڻ کان پوءِ گهربل بر يا عرض مڪمل ٿيڻ کان پوءِ اُن کي هڪ مخصوص قسم جي رول تي ويڙهيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ اُن کي مشين يا آڏاڻي تي لڳائي ڪپڙي جي اُڻت ڪئي ويندي آهي.

هن ڪپڙي جي تياري ۾ ڪافي اوزار استعمال ۾ اچن ٿا، جن ۾ ڪن جا نالا هن ريت آهن: 1. آڏاڻو، 2. شٽل، 3. نڙاندي، 4. ڳِٽو، 5. ڪنگي، 6. واسڪاريون (لسيون ڪانيون). اُن کان علاوه رنگ يا ڪيمڪل وغيره به گهربل ٿين ٿا.

متين هنرن کي هٿي ڏيڻ لاءِ اُنهن جي مالي مدد درڪار آهي. مون جتي وجي هنرمندن کي ڏٺو آهي اُتي سندن هنر نه سندن ڪاريگري جي ڳُليل تصوير آهي. پر سندن چهرو مرجهايل ۽ چپن تي مُرڪ بلڪل نه آهي. هرڪو هنرمند ڪسمر

پرسيءَ جي زندگي گذاري ٿو. مشڪل سان ٻچن جو پيٽ قوت ڪري ٿو. ٻچن کي هنر نہ ٿو سيکاري، پر چاهي ٿو تہ هنَ جو اولاد هي هنر سکڻ بجاءِ پڙهي ڪا ملازمت وجي ڪن. سڀ ڪسر پرسي جو ڪو پرسان حال نہ آهي. هنرمندن کي ڪٿان بہ مالي مدد ميسر نہ ٿي ٿئي ۽ جيڪڏهن ڪوهمت ڪري ڪجهہ مالي ادارن کان قرض طور رقم حاصل ڪري ٿو تہ وياج جي هيٺ دٻجي پنهنجي هنر جا هٿيار جيڪي سندس گذر سفر جي آخري پونجي آهن، سي نيلام ڪري وجي قرض جي رقم ادا ڪري ٿو. هنرمند هر وقت واپاري جي چهري ڏانهن ڏسندو رهي ٿو ۽ سندن رحم و ڪرم تي آهي ۽ واپاري جي خوشامد ڪرڻ ۾ ئي سندن ٻچن جو گذران ٿي سگهي ٿو. واپاري هنرمندن کي هٿ جي پورهئي جي تمام گهٽ قيمت ادا ڪن ٿا. جنهنڪري ڪافي هنرمندن مايوس ٿي هنن هنرن کي ڇڏي ڏنو آهي. جنهنڪري سنڌ جو هي عظيم سرمايو تمام تيزيءَ سان تباهہ ٿيندو وڃي.

هالا جي ثقافت ۽ هنر ۾ جيترو مرد جو ڪردار آهي. اُن کان وڌيڪ اُنهن گهريلو عورت جو بہ ڪردار آهي. جيڪي پنهنجي ذاتي ذميوارين کان سواءِ هالا جي ثقافت ۽ گهريلو هنرن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ يا زنده رکڻ لاءِ هميشہ پاڻ پتوڙيو آهي. ليڪن افسوس سان چوڻو پوي ٿو تہ اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ اداري نہ سندن همت افزائي ڪئي آهي نہ ساڻن ڪو سهڪار ڪيو ويو آهي ۽ نہ اُنهن کي نئين ۽ جديد دنيا آڏو روشناس ڪرايو آهي. مون تعلقہ هالا جي مختلف ڳوٺن ۾ وڃي اُنهن جي هٿ جي محنت ۽ همت کي ڏٺو. اهي سخت ذاتي مالي مشڪلاتن جي باوجود پنهنجي هُنر کي زنده رکڻ لاءِ ڪوشان آهن، جيڪو اسان جو قومي ورثو آهي.

## تجويزون

1. هنرمندن کي سرڪار هر ماهه وظيفو ڏي ته جيئن اهي پنهنجو گذر سفر ڪري سگهن، ۽ ثقافتي شاهڪار ٺاهيندا رهن.
2. هنرمندن جي علاج معالج جي سلسلي ۾ ڀرپور مدد ڪئي رجي.
3. هالا ۾ هٿ هنر جي سيڪارڻ جو سرڪاري سطح تي ادارو کوليو وڃي.
4. هنرمندن کي پنهنجي مدد پاڻ تحت ڊسپلي ۽ سيل جا سينٽر قائم ڪرڻ لاءِ ڪرڻ فني توڙي مالي مدد ڪئي وڃي.

## حوالا

هن مضمون جي تياري ۾ سنڌ حڪومت جي ثقافتي کاتي ڪراچي پاران ڊاڪٽر نواز علي شوق جي مرتب ڪيل ڪتاب ”سنڌ جا هُنر“ ۾ شامل هيٺين مضمونن مان مواد ڪنيو ويو آهي.

1. ’اجرڪ‘ از ممتاز مرزا
2. ’جنڊيءَ جو هنر‘ از خميسو خان وگهامل
3. ’نصرپور جو ناياب هنر‘ از محمد يوسف ابڙو

* ليکڪ جَنڊي جو نامور ڪاريگر آهي. کيس 2006ع ۾ پرائيڊ آف پرفامنس جو صدارتي ايوارڊ به مليو آهي.

جي ايم سيد

# هالا جا دوست

[سائين جي ڪتاب جنم گذاريم جن سين، ۾ هالا جي جن شخصن جو احوال آهي، سو هيٺ ڏجي ٿو.]

**مخدوم غلام محمد صاحب، مخدوم ظهير الدين صاحب(هالا)**

حضرت مخدوم نوح عليہ رحمت جو هي پندرهون نمبر سجاده نشين، 12جمادي الاول 1303هه مطابق 21 فيبروي 1886ع تي ڄائو هو. هن سنڌي، فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ جي تعليم ورتي. پاڻ پنهنجي والد جي 6 رجب 1335هه مطابق 11جنوري 1927ع تي وفاتيءَ بعد سجاده نشين ٿيو. سندس حياتيءَ تي مختصر روشني وجهڻ کان اڳ بهتر آهي تہ سندس خاندان ۾ چند تازه سجاده نشينن جي زندگيءَ بابت ڪجهہ لکان. هي خاندان سنڌ ۾ ”نو لکي گودڙي“ ڪري سڏبو آهي، يعني انهيءَ جي تسلط ۽ اثر ۾ پير صاحب پاڳاري کان پوءِ، يا ڪن جي نظر ۾ ان کان بہ وڌ، هيءَ گادي شمار ڪئي ويندي آهي. اڳين جو احوال بيان ڪرڻ هن ڪتاب جي دائري کان ٻاهر ٿيندو. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ منجهن، واري سان، هڪ سجاده نشين فقيريءَ ۽ درويشيءَ طرف راغب ٿيندو آهي، ۽ هڪ دنياوي اقتدار ۽ ناموس طرف لاڙو ڪندو آهي.

**مخدوم ميان امين محمد**

سندس ڏاڏو، مخدوم ميان امين محمد صاحب، 7 شعبان 1254هه مطابق 27 آڪٽوبر 1838ع تي ڄائو هو. اول ۾، دنياوي گادي نشينن وانگر، شڪار ۽ راڳ وغيره ڳالهين طرف دلچسپي رکندڙ هو. آخر عمر ۾ هن کي ويراڳ واسو ڏنو ۽ هالن جي ڀر ۾ ”راهوند“ نالي مڪان ۾ چارن ۽ ڪبڙن ۾ ڪڏ ڪيي، چلہ ڪشيءَ ۾ مشغول ٿيو. سگهو ئي فقيريءَ ۽ شاعريءَ ۾ درڪ حاصل ڪيائين. 26 رمضان 1303هه مطابق 29 جون 1886ع تي سندس وفات ٿي. سندس وڏو فرزند ميان محمد زمان سجاده نشين ٿيو.

**مخدوم ميان محمد زمان**

هي مخدوم صاحب سنڌ جي عام سجاده نشينن وانگر، ظاهري رعب ۽ طاقت، نالي ۽ ناموس ۾ وک وڌائڻ لڳو. سندس نالو، انهيءَ ڪري، سرڪار پئجي ويو. هن ۾ فقيري يا درويشي نہ هئي، پر مڙسيءَ جا گهڻا اکر هئس. هو بورالو راجا ڪري ليکبو هو. سندس راضي ٿيڻ ۽ رنج ٿيڻ جو پتو نہ پوندو هو. جي ڪنهن تي راضي ٿيندو هو تہ ڏئي ڇڏيندو هوس، جي ناراض ٿيندو هو تہ خدا ڏئي پناهہ. هو سنڌ جي انهن مخصوص خاندانن مان هو، جن ڪامورن جي ڏاڍ اڳيان سر نہ نمايو، جنهنڪري هن کي گهڻيون تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيئون. مثلاً ڪيس هڪ زال جي قتل ۾، ڪوڙيَ ڪيس هيٺ رجوع ڪري، گهڻيءَ تڪليف ۽ خرچ ۾ آندو ويو هو. سندس ڏينهن جا بہ قصا عام ۾ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، جنهن مان سندس جوشيلي ۽ باغيرت طبيعت جو پتو پئجي سگهي ٿو.

چون ٿا تہ ڪنهن ڪليڪٽر کي دعوت ڏنائين، ۽ انهيءَ زماني جي دستور مطابق، سندس تفريح طبعيءَ لاءِ ملهہ ۽ گهيٽن جي ويڙهہ جو انتظام ڪرايائين. گهيٽن جي ويڙهہ وقت ڪليڪٽر اعتراض ورتو. ڇي هي جانورن تي بيرحميءَ جو دستور آهي، اهو هو ڏسڻ نٿو گهري. انهيءَ تي ڪاوڙجي، مخدوم صاحب ساري مجلس درهم برهم ڪرائي ڇڏيَ. ۽ اها پرواهہ نہ ڪيائين تہ ڪليڪٽر ناراض ٿيندو. ڇي: جيڪڏهن مهمان جي پسند جو لحاظ رکڻ ضروري آهي، تہ ميزبان جي پسنديءَ بہ ڪي حق رکي ٿي. دعوت دوستانہ طور ڏنل هئي، نہ حاڪم کي محڪوم طرفان. مجلس ۾ جي مهمان ميزبان جي جذبات کي مجروح ڪري سگهي ٿو، تہ ميزبان بہ اهڙو حق رکي ٿو. جي ڪيس ڳالهہ پسند نہ هئي، تہ مجلس پوري ڪرڻ بعد ان جو اظهار ڪري ها. مجلس ۾ اظهار ڪرڻ، سندس بيعزتي ڪرڻ جي برابر هو.

ٻيو مثال اهو ٻڌڻ ۾ ايندو هو تہ ڪنهن واهہ جي کوٽائيءَ لاءِ انجنيري کاتي وارن طرفان هڪ چيڙ جي مخدوم صاحب کان

گهر ڪئي ويئي. مخدوم صاحب ڪيئي سو ماڻهن جا ان طرف موڪليا، ۽ پاڻ بہ وڃِي اتي نڪتو. ڪم ڪرڻ بعد، ماڻهن کي ماني کارائي، انهن جي وندر لاءِ مخدوم صاحب ملاکڙو لڳارايو. ان وقت جي انجنير کي اها ڳالهہ پسند نہ آئي. هن منع ڪئي، جنهن تي مخدوم صاحب ان جي بيعزتي ڪئي، ۽ چيڙ واپس وٺي ويو. سندس طبيعت جي جولانيءَ جا ڪيئي اهڙا مثال زبان زد عام ٿي ويا.

پاڻ 28 رمضان 1321هہ مطابق 2 سيپٽمبر 1913ع تي وفات ڪيائين. هو دنيوي ماڻهو، سخت ۽ پورالو هو. ليڪن سندس وفاتيءَ ڪري عام ماڻهن ۾ غم جي لهر ڇانئجي ويئي. جنهن جي معني اها ڪيِي سگهجي ٿي تہ هو عام ۾ مقبول هو. هن مخدوم صاحب لاولد ٿي وفات ڪئي. ڪانس پوءِ سندس ننڍو ڀاءُ، ظهيرالدين عرف ميان پرو ڄام، گاديءَ تي ويٺو.

**مخدوم ميان ظهرالدين**

هي وڏي ڀاءُ جي برعڪس هو. عالم، فاضل، عابد، درويش صفت ۽ تصوف جو ماهر هو. ديندار، نماز روزي جو پابند هو. مخدومن جي ملڪيت ۽ پيدائش تمام گهٽي آهي، ليڪن وڏي مخدوم جي ڪشاده دستيءَ ۽ ڪيسن وغيره ڪري خزاني ۾ پئسو نہ رهيو هو. هي مخدوم صاحب نهايت سنو منتظم ثابت ٿيو. سوين ايڪڙن ۾ باغ رکايائين. هالن جي ساريءَ بازار ۾ دڪان ٺهرايائين. ڪفايت شعاريءَ سان، چڱو پيسو ڳڏ ڪيائين. ان جي اها معنيٰ نہ سمجهڻ گهرجي تہ هو بخل طرف مائل هو، بلڪ هڪ وڏو سخي ٿي گذريو آهي. سوين بيواهن يتيمن، ۽ مسڪينن جا ماهيانا ٻڌي ڇڏيائين جن کي بنا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي ڄاڻ جي گهر ويٺي اهي پيسا پيا ملندا هئا. حڪومت ۽ ڪامورن سان سٺا تعلقات هئس. گاديءَ جو اهو شان رکيائين جهڙو ڪنهن سجاده نشين ڇٽو رکيو هوندو. سڀ ڪيس ملڻ ويندا هئا، پاڻ ڪنهن وٽ نہ ويندو هو. هو بلند اخلاق، سخي، دشمن نواز، وڏي تحمل ۽

بردباريءَ جو صاحب هو. سيدن پيرن جي اصلاح، انهن ذريعي خدمت خلق ڪرڻ ۽ ماڻهن جي اخلاقي ز .گي نيڪ ڪرڻ جو شوق کيس جنون تائين پهتل هو. مون جڏهن متياري سيدن جي ڪانفرنس سڏائي، تہ مون کي گهرائي ان جا مقصد پڇيائين. مون کيس ٻڌايو تہ ان سان سنهنجو سقصد هن طبقي جي اخلاقي اصلاح آٿي، ڪين خلق خدا جي خدمت ۽ سندن بزرگن وانگر هدايت ۽ صحيح تعليم ڏيارڻ طرف راغب ڪرڻ آهي. جنهن تي صلاح بيني تہ متياري سيدن جي انجمن ناهڻ بعد، لڪيارين جي انجمن ناهي، ساريءَ سنڌ جي سيدن پيرن جي ڪانفرنس سڏائجي. کيس ان ڳالهہ جو اهڙو اونو هو جو وقت بوقت لکي پڇندو هو تہ انهيءَ ڳالهہ ڪيتريقدر واڌارو ڪيو آهي منهنجي والد سان سندس دوستي هئي. هو مون کي پدرانہ شفقت ۽ محبت جي نگاهہ سان ڏسندو هو بدقسمتي اها ٿي جو آخر عمر ۾ بيمار گذارڻ لڳو، ۽ سگهوئي، 6 رجب 1345هہ مطابق 11 جنوري 1926ع تي انتقال ڪيائين.

**مخدوم ميان غلام محمد**

والد جي حياتيءَ ۾ ئي هن جو لاڙو فقيريءَ ۽ درويشيءَ طرف هو. ابڙيچن جي نزديڪ، چارن ۾ چلہ ڪشيءَ ۽ غور فڪر ۾ مشغول رهندو هو. خوش قسمتي سان سگهو ئي سندس محمد فقير کتياڻ سان واقفيت ٿي، جنهن همہ اوست جي نقطہ نگاهہ کان کيس نہ صرف واقف ڪيو، پر کيس خودي ڪانئڻ جي اهڙي تعليم ڏني، جنهن هن مان وڏ ماڻهپيءَ ۽ معتبريءَ جا سڀ اثر ختم ڪري ڇڏيا. اهو سندس خودي ڪانئڻ جو معراج هو، جو هالن جي بازار مان فقيرن سان گڏ ڳائيندو لنگهيو؛ نہ تہ عام طرح مخدوم صاحب بازار ۾ اچڻ کي عيب سمجهندا آهن. سندن جاءِ جي ٻاهران ڪيئي دربان وينا هوندا آهن. سندن ملاقات بہ مشڪل مسئلو هوندو آهي. فقير جي صحبت مان، همہ اوست سان گڏ کيس صوفياڻي راڳ ٻڌڻ ۽ ميءِ نوشيءَ جو ورثو بہ مليو.

مخدوم صاحب نياز ۽ حلم جو مجسمو هو. ڳالهائيندو

ٿورو هو. سدائين سڪوت ۾ رهندو هو. جيڪڏهن ڪو ساڻس ڳالهائيندڙ هو ته بن ٽن چونڊيل لفظن ۾ اهڙو جواب ڏيندو هو، جنهن تي وڏن جيد عالمن ۽ فلسوفن کي به شڪ اچي.

منهنجي ساڻس رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ جي معرفت واقفيت ٿي: ليڪن بدقسمتيءَ سان انهيءَ وقت سياسي ڳالهين ۾ مشغول رهڻ ڪري، سندس مجلس ۽ معرفات مان گهڻو لاڀ حاصل ڪري ڪو نه سگهيس. دنيوي ڪارخاني جو ڪاروبار سندس ننڍو ڀاءُ مولوي ميان غلام حيدر صاحب هلائيندو هو. جنهن جو احوال جدا ايندو. ڪيس ميان محمد زمان فرزند ٿيو، جو ”طالب المولا“ جي تخلص سان سنڌي ادب جي بينظير خدمت ڪري رهيو آهي.

مخدوم ميان غلام محمد صاحب 1 محرم 1363هه مطابق 28 ڊسمبر 1943ع تي وفات ڪئي.

**2. مخدوم ميان غلام حيدر ولد مخدوم ميان ظهير الدين قريشي**

هي صاحب هالن جي صديقي قريشي گهراڻي مان هو، جي عام طرح مخدوم سڏجن ٿا. هي مخدوم نوح رح جي اولاد مان، سندس چوڏهين نمبر سجاده نشين مخدوم ميان ظهير الدين عرف ميان پريل جام جو چوٿون نمبر فرزند هو. پاڻ 12 ذوالحج 1316هه مطابق 24 اپريل 1899ع تي هالن نون جي شهر ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم هالن ۾ هڪ مڪاني عالم وٽ حاصل ڪيائين. پوءِ مولوي شاهه محمد وٽ پڙهيائين. ان کان پوءِ هي ديوبند ۾ويو، جتان مولويءَ جو ڪورس پورو ڪري، دستاربندي ڪري آيو. واپس اچڻ تي سندس والد مرحوم سمورو ڪاروبار سندس حوالي ڪيو. انهيءَ ساري مشغوليت هوندي به، هي ادبي ۽ علمي صحبتن کي جاري رکيو ۽ ڪتابي مطالعو ڪندو آيو، جنهنڪري سندن خانداني ڪتب خاني ۾ ڪتابن ۾ ڪافي اضافو ٿيو. هي تعليم جي معاملي ۾ گهڻي دلچسپي وٺندو هو ۽ هٿ کولي پيسو خرچ ڪندو هو.

سياست ۾ دلچسپي وٺڻ جي شروعات هالا ميونسپالٽيءَ

جي پريزيڊنٽ چونڊجڻ سان ڪيائين. منهنجي ساڻس واقفيت 1922ع کان ٿي. ان جو خاص وجهه اهو هو ته سندن والد موحوم مون کي پدرانه شفقت سان ڏسندو هو. انهن جي ملاقات لاءِ جڏهين ويندو هئس، ته ميان غلام حيدر صاحب سان به ملڻ ٿيندو هو. ان وقت ميان غلام حيدر صاحب سان اڪثر علمي ۽ ادبي گفتگو ٿيندي هئي. آهستي آهستي ٿي اسان جو دوستاڻو رستو ٿي ويو. اهو آخر تائين هلندو اچي ها، جيڪڏهين سياسي ڳالهيون انهيءَ ۾ رخنو نه وجهن ها.

1938ع ۾ ميران محمد شاهه بمبئي ڪائونسل ۾، سر غلام حسين جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي ميمبر چونڊجڻ بعد خالي ٿيل جاءِ تي اميدوار بيٺو. ميان غلام حيدر مهرباني ڪري منهنجي چوڻ تي هن کي مدد ڪئي، ۽ هو ڪائونسل تي ميمبر چونڊجي ويو. ان کان پوءِ 1930ع ۾ وري بمبئي ڪائونسل جي چونڊ ٿي. ان ۾ ساڳئي ڪم لاءِ وٽس ويس، ان وقت مخدوم ميان غلام محمد صاحب تي هر طرف کان اثر پوڻ لڳا هئا. ميان غلام حيدر تي ڪن دوستن طرفان ميان نور محمد جي فائدي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ اثر پيا هئا. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "اڻ هيريا م هير متان هرني، هيريا نه ڦير متان ڦرني"، ان وانگر مون ساڳيءَ مدد جي توقع رکي. ليڪن هن کي مصلحتن جي بناءِ تي ٻنهي طرف رس رهائڻ جو خيال هو. اهڙي ڳالهه لڪي نٿي سگهي. هن وقت تائين مدد کي خاص مهرباني سمجهي پئي ويئي. هاڻ آسپاس ڪم ڪرڻ بعد معلوم ٿيو هو ته انهيءَ حد ۾ منهنجو شخصي به ٿورو گهٽو اثر هو. هالن پراڻن ۾ عزازت ۽ تعلقات هئا. خانوٽ ۽ پٽ وارن سيدن پيرن سان به لاڳاپا هئا. زير پير، جهنڊي جي پيرن جي هڪ گروهه، پاٽوٽ مٽياري وغيره طرف ازخود اثر هلي سگهيو ٿي. پهرين خيرات سمجهي مدد ورتي پئي ويئي. هاڻ حجت ۽ حق سان مدد گهري ويئي. نتيجي ۾ آهستي آهستي ٿي شڪررنجي پيدا ٿي. جوانيءَ ڪهڙي رت گرم ۽ تجربو ٿورو هو. سياست ۽ شخصي تعلقات کي

جدا ڪري ھلائڻ جو شعور ۽ جذبو پيدا ڪونہ ٿيو هو. اهي اختلاف وڏي وڻ ٿيا.

سنڌ جدا ٿيڻ بعد جڏهين سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون، تہ اسان پير بقادار شاهہ کي سنڌس سامهون اميدوار بيهاري، ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. پر مخدوم صاحب وڏي پير ميان الهيار شاهہ بقادار شاهہ جي پاءُ، سان سڌي گفتگو ڪري، بقادار شاهہ کي هٽ ڪٽائي ڇڏيو. چونڊن کان پوءِ اسان کي اميد هئي تہ گڏجي ڪم ڪري سگهنداسون. پر اسان مخالفت ۾ ويناسون. ميان غلام حيدر مصلحتن کي نظر ۾ رکي، سر غلام حسين جي وزارت جو ساٿ ڏنو. جڏهين سر غلام حسين کي شڪست ملي ۽ الهہ بخش جي وزارت وجود ۾ آئي، تڏهن ميان غلام حيدر، پير الاهي بخش صاحب جي ڪري، وزارت جو ساٿ ڏنو. جڏهين ڊلن جي سوال تي الهہ بخش وزارت سان اسان جو اختلاف ٿيو، ۽ اسان وري مخالفت ۾ هليا وياسون، تہ هي وزارت سان گڏ رهيو. اهڙيءَ طرح غلط فهميون ويئون وڌنديون. ساڳيءَ طرح سياست ۾ برادرم ميران محمد شاهہ سان بہ منهنجا اختلاف پيدا ٿيا هئا، پر هن باوجود منهنجي سخت ڪوشيءَ ۽ بي محابائيءَ جي تعلقات نہ ٽوڙيا ۽ منهنجون ڪافر ماجرايون برداشت ڪندو آيو؛ ليڪن مخدوم صاحب جي حالت جدا ڳانہ هئي. هيءُ وڏي گادي نشين جو پاءُ ۽ پنهنجي ڳالهہ کي مٿي ڪرڻ ۽ ڏسڻ وارو هو. سياست ۾ هر ڪو آزاد هو. جيڪڏهين اسان ڪن ڳالهين خاطر، جن کي اصول تي سڏيو سون، حڪومتن جي مخالفت کي پسند ڪيو ٿي، تہ هن کي هر ڪو حق هو تہ وقتي مصلحتن ۽ شخصي سهوليتن خاطر هو جدا رويو اختيار ڪري. تجربي ۽ سمجهہ گهٽ هئڻ ڪري، رواداريءَ جي خبر ڪانہ پيل هير. هاڻ معلوم ٿيڻ لڳو آهي تہ اڪثر سياستدان ننڍن ٻارن وانگر رسڻ پرچڻ لڳن ٿا. هنن لاءِ دنيا ۽ مافيها سياست رهي ٿي. ڪاش، اها سمجهہ ان وقت اچي ها، تہ هن علم دوست، اديب، پراڻي شفيق، مهربان دوست سان قديم

نيازمندانہ تعلقات آخر تائين قائم رهندا اچن ها؛ پر هاڻ ڪجھ تي نٿو سگھي. صرف ميان الهيار شاه مرحوم جا هي اکر ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن، جيڪي هن پنهنجي ياءُ پير بقادار شاهہ ۽ مخدوم صاحب جي اليڪشن ڇتاپيتيءَ ۾ پير بقادار شاه کي هٿ ڪڻائي، مون کي چيا هئا: چي: ”ميان ميمبريون ايترو لهن ئي ڪونہ، جيترو لحاظ لهي!“ هن وقت مخدوم ميان غلام حيدر مرحوم جو پاڻيو مخدوم صاحب بہ سياست ۾ آهي. سندس سياسي پاليسي بہ ساڳي، مصلحتن جي لحاظ کان حڪومت جي طرفداري آهي پر اميد تہ ماضي کان سبق پرائي اهڙي گستاخي نہ ڪبي، جو سياست کي شخصي، ثقافتي ۽ خانداني تعلقات ۾ دخل انداز ٿيڻ ڏبو.

ميان غلام حيدر مرحوم سنڌ اسيمبليءَ تي 1946ع تائين ميمبر رهيو. سال 1946ع جي شروعات جي چونڊن ۾ هن پير بقادار شاهہ کي اسيمبليءَ تي چونڊائڻ ۾ مدد ڪئي. وري سال جي آخر ۾ جڏهن اسيمبليءَ ختم ڪري نيون چونڊون ڪرايون ويئون، تہ ان ۾ هي ميمبر چونڊجي آيو، ۽ آخر عمر تائين ميمبر رهندو آيو، هي هالا ميونسپالٽيءَ ۽ هالا مسلم ليگ جو پريزيڊنٽ بہ پڇاڙيءَ تائين رهندو آيو.

مرحوم ڪي ڪتاب بہ تصنيف ڪيا آهن، جن مان ڪي ڇپيل ۽ ڪي اڻ ڇپيل آهن. سندس ڪوشش سان مخدوم نوح عليہ الرحمت جي درگاهہ ۽ مسجد جي سامهون هڪ وڏو وراندو جمعي نماز پڙهڻ لاءِ تعمير ٿي، 1351هہ ۾ مڪمل ٿيو. هن جو مکيہ ڪارنامو 5 جنوري 1942ع تي هالن جي شهر ۾ مخدوم حيدر هاءِ اسڪول جو برپا ڪرائڻ آهي، جنهن جي ساري بلڊنگ سندس خرچ ۽ ڪوشش سان تعمير ڪرايل آهي. ان هاءِ اسڪول ۾ 20 فيبروري 1944ع تي بورڊنگ هائوس نهرايائين. ان کان پوءِ ان هاءِ اسڪول کي وڌائي ۽ ان سان گڏ سرورية اسلاميہ ڪاليج پڻ 27 مئي 1947ع تي قائم ڪرايائين.

آخر عمر ۾ ذيابيطس جي بيماريءَ ڪري، سندن طبيعت نيڪ نہ رهندي هئي. ڪين ڪو اولاد نہ ٿيو. پاڻ 26 رمضان 1372ھ مطابق 9 جون 1953ع تي صبح جو نوين بجي اڳاري ڏينهن وفات ڪري ويو. نورالله مرقده.

(صفحو 397 کان 400)

**3. مخدوم ميان محمد زمان صاحب، مخدوم ميان غلام محمد صاحب قريشي** (هالا نوان)

هي صاحب مخدوم نوح عليہ الرحمت جو 16 نمبر سجاده نشين آهي. سندس جنم جي تاريخ 9 محرم سنہ 1338ھ مطابق 16سيپٽمبر 1919ع آهي. پاڻ اول ۾ قرآن شريف درگاه جي مجاور حافظ ولي محمد وٽ پڙهيائين ۽ ان کان پوءِ سنڌي حاجي عبدالغفور وڪيلاڻيءَ ۽ آخوند عبدالرحمان وٽ، ۽ فارسيءَ جي تعليم مولوي عبدالحئي نيڙهيءَ واري ۽ مولوي محمد عالم وٽ ورتائين.

ننڍي هوندي سندس چاچي مولوي ميان غلام حيدر صاحب جي تربيت هيٺ رهيو، جو سندن جد امجد ۽ والد مرحوُم جي ڏينهن ۾ سمورو ڪاروبار سنڀاليندو هو. سندن ڏاڏي مرحوم مخدوم ميان ظهيرالدين صاحب سنہ 1927ع ۾ وفات ڪئي ۽ ان کان پوءِ سندن والد درگاهہ سروريءَ جو سجاده نشين ٿيو.

هي پنهنجي والد کي اڪيلو فرزند هو. سنہ 1937ع ۾ جڏهين ارڙهن سالن جي عمر کي رسيو تہ سندس پهرين شادي ٽنڊي باگي جي پيرن وٽان ٿي، جي بہ مخدوم نوح عليہ الرحمت جي اولاد مان قريشي پير آهن، ٽن سالن بعد سندن اهليہ وفات ڪئي. ان مان کيس هڪ فرزند، ميان محمد امين صاحب ٿيو. ان کان پوءِ مولوي فضل احمد غزنويءَ جي نياڻيءَ سان ڊسمبر سنہ 1942ع ۾ شادي ڪيائين.

سندن والد ميان غلام محمد صاحب 30 ذوالحج سنہ 1363ھ مطابق 16ڊسمبر 1944ع تي وفات ڪئي. هي سنہ 1945ع جي

شروعات ۾ سجاده نشين ٿيو. ان وقت سندس عمر پنجويهه سال هئي. بيو سندس ڪاروبار ساڳيءَ طرح هن جو چاچو ميان غلام حيدر سنڀاليندو رهيو. مخدوم ميان غلام حيدر 27 رمضان سنه 1372ه مطابق 9جون 1953ع تي وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ سمورو ڪاروبار ڪيس سنڀالڻو پيو.

مخدوم صاحب کي شاعريءَ ۽ راڳ سان ننڍي هوندي کان شوق هو. پهريائين تخلص "بيوس"، پوءِ "فراقي"، بعد ۾ "زمان شاهه" ۽ آخر ۾ سنه 1949ع کان "طالب المولىٰ" اختيار ڪيائين.

پاڻ سنه 1936ع ۾ هالن جي شهر ۾ "انجمن علم و ادب" جو پايو وڌائين، جنهن جي سهاري هيٺ ڪيتريون ادبي ڪانفرنسون سڏايون ويون. سنه 1937ع ۾ سنڌي خان گويي جي اثر ڪري راڳ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. ادبي ڪمن ۾ دلچسپي وٺڻ ڪري هالن ۾ هڪ پريس الزمان نالي سان کولرايائين، جنهن مان ڪو وقت هفتيوار اخبارون "الزام" ۽ "پاسبان" نالي سان نڪرنديون هيون. 1950ع ۾ هالن مان هڪ ماهوار رسالو "فردوس" سندس سرپرستيءَ هيٺ جاري ٿيو. 1952ع ۾، ماستر جمع خان "غريب" سيتان شهر مان، ماهوار رسالو "طالب المولىٰ" سندس سرپرستيءَ هيٺ ڪڍيو. 1952ع کان سندس سرپرستيءَ هيٺ حيدرآباد مان "شاعر" رسالو نڪرڻ لڳو.

1946ع ۾ سنڌي شاعرن جي جماعت "جمعيت الشعراءِ" نالي سان قائم ٿي. ان ۾ هي دلچسپي وٺڻ لڳو، جنهن جو 1952ع تي جيڪب آباد واري اجلاس ۾ سرپرست چونڊيو ويو. 1957ع ۾ ڪيس گهوٽڪي ڪانفرنس جي موقعي تي جماعت جو صدر چونڊيو ويو. جنهن حيثيت سان پاڻ اجا تائين انهيءَ جماعت سان وابسته رهندو اچي.

تعليم سان خاص دلچسپي اٿن. "طالب المولىٰ هاسٽل، هالا" ۽ "طالب المولىٰ هاءِ اسڪول، دادو" سندس ان دلچسپيءَ جا زنده مثال آهن.

1954ع ۾ اداره "روح ادب سنڌ" جو بنياد رکيائين، جنهن جي سهاري هيٺ هالن ۾ راڳ ڪانفرنس 1955ع ۾ سڏايائين، ۽ ماهوار رسالو "روح ادب" جاري ڪرايائين. نومبر 1955ع ۾، بزم طالب المولىٰ جو پايو وڌائين، جنهن جون سنڌ ۾ ڪيتريون ئي شاخون کلي ويئون آهن. جنوري 1956ع ۾ ميرپور بٺوري ۾ لاڙ ادبي ڪانفرنس سندن صدارت هيٺ ڪئي ٿي. سنڌي ادبي بورڊ جو 1955ع کان ميمبر رهندو آيو. مارشل لا کان پوءِ بورڊ جي نئين سر تشڪيل ۾ هن کي چيئرمين نامزد ڪيو ويو. نومبر 1955ع کان شاهه لطيف يادگار ڪميٽيءَ ۽ ڪلچرل مرڪز جو ميمبر نامزد ٿيو، ۽ ان کان پوءِ به انهن تي ميمبر هلندو اچي. حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جي مشاورتي ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. سنڌ جي اڪثر ادبي مجلسن ۾ سندس شرڪت ضروري ڄاڻي، کين دعوت ڏيئي گهرايو ويندو آهي. پاڻ هن وقت تائين 18_17 ڪتاب تصنيف ڪري چڪو آهي، جنهن جي لسٽ رسالي "مهراڻ" جي يادگار نمبر 1957ع ۾ ڇاپيل آهي، جنهن تان ڪجهه بيان هن احوال لاءِ ورتل آهي.

مخدوم صاحب 1953ع جي چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ تي بنا مقابلي جي چونڊجي آيو. مسلم ليگ وزارتي پارٽيءَ جو ميمبر رهيو. مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي چونڊ ۾ نه بيٺو. مارشل لا کان پوءِ نئين آئين جي چونڊن ۾ هي مرڪزي اسمبليءَ تي ميمبر چونڊ جي آيو. مرڪزي اسيبليءَ جي تازين چونڊن ۾ پڻ مخدوم صاحب ڪامياب ٿي ان نشست تي فائز رهيو. سندس طبيعت جو اصل لاڙو ادب ۽ ثقافت طرف زياده آهي: پر مڪاني ضرورتن ۽ وقتي مصلحتن جي بناءِ تي هي مجبوراً سياست ۾ حصو وٺي ٿو. بدقسمتي سان سنڌ جي اڪثر خاندانن، سياست عمل جي مدنظر، اقتدار ۾ آيل پارٽيءَ سان ساٿ پئي ڏنو آهي، جا ڳالهه مخلص قومي ڪارڪنن جي نقطہ نگاهه کان ملڪ ۽ قوم جي مفاد عام لاءِ مضر پئي رهي آهي. مخدوم صاحب به جڳ جهڙو ئي پئي رهيو آهي. ان ڪري مٿس ميار رکڻ يا نڪته چيني

ڪرڻ نيڪ نظر نٿو اچي. هن وقت حالت ان ڪڙيءَ تي وڃي بيٺي آهي تہ سنڌي من حيث القوم سياسي ميدان ۾ شڪست کائي چڪا آهن. وڪاڻن گهوڙن جا ملهہ ئي ڪونہ ٿيندا آهن. ان ڪري مخدوم صاحب جي زندگيءَ جي سياسي پهلو کي ڇڏي، صرف ان جي ادبي ۽ ثقافتي پهلوءَ جو ذڪر ڪيو اٿم.

دنيا جي تاريخ ۾ ڪيترا مثال ملن ٿا، جڏهين ڪن قومن کي سياسي ميدان تي شڪست ملڻ جي باوجود، اهي قومون ختم ٿيڻ جي عيوض، ڏڪ جهلي، وري زنده ٿي ويئون آهن، بشرطيڪ شڪستہ خورده قومن سندن ادب ۽ ثقافت کي مرڻ نہ ڏنو. روم جي حاڪمن جو يونان تي قبضو ٿيو. پهرين سمجهڻ ۾ ائين پئي آيو تہ يونان ختم ٿي ويندو: ليڪن يونانين جو ڪلچر ۽ ادب سلامت هئڻ ڪري، خود رومن لوڪ يونان جي تهذيب جا پوئلڳ ٿي پيا. يونانين جي سياسي شڪست ثقافتي ڪاميابيءَ ۾ بدلجي ويئي. ساڳي حالت منگولن جي ايران ۽ چين جي فتح ڪرڻ وقت بني. ايراني ۽ چيني ڪلچر ۽ زبان زنده رهڻ ڪري، منگول انهن جي رنگ ۾ رڱجي ويا. اسان بہ جيڪڏهين هن محاذ ثانيءَ کي مخڪم جهلي پنهنجي ڪلچر ۽ زبان کي قائم رکيو اچون، تہ عين ممڪن آهي تہ ٿوري وقت ڪان پوءِ، اسان جي سياسي شڪست ڪلچرل ڪاميابيءَ ۾ بدلجي وڃي.

انهيءَ نقطہ نگاهہ کان مخدوم صاحب جي سنڌي ادب ۽ ثقافت کي زنده رکڻ جي ڪوشش اهم درجو رکي ٿي.

سنڌي ڪلچر، اتحاد انساني ۽ امن عالم جو پيغام بر آهي. سنڌ جا درويش ۽ بزرگ انهيءَ پيغام جا حامل هئا.

سنڌ جي اديبن کي گهرجي تہ مخدوم صاحب جي سياسي مجبورين کي در گذر ڪري، سندس ادبي ڪوششن جي پنيرائي ڪن. خدا، ڪيس عمر دراز بخشي ۽ ڪانئس سنڌي ادب ۽ ثقافت جي خدمت ڪرائيندو رهي.

مخدوم صاحب کي پنج فرزند آهن: مخدوم زاده ميان محمد امين

صاحب، 2. ميان غلام محمد صاحب، 3.ميان الهبچايو 4. ميان عبدالحسين، 5. ميان غلام حيدر.

**4. سيد ميان جمال شاهہ ولد حاجي نور شاهہ** (پاٽوٽ ، هالا)

هي شاهہ صاحب پاٽوني سيدن مان هو، جي مٽياري سيدن جي سنائي شاخ، شاهہ جرار عليہ رحمت جي اولاد مان هئا. اصل ۾ سن جي ڳوٺ ۾ وينل هئا، جتان سهولت ۽ گذرمعاش جي خاطر لڏي، ميرن جي صاحبيءَ ۾، پاٽوٽ جي ڳوٺ ۾ اچي وينا.

ميان جمال شاهہ وڏي کي ڇهہ فرزند هئا: 1. سيد حاجي احمد شاهہ، 2. سيد حاجي نور شاهہ، 3. سيد بلند شاهہ، 4. سيد فيض علي شاهہ، 5. سيد علي محمد شاهہ ۽ 6. سيد فضل علي شاهہ.

ان ڳوٺ ۾ ڳاهوٽين جو زور هو، جن سان شاهن جو تڪرار ٿي پيو. تڪرار ۾ ميان احمد شاهہ اتي جي ڳاهوٽي زميندار کي قتل ڪري ڇڏو، جنهن ۾ هن کي جنم ٽيپ اچي ويئي، جتان آزاد ٿيڻ بعد حج تي ويو.

ٻيو نمبر فرزند سيد نور شاهہ هو، جنهن همت ۽ محنت ڪري زمينون هٿ ڪيون، ۽ آباد ڪرائي چڱي ملڪيت ڪٺي ڪئي. پاٽوني سيدن جي ملڪيت ۽ طاقت ان کان پوءِ زياده ٿي. هن کي بہ ڇهہ فرزند ٿيا. ٻہ شاديون ڪيون هئائين: هڪ سيدن مان، جنهن مان جمال شاهہ ۽ جيئندل شاهہ پيدا ٿيا، ۽ ٻي شادي وڏيرن گولاڙن مان ڪيائين، جن مان چار فرزند: نبي بخش شاهہ، پير بخش شاهہ، مير حسن شاهہ ۽ شير محمد شاهہ پيدا ٿيا. ميان نور شاهہ حج تي ويو ۽ اتي وفات ڪيائين. منشي ميان محمد رحيم ولد حمل خان لغاري سندس ڪاروبار سنڀاليندو هو. پڳ سندس فرزند ميان جمال شاهہ تي آئي، جنهن جي حياتيءَ جي ذڪر ۾ هي مضمون لکي رهيو آهيان.

ميان جمال شاهہ مهماننواز، سادہ مزاج، سرڪاري عملدارن وٽ اثر رسوخ رکندڙ هو. ڪيس گزيٽ، بندوقن جا پروانا ۽ ڪمشنر صاحب جي دربار جي ڪرسي مليل هئي. شڪار جو تمام شوقين هو؛

عملدارن کي بہ شڪار ڪرائيندو هو. عام مسافرن جي ڪارائڻ لاءِ ديڳيون رڌرائيندو هو. ڪيس چار فرزند ٿيا: ميان ڏٽي بخش، ميان دين محمد شاهہ، شمس الدين شاهہ ۽ حسن علي شاهہ. انهن مان پوين ٽن جو اولاد ڪو نہ ٿيو. پهرئين نمبر ڪي ٽي پٽ آهن: جمال شاهہ، جيئندل شاهہ، ۽ نورشاهہ. ميان ڏٽي بخش باهمت، مهماننواز، شڪار جو شوقين، عملدارن ۽ دوستن کي شڪار ڪرائڻ ڪوڏيو آهي. باوجود عملدارن جي خوشامد ڪرڻ جي، وقت بوقت عملدار طبقي جي دشمنيءَ ڪري تڪليفن هيٺ پئي آيو آهي. رئيس فقير بخش خان سان دوستي هيس، مٽياري سيدن سان بہ سٺا تعلقات اٿس.

ميان جمال شاهہ جو هڪ پاءُ، ميان شير محمد شاهہ، پوليس ۾ سب انسپيڪٽر هو. باهمت ۽ سرڪش هو. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جڏهن نوڪريءَ ۾ هو تہ ڪيس پٽن جي ماڻهن خون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جن جي ڏکن کان هو بچي ويو. پوءِ نوڪري ڇڏي، اچي ڳوٺ وينو. سندس ٻيو پاءُ سيد مير حسن شاه هو، جنهن جي گهران مون شادي ڪئي آهي. ان کي هڪ فرزند حاجي غلام شاهہ هو، جو تاريخ 13 نومبر 1960ع تي، موٽر جي حادثي ۾، لاولد، 80 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

سيد ميان جمال شاه تاريخ 22 ربيع الاول 1336 هہ مطابق 7 جنوري 1918ع تي وفات ڪئي. مخدوم بلاولي جي قبرستان ۾، پاڻوٺ لڳ مدفون آهي. سندن خاندان جي مکيہ ماڻهن جي وفاتيءَ جون تاريخون هيٺيون آهن:

(1) سيد حاجي نور شاهہ ولد سيد جمال شاهہ وڏو: 30 رجب 1290 هہ، مطابق 24 سيپٽمبر 1872ع.

(2) سيد مير حسن شاهہ ولد حاجي نور شاهہ: 12 ربيع الاول 1330هہ مطابق 9 مارچ 1911ع.

(3) سيد حاجي شير محمد شاهہ ولد حاجي نورشاهہ: 15 محرم 1337هہ، مطابق 22 آڪٽوبر 1918ع.

(4) سيد محمد حسين شاهہ ولد حاجي فضل علي شاه: 5 جمادي الآخر 1346هہ، مطابق 27 نومبر 1927ع.

(5) سيد حاجي محمد شاھہ ولد سيد قمبر علي شاھہ: 20 جمادالثاني 1349ھہ، مطابق 15 نومبر 1930ع. اهي سڀ، سواءِ حاجي نور شاھہ جي ، بلاوليءَ جي مقام ۾ مدفون آهن.

5. **پير علي بخش شاھہ، پير لطف علي شاھہ پٽائي** (پٽ شاھہ)

سندس ٻيو نالو "علڻ سائين" هو. تخلص "علڻ" هوس. پاڻ 1871ع ڌاري ڄائو هو. سنڌي ۽ فارسي تعليم ميان محمد پٽيءَ وٽ حاصل ڪيائين. مٽياري سيدن جي جرارپوٽا خاندان مان، شاھہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي اولاد مان، شاھہ عبداللطيف پٽائيءَ جو ستون نمبر سجاده نشين هو. سندن والد 1317ھہ، مطابق 1899ع ۾ وفات ڪئي، ۽ وڏي فرزند هئڻ ڪري هي سجاده نشين ٿيو. هي فقير طبع ۽ شاھہ جي ڪلام جو سوز سان ڳائيندڙ هو. اڪثر جمعي رات جي راڳ وقت پاڻ بہ فقيرن سان گڏ ڳائيندو هو. شاعر بہ هو، ليڪن سندس ڪلام گڏ ٿي نہ سگهيو آهي. نماز روزي جو پابند هو. انهيءَ وقت جي سجاده نشين وانگر، هي بہ راڳ ۽ ملاڪڙي ۾ دلچسپي وٺندڙ هو. خاندانن سان لاڳاپن وڌائڻ ۾ چڱو ڀرو ورتائين. راڳ جي ڄاڻ هوندي هيس. سنڌ جا اڪثر مکيہ ڳائڻا ۽ طوائفون راڳ ڳائڻ لاءِ وٽس ايندا هئا. جنهنڪري ڪيس مختلف راڳڻين، وچت ۽ تال جو پورو پتو هوندو هو. درگاھہ ۽ مسجد جي اڪثر تعمير سندس دؤر ۾ ٿي. ملاڪڙي ۾ ڪافي دلچسپي ورتائين. ڪيترا ناميارا ملھہ سندس دسترخوان ۽ پيسي مان مستفيد ٿيندا هئا. جام منا خان جوٽيجو، درگاہ جي خاص معتقدن مان هو. هو ملهن کي انعام ڏيڻ ۾ خاص شهرت حاصل ڪري چڪو هو. پٽ شاھ جي ميلي تي پير صاحب ۽ جام صاحب جي ڪوششن سان ملاڪڙو زور وٺي ويو، جنهنڪري ماڻهن جي آمد ۾ بہ اضافو ٿيو ۽ ميلو وڏي ويو.

پير صاحب کي عمدن گهوڙن ڌارڻ جو خاص شوق هوندو هو. هزار رپيا خرچ ڪري گهوڙا وٺندو هو. هن صاحب جو اهل تشيعت طرف گهٽو لاڙو هو، ان ڪري شاھہ صاحب جي ڪلام ۾

صوفيانہ پهلوءَ کان وڏيڪ، سرفروشي، قرباني ۽ سوز گداز جي نقطي کي اهميت ڏنائين ٿي. شاهه جي ڪلام کي اهڙي نقطي کان ڏسڻ وارن جي خيال موجب، هر مذهب ۾ قربانيءَ کي بنيادي اهميت حاصل آهي: حضرت ابراهيم خدا ڪارڻ پٽ جي قرباني ڪرڻ ڳيا ته سندس اولاد مان سوين نبي پيدا ٿي سگهيا؛ حضرت عيسيٰ پنهنجي قرباني ڏني ته دنيا ۾ هر طرف سندس تعليم پکڙجي ويئي. اهڙيءَ طرح اسلامي تعليم کي نئين سر زنده ڪرڻ لاءِ امام حسين عليہ السلام پنهنجي ڪٽنب سميت قربان ڪيو.

سختي شهادت جي نسوروئي ناز،
کي رند پروڙين راز، قضيو ڪربلا جو. (شاهہ)

دوست کهائي دادلا، محب مارائي،
انهيءَ ۾ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي. (شاهہ)

ٻي ڳالهہ جا هنن شاهہ جي ڪلام مان چوندي، سا هئي لياقت جي، جنهن تي اهل تشيعت جو مدار آهي، جنهنڪري هو حضرت علي عليہ السلام کي فضيلت ڏين ٿا. "انا مدينتہ العلم و علي بابها" ان جي دليل ۾ پيش ڪن ٿا. شاهہ جي ڪلام مان بہ ڪيئي بيت دليل ۾ ڏين ٿا_

"جو ملن کي ميهڻو، سوئي مون سردار.
حيدر جيّ هٿان، وڙهہ تہ ويري مارئين."

امام حسين عليہ السلام لاءِ هينيون بيت حجت طور پيش ڪن ٿا:

چار تراريون چيلهہ سان، ٻڌائين بہ پاڳون،
اڳين جون آڳون، ڪانڌ قلعي ۾ موڪيون. "(شاه )

هنن درد ۽ فراق کي روحاني ترقيءَ لاءِ ضروري ٿي سمجهيو:

جيڪي فراقان، سو وصالان نہ ٿئي،
اڃي اوطاقان، مون کي پرين پري ڪيو. (شاهہ)

ماتم کي سوز ۽ گداز ڊاڻيندڙ سمجهي، هنن ماتم حسين کي روحاني ترقيءَ لاءِ ضروري ڄاتو ٿي.

شاهه عبد الڪريم بلڙي ۽ شاهه لطيف جي خليفن، انهيءَ ڪري سندن دستار جو رنگ ڪارو ڪيو هو. محرم جي ڏينهن ۾ هو ماتم ڪندا هئا.

اهو شاهه صاحب جي فلسفہ حيات جو هڪ پهلو هو: ٻيا نقطہ نگاهہ بہ نڪري سگهيا ٿہ. جيئن قرآن شريف جي مختلف تشريحن ڪري مسلمانن ۾ ڪيترا فرقا پيدا ٿي پيا، تيئن شاهه صاحب جي بہ مختلف نقطہ نگاهن سان تشريح ٿيڻ لڳي هئي. هڪڙن رسالن ۾ خدا ۽ رسول (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جي ساراهہ کان سواءِ ٻيا بيت نہ هئا، تہ ٻين ۾ وري شاهه صاحب کي سني ثابت ڪرڻ لاءِ چئن صحابن جي تعريف جا بيت شامل ڪيا ويا آهن، ۽ سر ڪيڏاري کي رسالي مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. انهيءَ فرقيبنديءَ جي اختلافي سيلاب ۾ شاهہ صاحب جهڙي ڪثرت ۾ وحدت ڏسڻ واري بزرگ جا گادي نشين بہ لڙهي ويا، ۽ انهيءَ جي زد کان علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي جهڙا عالم بہ بچي نہ سگهيا.

منهنجي ساڻس اوائلي واقفيت قاضي محمد ڪامل، هالن پراڻن واري جي معرفت ٿي هئي. هو صاحب بہ اهل تشيعت هو. وڏيڪ لاڳاپا، سن ۾ مٽياري سيدن جي ڪانفرنس لاءِ دعوت ڏيڻ وقت پيدا ٿيا. جڏهن آءٌ پٽ شاهه ۾ ان ڪم لاءِ ونس ويس تہ هن صاحب چيو تہ 'بابا، آءٌ ڪانفرنس ۾ اچڻ لاءِ تيار آهيان پر شرط اهو آهي تہ ان جو صدر ڪو عالم ۽ خادم ملڪ ڪيو وڃي ۽ سجاده نشين يا وڏو خاندان سيد نہ ٿئي. تنهنجا انهيءَ ڪانفرنس سڏائڻ لاءِ ڪهڙا بہ اوچا مقصد ڇو نہ هجن، پر اڄڪلهہ جا اڪثري سادات ۽ پير ذاتي اقتدار، عزت ۽ بزرگيءَ جي مرضن ۾ ڦاٿا پيا آهن. اسان سيني کي نفس آهي. هڪ گاديءَ ولرو اهو نہ گهرندو تہ ٻئي گادي نشين جي اڳواٽيءَ هيٺ رهي. مون ان ڳالهہ کي واجبي ڄاڻي

ڪيس يقين ڏياريو تہ آءٌ حتي الامڪان انهيءَ اصول مطابق ڪانفرنس جي رهبري ڪندس. پر جڏهين جملي سيد اڇي ڪانفرنس ۾ ڪنا ٿيا، تہ باوجود منهنجي ڪوشش جي، مٽياري سيدن ووٽن جي زور تي سخي هاشم شاهہ جي سجاده نشين پير الهيار شاهہ کي ڪانفرنس ۽ انجمن جو پريزيڊنٽ چوندي چڏيو. هي صاحب ان وقت پنهنجن همدردن ۽ عزيزن سميت مجلس مان احتجاج طور اٿي ويو. گهڻيءَ منت سماجت بعد پٽ ۽ پائرن کي مجلس ۾ اچڻ جي اجازت ڏنائين، ليڪن پاڻ نہ آيو. هي اهل تشيعت هو. مٽارين وارا سيد سني هئا.

ڪجهہ وقت ڪان پوءِ جڏهين منهنجي ساڻس گفتگو ٿي، تہ چيائين تہ ابا مسلمانن ۾ اصل کان لياقت ۽ تعداد جي فوقيت تي اختلاف رهندا پئي آيا آهن. رسول ڪريم جي وفاتيءَ بعد مسلمان فطري لاڙن ڪري ورهائجي ويا. هن وقت اهل طريقت جا مرڪز پنهنجي بنيادي روحاني مقصد کان هٽي، دينوي شان شوڪت ۽ بزرگيءَ جا اڏا بنجي پيا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ تون ڪهڙي طرح سان اقتدار جي جنگ کي ختم ڪرائي، اعليٰ معيارن تي جماعت قائم ڪرائي سگهندين. هن جي ڳالهہ صحيح ثابت ٿي: جيڪڏهين اسين قاضي اسدالله شاهہ مرحُوم جهڙي خادم خلق ۽ عالم فاضل کي صدر بنايون ها تہ "انجمن سادات مٽياري" جي مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ شايد ڪاميابي ٿي وجي ها. اهي مقصد سيدن جي اخلاقي اصلاح، روحاني ترقي ۽ معاشرتي سڌاري ۽ ڪين خدمت خلق طرف رجوع ڪرڻ جا هئا. ليڪن انهيءَ بنيادي غلطيءَ ڪري هيءَ سوشل جماعت، ذاتي اقتدار حاصل ڪرڻ جي اختلافن سبب، ڪامياب ٿي نہ سگهي.

پير ميان علڻ سائين ٽي شاديون ڪيون هيون: پهرين شادي شڪارپور جي سيدن مان ڪيل هئي، جنهن مان علي اڪبر شاهہ، ڏنل شاهہ، بچل شاهہ ۽ يار محمد شاهہ پيدا ٿيا: ٻي ڪوڪرن جي سيد بقادار شاهہ ميرڻ پوٽي جي نياڻيءَ سان ڪيل هيس، جنهن مان

وڏو فرزند شاهه ڏنو شاه ۽ امام علي شاهه پيدا ٿيا: ٽين شادي، سالاري جي سيدن مان ڪئي هئائين، جنهن مان غلام شاه ٿيو. سندس ننڍو ڀاءُ جڙيل شاهه عرف گهوٽ سائين اڄان تائين زنده آهي، جنهن کي اولاد نہ آهي. پير علڻ سائينءَ 18مئي 1933ع مطابق 14 محرم 1352هه تي وفات ڪئي. هن کان پوءِ سندس جاءِ تي ان جو وڏو فرزند ميان شاهه ڏنو شاهه گادي نشين ٿيو آهي.

ميان شاهه ڏنو 1894ع ۾ ڄائو هو. خدا ڪيس وڏي حياتي ڏئي. محبتي، روزي نماز جو پابند، طبع جو حليم آهي . ان کي ٽي فرزند آهن، جن مان وڏي جو نالو ميان غلام شبير شاه عرف الهه بخش شاه آهي. ميان شاه ڏني شاهه کي ”شاهن سائين“ بہ ڪري سڏيندا آهن. ان بہ شاديون ڪيون آهن، هڪ بيچاڻجي جي پناڻن وٽان، جنهن مان ميان غلام شبير شاهه آهي. ۽ ٻي شادي ميرزا غلام حسين حيدرآباد واري وٽان ڪيل اٿس، جنهن مان 1. الطاف حسين شاهه، ۽ 2. غلام مهدي شاه آهن.

6. **خانبهادر عظيم خان عنايت علي خان دراني پناڻ** (هالا پراڻا)

خانبهادر عظيم خان جو والد، عنايت علي خان دراني پناڻن مان هو. سندس ڏاڏي جو نالو بہ عظيم خان هو. ميان عنايت علي خان پوليس ۾ نوڪريءَ خاطر سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ جڏهن هو ماتليءَ ضلعي حيدرآباد، ۾ سب انسپيڪٽر پوليس هو. ان وقت هالن جو قاضي ميان عبدالواحد اتي مختياڪار هو. ٻنهي جو پاڻ ۾ دوستيءَ جو رستو ٿي ويو. انهيءَ رستي ڪري هن پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ قاضي عبدالواحد کي ڏنو. انهيءَ لحاظ ڪري پوءِ هن جي رهائش بہ هالن پراڻن ۾ ٿي. ميان عظيم خان 1882ع ۾ هوسڙيءَ منجهہ ڄائو. هي ساڍن چئن ورهين جو هو تہ سگهوئي 1886ع ۾ سندس پيءُ وفات ڪري ويو. هن جي ۽ هن جي ڀائرن ڀينرن جي پرورش پوءِ قاضي عبدالواحد جي هٿ هيٺ ٿي.

ميان عظيم خان سنڌي پڙهي، انگريزي پڙهڻ ويٺو. مئٽرڪ تائين پڙهي، ريوينيو کاتي جي نوڪريءَ ۾ 1 آڪٽوبر 1900ع تي

گهڙيو. پهرين نوابشاهہ ضلعي ۾ شايد ڪلارڪ هو، پوءِ آهستي آهستي چڙهي 1914ع ۾ مختيار ڪار ٿيو. ان کان پوءِ کيس بمبئي ۾ 1917ع ۾ ڪوآپريٽو ٽريننگ لاءِ گهرايو ويو، جتي ٽريننگ ڏيڻ کان پوءِ 1918ع ۾ کيس ڪو آپريٽو سوسائٽين جو اسسٽنٽ رجسٽرار ڪري سنڌ ۾ رکيو ويو. 1921ع ۾ سٺي ڪم ڪار ڪري سرڪار طرفان کيس خانصاحبيءَ جو لقب مليو. 1923ع ۾ کيس خانبهادريءَ جو لقب مليو. انهيءَ کان پوءِ کيس سوسائٽين جو ڊپوٽي رجسٽرار ڪيو ويو، جنهن عهدي تي هو 22 جنوري 1921ع کان 31 مئي 1930ع تائين رهيو. پوءِ 1934 ع ۾ وري ريوينيو کاتي ۾ ميرپورخاص جو ڪليڪٽر ڪري کيس رکيو ويو. ان کان پوءِ هو مئنيجر انڪمبرڊ اسٽيٽس ٿي رهيو. ڪجهہ وقت سرڪار طرفان بمبئي ڪائونسل تي نامزد ميمبر بہ ٿي رهيو. نيٺ 1937ع ۾ پينشن تي لٿو. پر سرڪار کيس وري ڳوٺ سڌار هلچل جي پروپيگنڊا لاءِ 1938ع ۾ عملدار ڪري مقرر ڪيو، جنهن ڪم جي سلسلي ۾ هي سڪرنڊ تعلقي ۾ شورا ڳوٺ (ڪنياريون) ۾ گشت ڪندي دل جي بيهڻ ڪري 19 ڊسمبر 1938 تي وفات ڪري ويو.

خانبهادر عظيم خان زونئرن مان شادي ڪئي هئي، جتي سندس بہ پينرون بہ شادي ڪري ڏنل هيون. کيس هڪ فرزند عنايت علي خان نالي هو، جو 1 ڊسمبر 1921ع تي، لاولد وفات ڪري ويو.

قاضي ميان عبدالواحد کي خانبهادر جي همشيره مان هڪ فرزند قاضي محمد افضل هو، جنهن کي خانبهادر عظيم خان نياڻي پرڻائي هئي، ان مان کيس هڪ پٽ ۽ ٻي نياڻيون ٿيون. هن وقت سندس ملڪيت جا اهي وارث آهن.

سنڌ جي اڪثر مصيبتن جا ڪارڻ پير، زميندار ۽ جاگيردار ۽ ڪاموري ڪلاس جا ماڻهو رهيا آهن. پيرن مان اڪثر بداخلاق، خود مطلب، غريبن جو رت چوسڻ واريون جرون ٿي ڪم ڪن ٿا. زميندار طبقو زياده تر بزدل، خود مطلب، ظالم ۽ هر حاڪم جو موچڙي ڪٽ غلام ٿي رهيو آهي. سنڌي ڪامورن جي تہ ڳالهہ ئي

نہ ڪجي. هو اڪثر رشوتي، طاقت جا سلامي، خود غرض، ملڪ ۽ عوام جا دشمن ۽ وڏا طوطي چشم پئي رهيا آهن – ايتري قدر جو سنڌي ۾ هيءَ عام چوڻي ٿي ويئي آهي تہ ”ڪامورو نہ دوست، اوجهري نہ گوشت“. پر ان صحرا ۾ ڪيئي ناياب ۽ قداور درخت پيدا ٿيا، جن نہ صرف ملڪ ۽ ماڻهن لاءِ آسائش جو ڪم ڏنو، پر رشوت کان پري، محبتي، اديب، صاحب اخلاق ۽ مهذب ٿي گذريا آهن. اڳئين وقت جي ڪامورن ديوان ڏيارام، ديوان ڪوڙومل، قادر داد خان، سردار محمد ابرهيم، سردار محمد يعقوب، ميرزا قليچ بيگ صاحب وغيره ڪي چڱي، تازي دور جي عملدارن تي اچبو تہ خانبهادر عظيم خان جو درجو منجهن وڏو ليکجڻ ۾ ايندو. هو رشوت کان پري عوام جو خادم، ڪو آپريٽو تحريڪ جو مشنري، ملڪ جو خير خواهہ، مدبر، دوستي جو سچو، ڪم آزار، مهل سر ڪم ايندڙ ۽ ملڪ جي اڪثر ڀلي جي ڪمن ۾ اندروني مدد ڪندڙ هو. موجوده دور جي اڪثر سياستدان سان هن جا دوستانا تعلقات هئا. ڪو ڪانگريسي هو يا مسلم ليگي، شهري هو يا ٻاهر وارو - هر هڪ جي واتان سندس تعريف ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. جڏهن بہ ڪاموري ڪلاس جي ڪافر ماجراين تي نظر پوندي آهي تہ دل تي ايڏو غصو ايندو آهي، جو ڀانئجي تہ انهن ڏي منهن ڪٽي نہ نهارجي، پر خانبهادر جهڙا ماڻهو جڏهن ياد اچن ٿا تہ اهو غصو گهٽو گهٽجي ويندو آهي.

مون سان سندس واقفيت 1922ع ڌاري سن ۾ ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جي غرض سان اچڻ وقت ٿي. جڏهن آءُ 1925ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيس ۽ ملڪ جي سياسي سماجي ۽ تعليمي ڪمن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳس، تہ هن زور ڪري اچي مون سان دوستانا تعلقات قائم ڪيا، ۽ اصرار ڪري، هن مون کي سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ (انهن ڏينهن ۾ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ) جو ڊائريڪٽر چونڊايو. نہ صرف ايترو، پر انهيءَ بئنڪ تي ٻيا ڊائريڪٽر بہ منهنجي صلاح سان

چونداياڻين. ان سان گڏ ملير ڪوآپريٽو سوسائٽي، حيدرآباد زمينداري بئنڪ ۽ بين اڪيچار ڪو آپريٽو ادارن ۽ جماعتن ۾ حصي وٺڻ لاءِ مون کي رضامند ڪيائين. اسان جي ايتري دوستي ٿي ويئي، ۽ هن جي اثر مون کي ايترو راغب ڪيو، جو ساڻس گڏ آءٌ بہ ڪو آپريٽو تحريڪ جو مکيہ ڪارڪن ٿي پيس.

سنڌ جي جدائيءَ واري تحريڪ، مسلمان جي آدمشماريءَ کي پوري لکائڻ جي ڪوشش، مسلمانن جي انگريزي اخبار جاري ڪرڻ جي تجويز، ڳوٺ سڌار تحريڪ، سڀ ۾ خانبهادر جو مخفي هٿ ڪم ڪندو هو. سنڌ جي اڪثر ڪامورن ۽ زميندارن سان سنا تعلقات هئڻ سبب، انهن جي ذريعي ماڻهن جا اڪيچار ڪم ڪرائيندو هو. مون لاءِ محبت ۽ عزت هوندي هيس ۽ مون کي بہ سندس لاءِ ساڳي محبت ۽ عزت هوندي هئي. هن جا سوين خط مون وٽ محفوظ آهن، جن مان پتو پئجي سگهندو تہ هو ڪهڙيءَ طرح منهنجي همت افزائي ڪندڙ هو.

اڄ خانبهادر نہ آهي، نہ سندس اولاد مان ڪو آهي. سواءِ سندس پاڻيجي منور حسين جي، جو 15 سالن عمر جو ڪاليج ۾ سائنس پڙهي رهيو آهي. ليڪن سندس نالو، ناموس ۽ دوستانا لاڳاپا قائم آهن. هو ڪنيارين وارن بزرگن جو، قاضين جي لاڳاپي ڪري، مريد هو. مخدوم صاحب هالا، ۽ سنڌ جي جملي مکيہ خاندانن سان سندس گهرا تعلقات هئا.

**7. ميان عبداللطيف ولد ميان دين محمد پٽني** (هالا پراڻا)

هن جا وڏا اصل راجپوت گهراڻي جا، جيسلمير جا وينل هئا. هن خاندان جو وڏو شيخ مخدوم عبدالله صاحب حضرت غوث بهاءالدين ذڪريا ملتانيءَ جي نظر عنايت ڪري، مسلمان ٿيو، ۽ رياضتون ڪري، ولايت جي درجي تي پهچي، خلافت جو خرقو حاصل ڪري، سنڌ ۾ هالا جي نزديڪ ڳوٺ ڳاهوٺ (لڳ پاٽوٽ) ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو، ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس مقبرو جهنگل ۾ آهي، جتي ماڻهو ماهہ پهرينءَ خميس تي زيارت لاءِ ايندا آهن. ان تائين شجرو نسب ميان

عبداللطيف جو هينئن طرح آهي: ميان عبداللطيف بن ميان دين محمد بن ميان محمود بن ميان عبدالعليم بن ميان نعمت الله بن ميان عبدالحميد دوم بن ميان فتح محمد بن ميان محمد ابراهيم بن ميان محمد عمر بن مخدوم عبدالحميد بن ميان احمد دوم بن ميان فتح الله بن مخدوم احمد اول بن ميان اسحاق بن ميان محمد عمر بن ميان محمد اسماعيل بن مخدوم شيخ عبدالله.

مخدوم احمد اول پنهنجي ڀاءُ مخدوم محمد ۽ ٻئي سموري ڪٽنب سميت لڏي اچي هال ڪنڊيءَ ۾ وينو. ۽ 934 ھ ۾ وفات ڪيائين. جڏهن هال ڪنڊيءَ کي دريا پائڻ لڳو تہ سندس اولاد مان ميان نعمت الله اڳين بزرگن جا لاش لڏائي، مسجدن ۽ گهرن جو سامان کڻائي، 25 ربيع الثاني 1178ھ ۾ اچي، موجوده جاين تي هالن پراڻن ۾ وينو، جتي سندن اولاد اڄان تائين رهندو اچي.

چوڻ ۾ اچي ٿو تہ ميان دين محمد کي اولاد ڪونہ ٿي ٿيو، ان ڪري شاه عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمت جي مقبري تي اچي مراقبو ڪيائين. اتان ڪيس اشاري ۾ چيو ويو تہ توکي فرزند ٿيندو، ان تي اسان جو نالو رکج. 1274ھ ۾ ميان عبداللطيف تولد ٿيو، ان ئي سال ميان دين محمد وفات ڪئي. ان کان پوءِ سندس پرورش ۽ تربيت ميان محمد صالح جي ذمي رهي، جنهن ڪيس پارسي ۽ عربي پڙهائي.

ميان عبداللطيف طب ۽ علم جفر ۾ ڪافي دسترس رکندو هو. اڳين جي دستور موجب پساريءَ ڏي نسخو لکي ڏيندو هو. معاوضو نہ وٺندو هو ونس مريضن جا ميلا لڳا پيا هوندا هئا. دعا بہ ڪندو هو ۽ دوا بہ. نماز روزي جو پابند هو. سدائين ذڪر فڪر ۽ وضوءَ ۾ رهندو هو. هن 9 جمادالثاني بروز اربع 1337ھ مطابق 8 مارچ 1919ع تي وفات ڪئي.

هن ٽي شاديون ڪيون هيون. جن مان ڪيس چار فرزند ٿيا. سندس وڏي فرزند جو نالو ميان دين محمد هو، جنهن کي بہ فرزند آهن: 1 ميان محمود ، ۽ 2 ميان عبداللطيف عرف نواز احمد. ٻئي

گهر مان ميان عبداللطيف کي ميان محمد فرزند ٿيو ۽ ٽئين گهر مان ميان رحمت الله ۽ ميان لطف الله ٻہ فرزند ٿيس.

ميان محمد ابراهيم سندس سوٽاري سوٽ هو. ان کي ٻہ فرزند ٿيا. 1. ميان محمد صالح، جواسڪولن جو ڊيپوٽي انسپيڪٽر ٿي رهيو ۽ ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيا هئائين، جو ٿورا سال ٿيا تہ وفات ڪري ويو آهي، ۽ 2. ميان نور محمد صاحب، جيڪو حيات آهي.

ميان عبداللطيف جي وڏي فرزند، ميان دين محمد، 3جمادي الثاني 1340هہ مطابق 1 فيبروري 1922ع تي وفات ڪئي.

مولانا دين محمد وفائي

# هالا جا مشاهير

## مخدوم احمد هالائي

احمد بن مخدوم اسحاق، بن مخدوم عمر، بن مخدوم اسماعيل، بن عبدالله نو مسلم، جنهن جو اصل نالو راجكمار ارجن بن وريو هو. هو حضرت شيخ الاسلام بهاوالدين زكريا ملتاني جي هٿ تي مسلمان ٿيو ۽ سندس اولاد مان مخدوم اسحاق هالائي هڪ وڏو ولي ۽ فضائل جو مالڪ هو ۽ هن جون ڪرامتون ڳاٽاٽي ڪان گهٽيون آهن. هالن جا بزرگ پٽي انهيءَ بزرگ جي اولاد مان آهن. مخدوم احمد هميشہ خاموش اڪيلائي ۾ گذاريندو هو ۽ سهروردي طريقي موجب ڪڏهن ڪڏهن سماع ۽ ذڪر جي جماعت ۾ شريڪ ٿيندو هو. سماع واري حالت ۾ هن تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي جنهن جو بيان نٿو ڪري سگهجي.

"تحفة الڪرام" ۾ سندس هڪ ڪرامت جو بيان آهي تہ:
هن بزرگ کي هڪ رئيس اهل عيال سميت دعوت ڪئي. هوڏانهن هن جو پٽ ساڳئي ڏينهن گذاري ويو هو ۽ مخدوم صاحب جي ڪرامت سان جڏهن ڇوڪرو زنده ٿيو، تڏهن هن ڪاڏو ڪاڏو. چيو وڃي ٿو تہ آخر ڄمار ۾ هو نيرون ڪوٽ ۾ آيل هو، جتي هڪ سوناري ڇوڪر سماع جي مجلس ۾ نهايت سوز گذار سان هڪ بيت پڙهيو، جنهنڪري مخدوم صاحب تي اهڙي حالت وارد ٿي جو سندس روح هن خاڪي پڃري مان پرواز ڪري هليو ويو ۽ سندس لاش کي هالا آندو ويو. چون ٿا تہ، هن جي جنازي مان - لااِلہ اِلاالله جو ذڪر سموري راه ۾ آهستي آهستي ٻڌڻ ۾ آيو ٿي.

مخدوم احمد ظاهري علمن جو بہ وڏو عالم هو، جن جي تحصيل مخدوم عبدالرشيد هالائي وٽ ڪئي هئائين ۽ ڪجھ سير .

سلوڪ جون منزلون بہ وٽس طي ڪيون هئائين. سندس وفات سن 936 هہ ۾ ٿي آهي.(1)

هن بزرگ جي اولاد مان ميان محمد صالح پٽيءَ هالن مان هڪ قطعہ تاريخ موڪليو آهي، اُن مان سنہ وفات 934 هہ (2) نڪري ٿو، ڪهڙي صحيح آهي، ان بابت چئي نٿو سگهجي.

قطع تاريخ

قدوه ارباب عرفان و يقين مقبل حق،منبع اهل كمال
آن ولي ايزدي، ابن عمر شيخ احمد صاحب رشد و جلال
بركشيده رخت هستي ناگهان خوش ز شوق وصل زين دار ملال
داد حق اندر جوار شاهدين منزل و ماواش شد شاد از وصال
خاص حق مي بودزان رّوح القدس خاص درگاه احمد _ خوش گفت سال

1. ڏسو قديم ڇاپو صہ 148 حديقتہ الاولياء ۾ مفصل ذڪر آيل آهي صہ 87 تا 100

2. حديقتہ الاولياء ۾ پڻ سال وفات 934 هہ ڏنل آهي ڏسو صہ 100 .

## مخدوم امين محمد ثاني هالائي

ولد مخدوم محمد زمان ثالث. حضرت مخدوم نوح سخي سرور جي اولاد مان سندس درگاه جو سجاده نشين بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 19 رجب 1256 هہ تي ٿي. هو صاحب سهروردي طريقہ جو پير ۽ اميرانہ زندگي جو مالڪ هو. پنهنجي همعصر جناب پير سيد رشيدالدين صاحب العلم الثالث (جهنڊي واري) سان خصوصي اعتقاد ۽ محبت هوندي هوس. هو وڏو سخي ۽ دريا دل مرد هو، سنڌي شاعري ۾ تمام ڪمال حاصل هوس يعني تہ سنڌي شاعري جي سڀني اصنافن ۾ سندس ڪلام موجود آهي، ڏوهيڙا، ڪافيون، غزل وغيره پنهنجا ڪيترائي يادگار ڇڏيا اٿس. هو توحيد جي مسئلي ۾ عام صوفين جي طرز جو تابع آهي. سندس موحدانہ ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

بانگ الست ربي، چئي عشق جن تي آيو
ميدان معرفت ۾ ڪوتل تني ڪڏايو
ڏسي عشق جا اشارا، رهندا سي ڪيئن ويچارا
نيٺن وهائي نارا، هي هي جو هل مچايو
جف القلم ۾ جاني، ڪئي ڪل تي ڪامراني
لاريب لن تراني، ارني ٿي ڪنهن الايو؟
ڪربل ۾ خيمه ڪوڙي، ڪنڌ ڪات ڪان نه موڙي
تيغ و تبر سان توڙي سر بر سنان سنياليو
قالو! بليٰ ڪهاڻي، ساڳي صحيح سڃاڻي،
انوقت ڪي جي ڄاڻي، تنهنجي روح ڪيڙو رايو
لاشڪ لباس لاهي، ڪثرت ۾ پير پائي،
احمد اچو سڏائي **محمد امين** ٿي آيو

انسانيت جي گهڻين خوبين جو مالڪ هي بزرگ 47 سالن جي ڄمار ۾ 27 رمضان المبارڪ 1303 ھ ۾ هن دنيا فاني مان رحلت فرمائي ويو. سندس وفات تي ان وقت جي ڪيترن شاعرن قطعات تاريخ ۽ مراثي لکيا آهن، جن مان مختصر طور ڪجھ هيٺ ڏجن ٿا.

## از مخدوم ابراهيم نقشبندي ٺٽوي

دلا گريه را دام گير از رگ ابر ڪه اينجا عزاي محمد امين است
بياموز از رعد ترتيب فرياد ڪه ماتم گ سالڪ رشدو دين است
ز رمضان چوشش بود افزون عشرين برحلت غم افزاي روي زمين است
شب اربيعا ليلة القدر خير بوصلش حبيبش شب اولين است
حديث خواتيم عبرت آمد بخوش وضع درصف امام مبين است
بگوزان بسالش بغير از دجيٰ دل شب قدر نزد محمد امين است
1303 ھ

دريغا شب قدر در ماه رمضان عيان شد عزاي محمد امين
خرد گفت تاريخ ترحيل او را بخلد است جاي محمد امين
1303 ھ

## از عبداللطيف نٽوي

ز ترحيل مخدوم جان جهان  جهان شد گرفتار رنج و تعب
ازان رو شب قدر گفتم بجان محمد امين گشتہ واصل برب

1303هہ

## از مفتي سعدالله هالائي

شہ ما ز دنيا چو تشريف برد  بعقبي شده مسند نشين
سرو بي سر دير گفت اين نويد: شهنشاه جنت محمد امين

1303 هہ

## از آخوند عبدالحميد سائق متعلوي

محمد امين پير والا نسب  سر سروران و ولي الہ
چو از شهر رمضان شب قدر بود نمود بخلد برين جلوه گاه
پي سال وصلش بہ پير خرد  چو در بحث شائق شده صبحگاه
سروشي بگفتا: بلي! بود وي  عجب وارث صدر صاحب كلام[1]

1303 هہ

## مولوي الحاج محمد هالائي

سندن آباء و اجداد اصل بوبڪ ضلع دادو جا باشندا ۽ بوبڪائي آخوند سڏبا هئا. ڪجھ وقت کان هجرت ڪري اچي هالن ۾ رهيا هئا. مولانا مرحوم جي ولادت هالن پراڻن ۾ تاريخ 27- رمضان المبارڪ شب قدر 1276 هہ تي. ايام طفوليت ۾ ئي ڪين علم جي طلب جو شوق افراط سان پيدا ٿيو، تنهن ڪري پاڻ نون هالن ۾ عربي نصاب جا ابتدائي ڪتاب حضرت خليفہ حافظ عبداللطيف صاحب رحمتہ الله عليہ جن وٽ پڙهڻ شروع ڪيائون. ڪين شب خيزي جي عادت 8-9 سالن جي عمر کان وٺي هئي، تنهنڪري پاڻ رات جو هميشہ گهڻي قدر علم جي ياد ڪرڻ تي محنت ڪندا هئا. هالن مان

[1] مخدوم مرحوم جو ديوان سنڌي ادبي بورڊ ڇپيو آهي. تذڪره مشاهير سنڌ جلد اول ( صفحو نمبر 174 کان 175 تائين)

سڏا غربت ۽ مسڪيني جي حالت ۾ پاڻ ضلع دادو جي مدرسي ۾ مولانا مرحوم حسن الله صاحب پاٽائي وٽ تعليم وٺڻ لاءِ روانا ٿيا، جتي ٿورو وقت تعليم ورتي، جڏهن کين معلوم ٿيو تہ هالن جي نزديڪ حيدرآباد سنڌ ۾ مولانا محمد حسن صاحب قبلہ ڪنڊي واري وڏو مدرسو کوليو تہ، هڪدم اچي ان مدرسي ۾ داخل ٿيا. اتي ڪمال انهماڪ سان سمورا درسي ڪتاب پڙهي نصاب ختم ڪيائون ۽ سندن دستاربندي اتي باقاعدي ٿي چڪي. ان کان بعد پنهنجي شفيق استاد جي اجازت سان حيدرآباد جي نزديڪ ٽنڊي مير نور محمد خان ۾ جدا مدرسو کولي عربي علم جي تعليم ڏيندا رهيا. 2_3 سال اتي رهي وري سندن والد جي حڪم موجب کين پنهنجي وطن ۾ اچڻو پيو ۽ اتي بہ نهايت همت سان مدرسو کولي عربي علم جي تعليم ڏيڻ لڳا ۽ سنڌ جي مختلف اطرافن مان ڪيترا پرديسي مسافر طالب بہ سندن درس علم ۾ اچي داخل ٿيا. قضا سان سندن والد ماجد جلدئي وفات ڪئي ۽ ان وقت سڄي ڪٽنب ۾ فقط پاڻ ئي رهيا هئا.

کين پنهنجي والد جي ملڪيت متروڪ ورثي طور ملي جا فروخت ڪري سڀ پئسا پاڻ سان کڻي حج جي ارادي سان ربيع الاول 1309 ھ ۾ حجاز شريف روانا ٿيا. اتي پورو هڪ سال رهي حضرت مولانا عبدالحق صاحب بن شيخ شاھ محمد بن شيخ يار محمد مهاجر الہ آبادي جي خدمت ۾ رهي، علم حديث جو مطالعو ڪيائون ۽ اوليات احاديث جا پڙهي ڪائنن حديث ۽ اصول حديث ۽ ٻين علمن جا اجازت حاصل ڪيائون. اهي اجازت ناما اجا تائين سندن ڪتبخانہ ۾ موجود آهن. باقي بچيل پئسن مان عربي ڪتابن جو هڪ وڏو ذخيرو مڪي مڪرمہ مان خريد ڪري پاڻ سان کڻي اچي پنهنجي وطن ۾ پهتا. اتي دستور موجب وري بہ تعليم جي ڪم ۾ مشغول ٿي ويا.

علم فقہ سان سندن شغف حد کان زياده هوندو هو. سندن اها شهرت سنڌ جي اطرافن ۾ زياده کان زياده ٿي وئي هئي، تنهن

ڪري روزانہ وٽن مختلف اطرافن کان شرعي سوال ايندا هئا، ۽ پاڻ انهن جا جواب لکي سائلن کي موڪليندا هئا. اهو سلسلو تا دم حيات جاري رهيو ان وچ ۾ پاڻ هڪ وڏي:

1) فتاويٰ محمدي : عربي ۽ فارسي ۾ ٻن ضخيم جلدن ۾ تيار ڪري ورتائون. ۽ هڪ فتاويٰ سنڌي زبان ۾ پنهنجي فرزند اڪبر جي نالي سان.
2) فتاويٰ احمدي : نالي بہ گڏ ڪيائون.

پاڻ ڏينهن جو جيڪڏهن مدرسي جي تعليم ۾ مشغول هوندا هئا تہ رات جو تحرير نويسي ۽ مطالعہ ڪتب جو شغل جاري هوندو هون.سندن سموري زندگي متو ڪلانہ حالت ۾ گذري. پاڻ پهرين حضرت مولانا ميان ولي محمد صاحب ملاڪا تياريءَ کان بيعت ورتي هئائون. انهن جي وفات کان پوءِ وري دوباره حضرت خواجہ حاجي عبدالرحمان صاحب مجددي فاروقي کان بيعت حاصل ڪيائون.

سندن تصنيفات ۾ مٿين فتاوائن کان سواءِ ڪتاب :

3) شرح احاديث، ۽
4) مسائل اربعين سنڌي، بہ ڪار آمد آهن. ٻيا ننڍا رسالا تہ گهڻا سندن تصنيفُ ٿيل آهن جن مان ڪن جا نالا هي آهن:
5) حقوق الزوجين،
6) المسائل الخمسۃ في دفع توهمات الشيعۃ،
7) تمام العنايۃ ترجمہ بدايۃ الهدايۃ،
8) حلالترڪيب منطق،
9) دووايو عربي و سنڌي،
10) ڪشف الجان سنڌي،
11) خلاصۃ الاصول عربي،
12) عشرين مسائل فارسي وغيره وغيره .

۽

1) مرحوم خليفو مولوي جان محمد بدينوي ،

2) مرحوم مولوي عبدالرحمان صاحب سمہ قرنائي ،
3) هالن نون جا موجوده مولوي صاحب ،
4) مولوي قاضي ميان معين الدين صاحب ،
5) خليفو مولوي حاجي محمد صاحب ۽ سندن 2 فرزند ،
6) مولوي ميان احمد صاحب ،
7) مولوي ميان عبدالله صاحب ،

سندن فيض مان مستفيض ٿيل آهن جن کي پاڻ من اولہ الي آخره نصاب عربي پڙهائي پنهنجي هٿن مبارڪن سان دستاربندي ڪرائي هئائون.

سندن همعصر علمائن ۾ بر گزيده بزرگ حضرت مرحوم مولانا شاه اسدالله صاحب ٽکڙائي ۽ مرحوم مولانا مولوي حاجي حافظ لعل محمد صاحب متعلوي ۽ مرحوم مغفور خليفو مولوي حاجي عبداللطيف صاحب حيدرآبادي ڪين وقت بوقت فقہ جي تحريرن ۽ بحث مباحثن ۾ داد ڏيندا هئا.

سندن مدرسو هن وقت بہ بحمده تعاليٰ سندن ٻن فرزندن هر هڪ مولانا مولوي احمد صاحب ۽ مولانا مولوي عبدالله صاحب جي اهتمام ۽ انتظام هيٺ بخوبي هلي رهيو آهي. سندن ڪتبخاني ۾ قريبن 600 جلد هر هڪ فن ۾ مختلف مصنفن جا موجود آهن.

آخر ڪار بحڪم ( ڪل نفس ذائقة الموت) ماه ذوالقعده 1335 ه جي آخري هفتي ۾ فالج جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيا، سندن اها بيماري ڇئن مهينن تائين هلي ۽ پاڻ مورخہ 4- ماه ربيع الاخر 1336 هہ روز جمعہ سحور جي وقت هن دار بي بقا مان انتقال فرمايائون. إنا لله و إنا اليه راجعون.

سندن وفات تي، وقت جي علمائن ۽ شاعرن چند قطات تاريخ تصنيف ڪري موڪليا هئا جن مان هت فقط هڪڙو قطعو تاريخ مولفہ حضرت علامہ سيد اسد الله صاحب ٽکڙائي عليه الرحمة جو (جو سندن مزار تي بہ منقوش آهي) لکيو وڃي ٿو :

تاريخ وفات حسرت آيات حضرت قبلہ مولانا الحاج محمد طالب الله ثراه وجعل الجنتہ مثواه

از رشحہ قلم مرحوم مولانا الحاج شاه اسد الله صاحب ٺڪڙائي المتخلص بہ فدا

جناب مولوي حاجي محمد محمدث مظهر
مہ برج مکارم مطلع الانوار علامہ
بعلم و حلم شرع و ورع تفري اوحد و اکمل
قيام دين محب ايزد غفار علامہ
فضائل را ازو تحسين، فواضل را ازو تمکين
نجي الله سي سرور ابرار علامہ
بمقولات بي بدل، بمنقرلات بي متا
بکشف معضلات علم گوهر بار علامہ
درينقحط الرجال آمد و جودش مغعنم از بس
دريغا رفت از ما احسن الاطوار علامہ
شنيده چون فدائي، ار جمعي! عالم غيبي
شده واصل بحق ، رحلت گزين، زين دار علامہ
بفضل ايزدي بادا بهين صدر نشين جنت
بہ ديدار خداوندي بود سرشار علامہ
بچارم مہ ربيع الاخر و شب جمعہ ، داخل شد
بہ جنت خلد تجري تحتها الانهار علامہ
چو استفار رفت از بهر سال وصل آن اقدس
فدا احقر رقم زد _ مخزن الاسرار علامہ

1336 هہ

## حضرت مخدوم نوح هالائي

صاحب ڪرامات و فتوح حضرت مخدوم نوح ولد مخدوم نعمت الله ولد مخدوم اسحاق ولد مخدوم شهاب الدين ولد مخدوم فخر الدين سهروردي صديق هالائي.

هالا شهر ۾ هي ئي بزرگ (فخرالدين) سڀ کان پهريان

---

(1) تذڪره مشاهير سنڌ جلد اول 269 کان 273 تائين)

اچي مقيم ٿيو، جتي قوم هالا ۽ لاکا مان شادي ڪيائون ۽ اتي ئي آل اولاد سان حياتي گذارڻ لڳو. اصل خانداني طرح پيري مريديءَ جو سلسلو بہ جاري ٿيل هو ۽ مخدوم نعمت الله مخدوم نوح جي والد سڳوري جا بہ ڪيترائي معتقد ۽ مريد هئا ۽ هن فرزند ارجمند جي ولادت با سعادت جون پيشنگويون بہ ڪيترن درويشن جي واتان ٻڌي چڪو هو، خصوصاً مخدوم نوح هوتياڻي ڪيبرائي ۽ ٻين ولين جون بشارتون مشهور ٿيل هيون.

مخدوم نوح صاحب جو تولد سنہ 911 هجري ۾ ٿيو. ستن ڏينهن جا مس ٿيا تہ ٻانگ ٻڌڻ ڪان پوءِ صاف زبان سان ڪلمو شهادت پڙهيائون، جنهن ڪي سَوَنِ ماڻهن ٻڌو! چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ مخدوم عربي ديانہ جي مدرسي ۾ قرآن شريف پڙهڻ واري زماني ۾ هڪ ڏينهن نديءَ تي غسل ڪري ڦرهي ميساري رهيو هو، تہ اوچتو ڪشف واري حالت ۾ حضرت سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم ۽ سيدنا حضرت علي رضہ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيس ۽ انهيءَ ڦرهي تي حضور صلعم جن ڪجهہ سٽون لکي ڏنس ۽ سبق ڏنائونس، جنهن ڪان پوءِ سمورا علوم مٿس کلي پيا ۽ انهيءَ ڏينهن لا الہ الا الله جي ذڪر جي تلقين ڏيڻ جي اجازت بہ مليس. انهيءَ ڏينهن حضرت سيدنا ابو بڪر صديق ظاهر فرمايو تہ هي منهنجي اولاد مان آهي. ساڳيءَ طرح پيغمبر خدا صلعم بہ فرمايو تہ اسانجي اولاد مان بہ آهي. (دليل الذاڪرين).

حضرت مخدوم نوح جي زندگي عشق ۽ محبت الاهي جي استغراق ۾ گذرندي هئي. اگرچہ ظاهري علم جي لحاظ ڪان فقط قرآن شريف پڙهيل هئا، مگر هر هڪ سوال جو جواب جدا جدا اهڙي علمي نموني ۾ ڏيندا هئا، جو وڏا وڏا علماءَ حيران رهجي ويندا هئا.

هڪ دفعي ٺٽي ۾ اچي وارد ٿيا، جتي ڪيترا علماءَ ۽ طلباءَ سندن علمي لياقت جي امتحان لاءِ اچي موجود ٿيا. پاڻ هڪ آيت جون ايتريون معنائون فرمايائون، جو سڀ حيران رهجي ويا.

بي روايت آهي تہ هڪ دفعي عالمن ۽ طالب العلمن جي وڏي جماعت حضرت مخدوم صاحب کان قرآن جي ڏکين آيتن جي معنيٰ سمجهڻ جو ارادو ڪري سندن خدمت ۾ آئي تہ فقط هنن جي اچڻ کان پوءِ حضرت مخدوم صاحب فرمايو تہ عالمن کي گهرجي تہ علم جو بيان ڪن تہ ٻين کي فائدو رسي. ان کان پوءِ پاڻ زبان فصيح سان بيان ڪرڻ لڳا. 36 تفسيرن جا نالا وٺندي فرمايائون تہ فلاڻي تفسير ۾ هن ريت آهي ۽ فلاڻي ۾ هن ريت آهي. ان کان پوءِ حقيقت ۽ طريقت جون معنائون بيان فرمايائون، جن مان عالمن ڪي سمجهيون ڪي نہ سمجهيون. آخر عالمن ۽ شاگردن عرض ڪيو تہ اسانجي حق ۾ دعا گهرو. پاڻ فرمايائون تہ آئون الحمد پڙهان ٿو. اوهان آمين چوندا وڃو. جڏهن الحمد پڙهي پورو ڪيائون تہ اهي حاضر مجلس آمين چوندڙ ولايت جي درجي کي وڃي رسيا. آخر ۾ مخدوم صاحب فرمايو تہ ڪي اهڙا فقير بہ آهن جو سموري ڄمار سورت الحمدالله جي معنيٰ ڪندا رهن تہ بہ پوري ڪانہ پوي.

وقت جي حاڪمن مان مرزا محمد باقي مشهور ظالم سندن خدمت ۾ ٻہ دفعا نئي ۾ حاضر ٿيو ۽ مرزا جاني بہ سندن زماني ۾ گاديءَ تي ويٺو. مرزا باقي جو وڏو فرزند مرزا پاينده طبع جو ديوانو هو جنهن ڪري هو گادي تي نہ وهاريو ويو هو، پر سندس پٽ مرزا جاني گاديءَ تي ويٺو.

دليل الذاڪرين ۾ نقل آهي تہ مرزا پاينده خان کي حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ دعا لاءِ آندو ويو تہ ڪپس بيماريءَ کان شفا نصيب ٿئي، مگر پاڻ ڪو توجہ ڪونہ ڏنائون. چاڪاڻ جو انهيءَ شخص مخدوم لعل شهباز جي گنبذ ۾ هڪ دفعي هڪ عورت سان هٿ چراند ڪئي هئي، جنهن ڪري هن جي ديوانگي هميشہ لاءِ قائم رهندي آئي.

مخدوم صاحب شريعت جا ايڏا پابند هئا، جو ڪڏهن بہ نماز جماعت کانسواءِ ادا نہ ڪندا هئا. هڪ دفعي عشا جي نماز

جماعت سان گسي وين تہ شهر کان ٻاهر نڪتا ۽ هڪ غيبي جماعت اچي جمع ٿي. جنهن کي امامت ڪري نماز پڙهايائون، پر جماعت کي هٿان نہ ڇڏيائون.

بهاؤالدين دلقپوش (گودڙيي) کان نقل آهي تہ هڪ دفعي مخدوم صاحب ٺٽي جي جامع فرخ ۾ تشريف فرما ٿيا. جمعہ نماز کان پوءِ اٽڪل هڪ هزار ماڻهن منهنجي معرفت سندن هٿ چميا، جن مان هر هڪ پنهنجي درجي آهر معرفت ۽ ولايت کي پهتو، جن مان حضرت صابر سومرو، شيخ تاجن، شيخ حبيب رحہ ۽ سيد عبدالڪريم بلڙي وارو مشهور آهن، جن کي ڪشف ڪرامت سان پوري سنڌ سڃاڻي ٿي. انهن وٽان هزارين ماڻهو معرفت جو رستو سکي پنهنجي ڪماليت کي رسيا آهن.

سنڌ جي بادشاه مرزا محمد باقي تي مغل بادشاه اڪبر، ڏاڍو ڏمريل هو، سو مرزا جي گرفتار ڪرائڻ لاءِ لشڪر چاڙهي سنڌ تي موڪليائين. اڪبري فوج سنڌ ۾ قتل ۽ غارت ڪندي، اڳتي وڌي رهي هئي. ماڻهو حضرت مخدوم صاحب وٽ فريادي آيا، پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ عاقبت بخير ڪندو. آخر اها فوج هالن جي ويجهي اچي پهتي، جنهنڪري شهر ۾ ڏاڍو ڌهڪاءُ ۽ شور پيدا ٿيو. حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ سمورو احوال اچي پيش ڪيائون. پاڻ ٿوري مٽيءَ چپٽي گهرائي پنهنجي ترِيءَ تي رکي، هينين دعا پڙهي فوج ڏانهن دم ڪيائون، جنهنڪري اها فوج انهيءَ وقت اتان پوئتي هٽڻ لڳي ۽ اهڙي ڀاڄ پين، جو وڃي هندستان ۾ دم ڪنيائون.

دعا هي آهي:-

بسم الله الرحمن الرحيم، اللهم لک الحمدُ و لک المجد ولک الشُکر واليک المتکاء وانت المُستعان و بک المستغاث والتکلان و منک الفرجُ ولا حول ولا قوة الا بالله العليٰ العظيم وصلي الله علي خير خلقه محمد و آلہٖ واصحٰبه اجمعين.

بادشاه لشڪر جي ڀاڄ جو سبب معلوم ڪرڻ گهريو تہ هنن چيو تہ هالن لڳ طوفان ۽ دهشت طاري ٿي، جنهنڪري جانيون

بچائي اچي گهران نڪتا آهيون. ڪنهن درويش، شاهي دربار ۾ عرض ڪيو تہ اهو ڪنهن وليءَ جي ڪرامت جو ڪرشمو آهي، باقي ٻيو ڪو بہ سبب معلوم نہ ٿو ٿئي.

ان کان پوءِ اڪبر بادشاهہ دوباره فوج عبدالرحيم خان خانان جي سرڪردگي هيٺ موڪلي ۽ مخدوم صاحب جي خدمت ۾ حاضري جو بہ حڪم ڪيو، مگر عبدالرحيم خان خانان جي هالن ۾ پهچڻ کان اڳ ۾ مخدوم صاحب وفات ڪري ويو ۽ سندس فرزند مخدوم امين محمد جي خدمت ۾ نياز حاصل ڪيائين ۽ شاهي سوکڙيون بہ پيش ڪيائين. ان کان پوءِ ٺٽي تي ڪاهي ويو. ان وچ ۾ مرزا محمد باقي مري چڪو هو ۽ سندس فرزند مرزا جاني گادي تي هو، جنهن کان پوءِ اڪبر سنڌ فتح ڪري ورتي.

حضرت مخدوم نوح جي ڪشف ڪرامات ۽ ڪمالات تي ڪيترائي سندس همعصر ۽ بزرگن ۽ پوءِ وارن جا ڪتاب لکيل آهن جتي تفصيل سان بيان ٿيل آهي. هت مختصر طور دليل الذاڪرين ۽ ارشاد الطالبين مان ڪجهہ نقل ڪيو ويو آهي. ازانسواءِ، مخدوم صاحب جي سوانح بابت شيخ بهاءَ الدين دلقپوش جو رسالو ۽ مياں فتح محمد قريشي جو رسالو ۽ ڪيترا جدا جدا ڪتاب لکيل آهن. پوئين وقت ۾ سفينة النوح از مخدوم پير غلام حيدر صاحب هالائي ۽ راحت القلب والروح تذڪره مخدوم نوح، جامع اوراق، دين محمد وفائي جا ڪتاب بہ انهيءَ باب ۾ ڏاڍا ناياب آهن.

مخدوم صاحب سهروردیہ طريقي جو امام ۽ اويسي طريقي جو اولياءُ هو. ڪلمہ لا الہ الا الله جي توحيدي تلقين ڏيندو رهيو. سندس وقت ۾ ٿي سوين ڪامل خليفا ۽ فيض جا صاحب سنڌ ۾ خدا شناسي جو رستو ڏيکاريندا رهيا، جن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڪيو ويندو.

مخدوم صاحب چار شاديون ڪيون هيون، جن مان ٻارهن فرزند ۽ ڪجهہ نياڻيون پيدا ٿيون. فرزندن جا نالا هي آهن:

ميان امين محمد، ميان حامد، ميان نور محمد، ميان احمد،

(اهي چار ئي ترڪ قوم يعني باجار قبيلي جي بي بي مان هئا) پنجون ميان دائود، ميان موسيٰ، ميان هارون، ميان يوسف، فرزند ميان آدم (اهي ٻئي گهر مان هئا) ميان ميران محمد و ميان ابراهيم ملقب بادهم ثاني ۽ ميان جلال الدين ٽئين گهر مان هئا. چوٿين بي بي سهتا قوم مان هئي جنهن مان ڪوبہ اولاد ڪونہ ٿيو.

ارشاد الطالبين ۾ لکي ٿو تہ سنڌ ۾ ڪماليت جا مالڪ سڀ کان وڏا مرشد ٻہ بزرگ گذريا آهن: پهريون مخدوم بلال، ٻيو مخدوم نوح ۽ وڌيڪ لکي ٿو تہ مخدوم نوح جو پنهنجي وقت ۾ سڀ کان سرس درجو هو.

ايڏي وڏي ڪماليت ۽ بزرگي واري انسان ڪامل 87 سالن جي ڄمار ۾ سواءِ ڪنهن بيماريءَ جي هن دنيا فاني مان صبح جي وقت لاڏاڻو ڪري هميشہ واريءَ حويلي ۾ منتقل ٿي ويو. اهو واقعو خميس ڏينهن 27 ذوالقعد 998هہ ٿي گذريو. مخدوم صاحب جي قضيہ بابت ملا قاسم جي هيءَ نظم پڙهڻ جي لائق آهي:

غرق درياء شهادت محو مطلق بس بدان
پاک از آلاءِ قساوت نوح مخدوم انس وجان
بو يزيد و بو سعيد و بشرحافي و جنيد
در مراتب در مناقب کم زپس ايشان مدان
طالبان او کہ از احصاء و حصر آمد فزون
چون ستاره هر يکي زايشان مناره در جهان
جوق و جوق طالب او چون ملک درهفت چرخ
صف صف اندر صبح و شام از جان و دل الله خوان
هان ولايت ختم شد بر افتخار اهل فخر
چون نبوت ختم شد بر مفخر آخر زمان
آمدي گر بردر او مرد جاني غافلي
ذاکري زنده دل گشتي زفيضش آن زمان
بود آنگہ نهصد و هم يازده بوده فزون
سال تاريخ ولادت آن ولايت کيش دان

مدتي عمر گرامي آن گرامي مايہ را
جمل هشتاده هفت سال بود اندر جهان
سال فوت آن غوث حق پر سيد شد چون از خرد
از سر حسرت فغان برداشت آنگہ گفت هان
آن سنہ نهصد و هشتاد هزده وقت صبح
بيست هفتم در شب پنجشنبۂ ذي قعد دان

(مختصرا از دليل الذاكرين)
(ص ص 1 کان 7)

## درويش عمر هالائي

حضرت مخدوم نوح جي فيض پاتل خليفن مان هڪ بزرگ آهي. جنهن سموري ڄمار رياضت ۽ مجاهدن ۾ نفس ڪشي ۾ گذاري، هڪ رليءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ مالي اسباب وٽس جمع نہ ٿيو. مخدوم صاحب جي مريد ٽيڻ ڪانپوءِ، ڪڏهن بہ بيهودو گفتگو يا اجايو ڪلام پنهنجي زبان تي نہ آندائين، هميشہ ڏينهن جو روزو ۽ رات جو نماز ۾ بيٺو رهندو هو. ٻن ڇئن ڏينهن ڪانپوءِ ٻن ٻن لقمن تي روزو کوليندو هو. هنجي ويهڻ يا سمهڻ جي لاءِ ڪا جاءِ مقرر ڪانہ هوندي هئي، جتي بہ ڪيس ننڊ ڪٽي وينديِ هئي، تہ اتي سمهي پوندو هو. هي درويش رحمت الله عليہ ڏهين صدي جي عارفن مان آهي. ( ص 22)

## درويش عثمان عصار هالائي

فقير عثمان چاڪي (عصار) حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمت جي وڏن صحابين يا ساٿين مان آهي. هو هميشہ رات ڏينهن مخدوم صاحب جي خدمت ۾ بيٺو هوندو هو. جيڪو بہ نئون ماڻهو حضرت مخدوم صاحب جي بارگاه ۾ خدا طلبي لاءِ ايندو هو، تہ هي درويش هن جي سڃاڻپ ۽ ڏيٺ ڪرائيندو هو ۽ مخدوم صاحب جي خدمت ۾ اهڙي فصيح زبان سان حقيقت پيش ڪندو هو، جو انهي نو وارد ارادتمند ڏانهن مخدوم صاحب جو

توجه ڇڪجي ويندو هو ۽ هو بهره ور ٿيندو هو.

عثمان فقير ڪي بدن تي ڍڪڻ لاءِ فقط هڪ ڏڳهي چادر هوندي هئي جنهن جو اڌ ڳچيءَ ۾ ۽ اڌ هيٺ تي ڪندو هو.

هڪ دفعي ڪنهن ماڻهو سفيد ڪپڙو سوڪڙي طور سندس خدمت ۾ پيش ڪيو، چيائينس ته چادر اٿم، پوءِ انهيءَ وڏيڪ ڪي ڇا ڪريان. هن عرض ڪيس ته مون کان قبول ڪريو، پوءِ ڪٿي ٻئي ڪنهن کي ڏي، فقير چيس ته اها ڏي وٺ به تون وڃي ڪر ۽ انهيءَ سودي جو نفعو وٺ، پر مون وٽان هڪدم کڻ، ڇو جو فقيرن کي ڏيڻ ۽ وٺڻ سان ڪو واسطو ڪونه آهي.

سندس ڍڪڻ واري چادر به جيڪڏهن ضرورت کان واڌو هوندي هئي ته انکي به ڪپي ڇڏيندو هو. ضرورت آهر ڪم آڻيندو هو. هن زندگيءَ ۾ نذرانو يا سوکڙي قبول نه ڪئي. (دليل الذاڪرين).

يارهين صدي جي درويشن مان آهي. (ص ص 23-22)

## شيخ محمود فخري هالائي

حافظ ولي شيخ محمود ولد صديق فخريه حضرت مخدوم نوح عليه الرحمت جي عزيزن مان شيخ فخر الدين سهروردي جي اولاد مان هو. جنهنڪري هنکي فخريه ڪري سڏيندا هوا.

سندس چوڻ آهي ته آئون ننڍڙو هوس، جو هڪ دفعي بيمار ٿي پيس. ان حالت ۾ حضرت مخدوم صاحب منهنجي مٿي کان اچي ويٺا، فرمايائون ته پنهنجا پير اتر جي بجاءِ ڏکڻ ڏانهن ڪري سمهه ته چڱو ڀلو ٿي پوين. ائين ڪيم ته صحت حاصل ٿي وئي ۽ مخدوم صاحب مونکي پنهنجي خلافت جو شرف بخشيو!

فرمايائين ته ننڍي هوندي جڏهن ڳالهائڻ جهڙو ٿيس، تڏهن زبان ۾ لکنت يعني هڪڙپائي هيم. منهنجي والده مونکي حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ وٺي وئي، عرض ڪيائين ته منهنجي ٻار کي زبان ۾ اٽڪ آهي، دعا ڪريوس. ان وقت مخدوم صاحب

ماني ويني کاڌي، پاڻ ڇپاڙيل گراهه منهنجي وات ۾ وجهي فرمايائون ته زبان جو چترو ۽ قرآن جو حافظ ۽ ولي، مرشد ۽ رياضت جو صاحب ٿيندو.

شيخ محمود کي سندس والده ننڍي هوندي به نيون چادرون ونئي ڏنيون، هن ڇا ڪيو جو اهي ٻئي فقيرن کي ڏئي پاڻ چتين لڳل چادر ڪري ڍڪيائين. جنهن تي سندس والده جهيڙو ڪيو ته ائين چو ڪئي. شيخ محمود کي ڏاڍو خيال ٿيو ته ماءُ جي چو ٻي فرماني ڪيم! رات جو سندس والده حضور صلي الله عليه وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺو ته محمود جي چتين لڳل چادر تي هٿ ڦيري رهيا هوا. جڏهن سڄاڳ ٿي ته چيائين ته آئنده محمود جي مرضي، اسانجي مرضي ڪان مقدم رکي ويندي ڇو ته هو درگاهه ۾ مقبول ٿيل آهي.

درويش حمزه، جو وقت جو وڏو ڪامل هو. تنهن هڪ دفعي شيخ محمود کي چيو ته الله ذاتي نالو آهي، جنهن تي شيخ انڪار ڪندي ناراضگي جو اظهار ڪيو. آخر اهو سوال هڪ وڏي عالم جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. جنهن چيو ته شيخ محمود نيڪ چوي ٿو، پوءِ درويش حمزه الله جو اسم پاڪ جي حقيقت جو شرح گهريو، جنهن تي شيخ محمود فرمايو ته الله جو اسم غير مسمي آهي، هڪ نالو آهي فقط سڃاڻپ واسطي، نه هن لاءِ جزءِ آهي ۽ نه ڪل!

درويش ربڏني اڍيچي جو چوڻ آهي ته مان به ڪيترا سال پهاڙن ۾ رهي رياضتون ۽ مجاهدا ڪيا، آبادي جي شڪل به ڪانه ڏٺي هئم، فقط گاهه تي روزو کوليندو هوس. مگر شيخ محمود فخريه پورا ٻارهن سال ڪوهستان ۾ رهي، آبادي جو منهن به ڪونه ڏٺو هوائين ۽ فقط هڪ دفعي روزو کوليو هو.

شيخ محمود جو بيان آهي ته آئون هڪ ڇوڪري تي عاشق هوس. پورا ٻارهن سال ننڍئي نيٽن ۾ ڪانه آئي، پر منهنجي انهيءَ حالت تي نه اهو ڇوڪرو واقف ٿيو ۽ نه وري ٻي ڪنهن کي پتو پيو! شريعت جو ايڏو پابند هو جو ڪانئس نقل آهي ته هڪ دفعي

تپ جي بيماري سبب عشا جي نماز مڪروه وقت ۾ يعني اڌ رات ڪانپوءِ ادا ڪئي هئم، انکي ڪيترا سال گذري ويا آهن، مگر انجو غم اڄ تائين دل تان دور نٿو ٿئي، ته ڇو پوري مسنون وقت تي ادا نه ڪيم. (دليل الذاڪرين)

هي بزرگ ٻارهين صدي جي عارفن مان آهي.

## مخدوم صوبو ڪيبرائي

هي بزرگ مخدوم نوح هوتياڻي ڪيبرائي جي اولاد مان آهي ۽ حضرت مخدوم نوح هالائي جي مريدن مان آهي. هو ولي ڪامل، ڪشف و ڪرامت جو مالڪ هو. هو هميشه بلند آواز سان ذڪر ڪندو رهندو هو. هڪ ڏينهن ڪيبر جي ڳوٺ جي ٻاهران ذڪر ڪري رهيو هو ته سندس وات مان ٿوري ڳڦ وڃي ڳاهه تي ڪري انهيءَ ڳاهه کي هڪ ڍڳي کاڌو ته هڪدم بي آرام ٿي رنڀون ڪرڻ لڳي. آخر ان کي ذبح ڪيائون. پوءِ جنهن ماڻهو به انهيءَ ڍڳي جو گوشت کاڌو، انجو قلب ذڪر سان جاري ٿي پيو. اٿندي ويهندي الله الله جو نالو سندن زبان تي هو، اها حقيقت حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمت کي بيان ڪئي وئي ته پاڻ فرمايائين ته جيڪو ماڻهو مخلص هوندو، تنهن ۾ ذڪر جو اثر رهندو، باقي ٻين تان لهي ويندو. آخر ٿيو به ائين، جو ڪيترن تان پوءِ اهو اثر زائل ٿي ويو. (ارشاد - دليل)

## عثمان متقي هالائي

هي پرهيزگار ۽ نيڪوڪار بزرگ حضرت مخدوم نوح جي مريدن مان آهي، جنهن سموري حياتي اتقاء ۽ پرهيز ۾ گذاري، مهينن جا مهينا روزي ۾ رهي، ياد الاهي ۾ مشغول هوندو هو.

جواني جي زماني ۾ هو ڪنهن تمام خوبصورت عورت جي عشق واري دام ۾ ڦاسي ويو، مگر صبر ۾ رهيو. آخر انهيءَ عورت جو ڪنهن ٻئي جوان سان نڪاح ڪرايو ويو. جنهن ڪانپوءِ هيءُ فقير ڏاڍو پريشان ۽ حيران ٿي پيو. روئندو رڙندو هڪ

درويش اهل الله جي خدمت ۾ پنهنجي سموري ماجرا اچي بيان ڪيائين. فقير صاحب سندس حال زار ڏسي فرمايس ته سنڌ ۾ جيترا به نازنين ۽ خوبصورت ڇوڪريون آهن، تنجي دل آئينده تنهنجي دام قاتل هوندي. پر تون ڪنهن ڏانهن به ڪونه نهاريندين، انهيءَ لفظ جو اهو اثر نڪتو جو جتي به خوبي ۽ حسن وارو انسان هوندو ته فقير عثمان متقي جي خدمت ۾ پرواني وانگر ڊوڙندو هليو ايندو هو.

مگر هي صاحب الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول رهي، ڪنهن ڏانهن اک کڻي به ڪونه نهاريندو هو. بلڪ پاڻ بين کي ڌارين عورتن جي نظربازيءَ کان روڪيندو هو.

هڪ ڏينهن فقيرن جي مجلس ۾ ڳالهه نڪتي ته درويش عثمان متقي بين کي ته نظربازي کان روڪي ٿو. پر سندس خدمت ۾ هيتريون زالون اچن ٿيون، انجو وٽس ڪهڙو جواب آهي.

اتامرون الناس با البر وتنسون انفسڪم

يعني ته ماڻهن کي ته نيڪي جو حڪم ڪريو ٿا، پر پنهنجي پاڻ کي وساريو ٿا. (قرآن)

متقي صاحب جواب ۾ فرمايو ته خبردار متان اهو هوس به دل ۾ آندو اٿو. اها ڏاڍي ڏکي واٽ آهي. بڇڙي نفس سان جنگ جوٽڻي آهي، اتي سڀ ڪنهن سست راءِ جو ثابت رهڻ ڏاڍو مشڪل آهي.

انهيءَ اوڙاهه ۾ پاڻ کي اجلائڻ کان بچائجو، ڇو ته اهو جهاد اڪبر آهي.

رجعنا من الجهاد الاصغر الي الجهاد الاڪبر

جو اشارو انهيءَ نفس جي جنگ ڏانهن آهي.

نقل آهي ته املي نالي ڏاڍي حسين عورت هڪ رات هن متقي بزرگ جي خلوت ۾ پهتي. مگر فقير هن ڏانهن ڪو توجه نه ڪيو. محبوبه نازنين ڪيس ڏاڍي محبت ۽ شوق سان تڪيندي تڪيندي بي تاب ٿي ويئي، غلبه شهوت کان اگهاڙي ٿي، پاڻ کي

فقير جي مٿان اچلائڻ گهريائين ٿي تہ فقير هڪل ڪري چيس تہ املي خبردار! فقط انهن اکرن چوڻ سان املي مان انساني شهوت جو غلبو تہ هليو ويو پر هو پرهيز گاري ۽ پارسائي جي دنيا ۾ پهچي ويئي. ان ڪانپوءِ املي جي اهڙي حالت اچي ٿي جو ننڊ رات ڏينهن سندس اکين مان اچاٽ ٿي ويئي. چون ٿا تہ برابر ڇهہ مهينا املي کي ننڊ ڪانہ آئي ۽ نہ وري بستري تي سمهي آرام ڪيائين.

آخر املي ڪن فقيرن جي معرفت متقي صاحب کي منٿ ڪئي ۽ ڏاڍو رني ۽ زاري ڪيائين ۽ توبہ ڪائين، جنهن ڪانپوءِ هڪ پتر ڪٽي املي کي ڏنائين تہ هي اکين تي گهماءِ تہ ننڊ اچي ويندي، هن ائين ڪيو تہ ننڊ آرام جي ساڳي حالت مٿس طاري ٿيڻ لڳي. مگر چيائينس تہ اهو پتر ادب سان پاڻ وٽ رکج، جو ان تي حضرت رسول ڪريم جا قدم پهتل آهن.

عثمان متقي کي هڪ مينهن هوندي هئي، جنهن جو اوهہ ۽ ٿڻ ۽ پنهنجا هٿ ۽ برتن بار بار ڌوئي، پوءِ پاڻ ڏهندو هو. پوءِ کير کي گهٽي وقت تائين ڪاڙهيندو هو. جيستائين کير ٺري، تيستائين نفلن پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو. تہ ايتري ۾ صبح ٿي ويندو هو، پوءِ نفس کي چوندو هو تہ اڄ تہ روزو رکون ٿا، کير سياٽي پيتو ويندو. اهڙي طرح وعدا ڪندي هفتا گذري ويندا هئس. مگر ان هوندي هن جو بدن تازو توانو بينو هوندو هو. ۽ بک جي ڪري ڪو بہ فتور يا ڏوبر هن ۾ ڪانہ آئي ٿي. (دليل الذاڪرين)

عثمان متقي يارهين صدي جو عارف آهي ۽ هالن ۾ متقي قبيلي وارا شايد سندس اولاد مان آهن. والله اعلم با الصواب.

## مخدوم امين محمد اول هالائي

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمة جو فرزند ۽ سندس سجاده نشين بزرگ مخدوم امين محمد هڪ صاحب شريعت ۽ صاحب طريقت ۽ ڪرامت هو. سندس ولادت با سعادت 5 ربيع الاول سن 953 ۾ ٿي ۽ سندس والد بزرگ مخدوم صاحب جو ارشاد آهي تہ مخدوم امين محمد جي ولادت وقت مونکي ڪيترن پيغمبرن

جي أرواحن وٽان روحانيت جي ذريعي مبارڪباد جا تحفا حاصل ٿيا. هن ذڪر اذڪار ۽ سهروردي طريقي جون سموريون منزلون پنهنجي والد بزرگ جي خدمت ۾ طئي ڪيون. جڏهن سندس ڄمار 46 سالن کي پهتي، تڏهن پنهنجي والد جي جاءِ تي سجادگي جي مسند تي ويهي ذڪر جي تلقين ڏيڻ لڳو.

هي بزرگ ظاهر ۾ شريعت جو ايڏو پابند هو جو ڪنهن حالت ۾ شريعت جي ظاهري حڪمن جي برخلاف ڪو نہ ويندو هو.

مخدوم صاحب جي حياتي ۾ مهمانن جي خدمت ۽ نگر جو سمورو ڪم سندس سنڀال ۾ هوندو هو. هڪ دفعي ذوالحج جي عيد ڏينهن ڪو بزرگ مهمان ٿي جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ وارو هو. هن بزرگ غسل ڪرڻ لاءِ واهہ جي ڪناري تي دير ڪئي. مخدوم صاحب ارشاد فرمايو تہ نماز پڙهڻ ۾ جلدي نہ ڪجو جو اڄ هڪ اهل الله جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ وارو آهي. جڏهن هو اچي، جماعت ۾ چپ چاپ داخل ٿيو، تڏهن ارشاد ٿيو تہ هاڻي آيو آهي. نماز شروع ڪريو. عيد نماز کان پوءِ مخدوم صاحب پڇيو تہ ماڻهو ڪيڏانهن ويا؟ عرض ڪيو ويو تہ گهرن وارا پنهنجن گهرن ڏانهن ويا، باقي سمورن مسافرن ۽ ٻاهرين کي صاحبزاده امين محمد گهر وٺي ويو، جتي سڀني جي مهماني ڪئي اٿس. ان تي مخدوم صاحب 3 دفعا فرمايو تہ الله تعاليٰ خير ڪريس ۽ برڪت ڏيئيس!

عبدالرحيم خان خانان، جڏهن مرزا جاني بيگ جي جنگ لاءِ سنڌ پهتو تڏهن ڪيس چيو ويو تہ مخدوم نوح تازو وفات ڪري ويو آهي. جيڪڏهن تون سندس معذرت لاءِ اڳ ۾ پهچندين تہ تنهنجيَ فتح آهي. جيڪڏهن مرزا جاني بيگ اڳ ۾ آيو تہ پوءِ هو ڪامياب ٿيندو. جنهن تي خان خانان تمام جلد هالن ۾ مخدوم امين محمد جي خدمت ۾ پهچي عذر خواهي ۽ سنڌ جي فتح لاءِ دعا گهري ۽ دربار اڪبري جون تمام گهڻيون سوکڙيون پيش ڪيون ۽ سنڌ فتح ڪان ڪرڻ پوءِ اڪبر بادشاه ٻاران جاگيرن جي عطيہ جون هڪ پروانو بہ پيش ڪيو.

مخدوم امين شريعت جو تمام گهڻو پابند هو ۽ هميشہ مريدن ۽ دوستن کي حلال ڪاڏي جو تاڪيد فرمائيندو هو.

هڪ دفعي پنهنجي ڪنهن مريد کي شهر کان ٻاهر ڪنهن ڪم لاءِ روانو ڪندي تاڪيد ڪيائينس تہ انهيءَ ڳوٺ ۾ جتي تون وڃي رهيو آهين، اتي چوڙن جون پاڻاريون آهن. تنهنڪري، انهن جي مهماني هر گز نہ کائج ۽ نہ انهن جو پاڻي پيئج!

اهو فقير برابر 12 ڏينهن، انهن ماڻهن جي ڳوٺ ۾ رهيو پيو هو. مگر ڪنهنجو بہ نہ کاڌائين ۽ نہ پيتائين، جڏهن ڪم پورو ٿيس. تڏهن واپس اچي هالن ۾ روزو کوليائين!

هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪو ڪم چيائون، مگر اهو ماڻهو پنهنجي گهر جي لڏ پلاڻ ۾ مشغول هو. ۽ مخدوم صاحب جي حڪم جي تعميل ۾ سستي ڪندي چيائين تہ مان لڏ پلاڻ ۾ لڳو پيو آهيان، فراغت ٿي ڪانہ آهي. جنهن تي پاڻ فرمايائون تہ اسانجو ڪم الله جي حوالي، باقي اهو ماڻهو سو هميشہ لاءِ لڏ پلاڻ ۾ رهندو. پوءِ ڏٺو ويو تہ ماڻهو هميشہ دربدر هوندو هو ۽ ٿورا ڏينهن بہ ڪنهن گهر ۾ آرام ڪري نہ ويهندو هو.

نقل آهي تہ هڪ بزرگ سندن خدمت ۾ آيو ۽ دل ۾ وهم گذريس تہ اڄوڪي زماني ۾ "غوث" الائي ڪير هوندو. مخدوم صاحب فرمايو تہ جنهن کي تون هٿ ڏئي رهيو آهين.

(دليل الذاڪرين مسودات ڪتب خانہ مخدوم غلام حيدر صاحب)

حضرت مخدوم امين محمد 16 سال 2 مهينا سجاده نشيني تي رهي، 63 سالن جي مسنون ڄمار کي پهچي، جمعہ ڏينهن ٻن پهرن جو ست شعبان المعظم سن 1015 وفات فرمائي. شرف الابرار مان سندس سال وفات حاصل ٿئي ٿو.

## مخدوم ابو محمد هالائي

حضرت ابو محمد ولد مخدوم امين محمد اول ولد مخدوم نوح عليہ الرحمت هي بزرگ 9 محرم الحرام سن 980هہ پنهنجي

ڏاڏي بزرگ جي حياتي ۾ تولد ٿيو ۽ تصوف جو طريقو پنهنجي جد امجد ۽ پنهنجي والد بزرگ کان حاصل ڪيائين. پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ سجاده نشيني جا فرائض متس عائد ٿيا، جي بخوبي ادا ڪيائين. سندس هٿ تي ڪيترن بزرگن کي فيض ۽ ڪرامت حاصل ٿيو. جن مان شيخ هاشم ابن حماد هڪ مشهور بزرگ آهي.

مخدوم ابو محمد شريعت جو بيحد پابند هوندو هو. ڪشف جي ذريعي، ڪجهه به معلوم ٿئي، ان تي نه هلندو هو. هر حالت ۾ ڪيس شريعت جو لحاظ مقدم رهندو هو.

روايت آهي ته درويش ٻيو سهتو جو حضرت مخدوم معظم نوح عليہ الرحمت جي مريدن مان هو، سو ڀهراڙي ۾ وڃي ماڻهن کان ڏڌ، کير مکڻ زوري ڦري ماري فقيرن کي کارائيندو هو. جنهن تي حضرت ابو محمد کيس منع ڪئي ته ائين ڪرڻ نيڪ نه آهي. فقير چيو ته هڪ ڏينهن حضور رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي ڪچهري جو شرف نصيب ٿيو هوم. جتي مخدوم معظم به موجود هو. مخدوم صاحب حضور جن کي عرض ڪيو ته هي فقير زوري ڪجهه کاڌو حاصل ڪري فقيرن کي کارائي ٿو. جنهن تي نبين جي سردار پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي هٿ ۾ ڏئي فرمايو ته جو ڪجهه ماڻهن کان وٺي فقيرن کي کارائي ٿو، ان ۾ به انهن ماڻهن جي ڀلائي آهي.

حضرت ابو محمد فرمايو ته درويش ٻيدا اگرچہ ائين آهي، پر ان هوندي به توبهه ڪر. چو ته اسان کي ظاهر شريعت تي هلڻو آهي. جيڪي به تو ڏٺو، اها هڪ جدا شئي آهي. جنهن کانپوءِ ٻيدي سهتي توبهه ڪئي ۽ زوري وٺڻ ڇڏي ڏنائين.

حضرت مخدوم ابو محمد 35 سال ٽي مهينا سجاده نشين رهي ستر سال، 9 مهينا، 29 ڏينهن جي ڄمار ۾ 8 ذي القعد سن 1050 هه ۾ وفات فرمائي.

## مخدوم ابراهيم هالائي

مخدوم ابراهيم ولد حضرت مخدوم نوح ملقب بہ ادهم ثاني. هن بزرگ بابت تحفتة الكرام ۾ لکي ٿو تہ:

”ميان ابراهيم بزرگ زمانہ و معتقد عليہ طائفہ عليہ بوده“ يعني مخدوم معظم جي اولاد مان، ميان ابراهيم زماني جو وڏو ماڻهو ۽ سهرورديہ نوحيہ جماعت جو معتقد عليه هو.

هن بزرگ شروع زندگي جو وڏو حصو اعتکاف ۽ چلن ۾ گذاريو. هڪ قبرستان ۾ جو آبادي کان تمام پري هو، برابر چار چلا وينو، جتي کائڻ پيئڻ جو کوبہ سامان کونہ هو. جنهن کري پوءِ 5 مهينا کاڌي پيتي جو محتاج نہ ٿيو. روزو کولڻ وقت فقط پاڻي مان آگر آلي کري زبان تي رکندو هو ۽ هڪ بہ ترن جو داڻو کائي روزي کولڻ جي سنت ادا کندو هو. فرمائيندو هو تہ کاڌي پيتي جي نفس کي ضرورت کانہ رهي آهي. فقط سنت جي لحاظ کري روزو کولجي ٿو. انهن چئن چلن ۾ عالم ارواح ۽ ملائڪ وغيره وٽس حاضر ٿيا، مگر هنن ڏانهن کو بہ توجہ نہ کيائين. الله تعاليٰ جي ذکر کانسواءِ، سندس زبان تي ڪجھ بہ جاري نہ رهيو.

هڪ دفعي پوئين چلي وقت، خوبصورت پري چهره عورتن جي هڪ وڏي ٽولي آئي. انهن کان پڇيائين تہ اوهان ڪير آهيو؟ هنن جواب ۾ چيو تہ اسان اهي زالون آهيون، جو پنهنجي مڙسن جي پوئتان ستي ٿي جيئري پاڻ کي باھ ۾ جلايو هيوسين. جڏهن بين جا ارواح اوهانجي ڏسڻ لاءِ اچڻ لڳا تہ اسانکي بہ اشتياق ٿيو تہ اوهانجي زيارت جو شرف حاصل کريون، جو حاصل کيوسين.

حضرت ابراهيم هميشہ نماز جماعت سان ادا کندو هو. پوئين وقت ۾ هميشہ مسجد ۾ اعتکاف کندو هو تہ جيئن با جماعت فوت نہ ٿئي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جيکو بہ ماڻهو چاليھ ڏينهن جماعت سان نماز ادا کندو تہ منافقي کان پاڪ رهندو. انهي قول تي سندس عمل هوندو هو.

سادگي ۽ بي نفسي هن حد تائين منجهن هئي، جو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي خادم جعفر نالي کي، ان جي پيري پڌائڻ ۽ ڪٽڻ ۾ مدد ڪندا هوا ۽ فرمائيندو هو تہ سموري چمار ۾ اهو ئي دنيا جو ڪم ڪيو اٿم.

هڪ عيد جي موقعي تي گهر ۾ ڪاڌي لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. جڏهن اهو پتو پيس تڏهن فرمايائين الحمدالله جو اها سنت بہ ادا ٿي، جو بعض وقتن حضرت رسالت پناهہ جي گهر ۾ بہ عيد ڏينهن ڪاڌي لاءِ ڪجهہ نہ هوندو هو. (دليل الذاڪرين)

مخدوم ابراهيم جي بزرگن ۾ ڪرامت جا بيا بہ ڪيترائي چشم ديد واقعا متئين رسالہ ۾ آيل آهن. مگر هت طوالت سبب ڇڏيا وجن ٿا. پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ اگرچہ گادي نشين سندس وڏو ڀاءُ مخدوم امين محمد هو. مگر جماعت جو فيض حاصل ڪرڻ لاءِ هن بزرگ ڏانهن رجوع رهندو هو. جيئن تحفةالڪرام ۾ لکيل آهي.

سندس وفات يارهين صدي جي آخر ۾ ٿي آهي. رحمت الله عليہ رحمة واسعة

## مخدوم جلال محمد هالائي

حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جي جليل القدر فرزندن مان هڪ بزرگ آهي، تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو تہ:

مخدوم جلال بايات بزرگي وسترگي محاسن ڪمال والا بي مهال زيستہ"

يعني تہ مخدوم جلال بزرگي ۽ ساراهيل نشانين ۽ بيشمار ڪماليت جي خوبين وارو هو. دليل الذاڪرين ۾ لکي ٿو تہ هڪ دفعي، هڪ ماڻهو تي ٺٽي جي گورنر شاد خان ڳورو ڏنڊ وڌو، ويچارو ڏنڊ هلڪي ڪرائڻ جي لاءِ مخدوم جلال محمد کي حاڪم ڏانهن ميڙ وٺي ويو. مگر شاد خان مخدوم صاحب کي نہ مڃيو. جنهن تي مخدوم صاحب فرمايو تہ هي ماڻهو، هن ملڪ جي

حڪومت جو لائق نہ آهي. تنهنڪري هن کي هتان بدلي ڪري سندس جاءِ تي سيد امير خان (ابوالبقا امير خان) کي گهرايو وجي ٿو تہ ٺٽي جو اهو ئي حاڪم ٿي رهي. انهن لفظن ڪانپوءِ ڏنو ويو تہ ستت ئي شاد خان جي بدلي ٿي ۽ ٺٽي تي امير خان مقرر ٿي آيو. وڌيڪ لکي ٿو تہ:

”مخدوم جلال محمد مقبول الڪلام بودند هرچہ برلسان شان جاري شد عز اجابت مي يافت“

يعني تہ سندس ڪلام درگاهہ الاهي ۾ قبول هوندو هو. جيڪي بہ سندس زبان تي جاري ٿيندو هو، سو قبول پوندو هو.

مطلب تہ مخدوم صاحب جا 12 ئي پٽ شريعت جا پابند ۽ پرهيزگار هوا. جن جي قول يا فعل مان ڪوبہ ڪڏهن غير شرعي فعل صادر نہ ٿيو هو.

(فائده) سيوهڻ جو رهاڪو ملاقاسم نالي جو ڪنڀار ڪو ڪم ڪندو هو تنهن پنهنجي سموري ڄمار هن ريت ڻاهي هئي، جو چار مهينا حرمين شريفين جي سفر ۾ لڳائيندو هو ۽ ان ڪانپوءِ موٽي اچي پنهنجي ڏنڌي کي لڳندو هو. انهيءَ آمدورفت ڪري هنکي اندر جي ڏاڍي صفائي حاصل ٿي هئي. هن جو چوڻ هو تہ مونکي حضور رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان حڪم ٿيل آهي تہ مخدوم نوح جي اولاد جي خدمت سبب سعادت ۽ نيڪي حاصل ٿيڻ واري آهي. (دليل الذاڪرين)

## دوريش يحيٰ رائٽو هالائي

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمت جي مريدن ۽ خليفن مان هڪ ڪامل بزرگ آهي. هيمشه رياضتن ۽ مجاهدن ۾ گذاريندو هو. هو ان سان گڏ ظاهري ورد وظيفا بہ پڙهندو رهندو هو. جيئن تہ حذب البحر، حرز يماني، حزب محبوبي، حذب جعفري ۽ سبعات عشر ۽ اوراد فتحي ۽ ٻيا وظيفا پڙهندو هو.

هڪ دفعي شيخ محمود فخري سان ملاقات ڪندي ظاهر ڪيائين تہ پنهنجي هر هڪ دم ۾ چار سئو دفعا الله جو نالو ذڪر

ٿئي ٿو. مگر اهو ذڪر اجا مون وٽ شمار ۾ آهي. ڇو تہ ذڪر جا اهي درجا آهن جو.

مالا عيد رئت ولا اذن سمعت

نہ اکين ڏٺا آهن ۽ نہ ڪنن ٻڌا آهن.

ڏٺو ويندو تہ ساڳي وقت ۾ درويش جي زبان مان ذڪر جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ ايندو هو ۽ هوڏانهن قرآن شريف بہ وينو پڙهندو هو.

حضرت مخدوم صاحب جي وفات کانپوءِ هميشہ سندس فرزند مخدوم ابراهيم ادهم جي خدمت ۾ رهندو آيو. جو ڪجھ بہ نذرانو ملندو هو. يا فتوحات ٿينديون هيون تہ اهو سمورو فقيرن کي ڏئي ڇڏيندو ۽ پاڻ بکن تي گذاريندو هو ۽ سندس انهيءَ قلندرانہ روش ڪري، سندس عيال بہ بکون پيو ڪڍندو هو. ڇون ٿا تہ زر جواهرن جي هن وٽ ڪمي ڪانہ هئي. مگر ان مان ڪجھ بہ خرچ ڪونہ ڪندو هو. ڇو تہ دنيا جي درويشن جي نظرن ۾ ڪابہ عزت ڪانہ ٿيندي آهي.

جڏهن هن جي وفات جو ويلو آيو تڏهن ميان ڪامل محمد ولد مخدوم ابراهيم مٿانس ويو. هن لاءِ تہ سڪرات جي وقت وٽانئس تصوف يا خدا شناسي جو ڪو نڪتو ٻڌي، مگر درويش يحيٰ چپ ئي نہ ڪوليو. جڏهن سندس روح بدن جي پڃري مان پرواز ڪري ويو، تڏهن سندس جنازه کي غسل ڪفن ڏياري رات جي وڳڙي ڪري هڪ ڪوٺي ۾ ڪري رکيائون. ميان ڪامل محمد انهيءَ ڪوٺي جا دروازا بند ڪرائي اندر وڃي وينو. جنهن کانپوءِ درويش يحيٰ جي روح کيس اچي چيو تہ سڪرات جو وقت ڏاڍو اٽانگو ڏکيو هيو. جنهن ڪري اوهانکي ڪو جواب نہ ڏيئي سگهيس ٿي، تہ متان حق تعاليٰ جي ڪا حقيقت اهڙي ڪري بيان ٿي وڃي جنهن کي شريعت قبول نہ ڪري. هاڻي جڏهن بدن جي لباس کان روح جدا ٿيو آهي تہ اوهان سان روحاني گفتگو ڪري سگهان ٿو. ميان ڪامل محمد صبح تائين انهيءَ حجري ۾ وينو رهيو ۽ صبح جو درويش کي وڃي دفن ڪيائين.

دليل الذاڪرين جو مؤلف لکي ٿو تہ:

"اين نقل بلا وسط از حضرت محمد ڪامل بسمع رسيد"

يعني اها ڳالهہ مون سڌي سنئين حضرت محمد ڪامل (مخدوم نوح جي پوٽين) کان ٻڌي آهي.

درويش يحيٰ ٻارهين صدي جي ولين مان آهي.

## حسن ٻانگو پاٽوني

درويش حسن ٻانگو هڪ مشهور ڪرامتن جو مالڪ ۽ راهہ سلوڪ جو سالڪ سيد حيدر سنائي جو خليفو ۽ مريد آهي. سيد حيدر جي وفات ڪانپوءِ مخدوم نوح سان بہ ارادتمندي رهندي آئي. دليل الذاڪرين ۾ آهي تہ درويش حسن جي گهر ۾ ٻير جو وڻ هوندو هو جنهن جا ڏاڍا مٺا ٻير هوا. اتان ٻير ڪٽي مخدوم صاحب لاءِ آڻيندو هو ۽ ادب کان سندس فرزندن جا نالا وٺي پيش ڪندو هو. مخدوم صاحب ان مان ڪجهہ بہ نہ کائيندو هو. هڪ ڏينهن عرض ڪيائين تہ اوهان ٻيرن مان الائي ڇو نہ ٿا کائو. حضرت مخدوم صاحب جواب ۾ فرمايو تہ اوهان ٻير ٻين جي نالي ڏيو ٿا، تنهن ڪري منهنجو حق نہ ٿو رهي. جنهن کان پوءِ درويش حسن پنهنجي هٿن سان ٻير ڪٽي مخدوم صاحب کي پيش ڪيا، جتان پاڻ ڪجهہ کاڌائون.

هن جي عادت هوندي هئي جو روزانو هڪ ماني پچرائي پاڻ وٽ رکندو هو ۽ هڪ سوا ٻڪري بہ وٽس ٻڌل هوندي هئي. پوءِ جيڪو بہ مهمان وٽس هوندو هو پوءِ ڪٽي هڪ سئو هجن، تڏهن بہ ان ماني مان ٽڪر پڇي ۽ کير جو چڪو ڏيندو ويندو هو، جنهن مان سمورا ڍاپي ويندا هوا. نقل آهي تہ هڪ مسافر سندس خدمت ۾ آيو، جنهن جي احوال مان معلوم ٿيس تہ هو مسافر قرآن مجيد جو حافظ آهي. درويش پڇيس تہ ٽيهہ سيپارا پوري طرح ياد اٿو. چيائين تہ هائو سائين. چيائين تہ قرآن پڙهندي تنهنجي دل ۾ عشق جي نشتر ڪانہ چبي آهي. پوءِ حافظ تي توجہ وڌائين، جنهن ڪري عشق الاهي جا مٿس دروازا کلي پيا ۽ وحدت جي دريا ۾

غرق ٿي ويو. مگر پوءِ ستت ئي سندس سيني واري پڃري مان روح جو پکي پرواز ڪري بهشت جي باغ ۾ وڃي پهتو. (ارشاد الطالبين)

درويش حسن ٻانگو ڏهين صدي جي رجالن مان آهي. پاٽوٽ تعلقہ هالا ۾ مشهور ڳوٺ آهي.

## آخوند اميد علي سانوٽي هالائي

عالم فاضل، عامل شاعر نقشبندي طريقي جو صوفي آخوند اميد علي تخلص سها ولد حاجي عبدالله ملا سانوٽي، خواجہ عبدالقيوم مجددي قندهاري جي مريدن مان هڪ ڪامل شخص ٿي گذريو آهي. گهڻو وقت حيدرآباد جي ٽالپرن وٽ گذاريندو هو. هو سندس ڪلي دل سان خدمتون ڪندا رهندا هوا. علم جفر ۽ عمليات ۽ علم تڪثير ۽ اعداد جو وڏو ماهر هو. ۽ انهيءَ فن ۾ سندس دستخط هڪ رسالو بہ نظر مان گذريو آهي. جنهن ۾ مستحصلہ نقش پڻ جون واٽون ڏيکاريل آهن. هو فارسي جو نهايت عمدو شاعر آهي ۽ تاريخي ماده ڪڍڻ جي فن ۾ هڪ بي مثل قابليت جو مالڪ هو.

قصيده برده جو شرح فارسي نظم ۾ ٻن نمونن ۾ نهايت اعليٰ نموني ۾ ادا ڪيو اٿس. ان سان گڏ نثر ۾ بہ ان مان هيٺ ترجمہ ڏنل آهي. تہ جيئن وڌيڪ وضاحت سان قصيده جو مطلب دل نشين ٿئي. هڪ شعر جو نموني طور ترجمہ هيٺ ڏجي ٿو.

فمالعينيک ان قلت اکففا همتا - ومالقلبک ان قلت استفق يهم.

1. چيست اين چشمانت راگريند گر گوئي بمان
ورهمي گوئي دلت را هوش کن گرديهم (پريشان)
2. پس چيست چشم گريہ کنان ترا اثر
گر گويمش کہ گريہ مکن گريد او بهتر
باز اين دل تراچہ ريد ست آفتي
گويم بهوش شو شود هوش بيخبر

سندس فارسي شعر جو نمونو هي آهي. حضرت عارف حاجي جن ........۾ مناجات ۾ فرمائي ٿو.

خدا وندا دلم را زندگي ده
بکار نيکوئي فرخندگي ده
زبانم را بذکر خويش بکشا
بکا مم شکر شکرانہ بفرسا
شب نا اميديم را صبح گردان
بفيروزي چو خورشيد درزخشان
گل پرمرده از باد خزاني
بخندان از نسيم جَاوداني

پنهنجي محبوبہ جي نالي تي هينئين نظم لکي اٿس.

بگوش هرکہ رسد همچومن ملامت عشق
زند بہ تعبيہ ام حسن بہ نو بت عشق
حقيقتي ست نهان در حقيقت صورت
خوشا حقيقت حسن است درحقيقت عشق
کبش چہ لب کہ لب کوثر ولب حيوان است
مگر ببوسہ شوم خضر در طريقت عشق
يقين کہ مفتئي عشاق مي دهد فتويٰ
بخون من بستم کيش در شريعت عشق
مرا بجا دوئي چشمانش رخنہ درکار است
بيک نگاه دلم را ربود غيرت عشق
تبارک الله کہ دلبري پري پيکر
نهاد در دل ويرانہ ام وديعت عشق
نوشت از سر هر بيت نام موزونش
سها بشيفتگي نا مہ وثيقت عشق

هن فارسي جي خوشگو شاعر ۽ صوفي جو وصال 15 ربيع الاول سن 1298 ۾ ٿيو. سندس هڪ همعصر عزيز آخوند احمد هينئين ريت قطعہ تاريخ لکي آهي:

فرقت ياران عذاب داغ دهلہ بردل
نيست کسي را گذار خواه نبي و ولي

عابد و ساجد تمام - جاهد عقبيٰ مدام
خاصہ با خلاق حق باسم اميد علي
بر دل او نقش است شاهہ قيوم الست
بود زخيل كرام شيخ مجدد ولي
بيک اجل چون رسيد گوش دل او شنيد
فا دخلوا جنات عدن شارب جام ملي

1298

ماه ربيع لاولين پانز دهم يوم ثلث
بود هزار دو صد و نود هشت تلي (1)
سال وصالش بگوش گفت با احمد شروش
عابد و حافظ (2) وائي اميد علي

وهود خل بجنت السلام مان بہ سندس سال وفات ملي ٿو. (از مسودات آخوند احمد هالائي).

1 مخفف تالي، 2. اتي هڪ حرف ڇڏيل آهي.

## آخوند احمد سانوڻي هالائي

عالم، فاضل، شاعر حافظ آخوند احمد قادريہ طريقي جو فقير ۽ پير سيد علي گوهر بن پير صبغةالله بن سيد پير محمد راشد روضي ڌڻي جي مريدن مان هو. سموري زندگي تعليم ۽ تعليم ۽ شعر گوئي ۾ گذاريائين. حيدرآباد جي ٽالپرن وٽ سندس وڏي عزت ۽ مان هو. مير نور محمد ۽ مير محمد حسن علي خان ولد مير نصير خان وٽس تعليم حاصل ڪئي. ميرن جي ڪيترن صاحبزادن جي ڄمڻ جون تاريخون لکيون اٿس. ۽ ڪن جي وفات تي بہ قطعات آهن. هو تاريخ جي ماده ڪڍڻ واري فن ۾ بلڪل يڪتا زمانہ هو. سندس همعصرن مان آخوند اميد علي سها هالائي ۽ مولوي احمد پٽائي سان شعرن جو تبادلو ۽ تتبع ٿيندو رهيو آهي. عربي، فارسي، سنڌي ٽنهين زبانن ۾ ڪلام موزون ڪندو هو. وڏو عابد زاهد متقي هو. جنهن ڪري ڄمار بہ تمام وڏي حاصل ٿي

هئس يعني تہ هڪ سئو سال کان بہ وڌي ڄمار حاصل ڪري، پوءِ وصال ڪيائين ۽ پنهنجي همعصر دوست آخوند اميد علي جي وفات جو بہ پاڻ مرثيو لکيو اٿس. جو اميد علي جي تذڪرہ ۾ درج آهي. آخوند اميد علي نقشبندي طريقي جو صوفي هو. مگر ان هوندي بہ بهادر نالي پنهنجي شاگرد تي نظارو رهندو هوس.

هڪ دفعي اميد علي بهادر جي شان ۾ هيٺئين رباعي ارشاد فرمائي.

بهادر چہ دري ست پاڪيزہ
نباشد چنين گوهر در صدف
نہ هر جوهري قدر او را شناخت
بهادر گران را مدہ با خزف

آخوند احمد مرحوم انهيءَ قطعي جي جواب ۾ فرمايو تہ:

بهادر نہ دري ست پاڪيزہ
ز خرمهر ارزان برابر خزف
چو شعراءِ تابع غوا گفتہ حق
تو داناي هستي مفرما قذف

انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ٻئي سان ٻنهي شاعرن جا ڏگها سوال جواب هليا آهن. جن کي اختصار سبب هت ترڪ ڪيو وڃي ٿو.

هڪ ڏگهو منظوم عربي خط مولوي احمد ٺٽائي کي لکيو اٿس. جنهن ۾ فرمائي ٿو.

فيامن هو احرق قلبنا بنار هجرڪ
فيجمع بيننا رب الخلائق

هن عربي خط جي اخير ۾ عربي کان پهلو بدلائي فارسي ۾ خطاب ڪري ٿو.

شوق زياد گشت بسوي وصال تو
ليکن بد ست خويش ندارم زمام را

چون اختيار نيست مرا در طريق وصل
پس اختيار كردم اينک کلام را
احمد صبور باس كہ ناگهہ صبا رسد
از بوءِ گل معطر سازم مشام را

فارسي عربي ڪلام کان پوءِ سندس سنڌي ڪلام جو نمونو هڪ قطعہ تاريخ ۾ معائنہ ڪري سگهجي ٿو. جو سيد خان محمد شاه سنائي جي تعمير مسجد جي سال لاءِ لکيو اٿس. فرمائي ٿو.

سيد خان محمد مسجد جوڙائي گهٽي هيج منجهاءِ
شروع مهيني رجب ۾ پوري شب قدرا
تاريخ انجي سال جي چئي ان پر هاتفا
مسجد سڳوري، گهر خدا يلي جو آهي.

آخوند صاحب ۾ علم، عبادت جي وصفن کان سواءِ خانداني عمليات ۽ علم جفر ۽ وظيفن ۽ مسخرات جو ڄاڻو بہ هو. مگر عمليات تي گهٽ ڪاربند هوندو هو. شعر شاعري ۽ ياد خدا ۾ مشغول رهندو هو ايڏي ڪماليت وارو بزرگ 1317هہ ۾ وفات ڪري هالن ۾ دفن ٿيو. (بياض آخوند احمد هالائي)

(31 آگسٽ 1947 بروز يڪشنبہ ڪراچي ، وفائي.)

## مفتي محمد رفيق هالائي

هي بزرگ عالم فاضل، صاحب فتويٰ ٽالپرن جي زماني ۾ هالن ۾ ٿي گذريو آهي. درس تدريس سان گڏ، انهيءَ وقت فتويٰ نويسي جو معاملو بہ سندس حوالي هو. هو سيني علومن جو ماهر ۽ فاضل عالم هو.

هن بزرگ جي وفات پهرين جمادي الثاني سن 1182 ۾ ٿي گذري آهي. سندس معتقدن مان هڪ شاعر سندس تاريخ وفات هيئنئين ريت لکي آهي.

وه چہ انسان فاضل و فائق
بود اندر لطافت او لائق

عالم و عامل دیانتدار
دائما با کتابیان مشفق
در علوم چهارده دائي بود
لطف طبعش بهر کسي لا حق
علم فقه و فرائض و تفسیر
از حدیث و معاني و منطق
هم کلام او اصول قرات و صرف
نیز بود او بماظره مسبق
قضیۂ فوت شان ز هوشم برد
طعن جگر ها نمود همچو سنفق
بر نماز جنازش مردم
بود الف چهار از تحقق
در شب اول، جمادي الثاني
کرد مولاءِ ما رحیل بحق
گفت هاتف ز سال تاریخش
بود ازان مرشدم هدایت حق
1182 ھ

(از کتب خانۃ ملا سانوڻي هالائي)

## آخوند محمد قاسم سانوڻي هالائي

آخوند محمد قاسم ولد آخوند محمود سانوڻي هالائي فارسي جو وڏو شاعر ۽ فاضل اديب ٿي گذريو آهي. هن سموري تعليم پنهنجو والد بزرگ وٽ حاصل ڪئي، جو نصر پور ۾ پيرن وٽ تعليم ڏيندو هو. ۽ سندس مقبرو بہ اتي نصرپور ۾ آهي. سندس وفات ٻارهين صدي هجري جي آخر ۾ ٿيل ڀانئجي ٿي. چاڪاڻ تہ سندس دستخط هڪ ڪتاب ڏٺو ويو. جنهن تي 1172 لکيل آهي.

آخوند محمد قاسم پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ ڪجھ وقت نصرپور ڇڏي ۽ آخر مير ڄام خان جي ٽنڊه ۾ تدريس جو شغل جاري رکيو. ڪائنس فارسي زبان جي تعليم وٺي ڪيترائي

فائدو پرائي ويا. هن جي سفر ۾ هڪ ”ديوان قاسم“ جمع ٿيل آهي. نموني طور سندس ڪلام مان ڪجهه هيٺ ڏجي ٿو.

رسيده در جهان بي سرو رفتار
بسنت همچنين از دور دوار
رخ خجلت ده گل اي گل اندام
تو هم با عاشقان بنماء اظهار
روان شو بادل افگاران بگلشن
ڪه گل هم گردد رويت دل افگار
ربا تاج گلرو ده لاله را داغ
ز حسن خود بهريڪ ڪن خبردار
رود اندوه هجران از دل من
به بستان چون شوم با تو قدح خوار
رحيق ڪامراٿي نوش با دت
بقاسم هم عطا ڪن قدح دوچار.

ايضاله

زود آءِ ڪه در قالب ... آيد جان باز
جان باز تو ام .. روح روان باز
زود آء ز ......غم آئينه دل
ڪز عڪس خور رويت شود نور افشان باز
زلفت چو سب تار رخت صبح منور
روزم بشب اين .... مگر دور زمان باز
زنجير ڪجا ڪه اين دل آشفته دراين شب
ديوانه شده شب از هوس زلف بتان باز
زين گو نه قاسم بدر دير نشين است
شايد ڪه ڪند رحم بر او پير مغان باز

ايضاله

چهره اش خوب است رخسارش عليٰ هذا القياس
خنده اش خوش است و گفتارش عليٰ هذا القياس

شڪل او دلخواه و ناز جان فزايش زان قبيل
صور قرن .......ڪردارش عليٰ هذا القياس
جلوه اش جادوي اوصاف جمالش زين نمط
قامتش نيڪو است و رفتارش عليٰ هزا القياس
ديده شوخش ستمگار و جفا ڪار است بس
گيسوئي خمدار و طرارش عليٰ هذا القياس
طبع قاسم دلڪش و طرز بديعش دلنواز
نظم او نغز است و اشعارش عليٰ هذا القياس

سندس پيو ڪلام بہ عليٰ هذا القياس ڏاڍو شيرين ۽ دل پسند آهي. مرحوم محمد قاسم جي وفات 13 صدي جي اوائل ۾ ٿيل آهي. اگرچہ سندس مقرر تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي. (مسودات ڪتبخانہ خاندان سانوٽي)

## آخوند نور محمد سانوٽي هالائي

نور محمد بن آخوند الهہ بخش بن عارف صوفي حاجي متين الدين سانوٽي هالائي. آخوند اميد علي هالائي جي دستخط هڪ ڪتاب تي لکيل ڏٺو ويو تہ ملان سانوٽي عقيلي نسب جا هاشمي آهن. مگر سلسلہ نسب گهٽي گهولا سان بہ هٿ ڪونہ اچي سگهي ٿو.

آخوند نور محمد علم تعويذات ۽ عمليات ۽ علم تڪثير جو وڏو ڄاڻو هو. فارسي زبان جو پڻ چڱو شاعر هو. سندس مخمس ڪريما سعدي نظر مان گذري. جنهن مان هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو.

در ايام گلزار فصل بهار
بهم مجلس مهوس گلعذار
بوقت صبا خنده لالہ زار
مئي لالا در ساغر زرنگار
بود روح پرور چو لعل نگار

آخوند نور محمد 2 ذوالحج سن 1281 ۾ هن دنيا فاني مان رحلت فرمائي جاوداني جهان ڏانهن روانو ٿي ويو. قطعہ تاريخ وفات سندس عزيز همعصر آخوند احمد هيٺئين ريت لکي آهي.

بسالکان هدایت طریق دین متین
بود نصیب مدارج علا بلاشک و شین
حرم کعبہ فردوس را دخول و طواف
کسي ندارد خبر حاجیان عین یقین
زهي مهذب اخلاق، مودب علم
باسم ان له ذمة بفضل مبین
بہ بیت دوم ازماھ حج بود هجرت
هزار دو صد هشتاد و هفت سنین
گذاشت کثرت از سوق و حدت واحد
بمرغ طائر باشد قفس عذاب مهین
بگفت احمد تاریخ رحلتش از دل
مقیم نور محمد بود بخلد امین

1287ھ

(از مسودات آخوند احمد هالائي)

## آخوند عبدالصمد سانوڻي هالائي

پختہ گو شاعر ۽ عامل، رمل جعفر جو ماهر بزرگ ٿي گذريو. هو آخوند خليفہ گل محمد هالائي جو عزيز ۽ همعصر هو. سندس دستخط هڪ ڪتاب نظر مان گذريو. جنهن تي 21 ربيع الاول سن 1224 لکيل هو. سندس فارسي ڪلام جو هيٺين نمونو آهي.

زمانہ جي شڪايت، دوستداري ۽ ناقدري جي باب ۾ فرمائي ٿو.

نادار را عزیز نہ باشد نہ خویش کس
نادار عیبدار بود بوء دار بس
چون داشت درد بودیم درد حلقہ عزیزان
کس یار غار خواند کسي دوست دار بس
دولت ازدست رفت زبون گشتم از چون مور
بائمال خلاق گشتم در زیر بار بس

عبدالصمد خموش مکن نالہ عبث
خوش دار خويش بر قلم کردگار بس

مرحوم آخوند عبدالصمد 22 محرم الحرام سن 1272 جي هن دنيا فاني مان لاڏاڻو ڪري جاءِ جاوداني ڪي وڃي هميشہ لاءِ وسايو.

## حافظ نصرالله سانوڻي هالائي

قاري عالم شاعر نصر الله بن حافظ بلال بن حافظ هارون سانوڻي. "سانوڻي" هن ڪري هن خاندان کي سڏيو ويندو آهي. جو علم درياء هنن وٽ سانوڻي جي موسم جيان ڇوليون هڻندو رهندو هو. چيو ويو تہ هن خاندان جو سلسلہ نسب حضرت عقيل بن ابي طالب سان وڃي ملي ٿو. والله اعلم.

آخوند حافظ نصرالله فارسي ۾ هڪ مناجات چئي آهي. جنهن جا چند شعر هيٺ ڏجن ٿا.

ز شر نفس اماره نگا هم دار يا الله
هوائي غير خود کلي زمن بردار يا الله
کريما از کرم ما را بده توفيق بر طاعت
مرا از لطف خود هر گز فرو مگزار يا الله
مرا از درد بيماري بفضل خود نگهداري
برحمت خويش کن ياري بدين بيمار يا الله
دران تنگي وتاريکي کہ اندر لحد من باشد
فراخي بخش روشن کن پراز انوار يا الله
ز وسو سهاري شيطاني، دگر خطرات نفساني
از ان هر يک تو مي داني منم بيزار يا الله
شکستہ دل همين نالد بدر گاهہ تو نصر الله
برو رحمت فراوان کن کرم بسيار يا الله

سموري زندگي درس تدريس ڏيندي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. اگرچہ سندس وفات جي تاريخ مقرر طور معلوم نہ آهي. مگر هو صاحب 13 صدي هجري رجالن مان آخوند گل محمد "ديوان گل" واري جي معاصرن مان آهي.

## خليفو حاجي لطف الله سانوٽي هالائي

لطف الله بن حاجي حافظ نصر الله سانوٽي، هڪ عالم شاعر ۽ مدرس ۽ نيڪ سيرت بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس ڪلام سنڌي فارسي ۾ مدح ۽ مناجات ۽ مولودن جي صورت ۾ موجود آهي. هن صاحب جي شادي سنڌ جي مشهور شاعر خليفو حاجي گل محمد هالائي "ديوان گل" جي مصنف جي دختر نيڪ اختر سان ٿي هئي. هي سمورو خاندان پير صاحب صبغت الله پاڳاري جو مريد هو. جنهن ڪري هنن کي خليفو جي لقب سان به سڏيو ويندو آهي. آخوند لطف الله پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ هالن پراڻن جي بازار واري مسجد ۾ پنهنجي والد جي جاءِ تي درس تدرس ڏيندو رهيو. اها مسجد اجا تائين سندس فرزند آخوند حبيب الله جي نالي سان مشهور آهي، جو 1353 ۾ وفات ڪري ويو آهي.

آخوند لطف الله 13 صديءَ جي آخر ۾ وفات ڪئي ۽ هنن سَن لکڻ وقت سندس شاگردن ۾ هڪ بزرگ اسي 80 سالن جو هالن پراڻن ۾ اجا زنده موجود آهي.

### سنڌي ڪافي آخوند لطف الله

هو وئيڙا ڪنهن ڏس ڏور عمر! ادا آئون ڏوٽي ڏسان ڪين ٿي

جيڪس جهانگي جوءِ مان، لڏي ويڙا ڪنهن زور ضرور
مدون موٽي آئيون مارو نہ موٽيا مور
ملڻ ڪارڻ مارن جي، رڙي ٿيس رنجور
الاهي لاڳاپا لطف چئي، ماري ويا مهجور
عمر ادا آئون ڏوٽي ڏسان ڪينڪي.

### ايضاً غزل

محب ماڻا ڪريو تون مارين ٿو
سور دل جا سدا سڌارين ٿو
تون بچين ٿو تير برهہ جا تازا
نيڻ ڪٽيو جڏهن نهارين ٿو

قرب وارن قريب ڪونايو
پرت جا جام پر پيارين تو
عاشقن کي اها بشارت بس
پيش پنهنجي پرين پوڪارين تو
آهي حيران لطف هالائي
نت نوان ناز جنهن ڏيکارين تو.

**ايضا مناجات فارسيٰ**

غمي دارم دوايش از تو جويم تن بيمار طبعم را طبيبي
پريشان دل فتادم از وطن دور، نظر فرما برين حال غريبي
درين آوارگي بيچار گشتم بہ تنهائي توبا قربت قريبي
ز لطف عام تو اميد دارم دعائي مستمندان را مجيبي

قصيدو طويل آهي. چيو وڃي ٿو تہ مدينہ شريف ۾ حاضري واري موقعي تي روضہ اطهر جي سامهون پڙهيو هوائين. والله اعلم. (ڪاغذات قلمي ڪتبخانہ ملا سانوٽي هالائي)

## آخوند رحمت الله سانوٽي هالائي

آخوند رحمت الله ولد آخوند محمد شاڪر سانوٽي چڱو شاعر هو. ڪجهہ فارسي ڪجهہ سنڌي ڪلام سندس ڪتبخانہ ۾ موجود آهي. هو فارسي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ سرڪاري ملازمت ۾ گهڙيو. ۽ ناري جيل (حيدرآباد) تي جيلر هو. ۽ اتان ريٽائرڊ ٿي اچي هالن ۾ ياد خدا ۾ مشغول رهيو. سندس فارسي ڪلام هيٺئين ريت آهي.

از اسقام و علل رنجور گشتم، ڪريما بخش يک شرب شفائي
علاج خويش را جز تو ندارم، دوائي درد من اخر نمائي
درود مصطفيٰ اولاد و اصحاب، طفيل او اجابت ڪن دعائي
فقير رحمت الله داغدار است، شهنشاها احب واسمع دعائي

آخوند صاحب 15 جمادي الثاني 1304 هه جي هن دنيا فاني مان گذاري ويو. ۽ پنهنجي خانداني قبرستان ۾ دفن ٿيو.

## مخدوم با يزيد هالائي

مخدوم با يزيد بن مخدوم عربي ڏيانو هالائي. هن ظاهري ۽ باطني علم پنهنجي والد بزرگ کان حاصل ڪيو. هو سڌي رستہ تي صداقت هميشہ فائدي ڏيڻ ۾ مستقيم رهيو. ڪيترن طالبن کائونس فائدو پرايو. (تحفت الڪرام)

سنڌ جي فتح ڪرڻ لاءِ جڏهن مرزا عبدالرحيم خان خانان سنڌ ۾ آيو هو تہ واپس ٿيڻ وقت برهانپور ۾ شيخ عيسيٰ سنڌي، مسيح الاولياءُ سان بيان ڪيائين تہ صوبہ ٺٽہ جي فتح واري زماني ۾ آئون مخدوم با يزيد جي خانقاهہ ۾ ويو هوس، اتي درويشن جي هڪ جماعت ڏٺم، جن جا هٿ تہ ظاهري ڪم ڪار ۾ رڌل هوا، مگر هنن جون زبانون قرآن جي تلاوت ۽ ذڪر الاهي ۾ مشغول هيون، سندن قلب نفساني خطرات جي دور ڪرڻ ۾ رڌل هوا، مان سندن سڳوري صحبت مان گهڻون ڪجهہ فائدو پرايو ۽ اندر جو سوجهرو حاصل ڪيو. (تذڪره ابرار گلزار)

مرزا عبدالرحيم خان خانان سنڌ ۾ 998 کان 999 تائين هو، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، هن بزرگ جي وفات يارهين 11 صدي جي اوائل ۾ ٿي هوندي.

## مخدوم عبدالرؤف هالائي

عبدالرئوف بن مخدوم عمر پٽي هالائي، سهروردي طريقي جو فقير ۽ سنڌي شاعر ۽ عالم درويش هو. سموري زندگي فقط عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريائين ۽ پنهنجي وقت جي مشائخن ۾ وڏي عزت وارو هو. هن جون ڪرامتون شمار قطار کان ٻاهر آهن. ميان نور محمد ڪلهوڙو، سندس معتقد ۽ خدمتگذار هو. جنهن ڪري مخدوم صاحب جي اخراجات جو سمورو بار ميان صاحب تي هوندو هو. سن 1166هہ ۾ هن دنيا فاني مان انتقال ڪيائين. ميان ابراهيم قاضي زاده هالائي سندس تاريخ "ڪان ولياً رئوف الخلق" جي فقري مان ڪڍي آهي. (تحفت الڪرام)

ميان عبدالرئوف جي ڪيتي تان ڊل نہ ونڻ جي باري ۾

هڪ خط ميان نور محمد (شاه قلي) جي مهر سان اڄ تائين سندس خاندان ۾ موجود آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ ميان صاحب مخدوم صاحب سان تمام رعايت سان پيش ايندو هو.

مخدوم عبدالرئوف سنڌي زبان جو بهترين شاعر هو. فارسي علم عروض جي نموني تي سڀ ڪان پهريان هن صاحب ئي نظمون موزون ڪيون آهن، جي مولودن جي صورت ۾ عام طرح مولود خوان ماڻهو پڙهندا آهن. هن صاحب ٻہ دفعا حج ڪيو ۽ پوئين حج جي سفر ۾ وفات ڪيائين.

## مخدوم عبدالحميد هالائي

عبدالحميد ولد مخدوم فتح الله (متوفي 13 صفر 1124) پنهنجي خاندان جو عالم فاضل بزرگ هو ۽ مخدوم عبدالرئوف موصوف جو تربيت يافتہ هو. پنهنجن وڏن جي درويشانہ زندگي جو بهترين نمونو هو. سندس وجود ذي جود پنهنجي زماني ۾ نج برڪت ۽ خاص غنيمت هو. مخدوم عبدالرئوف ڪان پوءِ اهوئي فيض ورشد جو مالڪ بڻيو ۽ خلق کي هدايت ڏيندو هو.

حج جي فريضہ ادا ڪرڻ ڪان فارغ ٿي جڏهن مدينہ طيبہ ۾ پهتو تڏهن اتي ئي وفات فرمايائين. (تحفت الڪرام)

مقالات الشعراءِ ۾ آهي تہ مخدوم محمد حيات سنڌي ۽ مخدوم محمد قاسم ٺٽوي جي قبر ۾ دفن ڪيو ويو. ٻي هڪ روايت آهي تہ ازواج مطهرات جي قبہ لڳ (جنت البقيع) ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو. اهو واقعو 1171 ۾ ٿي گذريو. هيٺئين عربي فقري مان سندس تاريخ وفات نڪري ٿي.

ادخل الله الجنت في جوار المحبين

(از بياض مير صابر علي مرحوم ٺٽوي).

## شيخ طاهر اڏيرو لعل

چيو وڃي ٿو تہ هو شيخ بهاءالدين ذڪريا ملتاني جو مريد هو. اصل ۾ هو هندو ڇوڪر هو. هو گهور ڪري ڪڇهہ ڪمائيندو

هو. هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت ۽ شوق جو جذبو پيدا ٿيس. الله تعاليٰ جي ناليءَ سکڻ لاءِ شيخ بهاءُالدين جي خدمت ۾ وڃي پهتو، جڏهن شيخ جي نظر ڪيميا اثر سندس وجود تي پئي، تڏهن اتي جو اتي هن جي حالت ئي بدلجي وئي. مسجد جي منبر تي چڙهي خطبو پڙهيائين. ان کان پوءِ مرشد کان تلقين حاصل ڪري مريد ٿيو. ان کان پوءِ هو سنڌ ۾ اچي جهيجي جي ڳوٺ ۾ رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. (ارشادالطالبين)

مير علي شير قانع لکي ٿو تہ هن ولي جي ذات بابرڪات دنيا جي عجائبات مان آهي. هندو ڪيس لال اڏيرو سڏيندا آهن تہ مسلمان وري شيخ طاهر.

بهرحال معتبر ذريعہ سان معلوم ٿيل آهي تہ هو حقيقت جي شراب کان متوالو شروع ۾ هڪ بيابان ۾ گذاريندو هو. هڪ ڏينهن ماني ٽڪر هٿ ۾ جهلي کائڻ جو ارادو ڪري رهيو هو تہ اوچتو هڪ اٺ گلي مان ڇڄي هن بزرگ جي پونگي تي اچي بيٺو، فقير اٺ ۾ مظهر الاهي پسي ڪيس چيو تہ سائين منهنجا مون تي احسان ڪري جو اڄ منهنجي پنگي ۾ آيا آهيو. اجهو جيڪي حاضر آهي، سو ڪائي احسان فرمايو. اٺ کي ائين چئي رهيو هو. تاهڙ ۽ پڳل سو ڪٿي ٿو قرار ڪري، سو وٺي ڀڳو. فقير بہ اٺ جي پوئتان ڊوڙندو رهيو. آخر انهيءَ ڊڪ ڊوڙ ۾ جتي ڪيس پهچڻو هو، اتي پهچي ويو! جنهن کان پوءِ سندس مشهوري جو غلغلو بلند ٿيڻ لڳو، وفات کان پوءِ پات پات جا ماڻهو سندس مقبري تي اچن ٿا.

هر سال هڪ خاص ڏينهن تي هندو زالون سموري سنڌ مان اتي اچي گڏ ٿين ٿيون. ڪنهن پردي يا شرم کان سواءِ هو عجيب عجيب حرڪتون ڪنديون آهن. لال اڏيري جو نالو وٺي، جيڪڏهن ڪي ماڻهو انهن سان گڏجي نچندا آهن. هندو زالون پنهنجي مردن وغيره جو ڪوبہ خيال ڪونہ ڪنديون آهن. (تحفت الڪرام)

شيخ بهاءُ الدين زڪريا جي مريد هجڻ واري حالت ۾ شيخ طاهر لال اڏيرو 7 صدي جي رجالن مان سمجھڻ گھرجي. اگرچه هن جي تاريخ وفات ميسر نه ٿي آهي.

اڳ جنهن نموني هندو زالون نهايت بي پردگي سان لال اڏيري تي پٽ حاصل ڪرڻ لاءِ حرڪتون ڪنديون هيون. جنهن جو مير علي شير ذڪر ڪيو آهي. اڄ ڪلهه سڌريل زماني ۾ اهي رسمون تمام گھٽجي ويون آهن ۽ هندن ۾ ڪافي بيداري اچي چڪي آهي.

ملا علي ٺٽوي شيخ طاهر اڏيري لال جي شان ۾ هڪ ننڍو قصيدو لکيو آهي، جو درگاهه تي هڪ پٿر مٿان اڪيرايو ويو هو. (مگر هن وقت اهو قصيدو ۽ پٿر ضايع ٿي ويا آهن) قصيده هي آهي.

آن گوهر بهر وحدت حق
پروانه نور شمع مطلق
گنجور کنوز بادشاهي
منظور عنايت الاهي
مقبول مقربان درگاهه
يعني که اڏيره بن رتن شاهه
از فيض زيارتش همه غم
واکرده ز جان جمله عالم

(مقالات شعراءَ)

هن نظم مان پڌرو آهي ته سندس والد جو نالو "رتن شاه" هو. والله اعلم با الصواب.

## شيخ نوح ڪيبرائي

درويش نوح قوم جو هوٿياڻي سواءِ ڪنهن نام نمود جي خاموش وقت گذاريندو رهيو. سموري زندگي ٻڪرين چارڻ ۾ گذاريائين. هو وڏو عارف ولي ڪرامتن ۽ ڪشف جو مالڪ هو.

نقل آهي تہ هالن ۾ هميشہ مخدوم نعمت الله مخدوم نوح جي والد بزرگ جي خدمت ۾ اچي ڪجهہ نہ ڪجهہ نذر نياز ڏئي ويندو هو. جڏهن مخدوم نوح پنهنجي والده جي پيٽ ۾ سنجريو، تڏهن درويش نوح هوٿياڻي جو ڪجهہ بہ هديو آڻيندو هو سو مخدوم نعمت الله جي خدمت ۾ پهچائڻ جي بجاءِ مخدوم نعمت الله جي حويلي ۾ پهچائي ڏيندو هو. مخدوم نوح جي ولادت کان پوءِ درويش مخدوم نعمت الله وٽ پهچي فرزند جي مبارڪ باد ڏئي ۽ مخدوم نوح جو ٻارڙو هو، ان کي ڏسي، سندس قدم بوسي ڪري پوءِ پنهنجي ڳوٺ ڪيبري (جو هالن کان ٿوري مفاصلي تي آهي) واپس هليو ويو. ان کان پوءِ ستت ئي وفات ڪري ويو.

جام جوڻو سمہ جڏهن ٺٽي جو حاڪم ٿيو، تڏهن هن پنهنجن ٻن عزيزن جام صلاح الدين ۽ جام تماچي کي، دهلي جي بادشاهہ کي چغلي ڪري اتي قيد ڪرايو هو. ٻئي دهلي ۾ (سلطان فيروز تغلق وٽ) ڪيترو ئي وقت قيدي هوا.

آخر هو پنهنجي عقلمندي سان قيد مان ڇوٽڪارو لهي سنڌ ڏانهن روانا ٿيا، جڏهن ڪيبرن جي ڳوٺ وٽان لانگهائو ٿيا تہ هڪ درويش (نوح هوٿياڻي) کي عارفانہ صورت ۾ ويٺو ڏٺائون. ٻئي ڄڻا سندس پيرن تي ڪري، بيحد نيازمندي سان پيش آيا ۽ پنهنجي تڪليفن ۽ حڪومت کان برطرف ٿيڻ جو سمورو احوال پيش ڪيائون. درويش ڪين دلجاءِ ڏيندي فرمايو تہ ٻہ چار ڏينهن ٿيا آهن، جو آئون پکين جي واتان ۽ وڻن جي پنن مان اهو آواز ٻڌي رهيو آهيان تہ سنڌ ۾ جام تماچي جي حڪومت آهي ۽ جام جوڻي جو خاتمو ٿي چڪو آهي. جڏهن اهي ٻئي پائر ٺٽي ۾ پهتا، تڏهن جام جوڻو ستت ئي وفات ڪري ويو ۽ سنڌ جي حڪومت جام تماچي جي حوالي ٿي. جنهن کان پوءِ جام سما هميشہ شيخ نوح هوٿياڻي جا معتقد ٿي رهيا. شيخ جي وفات جو سن معلوم ناهي ۾ ٿي ۽ سندس مقبرو ڪيبرن ۾ مشهور معروف آهي.(ارشاد الطالبين و حديقة الاولياءِ).

## محمود مجذوب هالائي

خواجہ محمد زمان بزرگ لواري وارن جي خدمت ۾ ننڍپڻ کان رهندو آيو ۽ سندس صحبت ۾ مجذوب الحال ٿي رهيو ۽ سندس وفات کان پوءِ لواري مان لڏي اچي هالن ۾ مقيم ٿيو.

هڪ دفعي خواجہ صاحب پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ وينو هو تہ کانئس پڇيائين تہ هو محمود نالي هڪ ڇوڪرو اوهان جو مريد، جو اوهان وٽ رهندو هو، سو هاڻي ڪٿي آهي؟ خواجہ صاحب فرمايس تہ ان کي وري ڪونہ ڏٺو آهي ڇا؟ عرض ڪيائين تہ ڪيترو زمانو ٿيو آهي جو ان جو پتو ئي ڪونہ ٿو ملي. خواجہ صاحب پنهنجن مجلسن وارن ڏانهن منهن ڦيرائي فرمايو تہ سياڻي بهشت ۾ هنن ماڻهن کي آندو ويندو. هالن ۾ رهڻ واري زماني ۾ ماڻهو ميوا ۽ کاڌي جا قسم کڻي اچي سندس وات وني ٻيهندا هئا تہ من ڪنهن جي شيءِ مان ڪجهہ کڻي کائي، پوءِ جڏهن بہ ڪنهن ماڻهو جي ڪا شيءِ کڻندو هو تہ اهي ماڻهو سمجهندا هوا تہ ان جي دل جي مراد پوري ٿيندي.

جنهن سال فقير عبدالرحيم گروهڙي ميرن واري خداآباد ڏانهن ظاهري عالمن جي مناظري لاءِ وڃي رهيو تہ ان سفر ۾ هالن مان حضرت مخدوم نوحؒ جي مقبري کان اچي لنگهيو. گهوڙي تي سواري هئس، مجاورن فقير کي منع ڪئي تہ سوار ٿي نہ لنگهو پر گهوڙي تان لهي پئو تہ ايتري ۾ مجذوب محمود بہ اچي اتي پهتو. فقير صاحب مجذوب پير بائي کي ڏسي ادب کان گهوڙي تان لهڻ ٿيو تہ رڪيب جو دوال ڇڄي پيو. فقير صاحب گوڏن پر زمين تي ڪِري پيو. مجاورن چيو تہ اسان منع ڪئي سون پر نہ مڃيائين، اها ڪيس سزا ملي آهي. فقير عبدالرحيم تہ مجاورن جي گفتگو تي توجهہ نہ ڪيو، پر مجذوب فرمايو تہ ائين نہ آهي، پر عبدالرحيم گوڏا هڻي قبي کي ڏانو آهي. آزر ٿيو بہ ائين جو درياء جي پائيندڙ

۾ قبو ڏهي پيو ۽ مخدوم صاحب جي جسم کي اتان ڪٽائي نون هالن ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. 13صدي جي پهرين اڌ ۾ مجذوب هالن ۾ وفات ڪئي. (مرغوب)

## مولانا پير محمد هالائي

هڪ وڏو عالم، درس تدريس جو مالڪ ۽ مهمانواز بزرگ هو. هالن ۾ ايندڙ درويش ۽ بزرگن جي مهمانداري ۽ خدمت گذاري ڪندو رهندو هو. هڪ دفعي خواجه محمد ذڪي ولد خواجه محمد حنيف ولد خواجه عبدالاحد ولد خواجه امام محمد سعيد ولد خواجه شيخ احمد رباني مجدد الف ثاني حج جي 'رادي سان ملتان مان ٿيندو، هالن اچي پهتو. هالن جي آب و هوا جي لطافت ڪري اُتي ڪجهه وقت رهي پيو، جتي مولانا پير محمد هالائي سندس خدمت ۾ ڪمر همت ٻڌي بيهي رهيو. خواجه صاحب جي خرچ لاءِ هڪ مودي وٽان اوڌر تي سيڌو وٺي انتظام ڪندا رهيا. جڏهن خواجه محمد زڪي هالن مان تني جي ارادي سان روانو ٿيڻ لڳو. تڏهن مولانا پير محمد دعا لاءِ استدعا ڪئي. خواجه صاحب فرمايو ڪهڙي دعا ڪريون. مولانا پير محمد عرض ڪيو تہ مون کي اهڙي ڪشايش رزق نصيب ٿئي، جو سواءِ ڪنهن محتاجي سڀ ڪنهن مسافر کي ماني پور ڪارائيندو رهان. خواجه صاحب فرمايو، بيو بہ ڪجهه گهرجي؟ مولانا چيو، منهنجي تہ فقط اها آرزو آهي، خواجه صاحب دعا ڪئي، پوءِ تہ مولانا تي ايڏي فراخي ٿي، جنهن جي ڪا حد ڪانہ آهي. آخر ڄمار ۾ مولانا پير محمد حج جو سفر ڪيو ۽ مڪه مڪرمه ۾ ئي وفات فرمائي ويو.

اهو واقعو 12صدي جي وچ ڌاري جو آهي. خواجه محمد ذڪي جي وفات سن 1143هه ۾ ٿي آهي. جنهن ڪان پوءِ مولانا پير محمد جي وفات جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. (مرغوب)

(ورتل تذڪره مشاهير سنڌ، جلد 3، ص ص 154-156)

## مخدوم ابراهيم پٽي هالائي

صوفي مخدوم محمد ابراهيم تخلص مخدوم احمد پٽي جي اولاد مان هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي.

سنڌي فارسي زبان جو عمدو شاعر ۽ پوئين وقت جي شاعرن ۾ هڪ نامور شاعر ٿي گذريو آهي. علم، فضل ۽ تصوف ۾ ڏاڍو ماهر ۽ وقت جو معتقد عليہ بزرگ هو. نظم کان سواءِ سنڌي نثر نويس بہ هڪ ئي هو. اردو ۾ هڪ ”نشتر“ نالي ناول پنهنجي زبان ۾ واقعي جي صحت جي لحاظ کان عجيب شيءِ آهي، جنهن جو سنڌي ۾ مخدوم صاحب ترجمو ڪيو ۽ اُن وقت جي سنڌي دانن ڪيس ڪي داد ڏنو.

مرحوم سيد اسدالله ٽڪڙائي، قاضي هدايت متعلوي، رئيس شمس الدين بلبل ۽ ٻين وقت جي فاضلن، شاعرن سان طرحي مصرعن تي سندس شاعري يا مشاعرا، رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهندا هئا.

افسوس جو هي بزگ 4- ربيع الاول 1331هہ جي هن هلندڙ دنيا جي حياتي کان منهن موڙي، هميشہ جي لاءِ آرام واري حياتي کي وڃي حاصل ڪيو. سندس معاصرين مان جن بزرگن وفات تي قطعات تاريخ لکيا آهن، تن مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿا:

### علامہ فدا ٽڪڙائي

جناب حضرت صوفي ابراهيم
کہ برد سبقت در فضل و علم از همہ اقران
فصيح و فاضل و فائق فهيم در فر فن
بحسن نظم نظامي و ثاني حسان
شنيد چو از حق ارجعي اليٰ ربک
گست از همہ پيوست با خدائي يگان
ببار بارش غفران رحمتش يا رب
بحق سرور عالم شفيع انس و جان

سن وصال مکرم نجیب حق مخدوم
فدا نوشت بہ لوح مزار اور غفران
1331ھ

ایضاً
فدا سال ترحیل آن محترم
رقم کرد "مخدوم و الاتبار"
1331ھ

**شمس الدين بلبل مرحوم**

چهارم مہ ربيع الاول از شوق
همين سر الاهي گشت مکتوم
حق وصل آن خليل حق هاتف
بگفتا مقبره مخدوم مرحوم
1331ھ

**مرزا قليچ بيگ مرحوم**

اي دريغا محمد ابراهيم
مرد مخدوم صوفي دوران
بچهارم ربيع الاول رفت
سوء جنت ز عالم گذران
صحبتش بس کہ بود روح افزا
خواستم سال فوتش از هاتف
در جوابم "بگفت او غفران"
1331ھ

ایضاً
فکر کردم براي سال وفات
آمد آواز درد غم الم
1331ھ

(ورتل 'تذکره مشاهير سنڌ'، جلد-3، ص ص 196- 198)

آءِ.ايچ.سدارنگاڻي
محمد حبيب سنائي

# هالا جا فارسي گو شاعر

ڊاڪٽر ايچ آءِ سدا رنگاڻي صاحب جي ڪتاب Persion Poets of Sindh جو ٻيو ڇاپو 1987 ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايو ويو آهي. اهو ڪتاب ڊاڪٽر صاحب جي پي ايچ ڊي جي ٿيسز تي مبني آهي، جيڪا هن بمبئي يونيورسٽي کي پيش ڪري، سال 1946ع ۾ ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ورتي. هن ڪتاب ۾ هالا جي ٽن فارسي شاعرن جوخصوصي احوال ڏنل آهي. انهي احوال جو آزادانہ ۽ اختصاري ترجمو پيش ڪجي ٿو.

## 1. آخوند محمد قاسم

آخوند محمد قاسم ولد محمود، هالاپراڻا (جنهن کي ان وقت هالاڪنڊي ڪوٺيو ٿي ويو) جو رهواسي هو. هو ارڙهين عيسوي صدي جي آخر ۽ اوڻهين صدي جي شروع ۾ شاعريءَ جي افق تي ابريو. هو مير ڪرم علي خان ٽالپر جو همعصر هو. هن جي ديوان جي مسودي جي ڪاپي تي نائين شوال، 1240 ھ / 1825ع سال لکيل آهي، جنهن مان اندازو ڪجي ٿو تہ شاعر پنهنجي لکت ان تاريخ کان اڳ پوري ڪئي هوندي. هن جي زندگي جي باري ۾ وڌيڪ گهڻو معلوم نہ آهي. هينيون احوال هن جي ديوان مان ڪوريل آهي.

هو سني مسلڪ وارو هو، پر ساڳئي وقت هن وٽ پنج تن پاڪن واسطي اڻ ميو پيار پابوه هو.

هينين شعر مان سندس فرزند محمود جي ڄمڻ جي سال 1222ھ / 1808ع جي خبر پوي ٿي.

تاريخ تولدش خرد گفت
"محمود زهي ببخت محمود!"

شاعر کي محمد حيات نالي هڪ ٻيو پٽ بہ هو، جنهن لاءِ هن ڪجھ شعر لکيا آهن. هڪ ملاحظہ ٿئي:

بہ "محمد حيات" يا ربي
دولتِ بيڪران ڪني ارزان!

هن مخدوم نوح، جيڪو سال 1505ع ۾ ڄائو ۽ 1590ع ۾ وفات ٿيو، جي ساراہ ۾ هينيان بيت چيا آهن:

سرِ سروران شاہِ مخدوم نوح
بہ از خلد درگاہِ مخدوم نوح
شهِ روم و ايران و توران و هند
بود هر يڪي داہِ مخدوم نوح

****

نهد بر سر و چشمِ خود هر ولي
بصد آرزو پاي مخدوم نوح
قمر وار روشن همہ ملڪِ سند
ز خورشيد سيماي مخدوم نوح

هن پنهن جي شاعري ۾ محي الدين عبدالقادر جيلاني کي پنهنجو مرشد ڪري ساراهيو آهي:

شاہِ ما غوثِ اعظم و اڪبر
هست محبوبِ حضرت رحمان

يا الهي بيمنِ محي الدين
ختم عاصي ڪني مع الايمان!

ڪجھ شعرن مان پتو پوي ٿو تہ هو ڪنهن وقت بيحد غريب هو. چند مصرع ملاحظہ ٿين:

از قرض دارم دل غمين، هستم ز جرم اندوهگين
بر حالِ زار بنده بين، بشنو دعا فريادرس!
برادرم از افتادگي، در فرح بخش استادگي
از قرض ده آزادگي، اي متڪا فريادرس!

هن پنهنجي جنم ڀومي هالاڪنڊي کي ٻن غزلن ۾ ڀرپور نموني ساراهيو آهي. چند شعر ڏجن ٿا

يا رب شگفته بادا گلزار هاله ڪندي
سر سبز سايه گستر اشجار هاله ڪندي!

* * *

شيرين و خوشگواره هست آبِ هاله ڪندي
يادم دهد ز ڪوثر ڪولابِ هاله ڪندي!

*

يارب دعاي "قاسم" ڪن مستجاب هردم
باشند خوش هميشه اصحابِ هاله ڪندي!

هو حافظ ۽ سعدي جي شاعري جو وڏو ساراهيندڙ هو. هن انهن جي ساراهه ۾ ٻه شعر چيا آهن:

بهرِ خدا چشانم ساقي مي حقيقت
گاهي ز جامِ حافظ گاهي ز جامِ سعدي[1]

* * *

"قاسم" تمام گيرد هر روز فيضِ معني
گاه از ڪلام حافظ گاه از ڪلامِ سعدي!

ڪن شعرن ۾ هن صاحب اهڙن عالمن ۽ استادن جي ننڊا ڪئي آهي، جيڪي پنهن جي شاگرد سان سچا نه هوندا آهن، ڪين پورو علم نه سيکاريندا آهن :

قلبِ استاد هر ڪه رنجاند
خانه خود خراب گرداند

* * *

"ابن محمود" خدمت استاد
بسعادت قرين گرداند

هيٺين مصرع ۾ شاعر پنهنجي محبوب جي چهري کي سچ قراري ٿو، جنهن جي مدد سان هو ڏسڻ لائق ٿئي ٿو، ۽ محبوب

جي ڇهري تي ويڙهيل پردي کي هڪ ڪڪر مثل ڀانئي ٿو، جيڪو سچ کي لڪايو وينو آهي:

برقع از رخ بکشا چشم جهان روشن کن
مهر درميغ، مها! چند نهان خواهد بود

## 2. آخوند محمد قاسم ولد نعمت الله قريشي

(وفات 1298 هه بمطابق 1881ع)

هي شاعر هالا پراڻا جي ملان سانوڻي قبيلي سان تعلق رکندو هو. جواني ۾ هو پائونڊ منشي ٿي رهيو، پوءِ هو تپيدار به ٿي رهيو. هو شاعري جو شوقين هو. هي حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو، ۽ انهن محفلن ۾ هو پنهنجي ڪليل ۽ ظريف شعرن سان رنگيني وجهندو هو. فارسي کان علاوه هو عربي، اردو ۽ سنڌي ۾ به شاعري ڪندو هو. ان وقت جي رسالي مفرح القلوب ۾ مستقل سندس شعر ڇپبا هئا. تنهن ڪري کيس ملڪ جي مختلف جڳهين تان داد پيو ملندو هو.

پنهنجي نوڪري مان ملندڙ پگهار کيس پورو نه پوندو هو، جيئن هن شعر ۾ لکيو اٿس:

بسکه کم شعلم و ضرورت بيش
زير کوهِ حوائجم چون کاه

ان ڪري هن پنهنجي علمي صلاحيتن کي ڪم آڻيندي روزگار جا ٻيا ذريعا به ڳوليا. هو اڪثر مهاراجائن، مير ۽ ٻين اميرن جي شان ۾ قصيدا لکندو هو، ۽ عيوض ۾ مالي مدد جو متقاضي هوندو هو. هن کي هزهائينيس مير علي مراد خان خيرپورواري طرفان به سو روپيه ساليانو اجورو ملندو هو، جنهن لاءِ هن مفرح القلوب ۾ ان جو شڪريو بجا آندو هو. ان کان علاوه کيس حيدرآباد جي مير محمد حسن علي خان طرفان سٺ روپين جو انعام به مليو هو. ان جي شڪريه ادائي ۾ هيٺيون شعر لکيائين:

وه ڪه هر ماه پنج روپيه فقد
مير صاحب مقررم فرمود

بڙودا جي مهاراجا جي شان ۾ لکيل قصيدي جا ڪجھ بند هيٺ ڏجن ٿا:

منکه بي برگ و نوايم چون درخت بي ثمر
سر زدم بر بارگاهش بر اميدِ برگ و بار

* * *

حلقهٔ موج تردد چون محيط آمد مرا
ميخورم صد غوطهٔ در درياي ناپيدا کنار

## 3. سيد غلام محمد شاه گدا (وفات 1322ھ / 1904ع)

هن جي والد جو نالو سيد حسن علي شاه هو. هو مالا جي پسگردائي ۾ ڄائو هو. هن جا وڏا خراسان جا هئا، جتان هو قندار آيا ۽ پوءِ هو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ هالا ۾ اچي ورسيا. هن صاحب هالا جي آخوند احمد ولد عبدالعليم ۽ حيدرآباد جي محمد روشن وٽ مذهبي، دنيوي ۽ فني تعليم ورتي. پويون صاحب مير صوبدار خان جو شاگرد هو ۽ ان جي وفات جي تاريخ گدا پنهنجي هن شعر ۾ ياد ڪئي آهي

چو استاد "روشن" بجنت روان شد
بگفت اي "گدا": 'آه شيرين سخن' رفت

گدا جا مير حسين علي ٽالپر سان گهرا لاڳاپا هئا، جيڪو ڪيس سندس ادبي ڪوشش تي انعام بہ ڏيندو هو. بڌايو وڃي ٿو تہ مذڪوره مير صاحب جي ڪلڪتي مان واپسي تي، جتي هو رياستي قيدي بنجي ويو هو، محمد حسين شيرازي (جنهن سان هو جلاوطني واري وقت ۾ شناسان ٿيو هو) وٽس ملاقات لاءِ آيو. هن ان ملاقات ۾ هينئين شعري ڳجهارت کي سلي ڏيڻ جي گذارش ڪئي.

در عدد چيزي که باشد پانصد و سه در حساب
خواهم از ميرِ معظم داور مالک رکاب

*

گر بتصحيفش درآري سبز باشد در رخش
قلبِ او مر مير را هر لحظہ در زيرِ رڪاب

*

پانصدِ آن را سپارم. بر عدوي ملڪ تو
سهہ مرا بفرست تا از عمر باشم ڪامياب

*

گدا صاحب بہ ان محفل ۾ موجود هو. هن جهت ۾ ئي ان جو جواب "شراب" بڌائي آقائي شيرازي کي حيران ۽ خوش ڪري وڌو. ان چار اکري لفظ جو عددي جوڙ 503 هو.

سيد گدا نہ صرف فارسي ۽ اردو ۾ شاعري ڪئي، بلڪ هو سنڌي زبان جو بہ شاعر هو ۽ ان ۾ هن جو ديوان مرتب ٿيل آهي. سندس فارسي شاعري مفرح القلوب ۾ ڇپجندي هئي.

نبي سڳورن جي شان ۾ ڪيل شاعري جا ڪجهہ شعر ڏجن ٿا:

يا رسول خدا عليڪ صلواة
خاتمِ انبيا عليڪ صلواة

*

بجنابِ تو ملتجي هستند
جملہ شاه و گدا عليڪ صلواة

*

هن جي شاعري ۾ روحاني رمزن ڪان وٺي محبوب جي ادائن جو احوال آهي. معشوق جي منهن واري تر جو ذڪر ڪجهہ هن طرح ڪيو اٿس:

خال را بر رخ چو ديدم دل پريشان شد مرا
ڪافري بر صدرِ جنت پادشاهي ميڪند

گدا هڪ شعر ۾ چهري ۽ تر کي هندو ۽ مسلم جي استعاري سان استعمال ڪيو آهي.

ببين بڪعبہ رويش تو خال هندو را
ز اتفاق عجب اجتماع ضدين است

ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر

# هالا جا اسلامي درسگاهه ۽ عالم

[هي مواد ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر جي پي ايچ ڊي مقالي بعنوان سنڌ جا اسلامي درسگاهه تان ورتو ويو آهي، جيڪو سنڌ ڪلاسڪس، صوبائي حڪره ڪميٽي ۽ سنڌ ثقافت کاتي پاران جون 1982 ۾ ڇپرايو ويو آهي. هن ڪتاب جو ليکڪ سنڌ يونيورسٽي جي ايجوڪيشن فيڪلٽي ۾ پروفيسر رهيو آهي. ]

## هالڪنڊي (هالا)

هالڪنڊي يا هاله ڪنڊي (هالا پراڻا) مدت کان سنڌ جو هڪ پرڳڻو شمار ٿئي رهيو آهي. هن وقت به تاريخي لحاظ کان خاصي شهرت رکي ٿو. هالا پراڻا ۽ ۽ هالا نوان هڪٻئي کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهن. هاڻوڪو هالا نوان اول مرتضيٰ آباد سڏجڻ لڳو پر بعد ۾ ان کي به هالا چيو ويو.

مرزا غازي بيگ جي وقت ۾ ڄام هالي جي ذڪر ۾ اچي ٿو ته هالا قوم جي وڏي ڄام هالار جو هاله ڪنڊي شهر ٻڌايل آهي.(1)

ڄام فيروز، مرزا شاهه حسن کان شڪست کائي گجرات پڄي ويو. مرزا شاهه ٽن ڏينهن کان پوءِ اچي نئي شهر ۾ لٿو ۽ تغلق آباد ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. ڇهن مهينن کان پوءِ هاله ڪنڊي (هالا) جي رستي 930هه ۾ سيوستان ويو.(2)

هن وقت هالا (هاله ڪنڊي) حيدرآباد ضلعي(3) جو هڪ تاريخي شهر آهي، جنهن پنهنجي هنج ۾ ڪيترن ئي برگزيده عالمن ۽ متبرڪ هستين کي جنم ڏنو. هتي ڪيترائي عالم ۽ فاضل، عارف ۽ زاهد، بزرگ ۽ اولياءَ الله ٿي گذريا. هي شهر نه

فقط علم ادب، ديني تعليم و تربيت، اسلامي درسگاهن جو گڙهه تي رهيو آهي. پر خدا وارن جو آرامگاه پڻ آهي. هتي جي عالمن، فاضلن ۽ بزرگن ۽ سندن قائم ڪيل درسگاهن جو جيڪو احوال معلوم ٿيو آهي. ان جو هتي ذڪر ڪجي ٿو.

## مخدوم عربي ڏياڻي جو درسگاهه

مخدوم عربي ڏياڻو پير آسات جو پاءُ وڏو عارف عالم ۽ ڪمال جو صاحب هو. سندس عبادتون ۽ رياضتون بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. چون ٿا ته هڪ هنڌ ويهي ڪلام پاڪ جا 140 ختما ڪيا هئائين. سندس خانقاهه ۾ قائم ڪيل درسگاهه مان ڪيترائي طالب علم ظاهري ۽ باطني علم سان فيضياب ٿيا. مخدوم نوح رحه به ڪانئس ئي علم پرايو. هن سنه 980 هه ۾ وفات ڪئي ۽ هالن ۾ مدفون آهي.

مخدوم عربي ڏياڻي جو پٽ مخدوم بايزيد به وٽس ئي ديني علم پڙهيو. هي به پيءُ وانگر ظاهري توڙي باطني علوم جو صاحب هو. پنهنجي پيءُ کان پوءِ انهي مدرسي ۾ حق ۽ هدايت جي رستي تي مستقيم رهي، طالبن کي فيض ڏيندو رهيو.

## مخدوم نوحؒ

مخدوم نوح رحه بن نعمت الله صديقي، اسلام جي ڏهين صدي هجري جو تمام وڏو بزرگ عالم ٿي گذريو آهي. سندس نسب هن ريت آهي: مخدوم نوح بن نعمت الله بن اسحاق بن شهاب الدين بن مخدوم سروري بن شيخ فخرالدين صغير بن عزالدين بن شيخ ابو بڪر ڪتابي (ڪوٽ ڪروڙ جو رهندڙ) بن شيخ اسماعيل بن شيخ عبدالله بن شيخ نصير الدين بن شيخ سراج الدين بن ابو نجيب ضياءِ الدين عبدالقادر سهر وردي رحه (جو سهروردي سلسلي جو منڍ آهي).

مخدوم نوح رحه پاڻ عالم، عالم عارف حافظ قرآن ۽ برگزيده هستي ٿي گذريو آهي. عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين تي دسترس حاصل هيس. قرآن شريف جو فارسي زبان ۾ ترجمو

ڪيائين، جيڪو برصغير پاڪ وهند ۾ پهريون فارسي ترجمو آهي. قرآن شريف جي تعليم ۽ تلاوت مولانا مخدوم عربي ڏياڻي هالائي کان حاصل ڪيائين.

مخدوم نوح رحه کي قرآن شريف جي حقيقت ۽ اسرارن تي وڏو درڪ حاصل هو. قرآن شريف سان گڏ ٻين علمن جو درس پڻ ڏيندو هو. بهاءِالدين دلقپوش سندس خاص دوستن ۽ مريدن مان هو. ان جي دستخط قرآن پاڪ جو فارسي ٻولي ۾ ترجمو هن وقت هالن ۾ موجود آهي.

مخدوم نوح رحه، مرزا محمد باقي ترخان کان وٺي ويندي اڪبر اعظم جي سنڌ تي قبضي ٿيڻ تائين حيات هو. مغليه گورنرن مان سيد بايزيد ٺٽي جو حاڪم، مخدوم صاحب جو طالب ۽ وڏو معتقد هو. مخدوم نوح رحه وڏو عالم، فاضل زاهد ۽ پرهيزگار درويش هو. سندس نظر فيض مان ڪيترائي مريد ۽ طالب فيض حاصل ڪري ويا. مخدوم صاحب اويسي طريقي جو به بزرگ هو.

درويش قطب، مخدوم نوح رحه جو طالب ۽ مريد هو. ڪانئس ظاهري توڙي باطني فيض پرايائين. هڪ رات بوبڪن ۾ به ويو جتي مخدوم جعفر سان سندس شاگردن ملاقات ڪرائي هئي. شاه خيرالله عرف شاه خير الدين سڪر وارو به مخدوم نوح رحه جو شاگرد ۽ معاصر هو. مخدوم نجيم ريل وارو پڻ مخدوم صاحب جو همعصر هو.

مخدوم نوح رحه رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن جي سنت ۽ اتقاءِ واري زندگي جو مڪمل آئينو هو. 82 ورهين جي ڄمار ۾ 986ھ ۾ وفات ڪيائين ۽ هالن ۾ مدفون آهي.

## مخدوم عبدالله پٽي

مخدوم عبدالله پٽي جو اصل نالو ارجن بن وريه هو، جنهن کي حضرت مخدوم بهاءِالدين زڪريا ملتاني مشرف به اسلام ڪيو. هي بزرگ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ جلد ئي پهريائين

ڳاهوٺ جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ اچي رهيو. پر پوءِ ڳوٺ ماڙي محمد خان لڳ پراڻي سعيدآباد جي ويجهو اچي رهيو. هي هڪ نيڪ سيرت بزرگ هو. وٽس ڪيترائي طالب ۽ مريد ايندا هئا جن وٽانئس فيض پرايو. سندس آخري آرامگاهه سعيد آباد جي ويجهو آهي. جتي مهيني جي هر پهرين خميس تي سندس معتقدن جو هجوم رهندو آهي.

مخدوم اسحاق بن عبدالله پٽني 900 هجري ڌاري اسلام پور (هالا ڪنڊي) ۾ اچي رهيو، جيڪو 1779ع ۾ درياءَ برد ٿيو. پوءِ بزرگن جا نعش (خاڪ) اتان ڪڍي هاٽوڪن هالن پراڻن ۾ آندا ويا. انهي وقت حضرت مخدوم نوح رحه قريشي صديقي جي نعش مبارڪ ڪي پڻ اسلام پور مان هاٽوڪن هالن نون ۾ آندو ويو.

## پٽنين جي جامع مسجد جو مدرسو

مخدوم اسحاق شيخ بهاءالدين زڪريا خاندان جو مريد هو، فضيلت ۽ ڪماليت ۾ بي نظير هو. پنهنجي محلي جي پٽنين جي جامع مسجد ۾ مدرسو قائم ڪيائين. جتي قرآن، حديث ۽ فقه جي عام تعليم ڏيندو هو. مخدوم صاحب کان سندس ٻه صاحبزادا مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد پڻ انهي ساڳئي مدرسي ۾ پڙهيا.

مخدوم محمد بن مخدوم اسحاق پٽني، ظاهري علمن جي تحصيل پنهنجي والد بزرگ کان پرائي ۽ پنهنجي پيءُ وانگر انهي ساڳئي مدرسي ۾ درس تدريس جو شغل قائم رکيو. مخدوم محمد باطني علمن جي صفائي ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ظاهري شرع جي مخالفت سهي ڪين سگهندو هو.

مخدوم احمد بن مخدوم اسحاق پٽني، وڏو ولي ۽ بزرگ عالم هميشه گوشه گمنامي ۾ گذاريندو هو. الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ محو رهندو هو. سندس انهي مجاهدي ڪري وقت جو حاڪم ڄام نظام الدين به سندس عقيدتمند ٿي رهيو.

مخدوم احمد هميشه پنهنجي ڀاءُ مخدوم محمد کي انهي

ساڳئي مدرسي ۾ قرآن، حديث ۽ فقہ جي پڙهائڻ ۾ مدد ڪندو هو. اهو سلسلو سندن پوين تائين قائم رهيو. سندن بزرگن جي اولاد مان وڏا وڏا عالم ۽ عارف، عامل ، فاضل، اديب شاعر، خدا جا نيڪ ٻانها ۽ ڪرامت جا صاحب ٿي گذريا آهن. هن خاندان جو پيشو دين اسلام جي تبليغ ڪرڻ هو. جنهن ڪري هزارين مرده دليون اسلام جي روشني سان منور ٿيون.

مخدوم ساهڙ لنجار ڄام انڙ جي آباد ڪيل ڳوٺ انڙپور جو هڪ وڏو آزاد انسان ۽ وقت جي صالح بزرگن مان هو. پوري تعليم ۽ تربيت مخدوم نوح رحہ کان حاصل ڪئي هئائين. هو سدائين عبادت الاهي ۾ مشغول رهندو. رات يا ڏينهن جي ڪابہ گهڙي پاڪ پروردگار جي ذڪر کان واندو نہ رهندو هو. سندس صحبت مان پڻ ڪيترائي عقيدتمند ۽ طالب فيض پرائي ويا. اتي ئي دفن ٿيل آهن.

مخدوم عبد الرئوف بن عمر، پنهنجي وقت جو عارف، عالم ۽ ڪامل بزرگ هو ۽ پنهنجي زماني جي مشائخن ۾ ممتاز هو. هميشہ پنهنجن طالبن کي پڙهائڻ، عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهندو هو. ميان نور محمد وثائنس علم جو اکر اکر سکيو ۽ ان جي تابعداري ۽ پيروي واسطي دل جان سان تيار رهندو هو. هالن جي قاضي زادي شيخ ابراهيم سندس وفات جو سنہ 1166هہ بيان ڪيو آهي.

مخدوم صدر الدين راهوني هالا پرڳڻي جي پسگردائي ۾ جائيہ ڳوٺ ۾ رهندو هو. پنهنجي مڪتب ۽ مسجد ۾ شاگردن کي ديني تعليم سان گڏ وعظ فرمائيندو هو. جنهن ۾ ڏاڍو اثر هوندو هو. سچن جي جماعت ۾ سندس ڪمالات جي يگانگي معروف آهي.

مخدوم مراد پٽ صدر الدين راهوني هڪ وڏو عالم ۽ پرهيزگار شخص هوندو هو. پوري تعليم پهنجي پيءُ کان پرايائين. پاڻ بہ پنهنجي پيءُ وانگر پڙهائڻ ۽ وعظ جي شغل ۾ رڌل رهندو هو. حسن مقري درويش سندس همعصر هو.

## مولانا حاجي محمد هالائي جو مدرسو محمديہ

مولوي حاجي محمد بن آخوند محمد اسماعيل بن آخوند دين محمد، ساڪن هالا پراڻا، ضلعو حيدرآباد، تاريخ 27 رمضان 1276ھ ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم ۽ صرف و نحو ڪتاب مولوي خليفي حاجي عبد اللطيف ساڪن هالا نوان کان پڙهيائين. پر پاٽ (ضلعي دادو) ۾ مولانا حسن الله پاٽائي وٽ بہ ڪجھ وقت پڙهيو. ان کان پو حيدرآباد ۾ اچي مولانا محمد حسن ڪنڊوي وٽ سمورو نصاب پڙهي فارغ ٿيو ۽ اتي ئي پنهنجي استاد جي ارشاد موجب بہ ٽي سال درس ڏيندو رهيو. ان بعد پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي درس تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. ربيع الاول 1309ھ ۾ حج بيت الله جو سفر اختيار ڪيائين ۽ اتي مسلسل ٻارهن مهينا رهيو. انهيءَ عرصي ۾ مولانا عبد الحق الله آبادي مهاجر کان اوليات احاديث پڙهي، حديث، فقہ ۽ اصول فقہ جي باقاعدي سند ۽ اجازت ورتائين. سندن درسگاھ "محمديہ" (3) اڄ تائين هالا ۾ موجود آهي.

حاجي محمد مجيل عالم ۽ مفتي هو. حديث، فقہ ۽ تصوف تي درڪ حاصل هئس. مثنوي مولانا روم ۽ مڪتوبات امام رباني تي ڪيس گهڻو عبور حاصل هو. تصوف جي باريڪ نڪتن تي حافظ محمد حسن سان سندس بحث مباحثو ۽ خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي. مسائل فقہ ۾ وري مولانا عبد الغفور همايوني سان مباحثو رهندو هو. نقشبندي طريقي ڏانهن مائل هئڻ ڪري پهريائين مولانا شيخ ولي محمد بن شيخ محمد اسحاق ملا ڪاتيار واري جو مريد ٿيو. پر ان جي وفات بعد وري مولانا حاجي عبد الرحمان سرهندي ٽکڙائي جي بيعت ڪيائين. تاريخ 2 ربيع الثاني 1336ھ تي فالج جي عارضي ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار شهر هالا پراڻا ۾ آهي.

مولانا حاجي محمد جون هيٺ ڄاڻايل مشهور تصنيفون آهن: (1) الفتاويٰ الحمديہ في احڪام الاحمديہ (عربي بہ جلد ) (2)

فتويٰ احمديہ (سنڌي) (3) خلاصة الآثار المحمديہ و الاخبار الاحمديہ (عربي) (4) حقوق الزوجين (سنڌي ) (5) شرح ماه احاديث (سنڌي) (6) مسائل اربعين في سنة سيدالمرسلين (7) رموزالفرقان(سنڌي) (8) المسائل الخمسة في دفع توهمات الشيعتہ (سنڌي) (9) تمام العناية ترجمة بداية الهداية (سنڌي) رسالہ در امور طبيہ (10) حل التركيب منطق (عربي) (11) دوايہ (عربي و سنڌي ) (12) قصہ بيبي بلقيس (سنڌي) (13) ڪشف الحان (سنڌي) (14) خلاصة الاصول (15) عشرين مسائل فارسي (16) رموزالفرقان (سنڌي) (17) فيض الصمد ترجمة "ايهاالولد" (سنڌي) (18) رسالہ در معرفتہ نبض و قاروره. (4)

مولانا جي همعصرن ۾ هينين بزرگن جا اسماءِ گرامي قابل ذڪر آهن: (1) مولانا عبدالغفور همايوني مفتون (2) مولوي حاجي لعل محمد متعلوي (3) مولوي عبدالرزاق بوبڪائي (4) مولوي مفتي محمد سعدالله خيرپوري (5) مولوي عبدالرزاق مختيارپوري (6) مولانا غلام محمد ملڪاڻي (7) قاضي سيد اسدالله شاهہ ٽکرائي (8) قاضي علي محمد هالائي.(5)

سندس چند نامياري شاگردن جا نالا هي آهن: (1) مولوي حاجي عبدالرحمان سموي، نصرپور (2) مولوي جان محمد بختيارپوري (3) مولوي حڪيم قاضي معين الدين هالائي (4) مولوي خليفو حافظ محمد هالائي (5) مولوي ميان احمد هالائي ۽ (6) حڪيم مولوي عبدالله هالائي.(6)

## مدرسو محمديہ، هالا پراڻا

هن مدرسي جو باني مولانا احمد (وفات 1376هہ) هالائي آهي. سندس پيءُ جو نالو مولوي محمد هالائي آهي. 7 جمادي الثاني 1326هہ ۾ شهر هالا پراڻا ۾ ڄائو. پنهنجي والد وٽ قرآن شريف، فارسي ۽ عربي جو نصاب، ارڙهن سالن جي عمر ۾ ختم ڪري دستاربندي ڪيائين. دستاربندي بعد "مدرسہ محمديہ" ۾ درس ڏيڻ لڳو. سندس شاگردن مان مشهور هي آهن: مولوي محمد عرس

ڏاهري ٽنڊوآدم، مولوي محمود سانوڻي هالائي، حڪيم شيخ حاجي عبدالواحد متعلوي ۽ مولوي محمد هالائي (سندس پٽ).

مولانا احمد به پنهنجي سڄي ڄمار درس و تدريس ۾ پراڻن هالن ۾ بسر ڪئي. سندس شاگردن مان مولانا محمد صادق کڏه ڪراچي، مرحُوم دين محمد وفائي، مولوي فتح محمد سيوهائي، مرحوم عبدالقيوم بختيارپوري، مولانا عبدالرئوف بختيارپوري، مولانا حاجي عبدالله ڪبرائي ۽ مولانا محمد سليمان ٽرڙائي جن جا نالا قابل ذڪر آهن. 15محرم 1376ھ ۾ هالا پراڻا ۾ وفات ڪيائين.

## مدرسه عاليه دارالرشاد پير جهنڊو

(ضلعو حيدرآباد (پر هاڻي ضلع مٽياري)

پير رشدالله صاحب العلم الرابع کي خيال آيو ته ناظره ۽ حفظ قرآن جو درس، جيڪو پير رشيد الدين بيعت ڏٺي جو شروع ڪرايل هو، ان جي ترويج لاءِ عربي مدرسو جاري ڪجي، انهي ڪري مولانا عبيدالله سنڌي کي امروٽ شريف مان گهرائي مدرسي بابت گفتگو ڪيائين. مولانا عبيدالله سنڌي کي خود به مسلمانن جي تعليم جو گهڻو اونو رهندو هو، تنهنڪري هن مدرسي جاري ڪرڻ ۽ ان جي سنڀال ۽ انتظام جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو. ماهه رجب 1319يا 1901ع ۾ مدرسي جو افتتاح ٿيو ۽ نالو عربيه اسلاميه "دارالرشاد" رکيو ويو. مدرسي شروع ڪرڻ لاءِ پير صاحب جي خاندان جي مستورات پنهنجا سونا زيور ڏيئي مدرسي جي امداد ڪئي. ان وقت مدرسي ۾ هينيان معلم رکيا ويا.

1_ مولانا عبيدالله سنڌي صدر مدرس ۽ مهتمم.
2_ مولانا محمد احمداڻي لغاري. ديري غازي خان وارو مدرس ثالث.
3_ مولانا نجم الدين ڊريالہ ضلعي جهلم وارو، مدرس ثاني.
4_ مولانا عبدالله لغاري سانگهڙ وارو، مدرس رابع.
5_ حافظ امين محمد متوو ڪڇي.(7)

مولانا عبيدالله سنڌي. مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ مولانا محمد امير کي پنجاب مان گهرايو، پر هو اٺ ڏينهن واپس هليو ويو. انن سالن جي جدوجهد هيٺ هي مدرسو پنهنجي تعليمي ۽ انتظامي بهتري کري ايترو مشهور ٿي ويو، جو وڏا وڏا عالم پري پري کان معائني لاءِ ايندا هئا. جيئن تہ شيخ الهند مولانا محمودالحسن ديوبند، مولانا شرف علي ٿانوي ۽ مولانا حافظ محمد احمد مهتمم دارالعلوم ديوبند، وغيره.

ماهہ شعبان 1327ھ يا 12سيپٽمبر1910ع تي طالبن جي دستاربندي لاءِ هڪ جلسو سڏايو ويو، جنهن جي صدارت ڀوپال جي قاضي مولانا الشيخ حسين بن محسن الانصار اليماني ڪئي، جيڪو نواب سيد صديق حسن خان قنوجي ڀوپالي جو استاد هو ۽ علامہ قاضي شوڪاني اليماني جو شاگرد هو. هن کي فتح الباري شرح الصحيح البخاري جا چوڏهن ئي جلد برزبان ياد هئا. انهيءَ جلسي ۾ (1) پير ضياءُ الدين شاهہ ولد سيد رشدالله شاهہ (2) مولانا محمد اڪرم انصاري هالائي (3) مولانا محمد الياس جمالي ڪتيرو تعلقو هالا (4) مولانا احمد علي لاهوري (5) مولوي ابوالحسن درس هوٿي مشائخ، ٽنڊو آدم (6) مولوي جان محمد درس هوٿي مشائخ ٽنڊو آدم دستار بندي ڪئي.

1327ھ / 1910 ع کان پوءِ مدرسي ۾ هيٺيان مدرس مقرر ڪيا ويا: (1) مولانا عبيدالله سنڌي مهتمم مدرسہ دارالرشاد (2) مولانا محمد صدر مدرس (3) مولوي خدابخش، منصف ارشاد الصرف (4) مولي محمد اڪرم (5) مولانا حاجي احمدي علي لاهوري (6) مولوي محمد الياس جمالي (7) حافظ امين محمد متوو ڪيچي (8) ڊاڪٽر مولوي محمد علي شاهہ.

مدرسي ۾ شاگردن جي پڙهڻ لاءِ عربي جا ابتدائي ڪتاب مولانا قاضي فتح محمد کان سنڌي ۾ ترجمو ڪرايا ويا، مثلن ارشاد الصرف، علم الصيغة، شافيہ، نحومير، هداية النحو، ڪافيہ مالابدمنہ، اصول الشاشي.

مدرسي ۾ تبليغ ۽ اشاعت جو سلسلو بہ جاري هو. ننڍا ننڍا ديني ڪتاب ڇاپائي عام ماڻهن ۾ مفت ورهايا ويندا هئا ۽ پرپاسي وارن ڳوٺن ۾ جمع ڏينهن وعظ ۽ تبليغ لاءِ عالم موڪليا ويندا هئا. اهڙن ڪتابن مان ڪن جا نالا هي آهن: توحيدنامون، الاسماءالحسنىٰ (سنڌي ترجمي سان)، ارشاد المربيدين، الفارقة بين اهل الله و اهل للمارفة، التنقيد المعقول في رد تسويد المجهول، زالن جو بيعت نامون ۽ مردن لاءِ بيعت نامون.

تبليغ ۽ اشاعت جي ڪم سان گڏ مدرسي ۾ فتوىٰ جو شعبو پڻ کوليو ويو، جنهن جو نالو السواد الاعظيم رکيو ويو. ان جا ميمبر هئا مولانا رشدالله شاهہ، مولانا قاضي فتح محمد نظاماڻي ۽ مولانا پير ضياءالدين. ان کان سواءِ مولانا محمد صادق کڏه ڪراچي ۽ مولوي محمد صديق (کڏه) ، مولوي عبدالڪريم درس ڪراچي ۽ مولوي محمد عثمان نورنگزاد (مصنف تفسير تنوير الايمان) پڻ انهيءَ جا ميمبر هئا. اهي فتوائون هڪ مجموعي جي صورت ۾ محفوظ ڪيون ويون آهن. شايد اهڙو ڪتاب اڄا تائين مدرسہ مظهرالعلوم کڏه ڪراچي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

مدرسي ۾ تعليم جو طريقو ٽائيم ٽيبل مطابق هلندو هو ۽ جدا جدا ڪلاسن لاءِ الڳ الڳ استاد هوندا هئا. شاگردن جي حاضري ورتي ويندي هئي. امتحان جو طريقو ماهي آزمائشن ۽ ششماهي ۽ ساليانی امتحان جي نموني ٿيندو هو. استادن ۽ شاگردن کي شعبان مهيني ۾ ساليانی موڪل ٿيندي هئي. سنہ 1330هہ ۾ وري هيٺيان مدرس مقرر ٿيا: (1) مولانا محمد احمداڻي لغاري صدر مدرس ۽ مهتمم (2) مولانا خدا بخش پنجابي مصنف ارشادالصرف (3) مولانا محمد اڪرم انصاري محشي ارشاد الصرف (4) حافظ امين محمد متوو ڪڇي معلم القرآن. مولانا عبيدالله لغاري فارغ التحصيل ٿي سيد رشدالله صاحب کان قادريہ طريقي جي بيعت بہ ڪئي هئي ۽ باقاعدي اذڪار بہ پورا ڪيا ۽ دستاربندي سان گڏ کيس خلافت بہ عنايت ٿي هئي. هي مرد مجاهد

ظاهري ۽ باطني علم سان معمور ٿي پنهنجي وطن روانو ٿيو. مولانا محمد اسماعيل هن مدرسي جو فارغ التحصيل هو. جنهن کي پير رشدالله شاهہ حيدرآباد دکن ڏي ڪتابن نقل ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. مولانا محمد اسماعيل موٽي اچي مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ لڳو ۽ ساڳيا معلم مولانا محمد، مولوي محمد اڪرم، مولوي ولي محمد ۽ حافظ امين محمد بہ تعليم ڏيندا رهيا.

## حوالا


1. مير علي شير قانع ٺٽوي، تحفة الڪرام، سنڌي ادبي بورڊ، ص 205.
2. ايضن، ص 198.
3. افسوس تہ چند سال اڳ مدرسہ محمديہ نالي وارو پرائمري اسڪول جيڪو ان قديم جاءِ تي هلندڙ سو بند ٿي ويو آهي.
4. سماهي مهراڻ، نمبر 2-4، ص 84.
5. ايضن.
6. سماهي مهراڻ، شماره 3-4، ص 88.

مولانا مفتي عبدالقادر لغاري، مدرسہ دارالرشاد پير جهنڊو، الرحيم، ص 82.

# ٿماهي مهراڻ جي سوانحي نمبر ۾ آيل هالا جي شخصيتن جو احوال

**1. مرحوم مخدوم غلام حيدر صديقي قريشي هالائي**

سنڌ جو هر هڪ باشندو، عالم و فاضل خواهہ چار اکر پڙهيل شخص، مرحوم مخدوم غلام حيدر صاحب جن کي بخوبي سڃاڻي ٿو: اڪثر ڪين ماڻهن ڏٺو هوندو، نہ تہ بہ ٻڌو ضرور هوندو. پاڻ صديقي قريشي خاندان جا فرد، ۽ حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمت جي نمبر چوڏهين سجاده نشين، مرحُوم مخدوم ظهيرالدين عرف پروچام صاحب، جا چوٿون نمبر فرزند هئا: ۽ نمبر پندرهين سجاده نشين، مرحُوم مخدوم غلام محمد صاحب، جا ننڍا ڀاءُ هئا. پاڻ 12ذوالحج سن 1316 هہ ۾ تولد ٿيا. سندن اڏان بعد نالو "محمد سعيد" رکيو ويو.

ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ خاص حافظ ۽ عالم وٽ شروع ڪيائين: ٿوري وقت بعد هڪ ٻاهريون عالم مولانا شاهہ محمد صاحب مرحُوم گهرايو ويو، جنهن وٽ بہ ڪجهہ وقت تعليم ورتائون: آخر سندن والد بزرگوار ڪين ديوبند موڪليو، جتان تعليم جو مقرر ڪورس پڙهي دستار بنڌي ڪري موٽيا.

ان بعد، سندن والد مرحوم پنهنجو جملي ڪاروبار سندن حوالي ڪري، پاڻ آزاد ٿي ويٺا. انهيءَ وڏيءَ مشغولي هوندي بہ ادبي ۽ علمي صحبتن ۽ رهاڻن کي جاري رکيو آيا. پنهنجي خانداني ڪتبخاني ۾ وڏو اضافو ڪيائون. ۽ ٻاهران

عالمر، گهرائي، وقت بوقت وعظ ۽ نصيحت جون مجلسون منعقد ڪرائي، عوام کي مستفيض ڪندا رهيا. سنڌ جا وڏا وڏا مدرسا ۽ تعليم گاهون هميشہ سنڌن همدرديون ۽ پيسي جي مدد حاصل ڪنديون رهيون. گهڻن تربيتگاهن ۽ مدرسن کي سالانہ مقرر ٿيل وظيفا ڏيندا هئا. جي اجا تائين قائمر آهن.

جڏهن سنڌ جدا ٿي، سنڌ اسيمبلي وجود ۾ آئي، تہ پاڻ سياست ۾ پڻ بهرو وٺڻ لڳا. ابتدا کان وٺي پنهنجي آخري عمر تائين، سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر رهيا ۽ اڳواڻ پڻ. هالا ميونسپالٽي ۽ هالا مسلمر ليگ جا هميشہ پريزيڊنٽ بہ رهيا، ۽ نهايت دانائيءَ سان انهيءَ قومر جي خدمت ۾ ڪامياب رهيا. ايڏين مصروفيتن جي باوجود بہ مطالعي ۾ هميشہ مشغول رهيا.

چند ڪتاب بہ تصنيف ڪيائون، جي ڪجهہ ڇپيل آهن ۽ ڪي اڻ ڇپيل.

حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمة جن جي درگاهہ تي هڪ عظيمالشان ورانڊ و سن 1301هہ ۾ تعمير ڪرايائون، جنهن جو ڪمر جمادي الاول سن 1351هہ کان شروع ٿيو، ۽ 3 ذوالحج سن 1351هہ تي مڪمل ٿيو.

5 جنوري 1942ع تي، هالن ۾ "مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول" برپا ڪرايائون، جنهن جو سنگ بنياد آنربل وزير تعليم پيرالاهي بخش رکيو. وري هاءِ اسڪول جي هاسٽل برپا ڪرايائون، ان کان بعد، هالن ۾ "سروريہ اسلاميہ ڪاليج" برپا ڪيائون، جنهن جو سنگ بنياد بہ آنربل پير الاهي بخش صاحب 2 مئي سن 1947ع تي رکيو. ازان سواءِ، ٻي بہ هر نموني ۾ علمي خدمت لا جواب ڪيائون.

دارفاني جي دستور موجب، هن جهان مان 26 رمضان سن 1372هه، مطابق 9 جون سن 1953، اڱاري جي ڏينهن، صبح جو نوين بجي، داربقا ڏي رحلت ڪيائون.

- مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"

## 2. مولانا احمد مرحوم هالائي

مرحوم مولانا صاحب جن جي ولادت، حيدرآباد ضلعي [هاڻي مٽياري ضلعي] جي مشهور شهر هالا پراڻا ۾ تاريخ 7 جمادالثاني سن 1314 هجريءَ ۾ ٿي. سندن والد جو نالو مولوي محمد هالائي هو. مولانا صاحب جن ننڍي هوندي کان ئي طبيعت جا ذڪي، ذهين ۽ بالڪل هوشيار هوندا هئا - ايتريقدر جو صرف ارڙهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد بزرگوار وٽ قرآن شريف، فارسي جو سارو نصاب، ۽ عربيءَ جو جملي نظامي نصاب ختم ڪري دستار فضيلت ٻڌائون. سندن دستاربنديءَ جي رسم، تبرڪاً، حضرت مولانا و مرشدنا الحاج خواجه آقا حافظ محمد حسن جان صاحب مرحوم سر هندي جن کان ڪرائي ويئي هئي.

مولانا صاحب جن دستاربنديءَ بعد پنهنجي مدرسه محمديه ۾ درس ڏيڻ لڳا. سندن شاگردن مان مشهور شاگرد، مولوي محمد عرس، ڏاهري (متصل ٽنڊو آدم)، مولوي محمود سانوڻي هالائي، حڪيم شيخ حاجي عبدالواحد متعلوي، ۽ مولوي محمد هالائي (سندن فرزند) وغيره آهن.

مولانا صاحب جن پنهنجي مدرسي جي مهتمميءَ سان گڏ، تحرير نويسيءَ ۽ شرعي فيصلن جو ڪم به بلڪل گهڻي انداز ۾، باحسن الوجه ڪندا هئا. سندن فن افتاءَ ۽ تحرير نويسيءَ جي هاڪ سڄيءَ سنڌ ۾ هوندي هئي. حضرت مرحوم

مولانا دين محمد صاحب ”وفائي“ (مشهور غير مقلد) بہ بسا اوقات ڪانئس فقهي تحقيقون ڪرائيندو ۽ مسئلا لڪارائيندو هو - ۽ هميشہ ڪين انهي فن ۾ داد ڏيندو هو.

مولانا صاحب جن پنهنجي سڄي عمر پنهنجي ئي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ بسر ڪئي، تاهم سندن صحبت ان وقت جي چڱن چڱن عالمن سان هئي. انهن بزرگن مان مرحوم مولانا محمد صادق صاحب ڪڏي وارو (ڪراچي)، مرحوم مولانا دين محمد ”وفائي“، مرحوم مولوي فتح محمد سيوستاني، مرحوم عبدالقيوم صاحب بختيارپوري، مرحُوم مولانا عبدالرؤف بختيارپوري، مرحوم مولانا حاجي عبدالله ڪبرائي، ۽ مرحوم مولانا محمد سليمان واعظ الاسلام ٽرڙائي جن جا نالا قابل ذڪر آهن.

مولانا مرحُوم جن حيدرآباد ۽ نوابشاهہ ضلعن جا وڏا مفتي هئا. طريقو نقشبنديہ هون، ۽ بيعت خواجہ آقا حافظ محمد حسين صاحب سرهندي مجددي ٽڪڙائيءَ سان هئن. سندن طبع بلڪل نرم، خوش اخلاق. مرنج مرنجان، بردبار ۽ مانيٽي هئي. موجوده قحط الرجال جي زماني ۾ سندن شخصيت اعليٰ درجي جي هئي: مطلب تہ پاڻ صحيح معنيٰ ۾ بينظير عالم باعمل، نهايت پرهيزگار، مفتي، متشرع، زبردست فقيه ۽ عالم حقاني هئا. پاڻ هميشہ قومي خيال رکندڙ ۽ سياست جا ڄاڻو هئا. خلافت تحريڪ کان وٺي جيڪي بہ سياسي ۽ مذهبي تحريڪون وقت وقت ٿينديون رهيون. تن ۾ نہ فقط همدرد ۽ معاون هئا، مگر پاڻ هڪ اعليٰ رڪن جي حيثيت سان مصروف عمل پڻ رهندا هئا.

مولانا مرحوم جن، 15محرم الحرام سن 1376 هجريءَ ۾، هالن پراڻن ۾ وفات ڪئي. سندن قبر پنهنجي والد

بزرگوار جي قبر جي پرسان آهي. سندن پاءُ مولوي عبدالله صاحب، سندن تاريخ وفات هن طرح لکي آهي:

دريغا از وصالِ مردِ مبرور، مثال آمد تو گوئي نفخ جي الصور!
ز هجرت او چراغ فيض گل گشت، ز رحلتِ او بر آمد ظلمت از تور.
ازين واقعه جدائي جيد عالم، اهالي علم و عالم گشت رنجور.
جناب مولوي 'احمد' مدرس، ز دنيا رفت و علم دين شد دور.
اديب و عالم و مشفق محقق، فقيه و فاضل و مفتي مشهور:
ز هر تلميذ عندالناس مشکور، شد از تدريس عندالله ماجور.
بخمة عشر تاريخ محرم، شبِ خميس گشت آن ماه مهجور.
بسالِ وصل او "احقر" چنين گفت: "شده مشغولِ حق و با خير مامور".

(1376)

- مولوي محمد هالائي

(هي مواد رسالي مهراڻ جي سوانح نمبر تان ورتو ويو آهي. جنهنجو پهريو ڇاپو 1958ع ۾ ٻيو ڇاپو ڊسمبر 1990ع ۾ ڇپيو.)

ڊاڪٽر سيد مخمور بخاري

# سنڌي مرثيا نويسي ۾ هالا جو حصو

ارڙهين صدي عيسوي جي اڌ کان پوءِ سنڌي مؤزون مرثيي جو بنياد پيو جنهن جو مؤجد سيد ثابت علي شاهه هو. پاڻ ان بابت چئي ٿو:

مرثيو سنڌي اڳهين هو ڪونه اصلي سنڌ ۾،
جي ڪو هو تا پڻ نه هو مشهور هن پر ڪجاءِ
مون ڪي چئين ثابت علي هي شعر سنڌي دردناڪ،
تون به سنڌي شعر ۾ ڪي چئج ماتم مرثيا.(1)

مرثيي جي ارتقائي تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته هي فن اول ايران ۾ اسريو. ايران جو بادشاهه شاهه طهما سپ صفوي شاعرن کان فرمائش تي مرثيه لکرائيندو هو، اهڙي ريت مرثيو ايران مان دکن، دهلي ۽ لکنؤ ۾ پهچڻ بعد پنهنجي عروج تي پهتو. ڪن عالمن جو رايو آهي ته مرثيو برصغير ۾ پهچڻ کان پوءِ سنڌي، ملتاني ۽ گجراتي زبانن ۾ چيو ويو ۽ پوءِ ئي اردو ۾ مروج ٿيو. سنڌي ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ”سر ڪيڏاري“ کي غير مؤزون مرثيو چيو وڃي ٿو. ابتدائي غيرمؤزون مرثيو چوندڙن ۾ احسان فقير لانگاهه، مخدوم عبد الله ٺٽوي، سيد خير شاهه، مولوي احمد، جئيندل فقير ۽ ٻيا شامل آهن.

لفظ مرثيو عربي اکر ”رثا“ مان نڪتل آهي جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ”مرڻ واري تي روئڻ“ شاعري جي اصطلاح ۾ مرثيو ان ڪلام کي سڏجي ٿو جنهن ۾ مري ويندڙ جون خوبيون ۽ فضيلتون، درد ۽ غم سان بيان ٿيل هجن. خان بهادر محمد صديق ميمڻ مرثيي بابت لکي ٿو:

"مرثيـــــــــ لفظ جي معنيٰ آهي، اهو شعر جنهن ۾ کنهـــن بہ دردناڪ حادثي جو ڏک پريل لفظن ۾ بيان ٿيل هجي. جهـڙوڪ: بغداد جي قتـــــــــل عام ۽ ان وقت جـــي بين دلسوز واقعن تي شيخ سعـــدي جا ناهيـــــــل عربي مرثيا. پر اڄڪلهہ عالمگيـــــر اصطلاح موجب "مرثيہ" جي معنيٰ اهو رزميہ ڪلام آهي جنهـــن ۾ خاص طرح ڪربلا جي واقعي بابت دلسوز بيان هجي(2)

ڪربلا جي انهي دل ڏکوئيندڙ سانحي کي شاعري جي هيٺ مختلف صنفن ۾ ظاهر ڪيو وڃي ٿو. جنهن کي مرثيو چئجي ٿو:

زاري: ڪافي جي تتبع تي چيل مرثيو.

اوسارو: لوڪ گيت جي ترتيب ۾ چيل. هي مرثيو فقط عورتون پڙهنديون آهن

سلام: غزل جي انداز ۾ چيل ڪربلا جي شهيدن جي بهادري ۽ شجاعت کي سلام پيش ڪيو ويندو آهي.

لوڙائو: هن جي لغوي معنيٰ آهي سرسان بيت چوڻ، هن جي هر بند ۾ ٽي سٽون هونديون آهن. هر بند جا پنهنجا وزن قافيہ ۽ رديف ٿين ٿا.

بند: چئن سٽن جي مرثيي کي چئجي ٿو.

اولاڻو: حضرت علي اصغر ؑ جو 9 محرم الحرام جي شام پينگهو ڪڍيو ويندو آهي. ان مناسبت سان لولي/لوري جي انداز ۾ مرثيو چيو ويندو آهي. جنهن کي اولاڻو چئجي ٿو.

ڏوهيڙو: ڏور، قصيدو، نوحہ

ميندي: حضرت امام قاسم ابن الحسنؑ جي 8 محرم الحرام جي شام جو ميندي ڪڍي ويندي آهي. ان موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان چيل مرثيي کي ميندي جو نالو ڏنو ويو آهي.

مرثيو، شاعري جي جيتوڻيڪ الڳ صنف تہ ناهي پر جنهن بہ صنف ۾ ڪربلا جو واقعو پيش ڪيو وڃي ٿو، اهو مرثيو چورائي ٿو. مطلب تہ مرثيو هڪ موضوع آهي. جيڪو محرم الحرام جي ڏينهن ۾ خاص طرح پڙهيو وڃي ٿو. هنن صفحن ۾ اسان سنڌ جي قديم، تاريخي، ثقافتي شهر ۽ علم ادب جي گهواري هالا جي مرثيہ نويسن جو ذڪر ڪنداسين.

## احسان فقير لانگاه:

احسان فقير ذات جو لانگاه هو ۽ قادري طريقي جي مرشد سيد عبداللطيف قادري جو مريد هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاھ جو رسالو (جلد ڏهون) ۾ لکي ٿو:

”سيد عبداللطيف قادري، شاھ عبداللطيف ڀٽائي جـــي ولادت (1102ھ/1690ع) کان ستاويهہ سال کن اڳ (1664ع) 1075ھ ۾ وفات ڪئي“(3)

ان حوالي جي روشني ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ احسان فقير جو جنم 1050ھ کان گهٽو اڳ ٿيو هوندو، جو هي صاحب سيد عبداللطيف قادري جو وڏو خلفيو بہ ليکجي ٿو. هن کان وڌيڪ احسان فقير جي زندگي بابت ڪا معلومات هٿ نہ ٿي اچي.

احسان فقير بابت علمي دنيا ۾ اهو نقطو زير بحث آهي تہ شاھ جو رسالو ۾ شامل ”سر ڪيڏارو“ سندس چيل آهي. هي هڪ سخت اختلافي مسئلو آهي. تنهن هوندي بہ سُر ڪيڏاري جا

گهڻا بيت احسان فقير جا مڃيا وڃن ٿا. جن ۾ ڪربلا جو قضيو بيان ڪيو ويو آهي. نموني طور احسان فقير جا ڪجهه بيت پيش ڪجن ٿا.

ڪٽڪ ڪوفين جا، چڙهيا متي ميرن،
پاڻي پليتن بنديو، طعام نہ ملي تن،
اڄ بک ارزان هئي، متي امامن،
شوقون شهزادن، ڪوزا پيتا ڪوثر جا.

ڪويا ڪلي ڪوڏيا، جنگي سڀ جوان،
اڪبر اصغر جهاد جا، ساڻن وٺ سامان،
محبوب مطلوب مرغوب، ساراهيان سبحان،
تون ڪر تعريف تن جي، اداڙي احسان،
سي ڪيئن مڃين آڻ، ظالم تنهن يزيد جي.

جهيڙو ناهہ يزيد، عليءَ جي اولاد سين،
ڪانہ پسندين عيد، حسن مير حسين ريءَ.(4)

## جيئندل فقير

سيد جيئندل فقير، سيد عبدللطيف قادري حسيني جي سلسلي جو فقير هو. گمان غالب آهي تہ هو احسان فقير جي دور ۾ موجود هو. هن پڻ ڪيڏاري جا بيت چيا آهن، جن مان يارنهن بيت ۽ ٻہ زاريون (وايون) محفوظ آهن. هن جي زندگي بابت اسان کي هن کان وڌيڪ معلومات ناهي، پر پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ هو سيد عبد اللطيف قادري جي شروع ڪيل سرڪيڏارو ڳائڻ واري سلسلي ۾ ڪيڏاري جا بيت

پڙهندو هو. هت سندس ڪجهه بيت نموني خاطر درج ڪجن ٿا:

مانجهي مل ميدان ۾، آيو قاسم شاهه ڪاهي،
هليو حضرت حسيـــــن ڪان، مير موڪلائي،
هاتڪ هڪـــــــل سان وڏي، ڌرتي ڌبائي،
ڪـــــوريو ڪنڌ ڪلهن تان، لعنتـــن لاهي،
جونجهار سو جيئندل چوي، ڪوفي ڪنبائي،
مائـــٺ مـــــــرڪائي، شير شهادت رسيو.

ڳجهون ٻڌن نہ ڳاهه، سجاڻن ساڻ ڏٺي،
آهي امام عالم جو، سونهـــارو شاهه،
سونهارا صاحب جا، خلقـــيا خاص خدا،
جيهين جيئندل چـــوي، قادر ڪوڏيا،
مجي هڪ الله، رضا ورتائون رب جي.(5)

## اسماعيل فقير لانگاهه:

فقير محمد اسماعيل لانگاهه جي زندگي بابت بہ اسان کي ڪابہ خبر نٿي پوي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي تصنيف ”شاهه جو رسالو“ (جلد ڏهون) جي مقدمي جي حاشيي ۾ اسماعيل فقير کي احسان فقير لانگاهه جو پٽ ڄاڻايو آهي.

مخدوم صالح پٽي پنهنجي ترتيب ڏنل ”سرڪيڏارو“ ۾ اسماعيل فقير جا پنج بيت درج ڪيا آهن. جن کي غير مؤزون مرثيو چئي سگهجي ٿو. اسماعيل فقير جو ڪيڏاري بابت هڪ بيت ”تذڪره شعراء هالا“ ۾ پڻ آندل آهي. ان کان وڌيڪ سندس ٻي شاعري هٿ نہ ٿي اچي. هت اسماعيل فقير لانگاهه جو بيت نموني طور پيش ڪجي ٿو.

پــــــائر پـــاڻيجا پائٺيا، وٺان وياس يار،
هيڏانهن امام هيڪڙو، هوڏانهن هئا هـــزار،
چوڏس چڙهي آئيا، ڪٽڪ ڪارونيــــــار،
شامي، شومي ڪوفي، ڪوڙا بي حيا بدڪار،
بدوسي بدعتـــــي، خـــــار جي سي خوار،
آئل اسماعيل چوي، هلي هنيائين هـــاڪار،
لرزايو لعينن ڪي، مانجهي مير مٺيـــــادار،
ويهون وڍي ويرن جا، ڌڙ ڪيائيـــــن ڌار،
سيد سائو سردار، ڪامل ڪلو جهليـــــو. (6)

## مخدوم عبدالرؤف ڀٽي

هالا جو هي بزرگ شاعر ۽ عالم مشهور ڀٽي خاندان ۾ 1682ع ۾ جنم ورتو. وڏي ڪماليت جو صاحب ٿي گذريو آهي. وقت جو بادشاهہ ميان نورمحمد ڪلهوڙو سندس معتقد هو. سنڌي ۾ مولود جو مؤجد مخدوم صاحب کي چيو وڃي ٿو. هن جا ستهتر (77) مولود شايع ٿي چڪا آهن. هن صاحب ان کان سواء ڪيتريون ئي مداحون الف اشباع نظم ۾ لکيون آهن. جن مان ڪن ۾ شهادت حضرت امام حسين عليہ السلام جو بہ ذڪر ڪيو اٿس. مخدوم صاحب "عاصي" تخلص ڪندو هو. سنہ 1752ع ۾ مديني پاڪ ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

هت اسين سندس هڪ بند غير مؤزون مرثي جو نموني طور پيش ڪريون ٿا:

من اندر ماتام يارو تن يتيمـــــــن جو،
ڪربلا جي پڙ ۾، ميان الا اصل هو انجام،
ڪسڻ قريبن جو.
شـهزادن شهادت جو، جال پيتو جــــام،
مرڻ معصومن جو. (7)

## خليفو گل هالائي

آخوند خليفو گل محمد ”گل“ هالائي، هالا پراڻا جي سانوڻي ملن مان هو. هن جو جنم 1784ع ۾ ٿيو. ابتدا کان آخر تائين سموري تعليم ان زماني جي رواج موجب مدرسہ ۽ مڪتب مان حاصل ڪرڻ کان پوء سنڌي، عربي ۽ فارسي ۾ مهارت حاصل ڪيائين.

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ خليفي گل جو نالو ان لاء بہ اهميت رکي ٿو جو هن پهريون ڀيرو الف-ب جي ترتيب تي غزلن جو ديوان جوڙيو. سندس ديوان پهريون ڀيرو 1275ھ/1855ع ۾ بمبئي مان ليٿو تي شايع ٿيو. جيڪو هن پاڻ شايع ڪرايو. ان کان پوء اهو ديوان مختلف وقتن تي 1915ع، 1919ع 1923ع ۽ 1933ع ۾ شايع ٿيو. جيڪي سمورا ڇاپا هن وقت بنهہ اڻ لڀ آهن. خليفو گل هالائي 1858ع ۾ مديني شريف ۾ وفات ڪئي جتي پاڻ حج مبارڪ جي سعادت حاصل ڪرڻ ويل هو.

خليفي گل سنڌي ۾ غزل کان سواء ٻين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي انهن ۾ مرثيو بہ شامل آهي. هت سندس مرثيي جو هڪ بند نموني طور ڏجي ٿو:

اي ڪبوتر ڪربلا جي ڪر خبـــــر،
ڪيترا ڏينهن ٿيا ابي ڪي منجهہ سفر،
آ ابي لاء تي ڪريــــــان رويو حشر،
۽ ابي منهنجي لڌي ڪـــــانهي خبر.

اي پڪي ڪو ڪر ابي جو مون سين حال،
تـــــاڪ جيئرو آهي يا ڪيـائين وصال. (8)

## مخدوم محمد امين پڪن ڏٺي

مخدوم محمد امين پڪن ڏٺي، مخدوم محمد زمان رانئع جي گهر 9 نومبر 1840ع تي جنم ورتو. پاڻ درگاه حضرت مخدوم نوحؒ جن جا 13 سجاده نشين هئا. مڪمل ديني تعليم حاصل ڪرڻ بعد فارسي تي مهارت حاصل ڪيائين. سندن شاعري سنڌي، سرائڪي ۽ اردو زبانن ۾ مولود، مرثيي، سه حرفي، ڏوهيڙن، بيت ۽ ڪافي جي صورت ۾ "ڪليات امين" جي سري هيٺ 66 شايع ٿيل آهي.

مخدوم صاحب جن 47 ورهين جي ڄمار ۾ 29 جون 1886ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندن مرثيي جا ڪجهه بند هن ريت آهن:

جڏهن حسين ابن علي پيدا ڪيو پروردگـــــار،
حڪم ٿيو ان وقت جبرائيل کي ازڪردگـــــار،
ڏي مبارڪ مصطفيٰ کي وڃ مديني جي ديـــار،
لوڏ ان پياري جو پينگهو نير نيڻ واهي نـــــار،
"في الجنان نهر لبَنَ" هي لال کي لولي ڏجـــان،
هي حسينا هي حسينا هيئن چئي ڪورنش ڪجان.

اصل ڪئون ب، اقطاب هو شاهه شهيدان ڪربـــلا،
"انت مني من مُدعا" چوندو هو جنهن کي مصطفيٰ،
نورچشم و ماهرو خوش وقت چيو خيرالنســــــاء،
مرحـــــــبا "من رَوح روحي" الرضاؤ مصطفيٰ،

هو رسول الله جو جنهن کي چون پيـــــارو پسر،
سو حسين ابن علي شاهه شهيــــــدان بحر و بر.(9)

## حاجي پريل خان "پريل"

حاجي محمد وپريل خان مگسي تخلص "پريل" اصل ياڳناڙي جو وينل هو، بعد ۾ اچي هالا نوان ۾ سکونت پذير ٿيو. پوليس کاتي ۾ ملازم هو، پر بعد ۾ نوکري ڇڏي مخدوم محمد امين پکن ڏٽي جو خاص خدمتگار بڻيو. "پريل" مرثيه گو شاعر هو. سندس ڪلام ضايع ٿي چڪو آهي، سواءِ هڪ ٻه مرثيو ۽ ڪجهه بيت محفوظ رهي سگهيا آهن.

حاجي پريل مگسي 1852ع ۾ ڄائو ۽ هالا ۾ 1911ع ۾ وفات ڪيائين، کيس مخدومن جي خدمتگارن جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو، سندس مرثيي جو نمونو هن ريت آهي.

چاليهن ڏينهن آيا حرم قتـــــــل گاه ۾،
تڏهن آسمان زمين هئـــــي ماتم نگاه ۾،
ڪعبي ڪئي شڪل غرق لباس سياهه ۾،
ماتم ۾ ماهه سج ٿـــــي سريو بارگاه ۾.
آلِ رسولؐ آه ڪؤن منهن تي نقاب هو،
پطرس ۽ جبريل جگــر دل ڪباب هو. (10)

## غلام محمد "مغموم"

مخدوم غلام محمد "مغموم"، درگاه حضرت مخدوم نوحؒ جي پندرنهن سجاده نشين مخدوم ظهيرالدين عرف پروچام جن جي گهر 14 فيبروري 1986ع تي جنم ورتو. پاڻ پنهنجي والد کان پوءِ درگاه حضرت نوحؒ جا سورنهن سجاده نشين بڻيا. پنهنجي وقت جا عربي، فارسي جا ڄاڻو هئا. اڪثر

اوقات "ديوان حافظ" جومطالعو ڪندا هئا. مولانا عبيدالله سنڌي کان پير جهنڊي واري مدرسي ۾ پڻ تحصيل ڪيائون(11).

مخدوم غلام محمد اعلىٰ اوصاف جا مالڪ هئا. گهڻو ٽڻو خاموش رهندا هئا ۽ دشمنن سان به خلوص ۽ سخاوت سندن اعلىٰ ڪردار جي ساک پري ٿي (12). دور جديد جي ناميارو شاعر، عالم ۽ اديب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سندن فرزند هئا. مغموم سائين به شاعراڻو ذوق شوق رکندڙ هئا. سندن گهڻو ڪلام اجان تائين شايع نہ ٿيو آهي. سندن ڇَپيل مختصر ڪلام مان اظهار اهليبت سان عقيدت ۽ سک ظاهر آهي.

مخدوم غلام محمد "مغموم" 15 ڊسمبر 1944ع تي هي جهان ڇڏيو(13) هت ڇيل سندن هڪ سہ حرفي جا ڪجهہ بند نموني طور ڏجن ٿا.

اعلىٰ آهہ افضل اڪمل و اڪبر علـــــي،
آن امام است اتقيا را اول و آخر علـــي،

بهادريت شڪن بدر الدجىٰ بوذر جو پيـــر،
باعمل بي مثل بهتر بعد پيغمبر علـــــي.

غالب ڪل غالب تي غلام محمد جو پير،
غرق در بحر فنا از غايت اظهر علــــــي.

يدالله فوق ايديهم ثنا ساجد جو شـــــان،
ينفقوني ني سبيل الله، تون ياور علـــي.(14)

## مخدوم احمد علي

مخدوم احمد علي عرف غلام رسول 1886ع ۾ مخدوم غلام نبي عرف ميان پنيلڏو جي گهر هالا ۾ جنم ورتو. پاڻ حضرت مخدوم نوحؒ جي اولاد مان هو. ديني تعليم مدرسن مان حاصل ڪيائين. سنڌي کان سواءِ عربي ۽ فارسي جي چڱي ڄاڻ رکندڙ هو. پر ان جي باوجود شاعري فقط سنڌي ۾ ڪئي اٿس، غزل، ڪافي ۽ مرثيو اڪثر لکيو اٿس. سندس سارو ڪلام اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي.

مخدوم صاحب 29 ڊسمبر 1938ع تي وفات ڪئي. ڪيس وصيعت مطابق ڪربلا معلیٰ ۾ دفن ڪيو ويو. هت مخدوم احمد علي جي مرثيي جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

يارو ٻڌو تہ خالق اڪبر جي واسطـــــــي،
انصاف سان جواب ڏيو حيدر جي واسطي،
جا بوسگاهہ تي هئي پيمبر جي واسطـــي،
يا ظالمن جي برش خنجر جي واسطـــــي. (15)

## زوار مولابخش

زوار مولابخش 5 جنوري 1887ع تي محمد اسماعيل ميمڻ جي گهر هالا ۾ جنم ورتو. تعليم فقط ابتدا ۾ ختابن مان حاصل ڪيائين. 1908ع کان شاعري ڏانهن توجهہ وڌيس ۽ مرثيو، غزل ۽ قصيدو لکڻ شروع ڪيائين. خاص طرح مرثيو گهڻو لکيو اٿس جيڪو سندس سڃاڻپ آهي.

زوار مولابخش جي مرثين جو تعداد 80 کن آهي ۽ هر مرثيي ۾ ويهہ کان پنجويهہ بند آهن. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ زوار مولابخش لکي پڙهي نہ سگهندو هو، ان ڪري هميشہ پاڻ مرثيو

چوندو ويندو هو ۽ ٻئي کان لکرائيندو هو. هالا جي هن مرثيہ نويس 27 جولاء 1977ع تي وفات ڪئي. سندس مرثيي جو نمونو هن ريت آهي:

جڏهن ڪوفي جي مسجد ۾ ويو الله جو پيـــــــــارو،
نبي جو لحمڪ ولعي علي المرتضیٰ يـــــــــــارو،
مبارڪ مـــــــــــاهہ ۾ غازي وڃائي ويو هليــو وارو،
ڦِريو ملجم جو پٽ ملحد خدا ڪيو جنهن جو منهن ڪارو،
ڪڍي خنجر هنيو خارج محمد جي برادر ڪـــــي،
ڪيو سجدي ۾ زخمي ان خليفي خاص دوار ڪي.

ٿيو زخمي عبادت ۾ جناب حيــــــــــــــدار ڪرار،
خدا جي پاڪ سجدي ۾ پريو رت سان ســو روزي دار،
پريو منهن پاڪ سڀ سارو سڄي پيشاني تي خونبـــار،
حقيقت هي وڃي پهتي جڏهن ڪوفي جي منجهہ بازار،
اچي مسجد مبارڪ ۾ مڙيو انبوهہ عالـــــم جو،
نهاريئون تي گهڻو بيحد پتو پيو ڪونہ ظالم جو. (16)

## مخدوم محمد صالح ٻٽي

مخدوم محمد صالح ٻٽي، مخدوم ابراهيم ٻٽي "صوفي" جي گهر هالا پراڻـــــا ۾ 8 مئي 1889ع تي پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم هالا مان حاصل ڪري سنڌ مدرسة الاسلام مان باقي تعليم مڪمل ڪئي ۽ اتي ئي استاد مقرر ٿيو، ان بعد ٻَٽِي صاحب تعليم کاتي ۾ مختلف عهدن تي رهندي 1944ع ۾ رٽائرمينٽ ورتي.

مخدوم صالح ٻٽي پنهنجي وقت جو بهترين اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي هن شاعري جي مڙني صنفن تي طبع

آزمائي ڪئي آهي. هن جا سر ڪيڏارو ۾ چيل بيت چيپل آهن جن ۾ سانحہ ڪربلا جو پُر اثر ذڪر ٿيل آهي. مخدوم صاحب جو والد پڻ پنهنجي وقت جو اعلیٰ شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جو ڪلام محفوظ آهي پر اجان تائين شايع نہ ٿيو آهي. مخدوم صالح پٽي 27 ڊسمبر 1953ع تي وفات ڪئي. سندس ڪيڏاري جو هڪ بيت نموني طور هن ريت آهي:

ذڪر شهادت شاهہ جو آ بحر بي پايـــــــــان،
ڪري سگهندو ڪونہ ڪو موزا او ميـــــــزان،
مٿي وسايائون مينگهہ جيئن تيرن جو بـــــاران،
ڪهي ڪافر ڪيترا ڪيائون حملي سان حيـــران،
نو سونو لڳـــا جسم ۾ تہ بہ ساراهيئون سبحـــان،
هو خون جاري زخمن مان ۽ ذڪر حق زبـــــان،
تڏهن خنجر ڪٺي خارجي هليو جلد ڪري بـــولان،
قبلہ رُو منهن ڪري وينو سيد شاهہ سبحـــــان،
نيت ڪر نماز جي رڪن ڪيائين ارڪـــــــان،
تيرها طلـــب تمام ڪري ڪيو نامـــــــور نڌان،
سِر سجـدي ۾ سلطان، ڏيئي مرڪيو محشر ماڳ ۾.(17)

## عيسیٰ عاجز هالائي

محمد عيسیٰ عاجز هالائي، قاضي محمد يوسف لاڪو جي گهر ڳوٺ سليم راهو ۾ 1902ع ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ختابن ۽ مدرسن مان حاصل ڪيائين. 1934ع کان شاعري ڪرڻ لڳو. شاعري ۾ حاجي اسحاق نانوائي ۽ اختر هالائي کان اصلاح وٺندو رهيو.

عاجز جو ڪلام سلام، نوحہ، مرثيو، تضمين، نظم، غزل، مثنوي، رباعي، مستزاد، فرد، ڪافي، مسدس ۽ مخمس

جي صورت ۾ اجا تائين ٽريل پکڙيل حالت ۾ اڻڇپيل آهي. هن ٿوري وقت اندر هالا ۾ سنا مرثيہ جوڙيندڙن ۾ پنهنجي الڳ حيثيت ناهي. سندس وفات هالا ۾ 1985ع ۾ ٿي. هت سندس مرثيي جا ٻہ بند نموني خاطر ڏجن ٿا.

اڄ روزه شهادت آ غريب الغربا جـــــــو،
اڄ روزه شهادت آ راضيءِ رضا جـــــــو،
اڄ روزه شهادت آ بس وطن جدا جـــــــو،
ڪاظم جي جگر بند جو يعني ڪ. رضا جو،
اڄ روزه شهادت آ مهمان خراســــــــان،
جو خواهرِ بيڪس وئو ڇڏي گهر ۾ هراسان.

اي يارو هي غم ناهي ڪي ڪم از غم شبير،
حضرت جي هُئي پاس دم ذبح تہ همشيـــــر،
پر هاءِ رضا ڪان ٿي جدا خواهر دلگيــــــر،
ايران ۾ مسافر ڪيو ان کي نيئي تقديـــر،
تقدير خراسان ۾ رکيو ياءُ ڪي قبـــر ۾،
پر ڀيڻ جو مدفن بہ بنيو قم جي شهر ۾.(18)

## مخدوم طالب المولىٰ

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ مخدوم غلام محمد "مغموم" جي گهر 4 آڪٽوبر 1919ع تي جنم ورتو ۽ 11 جنوري 1993ع تائين پاڻ درگاه حضرت مخدوم نوحؒ جا سترنهن سجاده نشين هئا.

مخدوم صاحب شاعري ۾ غزل، نظم، بيت، ڪافي، بيتڙ، فرد، رباعي، چؤسٽو ۽ مرثيو پڻ چيو آهي، ان کان سواءِ نثر نويسي ۾ بہ پنهنجو پاڻ موکيو اٿن. سندن شايع ٿيل

ڪتابن جو تعداد ٻاويهہ ڪن ٿيندو. مخدوم صاحب هالا جي ڪيترن ئي ادبي تنظيمن ۽ تعليمي ادارن جا روح روان ۽ سنڌي ادبي بورڊ جا ٻہ ڀيرا چيئرمين رهي چڪا آهن. سندن علمي ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ حڪومت پاڪستان طرفان کين 1965ع ۾ تمغہ پاڪستان ۽ 1992ع ۾ هلال امتياز جا اعزاز ڏنا ويا.

مخدوم طالب المولىٰ هڪ روحاني رهنماء، شاعر، اديب سان گڏوگڏ هڪ مدبر سياستدان پڻ هئا. پاڻ پاڪستان پيپلز پارٽي جا باني ميمبر ۽ ان ئي پليٽ فارم تان پاڪستان قومي اسيمبلي جا چونڊيل عوامي نمائنده پڻ رهيا. هت سندن مرثيي جا ٻہ بند نموني طور ڏجن ٿا:

عزيزو مَرهم زخم جگر نہ ٿيندو ڪــڏهــن،
ڪنهين ڪان چَاره داغ پسر نہ ٿيندو ڪــڏهن،
هي درد اهڙو آ جو بي اثر نہ ٿيندو ڪــڏهن،
هزار صبر ڪري ڪوئي پر نہ ٿيندو ڪڏهن،
امامؑ دين ڪان چشمِ و چراغ ٿئي ٿو جــدا،
جواني علي اڪبرؑ جي باغ ٿئي ٿو جــدا.

تلف جڏهہ ٿي شهہ خُوش خِصال جي دولت،
لُٽي عَدوُ يا بُدرِ ڪمال جي دولـــــت،
تباهہ ٿي نبئيﷺ ذوالجلال جي دولـــت،
ملي آ خاڪ ۾ زهراؑ جي لال جــي دولـــت،
نہ جــان تَنَ ۾ نہ بينائي چشـــم تر ۾ رهي،
نہ سا خوشي شهہ دنيا و دينؑ جي گهر ۾ رهي.(19)

## نور علي:

نور علي نالي هڪ شاعر جو ھڪ مرثيو هٿ اچي سگهيو آهي، البته ان جي زندگي بابت پڪ سان ڪجهه به چئي نٿو سگهجي. گمان غالب آهي ته نور علي، جو مڪمل نالو سيد نور محمد شاهه آهي نور علي تخلص ڪندو هو. ويجهڙائي واري دور ۾ وفات ڪري ويو آهي. جيئن ته هي هالا جو مرثيه گو شاعر هو، ان خيال سان اسان هت هٿ آيل هڪ مرثيي جا ٽي بند نموني طور ڏيون ٿا.

شال ڪنهنجو نا مري پٽ نوجـــــوان،
شاهه جو پٽ جهڙو اڪبر پهلـــــــوان،
موت اهڙي پٽ جو آهي ڪُک جو ڪان،
داغ اهڙو آهي ڪنهن ڪئون الامــــــان،
.پٽ مري ۽ پير پيءُ جيئـــرو رهي،
ناهي ممڪن داغ اهڙو ڪـــو سهي.
ٿو ڪري راوي هي احوال خليــــل،
راهِ حق ڪيائين ٿي قربان اسمٰعيل،
تڏ اڪيون ڪيئن بند باحال عليـــل،
پر ڏسو هيءُ شاهه جو صبر جميـــل،
تيـــو ڪُسي جڏ راه حق فرزند خدا،
ســـر بسجده شاهه ڪيو شڪر خدا.
تيو جدا يوسف جڏهن يعقوب ڪـــان،
ٿي رنو يعقوب با آهه و فغـــــان،
هئا اگر يعقوب کي فرزند گهڻـــان،
۽ نه يوسف تيو قتل اکين اڳيـــان،
پـــر تيو سامهون شاهه جي دلبر قتل،
چا ڪري بلبل ڏسي ڪرندو وجي گل.(20)

## سيد مڱيل شاهه

سيد مڱيل شاهه سبزواري تخلص "مڱيل" 1952ع ۾ هالا پراڻا ۾ جنم ورتو. سندس وڏو ڏاڏو سيد مير ڪلان شاهه، حضرت قلندر شهباز سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو. سندس شجرو حضرت امام موسىٰ ڪاظم سان ملي ٿو.

مڱيل شاهه سٺو شاعر هجڻ سان گڏوگڏ بهترين خوشخط پڻ هو. هو علم حڪمت، رمل، نجوم، قيافه، روحانيت ۽ جعفر ۾ چاڻ رکندڙ هو. هن شاعري جي مڙني ضنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي پر خاص ڌيان مرثيي تي ڏنو اٿس. پاڻ ڪجهه عرصو اڳ وفات ڪري ويو. سندس سمورو ڪلام اڻڇپيل آهي. سندس مرثيا، نوحه ۽ سلام هالا ۾ پڙهيا ويندا آهن. هن وقت هت سندس مرثيي جو هڪ بند نموني طور ڏجي ٿو:

اول بسم الله سان ڪريان شروع ٿو هي حقيقت آهه،
سڀئي تعريف رب جي جنهن بنائي ساري خلقت آهه،
از بعدِ خدا حضرت محمدؐ جي رسالـــــــــــت آهه،
رسالت جو اجر آلِ محمدؐ سان مـــــــــــــودت آهه،
مگر امت رسالت جو ڏنو اهڙو اُجـــــــورو هئي،
شجر ڪاٽي ڪيئون باغ نبيؑ ويران سمورو هئي.(21)

اسان پنهنجي هن مختصر مطالعي ۾ هالا جي مرثيه نويس شاعرن جو تذڪرو ڪيو آهي. سنڌي ادب ۾ ڪن ٻين موضوعن وانگر هن موضوع متعلق ڪو گهڻو ڪم نه ٿيو آهي. ڪيترا اهڙا مرثيه نويس شاعر آهن جن جي مرثين جا بياضَ قلمي حالت ۾ موجود آهن ته ڪن جا مرثيه ڏاڍي شوق سان پڙهيا ۽ ٻڌا وجن ٿا، پر اهڙو ذخيرو ٿوري تعداد ۾ ڪنهن هنڌ يڪجاءِ ٿيل آهي ۽ بلڪل ئي نه شايع ٿيل آهي.

هـــالا جي ذڪر ڪيل هنن مرثيہ نويسن ڪان سواء محمد رمضان اولياء، حسيـــن بخش ميمڻ، فتح محمد شيخ، محد اسماعيل ميمڻ، انور هالائي، سوز هالائي، حميد شهيد سيف بخاري "تنها"، نور علي سمون، اياز احمد اياز، جاويد سوز هالائي، خان محمد ميمڻ پڻ سانحہ ڪربلا جي ڏکوئيندڙ واقعي بابت نوحہ، قصيدا، سلام چيا آهن.

*****

## حوالا


1. خان بهادر محمد صديق ميمڻ، سنڌ جي ادبي تاريخ، ص134، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2000ع.
2. سنڌ جي ادبي تاريخ، ص136،
3. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، شاهہ جو رسالو- رسالي جو ڪلام(جلد ڏهون) ص29، علامہ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت حيدرآباد، سنڌ 1996ع
4. مخدوم صالح پٽي، ڪيڏارو، ص12-10، ناشر: محمد امين ۽ محمد اشرف پٽي، بار دوم؟
5. ڪيڏارو، ص43-42
6. ڪيڏارو ص48
7. مرزا عباس علي بيگ (ترتيب)، ڪليات ثابت علي شاهہ، ص15، اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر ڪراچي.
8. مرزا امام علي بيگ، سنڌ ۾ مرثيا نويسي جو تحقيقي جائزو، ص263، Ph.D لاء تحقيقي مقالو (اڻڇپيل) 1995ع
9. پروفيسر محبوب علي چنہ (مرتب)، ڪليات امين، ص8-207، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1990
10. مخدوم طالب المولیٰ، درناياب عرف يادرفتگان، ص43، سنڌي ادبي بورڊ 1994ع
11. در ناياب عرف ياد رفتگان، ص145

12. مخدوم جميل الزمان، تذڪره مخدومان هالا، ص287، طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا، 2001ع
13. تذڪره مخدومان هالا، ص304
14. تذڪره مخدومان هالا، ص7-6-295
15. ڪليات ثابت علي شاهه، ص34
16. بياض مولابخش، قلمي، مخمور بخاري
17. ڪيڏارو، ص140-139
18. بياض عيسىٰ عاجز هالائي، قلمي: مخمور بخاري
19. مخدوم طالب المولىٰ، شان حسين ص8-116، اشاعت زير سرپرستي، مخدوم خليق الزمان، مرتب: جليس جعفري، 2005ع
20. سنڌي مرثيا نويسي جو تحقيقي جائزو، ص359
21. سنڌي مرثيا نويسي جو تحقيقي جائزو، ص379

محمد اسماعيل عرسائي

# سکر سي ئي ڏينهن

يارهين وارو مهينو، ربيع الآخر کي چئبو آهي، تنهن ۾ هالن پراڻن ۾ ميلو لڳندو هو. مائٽ پنهنجي ٻارڙن کي اُهي ميلا گهمائڻ وٺي ويندا هئا... ماڻهو جڏهن قبرستان وٽ پهچندا هئا تہ عقيدت مند وچان اُٺ توڙي ڪنهن سواريءَ تان لهي پوندا هئا، ۽ ٿورو اُتي ترسي ختم بخشيندا هئا... ماڻهو يارهين يا خاص مهيني محرم ۽ رمضان ۾ قبرستان ۾ بہ ويندا هئا ۽ پنهنجي بزرگن جي قبرن تي گلن جون چادرون چاڙهيندا هئا. اگر بتيون ٻاريندا هئا. پاڻيءَ جي ڇٽڪار ڪندا هئا ۽ ڪڪريون يا پٽريون ڪٽي رکندا هئا.

ٻيلن پرسان رهندڙ قبيلا توڙي ماڻهو ٻيلي ۾ مال چاري ان تي گذران ڪندا هئا... سنڌي ماڻهو، سيد يا عرب جي موجودگيءَ کي پنهنجي لاءِ برڪت جو باعث سمجهندا هئا. عرب پار جي ڪانگل جي عزت ڪرڻ سعادت سمجهندا هئا.... پڙهيل ماڻهن کي اڻ پڙهيلن يا عام ماڻهن وٽ سڪون محسوس ڪونہ ٿيندو هو.... اڳي رواج هوندو هو تہ جيڪو پٽ يا اولاد ربيع الاول يعني عرس جي مهيني ۾ ڄمندو هو، تنهنجو نالو عرس رکبو هو يا ڪيس عرس سڏيو ويندو هو.... ماڻهو نياڻيءَ جي ڏاج ۾ حال سارو ڏيج ڏيندا هئا ۽ ورلي ورثي ۾ ملڪيت جايون بہ ڏيندا هئا. ڪارڙا ميمڻ جيڪي ميرن جي زماني ۾ فوجي هوندا هئا، تن کي زمينون پڻ مليل هيون .... تعليم ابتدائي طور قرآن شريف، سنڌي ۽ ٿورڙي فارسي ڏني ويندي هئي.

هالا نون جون سوسيون، گربيون ۽ ٻيو چيڪ جو اُٽيل ڪپڙو جو عام طرح حيدرآباد جا عامل، ديوان ۽ ٻيا پائيندا هئا. هندو پتلون ۽ پاجامن لاءِ ڪم آڻيندا هئا. گنو گڏ ڇريل چانديون، اجرڪ، بافتو ۽ ململ وغيره پائيندا هئا..... تڏهن هالن ۾ ريل ڪانہ هئي. حيدرآباد اچڻ لاءِ ٽي اسٽيشنون هونديون هيون. شهدادپور، ٽنڊوآدم، ۽ اڏيرو لال .... هالن جا

واپاري حيدرآباد ۾ سوسيون،گربيون ۽ چيڪ نيڪال ڪري اُتان بافتو ململ وغيره خريد ڪندا هئا .... تڏهن ڪميٽي امتحان ڏيڻو پوندو هو، جنهنڪي پوءِ فائنل چيو ويندو هو. جڏهن حيدرآباد ۾ ٽيپداري اسڪول نہ هوندو هو، تڏهن سڌو سنئون سفارش تي ٽيپداري نوڪري ملي ويندي هئي.

رواج موجب شاديون بدي تي ٿينديون هيون .... اسان جي چاچي جي جيڪا جڄ هالن کان شهدادپور اسٽيشن تي آئي، تنهن ۾ پندرنهن کان ويهہ ڪجاوا ۽ ٻيا مهيري اُٺ قطاريل هئا. تنهن زماني ۾ حيدرآباد شهر مان شادي ڪرڻ وڏي ڳالهہ سمجهيو ويندو هو ..... جڏهن پهريون پُٽ ٿيندو هو تہ شُڪراني جا شاديانا ڪيا ويندا هئا. مهمانن کي دعوت ڏيئي گهرائي ماني کارائي ويندي هئي. ناچڻيون گهرائي مٿن گهور ڪئي ويندي هئي.

هاٿوڪي نور محمد اسڪول، کي تنهن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول چيو ويندو هو ...... چوٿين درجي ۾ پهريون نمبر پاس ٿيڻ تي سرڪاري اسڪالر شپ ملندي هئي. ايسٽائين بي.اي تائين اسڪالر شپ پڻ ملندي هئي .... تنهن دور ۾ ڪمشنر جا دربار بہ ٿيندا هئا، جيڪو هڪ وڏو اعزاز سمجهيو ويندو هو .... فارسيءَ جو بہ گهڻو واهپو هو ۽ ماڻهو ديوان حافظ گهڻو پڙهندا هئا ..... وڏا جاگيردار، خاص ماڻهن کي زمين بنا ڍل بہ ڏيندا هئا.

هالا شهر ويجهو علي گنج يا پاهڙ واهہ هوندو هو. جتي گهاٽ تي غسل لاءِ مرد توڙي عورتن لاءِ چاڙهيون نهيل هونديون هيون. جتي عام ماڻهو وهنجندا بہ هئا تہ ڪپڙا لٽا بہ ڌوئندا هئا. نندي وهيءَ وارا ڇوڪرا ۽ جوان پاڻيءَ ۾ ترندا ۽ ڏاهيءَ راند ڪندا هئا.

زمين تي نار چاڙهيا ويندا هئا، جن جا پڙوها پڪين سرن سان اوساري ٿيل هوندا هئا. انهن نارن تي انبن جا ڪجهہ وڻ ۽ گيدڙيون بيٺل هونديون هيون. اسان وٽ اُٺ، ڏاند، ڳئون، مينهون ۽ هرٽين جهڙيون ٻريون ٻڪريون ۽ ٻيو مال گهڻو هوندو هو. جن لاءِ مستقل طور ڪِڙَ ۽ مَنهن نهيل هوندا هئا ۽ هر هڪ لاءِ نگران خدمتگار هوندا هئا. ڍورن جي ڏاري ۽ چاري لاءِ جدا جدا آهرا هوندا هئا، جن ۾ وڏا ڪونار

پڪيءَ طرح بند ٿيل هوندا هئا. گهٽ ۾ گهٽ اٺ، ڏهه وڏا مٽ زمين ۾ کُتل هوندا هئا، جن ۾ ڪڻ پسايو ويندو هو ۽ مٽن جي ڏاري ۽ ڪَڪڙن پُسائڻ لاءِ وڏا ٻاري نڪر جا ڪونار هوندا هئا، جن ۾ چاڻ ۽ چونو ۽ ڪَڪڙن سان گڏ ڏارو پسايو ويندو هو ... ٻه همراهه ته رڳو مال جي کُتر لاءِ مقرر هوندا هئا. تنهن وقت اجا کُتر جون هٿ واريون مشينون رائج نه ٿيون هيون. تنهنڪري کُتر جا، مٿين منهن لڳندي هئي.

ڏاندن لاءِ ٻاجهريءَ جي اٽي جا ٿلها روٽ اڌ ڪَچا اڌ پڪا پچايا ويندا هئا، جن ۾ آڱرين سان سوراخ ڪري ڄاڻيي جو تيل وڌو ويندو هو. ٻئي پاسي ٻبرن جا چيچڪا ۽ پلڙا، جيڪا پڻ مال لاءِ هڪ طاقتمند خوراڪ سمجهي ويندي هئي، سا هميشه موجود رکي ويندي هئي. ڇَنن ۽ مَنهن سان لڳ هڪ لانڍي نهيل هوندي هئي جيڪا اوطاق طور ڪم آندي ويندي هئي ۽ ان ڪي هڪ ڏاڪائون در هو. اندر هڪ طرف ٻه ٽي منجا ۽ پنج ڇهه مَنجيون پيل هونديون هيون ته ٻئي پاسي مٽن جي ڏاري بوسي ۽ ڪڪڙن جون ڳوٿيون حفاظت سان رکيل هونديون هيون ۽ ڪڻ جون ناريون هڪ ٻئي مٿان مناري جيان اونڌيون رکيل ڏسڻ ۾ اينديون هيون. آئي وئي يار سنگتيءَ سان ڪچهري اتي ٿيندي هئي ۽ مانيءَ ٽڪيءَ جي آڌر ڀاءُ ۽ آرام لاءِ اهائي هوادار لانڍي هئي، جيڪا هاٿوڪي ٻنگلن ڪان ٻه وڌ رونق بخشيندڙ هئي.

ماهئي مال لاءِ هڪ سان، ڳائي مال لاءِ سان ڏڳو ۽ اوٺي مال لاءِ چانگو ۽ گهوڙين لاءِ هڪ مڪڙو گهوڙو ٻه رکيو هو. امير ماڻهن وٽ چڙهي لاءِ گهوڙا هوندا هئا. ٽپيدارن وٽ گهوڙا هوندا هئا ..... جڏهن ته مخدوم صاحبن ڪان هڪ گهوڙو خليفن کي مليل هوندو هو..... هر هڪ جانور لاءِ جدا جدا کُڙهيون نهيل هونديون هيون. گهوڙن ۽ گهوڙين لاءِ هڪ هاري سيس طور مقرر ٿيل هوندو هو، جيڪو پهريداريءَ جو فرض ٻه ٻجا آڻيندو هو. گڏو گڏ ٻابا سائين، مخدوم صاحب جن ڪان هميشه ٻه شڪاري ڪتا، جيڪي سندن لوڌ جا هوندا هئا، خاص عنايت ونندو هو. نه ته لوڌ جو ڪتو ڪوٻه امير ماڻهو ڪنهن کي نه ڏيندو هو، جو اهڙا ڪتا نهايت قيمتي هوندا هئا ۽ هر هڪ ڪتو ڏهن پهريدارن جي برابر هوندو هو.

نارن تي مينهن جا پاڏا ۽ وڇون هڪ طرف، تہ ڳئن جا ڳابا ۽ ڳابيون ٻئي پاسي، ٻڪرين جا ڇيلا ۽ ڇيليون ٽئين طرف، اُنن جا گونرا ۽ گونريون چوٿين طرف، تہ گهوڙن جا وڇيرا ۽ وڇيريون پنجين طرف. مينهون اهڙيون تہ ڀليون هونديون هيون، جو اُهي مهلن تي اڌ اڌ مڻ کير ڏينديون هيون، تہ ڳئون ڏهہ ٻارهن سير ۽ ٻڪريون چار پنج سير. شام جو ڏهائي ٿيندي هئي تہ ساڙهن ۾ گوهن جي گهوگهو لڳي ويندي هئي. اميرن جو مٽين منهن کير ٿيندو هو، جو هاري ناري هڪ پاسي پيئندا هئا، گهر ۾ روزانو ساڙها ڀرجي جدا ايندا هئا، تہ مارڪيٽ ۾ وڪري لاءِ الڳ موڪليو ويندو هو. کير ڀنارو ڪافي انداز ۾ ڄمايو بہ ويندو هو ۽ صبح جو مايون هارياڻيون اسان جي گهر ۾ اچي اهو ولوڙينديون هيون ۽ جنديءَ چڙهيل منڌيون، جن ۾ ڪوڏين ڀريل ٽونر پيا لٽڪندا هئا، تن جي ولوڙڻ جو آواز ڏاڍو ڪنن، دل ۽ دماغ کي پيو سيبائيندو هو. اوڙو پاڙو، غريب غربو ۽ اوکي سوکي ڏڌ گهرندو هو، تہ کيس ڪشاده دليءَ سان دکيون ڀري ڏنيون وينديون هيون. ٻارن وارين غريبن عورتن کي ڏُکي لاءِ مکڻ مفت ڏنو ويندو هو. جڏهن مکڻ جا ڀريل ڪنگر گڏ ٿيندا هئا، تڏهن اهو مکڻ تپائي گيهہ ڪيو ويندو هو .... ۽ وسلڻ جي ڪائڻ لاءِ سڀ پاڙي جا ٻار اچي گڏ ٿيندا هئا، جي ڪائي چڙهہ ڪندا هئا.

زميندارن کي ڀلن وهٽن ڌارڻ جو نهايت گهڻو شوق هوندو هو. لاڏو اٺ، اُن، ڦـتيون ۽ ٻيلي مان ڪانيون ڍوئيندا هئا ۽ نارن ۾ وهندا هئا تہ مهري اٺ سواريءَ لاءِ رکيا ويندا هئا. جن لاءِ مير جت اوٺي خاص مقرر ڪيل هوندا هئا. اُنن جا ساز، جهڙوڪ لاڏو اُنن لاءِ پلڻ ۽ ڪجاوا ۽ مهري اُنن جا پاکڙا، جهلون، نتون (نٿون) ۽ ٻيو ڳاشي جو سامان ۽ اُنن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ چانديءَ جون ڳانيون هونديون هيون. گهوڙائن وهٽن لاءِ ٺل، ٽڙها، هَنا ۽ ٻيا ساز هوندا هئا. اُهو سامان اڪثر ڪري پٺوري جي ميلي تان خريد ڪيو ويندو هو. ڏاندن کي پيتلي ٽليون، ٻڪرين کي لوهي ڇڙيون ۽ مينهن ڀنارين کي ڳچيءَ ۾ گهنڊلا ٻڌا ويندا هئا. گهوڙن جو هٺڪارون، مينهين ڀنارين جون ڍڪون، ڳئن جون رنيون، ٻڪرين جون ٻيڪون ۽ ننڍڙي مال جا ننڍڙا ڪومل آواز!! برسات کان پوءِ جڏهن مک ۽ مڇر ٿيندو هو تہ پوءِ مال ڀناري جا ڪَنَ ۽ پُڇَ پيا لُڏندا هئا

۽ جاري پچائڻ لاءِ واهو يا پَترَ ۽ بيو سائو ڪک پن ساڙي دونهيون دُکايون ويندڀون هيون ۽ گهوڙائين ۽ ماهئي مال جي پُنيءَ تي ٽپڙيون وڌيون ويندڀون هيون، ته مڇرن جي چڪن کان بچيل رهن. جڏهن پَٽن ۽ پوٺن تي چراگاهه اُبري پوندا هئا، تڏهن پنهنجو مال اڪثر وسن تي به موڪليو ويندو هو. مال جي سڪ لاءِ زميندارن وٽ پنهنجي هُڙي به هوندي هئي .... ۽ اڪثر وقت سرڪاري پنچريءَ ڏيڻ سان مال ٻيلي ۾ به موڪليو ويندو هو.

انهيءَ زماني ۾ سال ۾ عام واهن تي رڳو خريف جو هڪ فصل ٿيندو هو. درياءَ ۾ جڏهن چاڙهه ٿيندو هو. تڏهن پاڻي پاڻمرادو وهي اچي واهن ۾ پوندو هو ۽ واهه وهڻ لڳندا هئا. واهن جي وهڻ کان ٿورو وقت اڳ واهن کي ڪاٽي ڪنائڻ لاءِ چيڙون نڪرنديون هيون ۽ پنهنجي پنهنجي حد ۾ هرڪو ڪامڙين کي ڪاڏو ڪارائيندو هو. ڳڙ جي ٿهريءَ جون ديڳيون لهرائيون ويندڀون هيون، ۽ ڏاڍي مزيدار ٿيندي هئي. پاڻي وهي اچڻ کان اڳ نارن چاڙهن جي نوبت ايندي هئي. واڍا ڪم ۾ لڳي ويندا هئا ۽ چڪريون، ڳاڏيون، لنيون ۽ ڊينگا سُپ درست ٿيڻ لڳندا هئا. ڪِپُ ۽ ڏِين جا ڍير گڏ تي ويندا هئا ۽ مالهي مالهون وٽڻ ۾ مشغول تي ويندا هئا، جن کي ڳُڙ جون ڳرهاڙيون يا ٻُسريون ڪارايون ويندڀون هيون. ڪنيار، ڪنگرن جا گڏهه پري اچي لاهيندا هئا، جن کي مالهه ۾ ٻنڌڻ سان ٻَڌو ويندو هو. هَرَن ٻَڌڻ تي به چيڙون هلنديون هيون. پهريائين لاهه ڪدي پوءِ ڪندا ڪڙڇ گڏ ڪري ڪُهڙ ساڙيا ويندا هئا. اڏون درست ٿينديون هيون، ٻنا ٻڌبا هئا، پارا نهندا هئا، ڪڙ پچندا هئا. ٽڙ يا سانهر گهمائبو هو. چرخي پوک ۽ موڪي پوک ٿيندي هئي. ربيع يا چيٽ جي فصل ۾، سيلابي زمين آباد ڪئي ويندي هئي، جيڪا درياءَ جي چاڙهه وقت درياءَ ٻوڙيندو هو ۽ ان ۾ ڪافي سيلاب رهندو هو ۽ اُتي ڪڻڪ، مٽر، مڱ، ۽ چڻا نهايت پِلا ٿيندا هئا ..... اهو فصل ناڙيءَ تي ڪيو ويندو هو، ۽ ناڙي هڪ ڏينهن ۾ ڪئي ويندي هئي، جنهن تي پڻ چيڙ وهندي هئي ۽ منن چانورن جون ديڳيون هڪ طرف لاٿيون ويندڀون هيون ته ڳڙهاڙيون ٻئي پاسي پچائي ڪم وارن همراهن کي ڪارائبيون هيون.

جن ماڻهن جون زمينون پاهڙ واهه جي پرينءَ ۾ هونديون هيون،

تن کي جڏهن واهه وهي ايندو هو، تڏهن کين يا تہ هالن جي سرڪاري آفيس واري موريءَ کان ڦري وڃڻو پوندو هو، جيڪو پنڌ سهنجو ٿيندو هو، يا تہ نارن جي سامهون واهہ جي آرپار هڪ ڪاٺي رڪائي ويندي هئي، جيڪا چڱيءَ طرح گهڙائي تختي جيان سڌي ڪئي ويندي هئي ۽ واهہ جي ٻنهي پاسن کان اُپيون ڪاٺيون کوڙي تن ۾ هڪ نوڙ ٻَڌو ويندو هو، تہ ڪاٺيءَ تان لنگهڻ مهل ان جو سهارو وٺي لنگهجي. هاري ناري توڙي ٻار ٻُڍا سڀ انهيءَ ڪاٺيءَ جو استعمال ڪندا هئا. جڏهن تہ واهن جي پيٽ جي ويڪر ۾ مهاڻا مڇيون پڻ ماريندا هئا، جتان رڃ ۾ جرڪا، گندڻ، ڇيلري مڇي ۽ ڪڳا يا رڙا ڦاسندا هئا. مهاڻا لئيءَ جا لڪڻ سيخن جيان گهڙي ان ۾ رڙا ڇيري سيخ تي چاڙهي پچائي زميندارن جي پٽن کي کارائيندا بہ هئا. تازا رڙا پچڻ بعد نهايت لذيذ ٿيندا هئا.

زميندارن جا ٻار يا عام ٻار نارن تي ضرور گهمڻ ويندا هئا. جيڪي ڳاڌيءَ تي ويهندا هئا، کين ڏاڍو لُطف ايندو هو. نارن جو رينگٽ هڪ عجيب سرور پيدا ڪندو هو. ٻار شرارتون بہ ڪندا هئا. اهي ڪتر جي لانڍيءَ ۾ سائو گاهہ مُٺ ۾ جهلي، اڏيءَ تي رکي، ڪُتر جي ڪهاڙيءَ سان جيئن ڪُتر ڪرڻ جو شوق پليندا هئا، ورلي پنهنجي آڱر يا هٿ وڍائي ويهندا هئا. مون سان بہ هڪ ڀيري ايئن ٿيو، جو آڱر وڍجڻ سان هڪ پاسي آڱر مان رت پئي ريلا ڪري وهيو، تہ ٻئي پاسي چاچا سائين مونکي چڱيءَ خاص مار بہ ڪڍي هئي.... ٻار اڏن ۾ وهنجندا بہ هئا.

هالا ۽ ڀر پاسي واري جوءِ وچولي ۾ هئڻ ڪري اتي ڪوبہ ساريال فصل ڪونہ پوکبو هو. چانور يا تہ ڊوري ناري مان گهرائبا هئا، جتي مخدوم صاحب جا وڏا وڏا زميندار مريد هوندا هئا، يا تہ لاڙ مان ڪورواهي چانور ڪجهہ موتيا ۽ ڪجهہ رتڙيا گهرائيندا هئا.البت گهوگهاري جا سڳداسي چانور مقامي طور خريد ڪبا هئا. ربيع يا چيٽ ۾ ڪڻڪ ۽ خريف يا ڪتيءَ ۾ ٻاجهري اچي جوئر ۽ ڳاڙهي جوئر پوکبي هئي، جنهن مان چڱي اُپت ٿيندي هئي. خاص طور اُپت ڪپهہ جي فصل يعني ڦٽين مان ٿيندي هئي، جنهن جي پوک اناج جي پيٽ ۾ وڌيڪ ڪبي هئي. مِني گِني جي ڪاٺڻ لاءِ ڪجهہ ٻارا ڪماندڙيءَ جا

پوکيا ويندا هئا. باقي ووڻن پوکڻ تي خاص ڌيان ڏنو ويندو هو. هڪ تہ زمين پلي هوندي هئي، ٻيو چڱيءَ طرح ڪمايل هوندي هئي. تنهنڪري اناج توڙي ڦٽين جا فصل بلڪل پلا ٿيندا هئا ۽ ڪٽي مان ڪاسو تي پوندو هو. گڏ ڪرڻ جو ڪم اڪثر مايون ڪنديون هيون ۽ لاباري ۽ ڦٽين جي چونڊي ۾ اڪثريت ماين جي هوندي هئي. جڏهن پوک نسرندي هئي ۽ سنگن ۾ داڻا پربا هئا، تڏهن پيها اڏيا ويندا هئا ۽ مٽيءَ جا پنوڙا آڻي انهن مان ڳوڙها ناهي سُڪائي ڪانياٽين وسيلي جهار هڪلڻ ۾ استعمال ڪبا هئا. ٻوڙي پڪيءَ واري جهاڙ البتہ اهنجي هوندي هئي، جنهن ڪي ڊيڄاري ڀڄائڻ لا ڪِنُون نهرايون ويندبون هيون، جن ۾ سجادي جو پوچڙ هوندو هو. جنهن مان اهڙو تہ نڪاءُ نڪرندو هو، جو سارو جهنگل ٻري ويندو هو.

جڏهن اناج جي پوک پچي راس ٿيندي هئي. تڏهن لابارن جا سعيا ٿيندا هئا، ۽ ڪٽان ڪٽان جا لاهيارا اچي مڙندا هئا. سنگن ميڙن لا پَٽُ اچو ڪري ٻاريون ۽ ڪرا تيار ڪبا هئا. جتي اوطاق لاءِ لانديون ناهيون هيون. جن ۾ همراهہ حفاظت لاءِ رهائبا هئا. هَلرون ٻڌڻ وقت عجيب نظارو هوندو هو. هارين جي هلر تي ”هَلي ملي“ جي هونگار واقعي عجيب هوندي هئي. هلرن جو ڪم پورو ٿيندو هو، تہ اَنُ اچو ڪرڻ لاءِ وائرڻ جو دور شروع ٿيندو هو. خاص قسم جا وڏا ڇڄ جن کي ڳاگڙا چيو ويندو هو، تن جي ذريعي وائر شروع ٿيندي هئي. ان هڪ پاسي تہ ٺهہ ٻئي طرف، انبار لڳي ويندا هئا. ان گولائيءَ ۾ ساتاري رکبو هو ۽ چوڌاري نيو لڳائبو هو، متان ٻار مان ان چوري ٿي وڃي. پوءِ حجام، ڪنيار، ڌوٻي، واڍو ۽ مڱڻهار، جيڪي اسان جا آهتي هوندا هئا، سي آهت وٺڻ لاءِ اچي سهڙندا هئا. ان جي ماپ پاٽين ۽ ٽوين سان ڪبي هئي ۽ هي سڀيئي پنهنجو آهت وٺي ڪلي خوش ٿي دعائون ڪندا هئا. فقير فقري ۽ پير مرشد جو حصو ڪڍي پنهنجي ڪاڏي ۽ ٻج لاءِ اَنُ رکي، باقي اناج نيڪال ڪيو ويندو هو، جيڪو واٽيا ڏڙوائي، ٻار تي اچي ٽوري تڪي ڳوٺيون پري سڀي يا ٽنبون هٽي ڪٽائي ويندا هئا.

ڦٽين جي چونڊي وقت، مايون جيترو چُونڊو ڪنديون هيون، ان جي حصي رسد روڪڙن پئسن جي پيٽ ۾ ڦٽيون ونديون هيون، جي

شام جو ڪانيي ۾ وجهي پنهنجي ڪکن ڏانهن موٽنديون هيون ۽ روزانو روز ائين ڪيو ويندو هو... ڦٽين جا اڪثر ڪري ٿي چوندا ٿيندا هئا. جڏهن چوندا ختم ٿي ڦٽيون ڪري تي گڏ ڪبيون هيون، تڏهن انهن جا گراهڪ، جيڪي اڪثر هندو هوندا هئا، سي ڏڙواين، ڪاٽن، برڪين يا پندن سميت اچي منهن ڪيندا هئا. اگهه پار اڳيئي نبريل هوندا هئا. ڦٽين جي تور ۽ برڪين جو پرجڻ شروع ٿي ويندو هو. ڏڙواين جا آواز هي برڪت، هي ٻہ، هي ٽي وغيره ڏڙي ڏڙي تي سُريلا آواز هڪ عجيب غريب نماءُ پيدا ڪري ڇڏيندا هئا. ڪَتل ورهائي ويندي هئي جيڪا سيئي چاهه چس سان ڪائيندا هئا.

زميندار يا جاگيردار جڏهن پيدائش جي وڪري جا پئسا گهر ۾ آڻيندا هئا، تڏهن چانديءَ جي رپين ۽ گينين جون ننڍڙيون ڪاريون پرجي اينديون هيون. گنيءَ جي قيمت تڏهن، شايد 1920ع ڌاري، تيرهن کان پندرهن روپيہ ٿائين هئي. هڪ هڪ خاندان کي سونيون ساهيون ۽ ٻيا چانديءَ جا زيور ميسر هوندا هئا. روڪڙ ۽ زيورن جي بچاءُ لاءِ ٿجوڙيون ونبيون هيون. اسان ڳري ٿجوڙي ٽندي آدم مان خريد ڪئي هئي. تڏهن ٿجوڙيون ڪن جزوي ماڻهن وٽ هونديون هيون. جڏهن ڪو ماڻهو ٿجوڙي وٺندو هو، تہ شهر يا ڳوٺ ۾ چوبول مچي ويندو هو، تہ فلاڻي وٽ خزاني جا ڪوهہ آهن. جنهن وٽ ٿجوڙي هوندي هئي، سو شاهوڪارن ۾ ليکبو هو.

نارن جا ڏهاڙا ايندا هئا تہ مَنهن مٿان ڪدو ۽ سنڌي ساين تورين جون وليون چانئجي ويندون هيون ۽ انهن جي سبز ساون پتن ۽ پيلين گلن سان منهن معطر ٿي ويندا هئا. ڪدوءَ جي هرهڪ قسم جو ٻج پوکبو هو. ڪائڻ جا ڪدو، ميربحرن جي تنبن لاءِ ڪدو، ڳائيندڙن جي يڪتارن لاءِ ڪدو، جوڳين جي مرلين لاءِ تُنبيون، ستنامين ۽ سوامين جي لوٽين لاءِ تنبيون، مطلب تہ گول ۽ ڊگها ڪدو گهڻا پوکيا ويندا هئا. تورين مان ڪي ٻيجارن لاءِ ڇڏيون ويندون هيون، جن جي خشڪ ٿي وڃڻ کان پوءِ منجهانئن ٻج ڪڍي باقي ٺلهن کوکن مان گهوڙن جي صفائيءَ لاءِ کوکرا ناهيا ويندا هئا. سستائيءَ جو زمانو هو، ڪنهن کي ڪائڻ کان جهل پل ڪانہ هئي. هرڪو گهُرج آهر توريون توڙي ڪدو پٽي

هليو ويندو هو.... اڏن جي ڪپرن سان پينديون لڳايون ويندي‌يون هيون ۽ وچ وچ ۾ چونرن جون قريون، جن کي رانهان به چيو وڃي ٿو، تن جا بوٽا لڳايا ويندا هئا، جن مان خوب ڏوَ ڪندا هئا. اوني گوار جا ته ڪجهه بارا وهٽن لاءِ خاص رکايا ويندا هئا، باقي ڪاڇڻ گوار جيڪا ڪانڻ لاءِ مخصوص هوندي هئي، تن جا ٻُوڙا اڪثر اڏن جي ڪَپنَ سان لڳايا ويندا هئا.

اسان جي ٻني ڏکڻ طرف کان علي گنج واهه وٽان نارن کان شروع ٿي، اُپرندي ۾ ڊپٽيءَ جي باغ، جانورن جي اسپتال ۽ منزل گاهه طرف هوندي هئي. ۽ اُلهندي طرف هُڙي هوندي هئي.

وِي جڏهن پربي هئي، تڏهن ان جي اُتل سبب ڪنارن واري زمين سيراب ٿيندي هئي، جنهن ۾ آرائين جي پوک ڪئي ويندي هئي. آرائين ۾ گدرا، چاهيون، ونگا ۽ ميها پوکيا ويندا هئا. ٻنيءَ جو ڪو ٽڪر خاص پتائي گجرن ۽ لاهوري گجرن لاءِ مخصوص ڪيو ويندو هو. ڪولهي، پيل هاري خاص طرح پاڃين ۽ تماڪ پوکڻ ۾ ماهر سمجهيا ويندا هئا، تنهنڪري انهن پوکن لاءِ سندن خدمتون حاصل ڪيون وينديون هيون. پاڃين ۾ ساوا مرچ، واڱڻ، ٿوم، بصر، ميٿي، پالڪ، چوڪو ڏاٽا ۽ پن گوبيون ۽ ڦل گوبيون پوکبيون هيون. تماڪ جڏهن تيار ٿيندو هو، تڏهن اُهي ساڳيا واٽيا هاري ايندا هئا، جي تماڪ وڍي، پنّ خشڪ ڪري پنهنجي انداز ۾ اچي پنديون پريندا هئا، جي آراضيءَ طرفان گهرايون وينديون هيون. تماڪ مان اُپت به چڱي ٿيندي هئي ۽ ڪَمين ڪارين کي به چلم چڪڻ لاءِ ڏنو ويندو هو. بہ ٽي پندون ان مقصد سان خاص گهر ۾ سال لاءِ رکائيبيون هيون ۽ باقي تماڪ نيڪال ڪبو هو. تڏهن ٻيڙي چڪڻ جو رواج گهٽ هو ۽ جتي ڪٿي چلم نظر ايندي هئي. مهتن جي دڪانن تي ، مسلمانن جي اوطاقن ۾ ۽ گهرن ۾ چلم جو چرچو هوندو هو.... گڏو گڏ سوالي موالي به تماڪ جي ڳوٽيءَ لاءِ سوال ڪندو هو، جنهن کي خالي نه ڇڏيو ويندو هو.

ٻاجهريءَ جو اَنُ ٻئي اَنَ کان گهٽو رکيو ويندو هو، چو ته ان جي گهرج ٻئي اناج کان گهٽي پوندي هئي. گهوڙن جي داڻي ۽ مال جي ڪاڏي لاءِ ٻاجهري ئي بهترين خوراڪ هوندي هئي. ٻاجهريءَ جا ڪُهر

رڌي مال کي کارايا ويندا هئا ۽ سارو سال ان لاءِ ٻاجهريءَ جي گهرج پوندي هئي. تڏهن ڪڻڪ کائڻ جو ايترو رواج نه هو. وچولي ۾ جوئر ۽ اسان جي پٽ هالا ۾ ٻاجهري ئي مکيه اَنُ هو، جنهن جو عام استعمال ٿيندو هو، هاري ۽ همراهه ته شڪايت ڪندا هئا ته ڪڻڪ مان سندن شڪم نه ٿو پلجي. ڪير، مکڻ، لسي ۽ ڏوئرو رڳو ٻاجهري جي مانيءَ سان مزو ڏيندو هو.

سياري جي موسم ۾ هالن جي سڄي شهر ۾ صبح سويري ٻاجهريءَ جي رٻ رڌي ويندي هئي. چانهه کي ڪابه اهميت ڪانه هئي. چانهه رڳو تڏهن استعمال ڪبي هئي، جڏهن ڪنهن کي ٿڌ يا بخار ٿيندو هو، جنهن لاءِ چانهه چپٽي ٿهڪندڙ پاڻيءَ ۾ وجهي بيمار کي جُهنڊ ڪرائي اُٻ ڏني ويندي هئي. ٻيءَ صورت ۾ چانهه جو نالو به ڪونه ورتو ويندو هو. ٻاجهريءَ جي رٻ ٻن طريقن سان ٺاهبي هئي. هڪ ڏاري جي رٻ ۽ ٻي ڪُٽي جي رٻ. ٻاجهريءَ کي جنڊ ۾ ڏري، ڏارو ٺاهيو ويندو هو ۽ اُکري مُهريءَ ۾ ڪُٽي ڪُٽو ڪيو ويندو هو. ڪُٽي جي رٻ البت ڏاري جي رٻ کان وڌيڪ لذيذ ٿيندي هئي، خاص ڪري جڏهن ان ۾ مکڻ وجهبو هو. ٻاجهريءَ جي رٻ صبح جو سوير سيءَ ۾ نيرن به هوندي هئي، ته چانهه جو به ڪم ڏيندي هئي. سياري ۾ ڪني رڌڻ جو به رواج هوندو هو.

چانورن جيان، ٻاجهريءَ کي رڌي ان ۾ ڳائو گوشت وجهبو هو ته ٻاجهريءَ جو پُلاءُ ٿي پوندو هو، جنهن کي عرف عام ۾ ڪني چوندا هئا ۽ نهايت لذيذ ٿيندي هئي. گهرن ۾ عام جام نيرن ٻاجهريءَ جي مانيءَ ۽ لسي مکڻ سان ڪرڻ ۾ ايندي هئي. البت منجهند جي ماني ڪڻڪ جي پچائي ويندي هئي. تڏهن هالن ۾ ڪڻڪ جي ماني ٿورا ماڻهو کائيندا هئا. ٻهراڙين ۾ شايد ڪڻڪ گهٽ واپرائبي هئي. شهري خوشحال عورتون گهرن ۾ ڏيڍُ، اُڙاتا ۽ چلا پچائينديون هيون. ڳاڙهي ۽ اڇي جوئر مان ڦُلا پوڳڙين کان ٺهرايا ويندا هئا. ۽ ڳڙ ۾ ڦلن جا مُنيا ۽ ڳڙداڻيون به ٺهرابيون هيون. ڪڏهن ڪڏهن ذائقي وٽڻ خاطر جوئر جي ماني به پچائي ويندي هئي. جيڪا ڪنهن به حالت ۾ ٻاجهريءَ کان گهٽ نه هوندي هئي. چانورن جون ريون جي ٻچنديون هيون سي پيهائي

منجهانئس بہ مانيون پچايون وينديون هيون. خاص طور چانورن جا چلا نهايت خوش ذائقي ٿيندا هئا. گڏو گڏ سانئون پنهنجو ٿيندو هو، جنهن مان ڪڏهن ڪڏهن ماني بہ پچائي ويندي هئي، نہ تہ اڪثر ڪري سانئين جي ڏاري ۾ مناڻ وجهي ٻاٽ ناهيو ويندو هو، جو ڪيرٽيءَ جي لذت بخشيندو هو. انبڙيءَ جو سانڌاڻو عام طرح غريب ماڻهو سنڌيندا هئا ۽ ڳنڍڻ بدران، ماني سانڌاڻي سان ڪائي ويلو پاري ويندا هئا. خوشحال گهرن ۾ ڪدو، ميهن، پتائي گجرن، بصر، ساون مرچن، ليمن، گوار، ڏونرن، موري، گوگڙن ۽ سرنهن جي ڳنرن جي سانڌاڻي جون وڏيون وڏيون چاڏيون، برنيون ۽ مرتبان ڏسڻ ۾ ايندا هئا. انبڙين مان تيل جو آچار، سرڪي جو آچار، ۽ چٽڻي ۽ مربو ناهبو هو...منهنجو چاچو ڪنهن ڪنهن سال باغ بہ مقاطعي تي ڪٽندو هو. پوءِ تہ انب، سنڌي ڏاڙهون، ليما، زيتون، صوفي ٻيرن جا گهر ۾ انبار لڳي ويندا هئا.

تڏهن مخدومن جا هالن شهر ۾ بہ عمدا باغ هوندا هئا. هڪ اوريون يا پراڻو باغ ۽ ٻيو پريون يا نئون باغ. پراڻو باغ تہ بلڪل تعلقي آفيس جي پريان هو، جنهن جي ڏکڻ الهندينءَ ڪُنڊ تي مخدوم صاحب جن جو هڪ ننڍو بنگلو نهيل بہ هوندو هو. هيئنر نہ اتي بنگلو رهيو آهي ۽ نہ باغ. باغ وڍائي اتي زمين آبادي ڪئي وجي ٿي. ٻيون نئون باغ جو ٿورو پر پرو هوندو هو، سو نهايت هڪ اعليٰ درجي جو باغ هو، هن باغ ۾ چونڊ انبن جا وڻ پوکيل هوندا هئا، جن تي مختلف نالا رکيل هوندا هئا – مثلاً: جمون، سدا گلاب، مصري، پتاشو وغيره. جمون جنس جي انبن مان سواد بہ جمونءَ جو ايندو هو ۽ خوشبوءِ بہ جمونءَ واري هوندي هئي. سدا گلاب ڪائبو هو تہ عرق گلاب جي سڳنڌ ايندي هئي. هڪ انب جو وڻ هوندو هو، جنهن جا انب پال نہ وجهبا هئا. ان جون انبڙيون ڪچيون ئي ڪائبيون هيون، جن ڪي ڪَچَ مني جون انبڙيون چئبو هو. تنهن سُڪار واري زماني ۾ عام انبڙيون ٻن اڍائين آني سير جُڙنديون هيون، تڏهن بہ ڪچي مني هڪ هڪ انبڙيءَ جو مُلهہ بہ آنا هوندو هو. ڪائبي هئي تہ چڻ ناريل وارو سواد هوندو هو. مخدوم صاحب جن هن وڻ جون انبڙيون گهٽي انداز ۾ پنهنجي لاءِ مخصوص رکندا هئا ۽ دوستن احبابن ڪي سوکڙيءَ طور ڏيندا هئا. هن باغ جي مقاطعي لاءِ تمام

گھڻا شائق گراهڪ هوندا هئا ۽ بلڪل چڳي اگهہ ۾ وڪندو هو.

سُگهڙ ۽ ڀهڳڻ مايون عمدا طعام ۽ مٺايون بہ ناهينديون هيون. ڪٽڪ مان لپئي ۽ مٺيون موٽيون ۽ ڏيتڙا، ڏاڪڻ جي مغز مان پنجيري ۽ چُري بنائينديون هيون، جنهن ۾ خوب مغزيات پيل هوندا هئا، جي موسم سرما سياري لاءِ معجون جو ڪم ڏينديون هيون. رمضان شريف جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪٽڪ جو مَيدو پيهائيو ويندو هو، جنهن مان سَيون جُڙنديون هيون، جي مايون رات جو ڪمڪار کان وانديون ٿي گڏجي دلن جي پُنيءَ تي چاٽا رکي هٿن سان ناهينديون هيون. تڏهن اجان سَين ناهڻ لاءِ هٿ جون مشينون رائج نہ ٿيون. ڪي حلوائين کان ڪٽڪ جو نشاستو ڪڍايو ويندو هو. حلوائي گهڻو ڪري هندو هوندا هئا، جنهن مان حلوي جا ٿالهہ سڄي گيهہ ۾ نهرائبا هئا. ڏونگهين، بوهي چڻن ۽ ڪاجن جو وڙو بہ گهر ۾ ناهيو يندو هو. لاهوري گجرن کي کير ۾ رڌي سيرو بنايو ويندو هو. پنهنجي ڳئون ۽ مينهن جي پس مان پس جا ٿالهہ ۽ برهيون بنائبيون هيون.

بنيءَ مان جڏهن گرا ڪچي ويندا هئا تہ پوءِ ٻار تي ٿُهَن جا ڍير لڳا پيا هوندا هئا، جن تي ٻنارن، داين ۽ اوڏن جا گڏهہ بيٺل نظر ايندا هئا ۽ ڪُورن وارا ونٽانيون وڍي ويندا هئا. ڪانا وڄي ڏنين ۾ گڏ ٿيندا هئا. تنهن زماني ۾ ٻئراجن جو پاٽي ڪونہ هو، جنهن جا وارا ٻَدل هجن ۽ وارن ۽ مادِيولن تان لنيون لڳن، بلڪ خون بہ ٿين. سيڪو پنهنجي پوک کي پنهنجي گهُرج موجب پياري پچائي راس ڪندو هو.

1910ع ڌاري منهنجا چاچا، پيءُ، ماما، ياڻر سڀ گڏ هوندا هئا. ڪُني پات هڪ هوندي هين. ڪاڌو رڌبو هو تہ سڀني لاءِ هڪ جهڙو.

ٻار جو ڄم مائٽن لاءِ خوشيون ۽ اميدون ڪٺي ايندو هو. غريب توڙي امير، اولاد خاص ڪري پُٽ پيدا ٿيڻ تي گهڻو ئي خوش ٿيندو هو. مائٽ گهڻيون خوشيون ڪندا هئا ۽ هڪٻئي کي مبارڪون ڏيندا هئا. خوشحال ماڻهو دستور موجب ڪنڍ جون ڳوٽيون خريد ڪندا هئا. آئي وئي زال زنب، ٻار ٻچي ۾ ٻُڪ ڪنڍ ورهائبي هئي. لنگها، خشيءَ خقير آيا، دهل شرنيونڻ وڄيون، فقير فقرو، غريب غربو پنهنجي قسمت وننلو هو. ڍوٽا ملندا رهيا. دايون مايون پنهنجا لاگ وٺي دعائون ڪنديون

هيون. چنيون ٽينديون، منڻ ٽيا، جهُنبيون لٽيون، عقيقا ٽيا، ڪي ڪي مائٽ پڙهيل اولاد ڪي هنج ۾ ڪٽي ڪنن ۾ ٽي ٽي پيرا ٻانگون ڏيئي نالو رکندا هئا.

تڏهن 1906ع ڌاري نہ ڪي ويم گهر هئا ۽ نڪي ڊاڪٽرياڻيون ۽ نرسون هيون. سنڌي دايون ويچاريون هونديون هيون، جيڪي پنهنجي ڪم ۾ ڪافي مهارت رکنديون هيون ۽ ويايل عورت جي خاصي خدمت ڪنديون هيون. سوئانجي جو سارو وقت آڌَمڪَ ۽ ڦڪيون سُتيون ڪنديون هيون. سوئانجي واريءَ عورت کي هيٺ پاٽاري ناهي ڏينديون هيون، ۽ هاٺوڪي وقت جيان کٽ تي نہ سمهاريو ويندو هو. ٻار کي بہ ماءُ پنهنجي پير ۾ هڪ منجيءَ تي رلڪن ۽ تنجڻ ۾ پنهنجي پاسي ۾ سمهاريندي هئي، ۽ منهن رکٽي يا ڪوناري سيرانديءَ کان ڏيئي مٿان شبنم يا سنهي ململ جو ڪپڙو وجهي ڇڏبو هو، تہ ٻار تي ڪا مک نہ ويهي ۽ ٻار پُراطمينان ۽ سڪون سان آرام ڪري...ٻار کي روزانو صبح جو دائي آڏيندي مکيندي هئي. ٻار جي مٿي ويهارڻ لاءِ وڏا جتن ڪيا ويندا هئا، چو تہ سنڌ ۾ ناريلي مٿو پسند نہ ڪيو ويندو هو.،گرائيپ واٽر ۽ فوڊ پيارڻ جو ٽالو نشان بہ ڪونہ هوندو هو. ماءُ جي ٿڃ بيشڪ امرت رس آهي. اڌائي ٽن سالن تائين ماءُ ٻار کي ٿڃ پياريندي هئي. مکڻ جو ڏُکو ٻار کي کارايو ويندو هو، ۽ ان ۾ مناڻ يا ڦڪي ملائي ويندي هئي، جيڪا جوهر جي ٽڪين، ڦوٽن ۽ مصريءَ کي ڪُٽي ڇاڻي ميدي جهڙي ڪري رکبي هئي.

هالن نون ڪان ٻن ميلن مفاصلي تي ۽ هالن پراڻن جي بلڪل ويجهو ۽ ٻيلي جي پر تي پڇا قبيلي جا ماڻهو رهندا هئا، جي مالوند هئا ۽ سندن گذر کير، مکڻ ۽ ڏُڌ وڪڻن تي هوندو هو. شام جو مرد ماڻهو کير جا ساڙها پري هالن جي مارڪيٽ ۾ وڪڻڻ ايندا هئا ۽ ڏينهن جو سندن قبيلي جن مايون ڇاڏيون ڏڌ مکڻ جون ڪٽي شهر جي جدا جدا پاڙن ۾ ورڇجي وينديون هيون.

مخدومن جا عام مختيار هوندا هئا، جن کي فيصلن ڪرڻ جو اختيار هوندو هو، اُهي ڇوٽا موٽا فيصلا ڪندا هئا.

گهرن ۾ پينگها بہ هوندا هئا، جن ۾ ماڻهو ويهي لُطف وٺندا

هئا..... ڪي ماڻهو اهڙا تہ پهلوان هوندا هئا، جيڪي ادائي مٽي ڳوڻ ڪي پاڪر ۾ وجهي ڪٽي ڪلهي تي رکندا هئا. پر اُهي بہ چرس جي نشي جي عادت ۾ گهيرجي ويندا هئا.

ماتا ڪي مائي ماتا چوندا هئا. 1910ع ڌاري هالن ۾ ماتا موذي مرض پوري زور سان مُنهن ڪييو. مائي ماتا ٻرندڙ باهہ جيان سڄي شهر کي وڪوڙي ويئي. شهر ۾ اهڙو گهر ڪونہ هو، جتي مائيءَ منهن نہ ڪييو. ننڍن ٻارن تي هن بيماريءَ جو حملو ٿيو ۽ ڪيترائي معصوم هن مرض ۾ فوت ٿي ويا. بيماري ڪارڻ سيئرا نڪرندا هئا، جيڪي گهٽو ڪري ٽن ڏينهن اندر وسي وڃڻ تي حالت نازڪ ٿي پوندي هئي.....۽ ٻار بيهوش ٿي مري ويندا هئا. ماتا جو تڏهن ڪوبہ علاج نہ هو ۽ نہ ئي علاج ڪيو ويندو هو. هندو عورتون گهرايون ويندڙيون هيون، جي واس ڏوپ ڪنديون هيون! ماتا کي راضي ڪرڻ جا هندوري ۾ ويهي ڀڄڻ يا گيت ڳائينديون هيون، نيٺ ڪَڙيون ٻَجڻ لڳنديون هيون. بدن جي چمڙيءَ ۾ سيٽ ۽ باهہ شروع ٿي ويندي هئي. ڪَچون ڪَڙيون پيا پٽي لاهيندا هئا. جنهن.تان مائٽ سخت روڪيندا هئا. ۽ ٻارن جا هٿ ڪپڙي سان ٻڌي ڇڏيندا هئا. نيڪ ٿيڻ کان پوءِ مايون مبارڪون ڏيڻ اينديون هين. اڪثر مايون انهيءَ ڳالهہ تي متفقي هونديون هيون تہ ڪچي ڪَڙي جتان بہ لاٿي هجيم اتي سرمون دبي ڇڏيو. نڪرندڙ سيئرن جي حملي ۾ پوري مان ڪٽڪ رنگو بنجي ويندا هئا. ڪجهہ سال تائين منهن تي سيئرن جا نشان رهندا هئا. پوءِ نشان مٽجي ويندا هئا.

مائٽ ٻارن لاءِ پيسيءَ (ڪنجهي) جا وٽا، ٿاليهيون ۽ ٻيو سامان وٺي ايندا هئا ۽ ڪجهہ مينا تي چٽيل گلاس ۽ سرمي دانيون بہ وٺي ايندا هئا.

رواج موجب ٻار پنجن سالن جو ٿيڻ کان پوءِ اول سيڪو مائٽ ٻارن کي قرآن پاڪ جي ناظران تعليم ڏيارينلو هو ۽ پوءِ ابتدائي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاربو هو. گهرن ۾ آخوندياڻيون بہ هونديون هيون، جيڪي گهرن ۾ ٻارن کي پڙهائينديون هيون. پڙهائي تمام پڪي پختي هوندي هئي. ٻار وڏي آواز سان پڙهندا ۽ ڪابہ زير زَبر جي چڪ ڪندا هئا، تہ پري کان ئي درست ڪندي هئي. ٻارن جي انگ ۾ اڪثريت

نياڻين جي هوندي هئي. بسم الله جي مڻائي ورهائي ويندي هئي.... شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ مدرسا موجود هئا. هالن نوان شهر ۾ به ڪافي ڪتاب هوندا هئا، جن ۾ مدرسن ۾ گهٽو ڪري ٻارن کي قرآن شريف جي تعليم ڏني ويندي هئي. هن ڪم لاءِ هر هڪ پرپور محلي ۾ آخوندياڻيون هونديون هيون، جيڪي پنهنجي گهرن ۾ ٻارن کي پڙهائينديون هيون. ڇوڪرين کي اسڪولي تعليم اڪثر نه ڏياري ويندي هئي ۽ کين اسڪولن ۾ موڪلڻ عيب سمجهيو ويندو هو. اهوئي سبب هو جو نياڻين جا مڪتب ڇوڪرن جي مڪتبن کان گهڻا هوندا هئا، جن ۾ ڪجهه ننڍڙا نينگر به پڙهايا ويندا هئا. البت وڏن ڇوڪرن لاءِ مسجدن ۾ پڙهائڻ جو انتظام هوندو هو. شهر هالن نون ۾ عارباڻي پاڙي، ڪَڪن جي محلي، عالياڻي گهٽيءَ ۽ ٻين هنڌن تي نينگرين جا وڏا مڪتب هوندا هئا ۽ خليفي جي مسجد، ڪَڪن جي مسجد ۽ قاضي سليم الدين مرحوم جي مڪتب ۾ انهن جو چڱو بندوبست هوندو هو.

قرآن ناظران پڙهڻ کان پوءِ نياڻين کي باب، نُور نامو ۽ احدنامو پڙهايو ويندو هو ۽ ٿورو سنڌي لکڻ، پڙهڻ جي تعليم به ڏني ويندي هئي. ابتري تعليم کان پوءِ ڇوڪرين ڏهن ٻارهن سالن جي ڄمار کي پهچي ويندون هيون ۽ والدين کين گهر ۾ ويهاري ڇڏيندا هئا ۽ کين گهريلو ڪم ڪار جي تربيت ملندي هئي. ڇوڪرن کي والدين سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرائيندا هئا ۽ ڪي مائٽ اسڪولن ۾ موڪلڻ کان وڌيڪ کين عربي مدرسن ۾ تعليم ڏيارڻ جو شوق رکندا هئا، جتي قرآن پاڪ جي حفظ ڪرائڻ جو به مڪمل بندوبست هوندو هو. هالن نون ۾ اهڙو سال ڪونه هوندو هو، جنهن ۾ هڪ يا ٻن قرآن جي حافظي نه ٿيندي هئي.... جڏهن مدرسن ۾ هو يا ٻن قرآن جي حافظن جي حافظي ٿيندي هئي، ته مسجدن ۾ جيڪي مدرسا هوندا هئا، اُتي مجلسون ڪوٺايون وينديون هيون ۽ نئين حافظ کان رڪوع شريف پڙهايا ويندا هئا ۽ حافظ توڙي استاد کي دستار بَڌائي ويندي هئي ۽ شڪراني جي مڻائي ورهائي ويندي هئي.

اُهي شاگرد جيڪي عربي پڙهندا هئا، سي فارسي آمد نامه، دوآيه، ڪريما کان شروع ڪندا هئا، ۽ سڪندر نامه پوري ڪرڻ کان پوءِ عربيءَ

جو درس ونڻ شروع ڪندا هئا. هن طريقي کي درس نظامي چئبو هو. هن طريقي ۾ چوڏنهن پندرهن سال لڳي ويندا هئا. هينئر عربي طريقي تعليم ۾ به ڪافي تبديلي آيل آهي. هالن شهر ۾ چوٿين پنجين سال هڪ اڌ طالب ضرور مولويت جي دستار فضيلت ٻڌندو هو. اهڙيءَ طرح عام مسلمانن جو الله ۽ رسول ۽ ان جي دين متين ڏي گهڻو ڌيان هوندو هو. 'قال الله وقال الرسول' جو دور دورو ڪنن کي سيبائيندو هو عربي مدرسه به هالن ۾ چڱا هوندا هئا. مولوي قاضي معين الدين، خليفو مولوي حاجي محمد، مولوي حافظ محمد اڪرم انصاري ۽ قاضي شهر مولوي شفيع محمد مجاور، درس تدريس جو سلسلو قائم رکيو پئي آيا. پر هينئر ٻارن کي سلام مسنوع "السلام عليڪم" عيوض والدين "باءِ باءِ ٽا ٽا" سيڪارڻ ۾ فخر ڪن ٿا ۽ امان بابا جي بدلي "ڊيڊي ۽ ممي" چوندي خوشي محسوس ڪن ٿا. چراغ سفالين (نڪر جي ڏئين) ۽ بوريانشيني (تڏن تي ويهي) ڪنڌ ڌوڻي پڙهڻ تي ٺٺوليون ڪن ٿا.

رواج موجب ڪُتاب جي ٻارن کي ڳڙ جي ٿهري رڌي ڪارائي ويندي هئي. ذهين ٻارن کي پڙهڻ ۾ به سال لڳي ويندا هئا نه ته اڪثر نياڻيون ته ٽي يا ساڍا ٽي سالن ۾ قرآن ختم ڪري ُوٺنديون هيون. قرآن پاڪ ناظران پڙهائڻ جو دستور اهو هوندو هو جو اول اول ٻارن کي قرآن پاڪ جي آخري سيپاري جي پوئين ايمي ياد پڙهائي ويندي هئي. پهرئين پاري جي سوره فاتح پڙهي پوءِ 'قُل اَعوذ برب الناس' کان ٿي هلبو هو ۽ 'لم يڪن الذين' تائين ياد پڙهايو ويندو هو. پوءِ ٽيهون سيپارو ڪٽايو ويندو هو ۽ باقاعده سيپاري جي پڙهائي شروع ڪئي ويندي هئي. هن سيپاري جي اختتام تي پنج سيپاري ڪٽائي ويندي هئي، جنهن ۾ سورنهن کان ٽيهه سيپارا پورا ڪيا ويندا هئا. پوءِ قرآن پاڪ وٺائيو ويندو هو، جيڪو "الم" کان شروع ڪري پنجويهه پارا تائين هليو ويندو هو. پهرئين ايمي ياد ڪرڻ تي استاد کي منائي ڏني ويندي هئي. سيپاري پوري ڪرڻ تي رَئو ڏبو هو. اڌ قرآن تي سجو جوڙو ۽ سجي قرآن پڄائڻ تي هڪ عمدو جوڙو، منائي ڪجھ روڪڙ ڏني ويندي هئي. قرآن ختم ڪرڻ کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ به دور ۽ وڌ ۾ وڌ ٽي دور قرآن پاڪ جا مڪتب ۾ پورا ڪرڻ لازمي هو، جنهن کان پوءِ آخوند يا آخوندياڻيءَ کي

منائي ڏئي دعا ونئي موڪلائبو هو.

پيٽ جي سور لاءِ جَوَهرَ جون ٽڪيون ڪارائبيون هيون ... جيڪي ٻار پڙهائيءَ کان گوٿنات ڪندا هئا، تن کي ٽنگوٽالي ڪري مڪتب ۾ نيو ويندو هو. ڪنن ۾ زه وجهي ٽنگڻ، بند ڏيڻ، ماڪوڙا چنبڙائڻ جهڙيون پوائتيون سزائون تجويز ڪيون وينديون هيون.

ڪٿي ڪٿي اهو به وهم هوندو هو، ته مساڻن يا قبرستان ويجهو موجود ڪنديءَ جو وڻ ڳرو آهي، تنهن ڪري ڪوبه ان ۾ نه ويندو هو.... ماٺهو ڪنديءَ جون سڪل سڱريون، جيڪي چٽي وينديون هيون، تن کي ڊپ کان ڪونه کائيندا هئا.

مائٽ ٻارن پڙهائڻ کان ٽائڻ يا اجايو گهر کان ٻاهر رهڻ تي ٻارن کي ماريندا هئا..... عام طور تي رات جو چانور پت کير کائبو هو. ۽ پت توڙي ماني کائڻ کان اڳ هٿ ڌوئڻ سنت سمجهيو ويندو هو..... ڪي فقير قتل جاين ۾ اوتارا ناهي رهندا هئا.... ڪنهن قتل ڪونيءَ بابت عام تصور هوندو هو، ته اتي جنن ۽ روحن جو واسو آهي. ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪين چيو ويندو هو ته ڪين سزا طور اتي پوريو ويندو هو.... فقير لٺ ڪٽي پنڻ لاءِ نڪري پوندا هئا.

جيڪي ٻار پڙهڻ کان گسائيندا هئا يا پڙهائي ۾ جڏا هوندا هئا، ته سنڌن والدين خاص ڪري مائرون ڪنهن پير، سيد يا سنڌن گهر واريءَ کان رڪيبيون ٿاليون لڪائي پياريندون هيون، تعويز ٻڌنديون هئون. ڪتاب ۾ قرآن شريف جا ختما ڪدائبا هئا. پاٺي پڙهائي پياريندون هيون.

مڪتبن ۾ ٻارن کي مارڪٽ پڻ ڪئي ويندي هئي..... استاد جي مار، ٻار جي سنوار تي عمل ڪيو ويندو هو.... مائرون ٻارن لاءِ پيرن، سيدن جي گهر وارين کان ڪاريون ڌاڪون به پڙهائي رکنديون هيون، جيڪي ٻارن کي روزانو صبح سانجهي ڪارائبي هئي.

صبح جو اسڪول شروع ٿيڻ تي گهنڊ لڳندو هو، ته سمورا شاگرد قطارون ڪري بيهندا هئا. ويهڻ لاءِ بينچون هونديون هيون. پڙهائي اڌ ڏينهن هلندي هئي. رانديون رونديون ٿينديون هيون. راڳ روپ ٿيندا هئا. نصابي ڪتاب باتصوير هوندا هئا. سليٽن تي ٻارن کي ابتدائي لکڻ سيکاريو ويندو هو. ڪلاس ۾ تصويرون ٽنگيل هونديون

هيون. جهلي تنگيل هئي. ڪنڊر گارڊن جون شيون هيون. لڏڻ لاءِ پينگهه هونديون هيون ..... اسڪولن جي نالي ڪان مائرون ٻارن کي ڊيڄاريندو يون هيون ۽ ٻار اسڪول جي نالي کان ڏاهه کائيندا هئا (هينئر بہ) ۽ اسڪول کي هڪ پيانڪ ۽ ڊيڄاريندڙ جاءِ تصور ڪيو ويندو هو.

ڪنوار کي ڏِکي چڙهي، اتو مکي (اُبٽڻ) ، تيلوڪڙيون ڪڍي، عطر مَکيَ سهڻو ڪيو ويندو هو. گهه ڳنا نوان ڪپڙا پارائي ڳاڙهي ڪنوار ٺاهيو ويندو هو. ساٿ سنوڻ ڪيا ويندا هئا، ڳيچ ڳايا ويندا هئا.

اسڪول واقعي دلچسپ ۽ ونڊر جي جاءِ هئي، پر اُن کي ماسترن جهنم بنايو هو. رُولن ۽ نيٽن جي سٽ ڪٽ ڪري، معصوم ٻارن جي نازڪ پُنن تي نشان ۽ هٿن تي سوڄ، مُنهن تي چماٽن جي ڌڪن جا نير، ڪنن ۾ هٿ وجهي اُٿ ويهه ڪرائڻ، هڪ ٽنگ تي بيهارڻ، ٻُبين ۾ ڇُهنڊڙيون پائڻ، ڪن مروٽڻ، ڪلاڪن جا ڪلاڪ بينچ تي اُٿاري بيهارڻ، مُڪون ۽ لتون هڻڻ، ڪُڪڙ بنائڻ، ميز جي خانن ۾ هٿ وجهائي زور سان خانا بند ڪرڻ، وار پٽڻ، بند ڏيڻ، ڪونيءَ ۾ پورڻ ۽ ان ڪان پوءِ مقعد تي ماڪوڙا ڇُهڻائڻ ۽ ڳاڙها مرچ وجهڻ ۽ اُبتو ڪري ٽنگڻ جا سڪتا دڙڪا، ٻارن جي ساهه سڪائڻ لاءِ ڪافي ڪان وڌيڪ عقوبتون هيون، جن سان ڪيترن ٻارن کي دوچار ٿيڻو پوندو هو..... سرندي هلندي پُڄندي وارن ۽ هوشيار شاگردن کي مارڪٽ نہ ڪئي ويندي هئي. سرندي وارا خاص ڪري ماسترن کي چوندا هئا تہ اُهي سندن ٻارن کي سزا ڏيڻ کان پرهيز ڪن..... هٿن جي آڱرين ۾ پينسل يا پين ڦاسائي آڱرين تي زور ڏبو هو. ڪنن جي پاپڙين کي مهٽي ٻارن کي سزا ڏبي آهي.

سرنديءَ وارا ماڻهو نوڪريون ماستري ونرائي ڏيندا هئا ۽ اُهي سندن ايستائين ماستر بہ سندن خوشامد ڪندا هئا. تنهن دور ۾ تپيداريءَ ۾ چونڊائڻ وڏي ڳالهہ سمجهيو ويندو هو..... اسڪولن ۾ ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ماهر ليڪجنڊڙ ماستر کي ساڳئي ڪلاسن ۾ پڙهائڻو پوندو هو ۽ اوستائين جو اُهي وجي ريٽائرڊ ٿيندا هئا.

بنيادي يا پهرئين ڪلاس جي شروعات پٽيءَ سان ڪئي ويندي هئي. ابتدا ۾ شاگرد کي سنڌيءَ صورتخطيءَ مان بہ ٽي اکر ا، ب، ٻ، پ

- لکي ڏنا ويندا هئا. پٽيون ميسارڻ لاءِ اسڪول جي اڱڻ ۾ هڪ وڏي نڪر جي ڪونڊي پاڻيءَ سان ڀريل زمين ۾ کُتل موجود هوندي هئي. ميٽ جو ذرو ذرو سيئي بار گهَران ڪٽي ايندا هئا. ميٽ سُڪڻ ۾ دير ٿيندي هئي ته پٽيءَ کي هٿ ۾ ڪٽي اس تي لوڏا ڏيندا هئا ته جلدي سُڪي ويندي هئي.... ماسترن وٽ پتر جي مس ڪپڙي هوندي هئي، جنهن ۾ ڏامر جهڙي چلڪٽي ڪاري مس پيل هوندي هئي. ٻارن هٿان مس هارجي پوڻ جي ڊپ کان مس ۾ ڪونڊا (سُٽ جا مُنجهيل ڌاڳا) وجهي ڇڏيا هئا ۽ ماستر پنهنجي ڪلڪ ان مان ٻوڙي جلي خط ۾ عاليشان ڪارا حرف لکي ڏيندا هئا، ۽ هر هڪ کان حرف چوائيندا، سبق ڏيندا ويندا هئا.

ماستر شاگردن کي انب، ٻلا، ٻڪري ۽ پولڙي جون شڪليون چارٽ تان ڏيکاريندو هو. حرفن کي بر زبان ياد ڪرڻ کان پوءِ ڪلاس ۾ جيڪي واريءَ سان ڀريل ڪونڊيون رکيل هونديون هيون ۽ ڪتل ۽ گدامڙيءَ جي ڪکين جا تَس ڀريا رکيا هوندا هئا، تن جي مدد سان پڙهيل حرف لکڻ سيکاربا هئا. ماستر واريءَ تي آڱر سان لکائيندا هئا ۽ ڪکين کي هڪ ٻئي جي ڀرسان رکي حرف جوڙائيا هئا. انهيءَ استعمال کان پوءِ بورڊ تي چاڪ سان لکائڻ جو استعمال به ٿيندو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اندا پرائڻ جي منزل تي پهچائبو هو. آليءَ پٽيءَ تي اندا ڪڍي ڏبا هئا ۽ جي گهران ڀري اچبا هئا. جنهن لاءِ شاگردن مان هر هڪ کي گهر ۾ مس ڪُپڙي رکڻي پوندي هئي ۽ ڪلڪ استاد صاحب سڀ ڪنهن کي پاڻ گهڙي ڏيندو هو. الف بي پوري ڪري، باب يا ڪڪ شروع ڪئي ويندي هئي ۽ ڳڻو ڳڏ ڳڻڻ ۽ انگ به سيکاريا ويندا هئا. فيروزي موتين جون مالهائون ۽ ارٽيميٽڪاڻ ان ڪم لاءِ استعمال ڪيون وينديون هيون. اٽڪل چار پنج مهينا ان ۾ لڳي ويندا هئا ۽ پوءِ باراٺو ڪتاب جيڪو ننڍي يا ٽن پئسن ۾ ملندو هو، سو وٺايو ويندو هو ۽ ان جي پوري ڪرڻ ۾ دير ڪانه لڳندي هئي. ڪَڪَ سڪڻ کان پوءِ هجي ڪرڻ ۾ ڏکيائي ڪانه ٿيندي هئي. نُون غنه جي سکيا به هن طريقي سان ڏني ويندي هئي، جيڪا بيمثال ليکبي هئي.

ڪنگهه گهڻي هجڻ تي پيرسن ڪراڙا ماٺهو مڇيءَ جو تيل (ڪاڊ

لِور آئل) استعمال ڪندا هئا ۽ دوا جي شيشي سدائين گڏ هوندي هين.... ڪي استاد سياري ۾ ڪاري ڪتي ڪُلهن ۾ پائي ايندا هئا ۽ اونهاري ۾ ململ جو پهراڻ ڍڪيندا هئا. جنهنجي گِچيءَ جي پاسي کان بيڙي لاهي ڇڏيندا هئا. ڪن ماڻهن کي اونهاري ۾ اڪثر مٽي تي اسپنگر جي ڇيڙي چڙهيل هوندي هيس ۽ گاهي گاهي مکڻ جي ڇيڙي به رکندا هئا. جيڪا ونڙندي هئي ته گِچيءَ تائين ريڳاڙا پيا ڳڙندا هئس.

اسڪولن ۾ استاد جا چاڪ، پنو، پين، پينسل، رجسٽر، ڪلڪ ۽ مس ڪپڙي ۽ بورڊ اُگهڻ جو ڪپڙو (ڊسٽر)، صبح جو خاني مان ڪڍي ميز تي رکڻ ۽ موڪل مهل وري سنڀالي خاني ۾ رکڻ، بورڊ اُگهڻ، تصويرن ۽ بين ڪلاس جي شين جي سنڀال ڪرڻ هوشيار شاگردن جي فرض ۾ داخل هوندا هئا. جيتوڻيڪ ٻاراڻي ڪلاس ۾ ڪوبه مانيٽر نه هوندو هو.

ٻاراڻي ڪلاس جي مُدي پوري ٿيڻ تي اسسٽنٽ ڊپٽي ايجوڪيشن انسپيڪٽر ساليانو امتحان وٺڻ ايندا هئا. پهرين نمبر پاس ٿيڻ وارن شاگردن ۾ ڪتاب ۽ سليٽ پين سميت انعام ملندا هئا.... ٻار جي پاس ٿيڻ تي والدين استادن جا ٿورا مڃيندي کين سوکڙيون ڏيندا هئا. ٻه پڙي اجرڪ ڍڪائيندا هئا.... سَرندي وارا ماڻهو استادن کان ڪلاس مَترائيندا هئا ۽ وٽندڙ ماستر کي پنهنجي ٻارن لاءِ مقرر ڪرائيندا هئا. هيڊ ماستر چوڻ تي هوندا هئا.... غريب والدين جو ٻٽ جيڪڏهن ورنيڪولر فائنل پاس ڪندو هو ته وڏي ڳالهه سمجهي ويندي هئي.... نون استادن کي ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي - ٻار پاس ٿيڻ تي - پڪو ڪيو ويندو هو... سَرندي وارا ٻار اڪثر پهريون نمبر ايندا هئا.

اسڪولن ۾ ماستر - هندو توڙي مسلمان هوندا هئا - ڪو مذهبي مت ڀيد نه هوندو هو، ٻارن کي هڪجيترو پڙهائيندا هئا ۽ کين تعليم ڏيندا هئا. هندو ماستر ٿورڙو هوشيار هوندا هئا.... ڪي ٻار، خاص ڪري سرنديءَ وارا ٻار سيئي ڪلاسن ۾ سو مارڪون کڻندا هئا.... ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر هوشيار ٻارن جي اسڪالر شپ لاءِ سفارشون ڪندا هئا. ڏهه رپيا ماهوار اسڪالرشپ ملندي هئي، پر انهيءَ شرط سان ته اُهي انگريزي ڪلاس ۾ داخلا وٺندا... هاٿوڪي نور محمد اسڪول

ڪي ٺٽهن گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد سڏيو ويندو هو.

انهيءَ زماني ۾ ڪتابن تي ايترو خرچ ڪونہ هوندو هو. ٻاراڻي ڪلاس ۾ پهرئين درجي ۾ رڳو پٽي، ڪتاب ۽ سليٽ ورتائي ويندي هئي. ٻئين ۽ ٽئين درجي ۾ رڳو مشق ڪاپيءَ جو اضافو ڪيو ويندو هو، جيڪا چِپيل نہ هوندي هئي. پر پنن ڪي سِبي پاڻ تيار ڪبي هئي. هڪ بندي پڻ نهرائي ويندي هئي، جنهن تي ٻئي درجي ۾ تعلقي جي ۽ ٽئين ۾ ضلع جي جاگرافي لڪائي ويندي هئي ۽ هڪ ٻيءَ بنديءَ تي ڏکين لفظن جي معنيٰ. ٽئين درجي ۾ پٽيءَ جو استعمال ختم ٿي ويندو هو. چوٿين درجي ۾ مرزا قليچ بيگ جي ڇاپايل سنڌ جي تاريخ ورتائي ويندي هئي ۽ رياضيءَ جو ڪم سڄو سليٽ تي ڪرايو ويندو هو، جنهن لاءِ ڪوبہ انگي حساب ڪونہ ورتايو ويندو هو. گهر جو ڪم، حسابہ صورتخطي ۽ خط لکڻ وغيره سليٽ تي ڪرايو ويندو هو. ڪتابن جون قيمتون نالي ماتر هيون. ٻاراڻي ڪتاب جي قيمت ٽڪو، پهريون ڇهہ پئسا، ٻيو اڍائي آنا، ٽيون ٽي آنا ۽ چوٿون چار آنا. پٿر جي سليٽ بہ آنا، پٽي بہ آنا ۽ اڇا پنا پائيءَ هڪ، ڪلڪ پائيءَ هڪ، پينون پائيءَ بہ هونديون هيون .... ساليانى امتحان جي پڄاڻيءَ تي اسڪول ۾ ساليانو جلسو ڪيو ويندو هو، جنهن ۾ درسي ڪتابن جي سبقن تي ننڍا ڊائلاگ ننڍن ٻارن کان ڪرايا ويندا هئا ۽ وڏا ڊائلاگ مٿين ڪلاس جي شاگردن کان. جلسي جي پوري ٿيڻ تي ٻارن ۾ انعام ورهايا ويندا هئا، جنهن لاءِ شاگردن کي صاحب کان انعام وٺڻ ۽ سلام ڪرڻ جو طريقو اڳواٽ سيکاريو ويندو هو.

ٻارن کي جادوءَ جون حرفتون ۽ ڏيهي رانديون بہ سيکاربيون هيون. راندين تي موزون راڳ جوڙيل هوندا هئا. ٻاراڻي کان ٻئي درجي تائين شاگردن کي دستڪاريءَ جو ڪم بہ سيکاربو هو، پنو ويڙهڻ، پنو ڪترڻ، مٽيءَ مان رانديڪا ناهڻ ۽ جوئر جي تيلن، جن کي ڪُتلا چئبو هو، تن مان چوڙا، ڪنگڻ، ميز، ڪرسي، ڪٽ ۽ نٽ بولو ۽ ٻيا ڪيترا رانديڪا نهرائبا هئا. پني مان ٻيڙيون جهاز، پتون وغيره ۽ مٽي مان اُٺ، ڏڳا، چتون، جهرڪيون، سيٽي وڄائڻ جا ٻوڙيندا ۽ جاميٽريءَ جون شڪليون، جاگرافيءَ جا ماڊل جهڙوڪ ڊنڍ، ٻيٽ، نار، راس، جبل ندي

وغيره ۽ ٻيون ٻه قسمين قسمين شيون ناهڻ سيکاربيون هيون. ٽئين ۽ چوٿين درجي ۾ اڇڻ کان پوءِ دستڪاريءَ جو ڪم گهٽ ٿي ويندو هو ۽ ڊرائنگ سيکاربي هئي. شروعات ۾ سليٽ تي ۽ پوءِ چار درجي ۾ ڊرائنگ پنن تي رنگن ڏيڻ سان سيکاربي هئي. ڊرائنگ ۾ ميوا جهڙوڪ ڏاڙهون، زيتون، صوف، ليمون وغيره ۽ پاڃين ۾ موري، توري، پيندي، سائو ۽ ڳاڙهو مرچ ۽ واڱڻ سيکاربا هئا ۽ ڪين رنگين چاڪن سان قدرتي رنگ ڏيڻ جو استعمال ڏبو هو..... لائبريريءَ ٻه هاءِ اسڪولن ۾ هوندي هئي، جتي ٻاراڻي کان ننڍيون مزيدار آکاڻين جا ڪتاب هوندا هئا. هفتي ۾ ٽن ڏينهن تائين ٽائيم ٽيبل ۾ آکاڻين جو پيرڊ هوندو هو، ٻارن کي اهڙيون آکاڻيون سيکاريون ويندريون هيون، جن ۾ لفظن جو تڪرار هوندو هو. پهرئين ۽ ٻئين ڪتاب ۾ ڏنل آکاڻيون ۽ گڏو گڏ جنن، پرين، ديون، راجا راڻين ۽ بادشاهن جون آکاڻيون ٻڌائبيون هيون.

ٽئين ۽ چوٿين درجي ۾ ننڍڙا ننڍڙا ڪتاب پڙهڻ جي هير وڌي ويندي هئي. تنهن زماني ۾ ميشرس پوڪرداس وارن وٽ ٻارن جي پڙهڻ جهڙا گهڻا ئي ڪتاب هوندا هئا. جيڪي اسڪولن جي لائبرين لاءِ سرڪاري طرح خريد ڪيا ويندا هئا. ننڍڙا قصا ۽ ڪهاڻيون، نثر توڙي نظم ۾ شاگردن کي پڙهڻ لاءِ اشو ڪري ڏنا ويندا هئا. انهن ڪتابن ۾ دلپسند فضا، دل بهار، ڏهه قصا گڏ، جن ۾ زليخا جا بيت، ٻڍاپڻ، چلڙو، ڪوئو ٻلي، ٽوپي پڳ، ٻيڙي چلم وغيره هوندا هئا. گڏو گڏ لوڪ ڪهاڻيون جهڙوڪ عمر مارئي، سسئي پنهون، مومل راڻو ۽ پرين جون آکاڻيون ۽ مزاحي آکاڻيون جهڙوڪ موالين ۽ ڏاهرين جا لٽڪا چٽڪا هوندا هئا. ناتال ۾ ڪتاب رعايتي اڌ قيمت ۾ ملندا هئا، تڏهن امير حمزه، چار درويش، حاتم طائي، جان عالم، سيف الملوڪ وغيره جهڙا ڪتاب ٻار پڙهندا هئا.

1911ع ۾ جارج پنجم تخت نشين ٿيو ۽ سڀني اسڪولن ۾ جشن ملهايا ويا. هالا ۾ شاگردن کي ٻه منزل گاهه ميدان تي استاد قطار ۾ وٺي هليا، جتي ٻارن کي نڪل جو هڪ هڪ ٻلو مليو، جنهن تي شهنشاهه جارج پنجم ۽ سندس مهاراڻيءَ جي تصوير اُڪريل هئي. اهو ٻلو شاگردن مان هر هڪ جي قميص تي ربين ۽ ڪانٽي سان لڳايو ويو ۽

هڪ هڪ پڙو منائيءَ جو مليو.

تڏهن حيدرآباد شهر ۾ (1912ع) ۾ انگريزي اسڪول رڳو چار هئا، جيڪي چارئي هاءِ اسڪول هئا: گورنمينٽ هاءِ اسڪول هو، جيڪو هاڻوڪي نورمحمد ۽ مسلم ڪاليج واريءَ ايراضيءَ تي پڪڙيل هو. ٻيو نولراءِ هيرانند اڪيڊمي هو، جيڪو هاڻوڪي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ سنڌ لا ڪاليج واري هنڌ تي هو. ٽيون نئون وديالا هاءِ اسڪول هو، جنهن ۾ هينئر سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس آهي. زنانو هاءِ اسڪول رڳو هڪڙو ڪندن مل گرلس هاءِ اسڪول هو، جتي هينئر جامعہ عربيہ هاءِ اسڪول آهي. گڏوگڏ ڪرسچن ائسوسيئيشن وارن جو هڪ ننڍڙو گرلس اسڪول بہ هو. جيڪو ٽريننگ ڪاليج فارمين جي سامهون پنهنجي جاءِ تي اڄ بہ موجود آهي. پراڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول جون اڳيون جايون ڊاهي بلڪل نيون نهرايون ويون آهن رڳو مينارام ھال پنهنجي اڳوڻي شڪل ۾ قائم رهندو اچي. اين. ايچ. ائڪيڊميءَ وديالا هاءِ اسڪول جو وجود راءِ بهادر پريداس جي ڪوشش جو نتيجو هو. ائڪيڊمي ساڌو هيرانند ۽ سندس ڀاءُ ساڌو نولراءِ جي ڪوشش جو نتيجو هو. هر هڪ هاءِ اسڪول ڪي پنهنجي هڪ هاسٽل بہ هئي .... اسڪول جي اترئين بلاڪ وٽ اڳوڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول جون پندرهن ويهن ڪوٺيون نهيل هيون، جن ۾ ٻهراڙيءَ جا ڇوڪرا رهندا هئا. ائڪيڊميءَ ڪي پوهو ڪياڻي بلڊنگ ۾ سنڌ جوورنائيل (ايس. جي ڪوآپريٽو سوسائٽي) جي پٺئين پاسي ڪان چار گهر مسواڙ تي هئا، جن ۾ هاسٽل قائم ڪيل هئي. وديالا هاءِاسڪول ڪي هاسٽل لاءِ ڪافي ڪوٺيون هيون، جي پوءِ ڊهرائي اتي يونيورسٽي ملازمن جا ڪوارٽر نهرايا ويا. وديالا هاءِ اسڪول ڪي پنج پرائمري اسڪولن جون برانچون هيون ۽ ائڪيڊميءَ ڪي چار. اُهي برانچون انهن هاءِ اسڪولن جا پرتي ڪندڙ (فيڊر) اسڪول هئا. حيدرآبادي عاملن جا پٽ انهن هاءِ اسڪولن مان ۽ ڌيئرون ڪندن مل گرلس اسڪول مان تعليم ڪان لاپائٽيون ٽينديون هيون.

شاگردن ڪي ملندڙ اسڪالر شپ ۾ ڪين رٿيل اسڪولن ۾ داخلا وٺڻ لاءِ تاڪيد ڪيو ويندو هو. تڏهن گورنمينٽ هاءِ اسڪولن جي پهرين درجي جي في ڏيڍ رپيو ۽ راند جي في چار آنا هئي. هڪ ماه جي

في جيترا پئسا داخلا في هئي ۽ اٺ آنا سال جا ڊرائينگ فيءَ بابت ڏيڻا پوندا هئا. ڪل ٽي رپيا ٻارهن آنا في پري اسڪول ۾ داخل ٿيو هو. هاءِ اسڪولن ۾ مسلمان ماستر ٿورا رڳو ٻه هئا. باقي سڀ ماستر هندو هئا، جن مان به اڪثر حيدرآبادي عامل هوندا هئا.... هيڊماستر ديوان ڪشنچند سفيد ريش هو. جيڪو پٽڪو ٻڌندو هو ۽ گلي بند ڪوٽ زيب تن ڪندو هو. هيڊ ماستر کي سرڪاري بنگلو مليل هوندو هو. ڪي استاد مٿي تي ڪاري پلش جي ٽوپي ۽ پٽڪي جو اڇو پاجامو ۽ پيرن ۾ سليپر پائيندا هئا. ڪلاس ۾ عام رواجي طور چاليهه پنجاهه شاگرد هوندا هئا، ڪي شاگرد شالور جو پٽڪو، ريشمي رنگين شلوار ۽ قميص پائيندا هئا. جنهن ڪارڻ شهري ڇوڪرا چيڙائيندا هئا. مسلمان ڇوڪرا اسڪول کان گهٽ گسائيندا به هئا ... ڪي مسلمان شاگرد مذهبي تنظيمن جا ميمبر پڻ هوندا هئا. ڪي شاگرد پٽڪو ٻڌي ايندا هئا. سنڌي جتي پائيندا هئا. روز ٻه ميل پنڌ جا هٿي اسڪول ۾ پهچندا هئا. ڪتابن جي پوتڙي ڪڏهن مٿي تي، ڪڏهن ڪڇ ۾ ڪٽي ايندا هئا. ڪڏهن صدري پائيندا هئا ته اڳڻ پيو لڙڪندو هون. شهري ڇوڪرا ڪائنس ڪلندا هئا.

حيدرآباد ۾ مسافر خانو اسڪول به هو، جنهن کي هاٽي قاضي عبدالقيوم پرائمري اسڪول چيو وڃي ٿو.... تڏهن لازمي تعليم (زوري تعليم) شروع ڪئي وئي هئي. سو جڏهن شاگرد اسڪول نه ايندا هئا ته مٿن ڪيس ڪيا ويندا هئا. تن کي ڇڏائڻ لاءِ ماڻهو استادن کي سفارشون ڪندا هئا. ۽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر صاحب، جن کي لازمي تعليم جا ڪيس هلائي سزا ڏيڻ جا اختيار مليل هوندا هئا، سي ڪنهن حد تائين خوشيءَ سان مڃيندا به هئس.

اسان سان گڏ پڙهندڙ غلام علي شيدي، جيڪو ٽنڊي ولي محمد ۾ رهندڙ هو، سو پٽڪو ٻڌندو هو ۽ ڪنن ۾ چانديءَ جون ڪيوٽيون (مُرڪيون) پيل هونديون هئس. اڪثر پن جون بيڙيون پيئندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيڊرو يا سن فلاور سگريٽن سان به شوق ڪندا هئا. هن جو ڏهن سگريٽن جو پاڪيٽ ڏهين پئسي ملندو هو. ملهه چڱي ڄاڻندو هو، ٺهنڪڙي ڪنهن کي ڦڙتي، ڪنهن کي مونڙي، ڪنهن کي اندريون، ڪنهن کي ٻاهريون، ڪنهن کي ڊاڪ تي ڪٽڻ، ڪنهن کي

وارو، ڪنهن کي جاننو، مطلب تہ سڀ ڪنهن سان ٻڪين پيو پوندو هو. محمد صديق مسافر (حبشي) جيڪو ٽڏهن پرئڪٽسنگ اسڪول ٽريننگ ڪاليج فار مين ۾ نائب ماستر هو، ۽ ٽنڊي ولي محمد ۾ رهندو هو، سو غلام علي شيدي جي پرگهور لهندو هو. ۽ غلام علي شام وقت مرحوم مسافر جي پنگ بہ گهوٽيندو هو ۽ هڪ اڌ جمني پاڻ بہ نوش ڪندو هو.

اسڪولن ۾ ڪوٽ ۽ ٽوپيءَ سان اچڻ جو تاڪيد ڪيل هوندو هو. پر اڪثر مسلمان شاگرد تاڪيد هوندي بہ ڪوٽ اصل نہ پائيندا هئا ۽ نہ پنڪو مٿائي ٽوپي پائيندا هئا. سياري ۾ تہ خير پر سياري ۾ بہ اجرڪ ويڙهي ايندا هئا. ڪي مسلمان ڇوڪرا پلش جي ڪاري ٽوپي ۽ ڪوٽ پائي ايندا هئا. هندو ڇوڪرن ۽ مسلمان شاگردن جو پوشاڪ ۾ فرق رڳو پاجامي ۽ شلوار جو هوندو هو.

سنڌ جي سرڪاري اسڪولن ۾ ثانوي زبان (سليس) چار درجي کان شروع ڪرائي ويندي هئي.... شاگردن کي جيڪي ڪتاب وٺرايا ويندا هئا، اُهي سڀ مئڪملين ڪمپني جا هوندا هئا. انگريزي پرائمري ۽ ريڊر کان سواءِ باقي ڪتاب جهڙوڪ سائنس، تاريخ ۽ جاگرافي انگريزي ڪتابن جا ترجما هوندا هئا، جيڪي سڀ مئڪملين ڪمپني جا هوندا هئا. تاريخ، جاگرافي سولين آکاڻين جو نوع ۾ لکيل هونديون هيون، جيڪي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ نهايت آسان هونديون هيون.

سيئي ڪم هڪڙوئي استاد سيکاريندو هو، سواءِ ڊرائنگ ۽ مشق ڪاپيءَ جي .... ڪاپي بہ مئڪملين ڪمپنيءَ جي هوندي هئي ۽ او "O" نِب سان لکائي ويندي هئي. رانديون تنهن وقت لازمي هيون، يعني روز شام جو اسڪول ۾ گڏ ٿبو هو ۽ اتان قطار يعني فائيل ۾ گرائونڊ تي وڃبو هو ۽ واپس بہ قطار ۾ ئي موٽبو هو ۽ اچي اسڪول جي احاطي ۾ ڇڙ وڇڙ ٿبو هو. جيڪي شاگرد راند ۾ حصو وٺڻ کان ٽائڻ لاءِ ڪو بهانو ڪندا هئا، تہ ڪين ڊاڪٽر کان سرٽيفڪيٽ وٺي ڏيڻو پوندو هو ۽ پوءِ ئي ڪين راندين کان آجو ڪيو ويندو هو.

پهرئين درجي جوساليانو امتحان پيپرن وسيلي ورتو ويندو هو. جيڪي شهر ۾ رهندڙ شاگرد هوندا هئا، تن جي انگريزي سُني هوندي هئي. ۽ ڪلاس ۾ سُنيون مارڪون کڻندا هئا. سندن مائٽ پڻ پڙهيل

هوندا هئا، جنهن ڪري ڪين اسڪول ۾ داخلا وٺڻ کان اڳ ئي انگريزي لفظ ۽ جملا ايندا هئا. ۽ اي. بي. سي ۽ انگريزي گرامر گهران ئي پڙهي پورو ڪري ايندا هئا...... پهرين جون کان ٻه مهينا وئڪيشن ٿيندي هئي.

حيدرآباد شهر جا رستا ڪشادا هوندا هئا. رستا پٽر جا هوندا هئا. ڏامر جا ڪارا رستا ان وقت وهم ۽ گمان ۾ به ڪين هئا. ٽانگن جي ڦيٿن جا پٽا لوهي هوندا هئا ۽ رستن تي وڏا وڏا پٽر نڪتل بينا هوندا هئا، جنهنڪري ٽانگن ۾ خوب جهٽڪا ايندا هئا، ۽ اڪثر ماڻهو چڪي آڏائيندا ڏسبا هئا. وڪٽوريا گاڏيون اڪثر هندو سيٺين جون هونديون هيون، جيڪي شام جو سير لاءِ گدو بندر وجي درياهه جو درشن ڪري ايندا هئا. ڪي وڪٽوريائون ڀاڙي تي به هيون. حيدرآباد ۾ بجليءَ جي روشني (اليڪٽرڪ لائيٽ) جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ شهر ۾ شمعدان يا قنديل ٻاريندا هئا. صبح جو ٺيڪيدارن جا ماڻهو هر هڪ شمعدان ۾ گاسليٽ ذرو وجهي ويندا هئا ۽ شام جو وري انهن کي وقت تي روشن ڪري ويندا هئا. هوٽلون ٿوريون هونديون هيون. رڳو نانواين جا دڪان هوندا هئا، جتي ٻاهريان ماڻهو جيڪي شهر ۾ ڪمن ڪارين سان ايندا هئا، سي اچي ماني کائيندا هئا. چڪلي روڊ تي رڳو هڪ آغا جي هوٽل هوندي هئي، جتي لوهه جون ڪرسيون ۽ ڪاٺ جون ٽپايون هونديون هيون. باقي سوڍا ليمن ۽ ڪيڪ بسڪوٽن جا دڪان ڪافي هوندا هئا.

مياڻي روڊ هاٿوڪو پرنس علي روڊ تي حسن علي وونري (بوري) جو ٻاٽلين ڀرڻ جو سانچو هوندو هو ۽ ٻاٽليون سڀ گوليءَ سان هونديون هيون. تڏهن ٻاٽلين جا نمونا هيٺيان هوندا هئا. (1) ڪاري سوڍا هڪ پئسي ملندي هئي (2) ليمن ٽڪي (3) رنگ واريون ٻاٽليون ٽين پئسي ملنديون هيون، جن ۾ لائيم جوس جڄنجريٽ (جنجر) راسبيري شامل هونديون هيون. حسن عليءَ جو پاڻي (ايئريٽيڊ واٽر) مشهور هوندو هو. چانهه جو رواج بلڪل نالي ماتر هوندو هو. البت ٿاڌل جو عمدو گلاس آني آني ملندو هو ۽ برف پئسي پَن (پائونڊ) هوندي هئي. ڇڪڪار لاءِ گاڏيون هونديون هيون، جيڪي ڏاند (ڍڳا) ڪاهيندا هئا ۽ پُنيان ڇڪڪار ٿيندو ويندو هو.

سيٺ ڪريم خوجو، شايد 1912ع ڌاري پهريون شخص هو،

جنهن ولايت مان هڪ موٽر خريد ڪري حيدرآباد آندي هئي، جيڪا جڏهن بہ ڪنهن رستي تان لنگهندي هارن جو آواز ڪندي هئي، تہ سڀ ماڻهو ان کي هڪ عجوبہ روزگار سمجهي ڏسڻ لاءِ ڪمن ڪارين مان هٿ ڪڍي ڪيندا هئا ۽ اچرج وچان ان کي ڏسندا هئا. شهر ۾ سُني ۾ سني جاءِ هڪ عاليشان باغ بہ هن صاحب ئي نهرايو هو. سندس جاءِ جيڪا نولراءِ مارڪيٽ وٽ آهي سا ڪيترا ڏينهن ڪليل رکي ويئي هئي ۽ عام ماڻهن جا حشام ان جو ديدار ڪندا رهندا هئا. سيٺ ڪريم جو باغ بہ ڏسڻ وٽان هو ۽ تفريح لاءِ شام جي وقت عام ماڻهن جو سڪ هو.

ڪراچي هوٽل صدر جو مالڪ مرحوم شفيع محمد ميمڻ هوندو هو، جيڪو حافظ يعقوب ميمڻ جو پُٽ هو..... تڏهن ماڻهو ننين شهرن مان لڏي حيدرآباد شهر ۾ اچي رهڻ لڳا هئا.

وڏن ماڻهن جا ڪمدار وڪيلن کي ڪيس ونرائي ڏيندا هئا، تنهنڪري سندن واسطا وڪيلن سان گهاٽا هوندا هئا. وڪيل جڏهن هالا ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ ايندا هئا، تہ اُهي شهدادپور اسٽيشن تي لهندا هئا، جتان ڪيس ڪٽڻ لاءِ اصيل وسيلي سواري لاءِ اُٺ بہ موڪليا ويندا هئا. وڪيل جيڪو بہ ويلو رهندو هو، تنهن جو سمورو خرچ اصيل کي پوڳڻو پوندو هو. نہ تہ ورلي ڪنهن دوست وٽ پڻ ماني کائيندا هئا.

1912ع ڌاري اڏيرو لعل اسٽيشن کي گهانگهلن جي اسٽيشن بہ چوندا هئا. جتان گهانگهلا ذات جي ماڻهن جو ڳوٺ ميل ڪن پنڌ تي هوندو هو..... هتي اسٽيشن تي اُنن جي ڪوڙي هوندي هئي، جتي اُٺ هر وقت پاڙي سوارين لاءِ ملي سگهندا هئا. ڪوڙيءَ تي جتن کي هڪ روپيو پُنيان هڪ آنو، ڪوڙيءَ جي جمعدار کي آنڪي ڏيٽي پوندي هئي، جنهن عيوض هو جتن جي حُقي پاٽيءَ جو انتظام رکندو هو. جت اڪثر گهوٺاڻن جا مير جت هوندا هئا ۽ پاڙا ڪڻڻ هنن جو اباڻو ڌنڌو هو. اُهي هر وقت هالن جي مارڪيٽ ۾ اُٺ سوڌو نظر ايندا هئا ۽ چار يا اٺ آنا سوٽي وٺي اٺ بڌندا هئا ۽ وقت تي اچي گهرلن سوار کي ڪڻندا هئا.

1914ع ۾ جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي. تڏهن سرڪار زوريءَ اُٺ خريد پئي ڪيا ۽ خريداريءَ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي هئي. مير جت ويچارا جن جي گذران جو ذريعو ئي ڏانگها هوندا

هئا، سي زوريءَ انهن کان محروم ٿي ويا ۽ سندن ڌنڌو بند ٿي ويو. ڪوڙي ان ڪري ويندا ئي ڪونہ هئا، جو اتان سرڪاري ماڻهو جنهن جو اٿ ڏسندا هئا تہ بيگر هٽي ويندا هئا. ميرجت ويچارا چوندا هئا تہ ادا چا ڪريون، انن ۾ ڪاميٽي پئي آهي. اسان مسڪينن سان ويل وهي ويا آهن. انن جي اٿاٺ سبب اسٽيشن تي وينل ميرجت جي پنهنجا ٽانگا انوقت رڳو اڏيري لعل اسٽيشن کان اڏيري لعل وليج تائين هلائيندا هئا، سي هن اُنن جي ڏڪار ۾ هالن تائين ٽانگا هلائڻ لڳا هئا، جنهنڪري ڪجهہ پرم پريو ۽ مسافرن جي رهجي آئي. وري جڏهن موٽرون نڪتيون ۽ هالن جا ماڻهو شهدادپور کان موٽرن ۾ سواري ڪرڻ لڳا، تڏهن بہ ويچارن مير جتن جي روزيءَ تي لت اچڻ لڳي ۽ جڏهن ڪانئن پڇيو هو تہ : "جت فقير ياڙا ياڙا ملن ٿا يا نہ؟" تہ هٿ ڪٽي موٽرن کي پٽيندا هئا ۽ جنگ عظيم وارو زمانو ياد ڪري چوندا هئا تہ: "الله موٽرن ۾ ڪا ڪاميٽي وجهي اسان جو روزگار ئي بند ٿي ويو آهي."

پئسينجر ريلوي گاڏيءَ کي ماڻهو"مڪس گاڏي" چوندا هئا.....

اسڪولن جا شاگرد اهڙو ڪم ڪندا هئا، جو جڻ تہ گاڏي سندن خانگي ملڪيت هجي، سيني تختن (برٿن) تي ڍگها ٿي سمهي رهندا هئا. ڪنهن کي بہ نہ گاڏي ۾ چڙهڻ ڏيندا هئا ۽ نہ ويهڻ. گارڊ ۽ ٻيا ريلوي اختياريءَ وارا عاجز لاچار هوندا هئا. ۽ چوندا هئا: "چوراٽي پوتي ڪٽيءَ نہ ڏوتي."

نولراءِ هيرانند اڪيڊمي جي اولهہ طرف ڪافي ميدان ڇڏيل هو، جتي صبح جو اسيمبلي ٿيندي هئي. هارمونيم تي هندو عامل شاگرد بيهي منڙن آوازن ۾ پرارٿنا ڳائيندا هئا. سڀ شاگرد ادب سان ٻانهون ٻڌي بيهندا هئا. پرارٿنا پوري ٿيڻ تي هرهڪ ڪلاس جي قطار پنهنجي ڪلاس ڏي هلي ويندي هئي ۽ استاد صاحبان جي مٿي ورانڊي جي ٿلهي تي قطار ۾ بيهندا هئا، سي پنهنجن پنهنجن ڪلاسن ۾ پهچي ويندا هئا. ڪن استادن جي عادت هوندي هئي، تہ شاگردن جي حاضري وٺڻ مهل سنسڪرت جا ڪي جملا چوندا هئا، ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ دعا گهرندو هو. مسٽر پرتابراءِ دعا گهررندو هو: "اي پريو تو پيريءَ ۾ بت سان گذارجانءِ، جيوت سکي ڪجانءِ. اي ايشور سڀ جيو جنتر جيت جٽيا تنهنجي گنج مان پلجن ٿا. تون پنهنجي دامن تي سک جو سمون آڇج، اي جڳ جا

رڪپال، اسان پاپين جي رڪشا ڪر..... اها دعا پنج منٽ هلندي هئي ۽ پوءِ حاضري ونبي هئي..... اسڪولن ۾ پڙهندڙ اڪثرت ٻار عاملن، ديوانن ۽ واپارين جا اولاد هوندا هئا، انهن جي گهرن ۾ به انگريزيءَ جو واهيو گهٽو هوندو هو. تنهن هوندي به ٽيوشنون وٺندا هئا ۽ گهٽو هوشيار هوندا هئا. دُعا: (1) ديا سا اي ديالو تون ڪرم ڪر مهر سان پرپو، (2) ٻاجهه ڪر ٻاجهارا سائين ٻاجهه ڪرين ٻاجهارا.

تڏهن پوهو ڪياڻي بلڊنگ ۾ اڪيڊميءَ جو بورڊنگ هائوس هوندو هو، جتي شهر کان ٻاهران آيل شاگردن کي رهائيندا هئا. بورڊنگ هائوس ۾ ڪي اهڙا به شاگرد هوندا هئا، جيڪي پنهنجا نوڪر به پاڻ سان گڏ رکندا هئا، جيڪي سندن ماني ٽڪي ناهيندا هئا.

ورنيوڪيولر فائينل امتحان جا فارم پرائڻ لاءِ استاد شاگردن کي همٿائيندا هئا. فارم جي في به روپيا هوندي هئي.... ايليمينٽري ڊرائنگ امتحان جي فارم في به به روپيا هوندي هئي. جيڪي شاگرد ڊرائنگ ڪلاسن ۾ هوندا هئا، تن کي شام جو ڊرائنگ ڪلاسن ۾ اچڻو پوندو هو. ڪي اهڙا به پرنسپال ۽ استاد هوندا هئا، جيڪي ڪنهن شاگردن وٽ فيءَ امتحان جا پئسا نه هئڻ تي پاڻ اُهي في جا پئسا پري ڇڏيندا هئا. تڏهن پيپر بمبئي مان ايندا هئا ۽ ڪجهه مهينن کان پوءِ نتيجو نروار ٿيندو هو.... ڊرائنگ جي امتحان ۾ جيترا به شاگرد پاس ٿيندا هئا، تن جي انگ تي اسڪول کي ڪجهه گرانٽ ملندي هئي. نولراءِ هيرانند اڪيڊمي ۾ عربي نه پڙهائي ويندي هئي، تنهنڪري ثانوي زبان پارسي هئي. ڪي استادن جا ٻنوئان وار هوندا ۽ ترڪي ٽوپي پائيندا هئا. پارسي پڙهندڙ شاگردن کي چوٿين درجي ۾ مزاحيه حڪايتن جو ڪتاب حڪايات لطيف، پنجين درجي ۾ اخلاقي آکاڻين جو صد حڪايات جو ڪتاب پڙهايو ويندو هو.

اسڪول ۾ پڙهندڙ شاگردن - مسلمان توڙي هندو - ۾ دوستيون ٿينديون هيون. مذهبي متڀيد نه هو. شاگرد هڪٻئي جي گهرن ۾ ايندا هئا. مونکي جڏهن سندن مائرون ڏسنديون هيون، ته هيءُ سندن پُٽن جو دوست آهي، ته مونکي پٽن جيترو گهُرنديون هيون ۽ کيترائي ٽول ۽ بيون شيون کارائينديون هيون، پنجين درجي ۾ منهنجا پيارا دوست -

حشو حشمت راءِ ڪيول راماڻي، موتي مير چنداڻي، پون گلواڻي، هوتو مهتاڻي، ڪشن ناگراڻي – هئا. تڏهن مسلمان شاگرد اٽي ۾ ا ڻ برابر هوندا هئا.

حيدرآباد ۾ جتي اڄ ريڊيو پاڪستان جي جاءِ نهيل آهي، اُتي هڪ ڪرسچن جي ريڊنگ روم ۽ لئبرري قائم هُئي، جنهن ۾ ديوان پرمانند ميوارام حيدرآبادي عامل، جنهن عيسائيت اختيار ڪئي هئي، سو هن لئبرريءَ جو سرواڻ هو. هو هڪ اخبار انگريزيءَ ۾ لائيٽ نالي، سنڌيءَ ۾ جوت نالي ٻه هفتيوار اخبارون ڪڍندو هو. روزانو ”هندو“ اخبار ٻه هوندي هئي.... عام شاگرد توڙي شهري هن لئبرري مان ڪتاب اشو ڪرائي پڙهندا هئا.... هيرانند اڪيڊمي ۾ ٻه لائبرري هوندي هئي.

مسلمانن شاگردن جي في معاف ڪرائڻ ۽ ڪتابن ۽ نوٽبڪن خريد ڪرڻ لاءِ هڪ ايسوسئيشن ناهي وئي. جنهن جي پهرين گڏجاڻي اولهندي ڪڇي ۾ حافظ شفيع محمد سپروائيزر ٽپيدار جي جاءِ ۾ ٿي، جيڪا جاءِ مٽيارين جي قاضي عبدالرئوف مرحوم جي اصل جاءِ هئي. گڏجاڻيءَ ۾ مولوي امام بخش صاحب، جيڪو فارسي جو استاد هو، کي صدر چونڊيو، محمد اسماعيل عرساڻي جنرل سيڪريٽري ۽ واجد علي خزانچي ٿيو. هرهڪ شاگرد تي چار آنا ماهوار چندو مقرر ڪيو ويو..... شاگردن فيصلو ڪيو ته اُهي امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ سندن سيڪنڊ هئنڊ ڪتاب وڪڻڻ جي پيٽ ۾ ايسوسئيشن کي ڏيندا، ته جيئن اُهي ٻين غريب شاگردن کي مفت ۾ ڏنا وڃن. گڏجاڻي ۾ اهو ٻه فيصلو ڪيو ويو ته هر آچر تي اُهي مسجدون، جيڪي هندن جي پاڙن ۾ اڇي ويون هيون ۽ جتي ٻانگ صلوات ڪانه ٿيندي هئي، تن جي واري واري سان ڪنهن آچر تي هڪ پاڙي ۾ ته ٻئي آچر تي ٻئي پاڙي ۾ هلجي ۽ ٻهاري ڏيئي صفائي ڪري اچجي. مسجدون سڀيون مٽيءَ جي حالت ۾ هندو پاڙن جي وچ ۾ اچي ويون هيون ۽ چوداري هندن جون ماڙيون هيون، جتان ٻارن جي گندگي اُڪهي اڱڙيون ٻه مسجدن ۾ اُڇلايون ٿي ويون، پاڻيءَ جا مٽ ۽ ڪونرا سُڪل نوٽ ٿيل، تڏا ڦاٽل پرزا پرزا ٿيل، مٽي ۽ ڪچري جا ڍير لڳل، مسجد جي دروازي کي رڳو تالو ٻه لڳل نه هوندو هو. اسان

پاڙي وارن کي هدايت ڪئي سين، تہ هيءَ مسجد آهي. جيڪا مسلمانن جي پاڪ جاءِ آهي، مهرباني ڪري گهر وارن کي روڪين تہ هن ۾ گند نہ اُڇلائين.

شاگرد جڏهن ڪنهن وٽ پئسن جي وصولي لاءِ ويندا هئا، تہ اُهي ڪين پنهنجي استاد کان رسيد لکرائي اُچڻ جو چوندا هئا. رسيد بوڪ ڇپايا ويندا هئا، جيڪي پئسن ڏيندڙن کي رسيد ڏبي هئي. ڪي اهڙا بہ ماڻهو هوندا هئا، جيڪي جيتوڻيڪ پئسا ڏيندا هئا، پر پنهنجو نالو لکرائڻ نہ چاهيندا هئا...... پوءِ هندو شاگردن توڙي استادن بہ چيو تہ: سنڌن مدد جي گهُرج هجي تہ اُهي بہ حاضر آهن. پوءِ مسلمان شاگردن جون ڪن جون سڄيون تہ ڪن جون اڌ معاف ڪيون ويون..... ڇهين درجي ۾ حاجب شاهي، منتخاب فارسي جو مجموعو هو، پڙهايو ويندو هو. هن مجموعي ۾ گلستان بوستان، انوار سهيلي نثر جي حصي ۾ ڪريما، پندنامہ فريد الدين عطار، محمود نامہ جا ڪجھ غزل ۽ ڪجھ جديد فارسيءَ جا منظومات پڙهايا ويندا هئا. جيڪو ديوان ڏيارام پڙهائيندو هو. ديوان ڏيارام پڙهائڻ وقت مست ٿي ويندو هو، ۽ ڪنڌ پيو ڌوڻيندو هو.

فارسي گرامر ڇهين درجي کان شروع ڪرايو ويندو هو، هڪ گرامر جو ڪتاب " ڪانگا جو گرامر" پڙهايو ويندو هو. مٽيون ڪورس ٻن سالن جو هو، يعني ڇهين ۽ ستين ٻن درجن ۾ پورو ڪرڻو پوندو هو ۽ مئٽرڪ ۾ امتحان انهن•مان ئي ٿيندو هو... 1924-25ع ڌاري اسان جي مئٽرڪ واري ڪلاس ۾ 143 شاگرد هئا، جن ۾ مسلمان رڳو ٻارنهن هئا. مئٽرڪ ۾ سنڌي ۽ جاگرافي جا مضمون نہ هوندا هئا. مئٽرڪ جو امتحان رڳو هينين ڪمن ۾ ٿيندو هو. انگلش جنرل هڪ پيپر، انگلش ٽيڪسٽ هڪ پيپر، انڊين هسٽري ۽ انگلستاني هڪ پيپر، پرشن هڪ پيپر، رياضي، ارٿميٽڪ آلجبرا ۽ جاميٽري هڪ پيپر. 1924_25ع ڌاري مئٽرڪ جو امتحان مارچ مهيني ۾ ٿيندو هو. سنڌ مدرسة السلام جي مٽين هال ۽ خالقڏنو هال ۾ امتحان هلندو هو.

1925ع ۾ پهرين سال، حيدرآباد کي بہ مئٽرڪ جو سينٽر بڻايو ويو، اهو هندو صاحبان جي ڪوشش جو نتيجو هو. جنهن لاءِ پهريون

سينٽر هومسٽيڊ هال ۾ ڪيو.

امتحان ٽي ڏينهن هلندو هو. روزانو ٻه پيپر ٿيندا هئا. سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جا شاگرد ٻه هتي امتحان ڏيندا هئا. ... تڏهن سنڌ بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ڳنڍيلَ هئي، ۽ امتحان سڀ بمبئي يونيورسٽيءَ وسيلي ٿيندا هئا. مارچ اپريل ۾ مهينا انتظار جا هوندا هئا ۽ مئي جي پڇاڙيءَ ۾ نتيجو نڪرندو هو. تعليم جو وسيلو انگريزي زبان هو ۽ امتحان جو رعب گهڻو هوندو هو. ڪاپيءَ جي ته ڪنهن کي سوچ ئي نه هئي ۽ نه وري امتحان ۾ ڪو اثر رسوخ هلائڻ جو امڪان هو. سوالي پيپرن تي ممتحن جا نالا ۽ ائڊريسون لکيل هونديون هيون. پر تڏهن جا ممتحن اثر يا سفارش کان آجا هئا ۽ اها ڳالهه ذڪي هئي جو وٽن ڪنهن بابت رسائي يا پهچ ٿي سگهي. رزلٽ هميشه بمبئيءَ ۾ رات جو ٻارهين وڳي نڪرندي هئي. ٽيليگراف رستي سيني پريسن کي نمبر ڏنا ويندا هئا. جي راتوواهه سپليمينٽريءَ وسيلي شايع ڪري صبح سويري ٻه ٻه آني قيمت وصول ڪري هر هڪ شاگرد کي نهايت سولائي سان ملي سگهندي هئي. اها رات شاگردن کي ننڊ ئي نه ايندي هئي سنڌ جي رزلٽ وڌ ۾ وڌ چاليهه کان پنجيتاليهه سيڪڙو ٿيندي هئي. ڊويزنون ڪونه هيون. رڳو پاس يا فيل هوندو هو. سپليمينٽ ۾ رڳو پاس نمبر ظاهر ڪيا ويندا هئا. جيڪي نمبر نه هوندا هئا. سي فيل قرار ڏنا ويندا هئا. 1925ع ڌاري رزلٽ ۾ نول راءِ هيرانند اڪيڊميءَ مان اسان ٻارهن مسلمان شاگردن مان رڳو هڪ پاس ٿيو.

1925ع ۾ مرحوم نورمحمد وڪيل مسلم ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جو بنياد رکيو. ان لاءِ سر ابراهيم رحمت الله کي صدارت لاءِ گهرايو ويو. شاگردن ڏينهن رات محنتون ڪري قومي جذبي سان سرشار ٿي، هومسٽيڊ هال کي ڪانفرنس لاءِ ڪنوار جيان سينگاريو. ڪانفرنس ۾ ڪافي ولولي انگيز تقريرون ٿيون. مخير حضراتن وڏن وڏن چندن ۽ عطين جا اعلان ڪيا. اسان خوب نعرا هنيا. تاڙيون وڄايون، پر ڪانفرنس جي ڪاروائيءَ کان وڌيڪ جيڪا ڳالهه پسند آئي سو هو مشاعرو. مشاعرا ٻه ٿيندا هئا.

هڪڙي ڀيري اردو ۽ سنڌي مشاعرو ٿيو. جنهن مشاعري ۾ مصرع اردوءَ ۾ هئي "چشم موسي ڪو بهي حسرت ره گئي ديدار ڪي". سنڌي ۾ ان جو ترجمو هو "چشم موسي کي بہ حسرت رهجي وئي ديدار جي". اردو مشاعري جي صدارت مير ايوب خان ڪئي ۽ سنڌي مشاعري جي صدارت مرحوم مرزا قليچ بيگ ڪئي.

تڏهن مئٽرڪ پاس ڪرڻ وڏي ڳالهہ سمجهي ويندي هئي. وري جيڪڏهن هالن جهڙن ننڍن شهرن مان ڪو شاگرد مئٽرڪ پاس ڪندو هو، جتي ان کان اڳ ڪنهن بہ مئٽرڪ جي امتحان جو خواب ئي نہ ڏٺو هوندو هو، تہ اهم ڳالهہ ليکبي هئي. جڏهن آءٌ پاس ٿيس تہ منهنجا والد ۽ ٻيا مٽ مائٽ مئٽرڪ ۾ ڪاميابيءَ تي نهايت خوشيون ملهائڻ لڳا. آءٌ هالا شهر جي هندن، سکن ۽ مسلمانن سيني مان پهريون شخص هوس، جنهن مٽرڪ پاس ڪئي هئي. تنهنڪري منهنجي والد کي گهڻيون مبارڪون مليون. جناب حضرت مخدوم ظهير الدين (پرو چام) سائين مونکي ويهہ رپيا خرچي ڏنا ۽ دعا ڪئي. منهنجي امڙ مونکي ٻاڪر ۾ وجهي چميون ڏنيون.

مئٽرڪ ڏيئي ڪنهن ڪاليج ۾ داخلا وٺڻي پوندي هئي. داخلا لاءِ هڪ معمولي فارم ڀرڻو پوندو هو، جيڪو ڪاليج مان مفت ۾ ملندو هو. فارم سان گڏ رڳو ڏهہ روپيا ڪاشن مني تڏي تي ڏيڻي پوندي هئي. ڪلارڪ، نالو ۽ مئٽرڪ جو سيٽ نمبر بمبئي مان آيل ڇاپي رزلٽ تان ڏسي تصديق ڪندو هو ۽ ٻئي ڏينهن نوٽيس بورڊ تي لسٽ لڳائي ويندي هئي، تہ هيٺين شاگردن کي داخلا ڏني ويئي آهي. ان کان وڌيڪ ڪا بہ پڇاڙ يا اينگهہ ڪانہ هوندي هئي. تڏهن بي.اي جي پهرئن سال کي ايف. واءِ. اي فرسٽ ايئر آرٽس شايد چوندا هئا. ٻئي سال کي انٽر آرٽس. ٽئين سال کي جونيئر بي.اي ۽ چوٿين سال کي سينئر بي.اي سڏيندا هئا. ڪاليج اسڪالرشپ لاءِ درخواست پرنسپال جي معرفت ڏبي هئي ۽ ٽيهہ روپيا ماهوار اسڪالرشپ نهايت سولائيءَ سان پاڙهي ملي ويندي هئي..... تڏهن سلاميءَ واري ڇت نڪر جي نرن سان ڍڪيل هوندي هئي. سنڌ نيشنل (گدومل) ڪاليج جو هاسٽل پڻ هوندو هو. هاسٽل ۾ رڳو ڏهہ

ٻارهن ڪونيون هيون، جيڪي پراڻي وقت جون نهيل هيون، پر ٻاهرين شاگردن لاءِ غنيمت هئي.

مُلان اسڪول ۾ هوندا هئا... پوليس ۾ ڀرتي لاءِ ناسڪ پڙهڻ لاءِ به ڪڪي ماڻهو ويندا هئا. تڏهن انڪمبرڊ اسٽيشن آفيس به هوندي هئي... شاگرد پنهنجا ٻورچي به رکندا هئا..... ۽ ڪلب ناهيندا هئا، تنهنڪري مانيءَ ٽڪيءَ جا سهنجا ٿي پوندا هئا. سڀ پروفيسر شاگردن کي عزت ۽ پيار جي نگاهه سان ڏسندا هئا. عملو سهڻو ورتاءُ ڪندو هو. تڏهن مدراسي ۽ گجراتي پروفيسر به پڙهائيندا هئا.

ڪاليج جو پهرين نالو سنڌ نيشنل ڪاليج هوندو هو، پوءِ اين.اي.ڊي نيشنل ڪاليج رکيو ويو ۽ هينئر گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جي نالي سان سڏجي ٿو....فارسيءَ ۾ نثر ۾ بهارستان جامي ۽ نظم ۾ طيبات سعدي پڙهايا ويندا هئا. شاگرد ڪاليجي چوائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. ڪاليج ۾ ٽرگناميٽري پڙهايو ويندو هو. هر هڪ پيرئڊ (فر جي) جي حاضري ٻربي هئي، تنهنڪري پيرئڊ ۾ گسائڻ قطعا ناگوار لڳندو هو ۽ نهايت تاڪيد سان هر هڪ فرجي ۾ حاضر رهبو هو. ثانوي اسڪول به راندين، ڊرامن، ڊبيٽن، ايڪسڪرشنن ۽ ٻين سوشل دلچسپين کان خالي نه هوندا هئا. پر ڪاليج ۾ فضا ئي ٻي هئي.

پروفيسر ايم.ايم گدواڻي پرنسپال ٿي اچڻ سان ڪاليج ۾ زندگي پيدا ڪئي. هڪ پيري ڪاليج لان تي هڪ ”انڊين مجلس“ ڪرايائين، جنهن لاءِ ڪوبه چندو وغيره رکيل ڪونه هو. ڳائڻ وڄائڻ سميت هڪ فينسي شو به هن مجلس جي پروگرام ۾ شامل هو. ڪاڏي لاءِ سڀ ڪنهن کي حڪم هو، ته پنهنجي گهران سيڪو ڪجهه نه ڪجهه سنڌي ڍنگ جو ڪاڌو رڌائي پاڻ سان ڪٺي اچي. عجيب غريب قسم جا ڪاڌا گڏ ٿي ويا. ڪنهن ٻاجهريءَ جا ڍوڍا ۽ چٽڻي آندي. ڪن ڪٽڪ جو رڌل ڏارو، جنهن کي ٻاٽ چوندا هئا، سو آندو ته ڪنهن لپئي آندي، ڪنهن ڪٺاهو پرشاد يعني چٽن جي کهرن جي چٽڻي آميز پليٽ آندي. جنهن کي چولا چيو وڃي ٿو. ڪنهن سيگو چانورن جي رٻ آندي، ڪنهن سوجيءَ جوسيرو، ڪنهن ڪيرٽي ڪنهن پٽاٽن جون ٽڪيون،

ڪنهن ڪچٽي ۽ ڪڙهي، ڪنهن ڏونري ۾ نهيل رائتو، ڪنهن ڀاڄي پلاءُ، ڪنهن مڱن ۽ چونرن جا کُهر، ڪنهن ڪچونبر، ڪنهن ٽماٽي جي چٽني، ڪنهن سلان ڪنهن ڦُلڪا، ڪنهن موٽيون ڪنهن چوڪا، ڪنهن بسريون ڪنهن منا چانور (رنگ بنا چاشني) ڪنهن وڙيون ڪنهن اچار، ڪن مُربا ڪن ڏهي، ڪن لسيءَ جا لوٽا، ڪن پڪوڙا، ڪن پوريون، ڪن ٻهن چيڙن انب چور جون ڪچريون، ڪن پالڪ ته ڪن سرنهن جو ساڳ، ڪن موريون ته ڪن ڪريلا ڪن گاجر جو حلوو ڪن ٻيون قسمين قسمين گهر جون ناهيل منايون آٽي ڍير ڪيون. ويشنو ڪاڏا هئا. پاپڙن جو ته حساب ئي ڪونه هو. ڪو ٿاندن تي سيڪيل، ڪي تريل، ڪائيندي حال! جڏهن ته مسلمان شاگردن تريل مڇيون، گوشت، بيضن جا ٻوڙ، سوپ ۽ ڪڪڙ جو ٻوڙ، ڪونئرا پراٺا، چاشني، ڪورمو ۽ ٻيون اهڙيون غذائون آنديون. پليٽ پليٽ هر هڪ جي ڏار هئي، ورڪر بينا هئا. چمچن سان لاهي تي ڏنائون، جيڪي گهُر سو حاضر، مسلمان شاگردن جي چوڻ تي چوڪيدار ماهيو ڪير آٽي ڏنو ۽ ان ۾ راسبيريءَ جو رنگ ۽ کنڊ گڏي ڪٽي ملڪ روز بڻايو ۽ هڪ وڏي ديڳ ڀري رکي سين. واهه واهه تي ويئي، جو ته شهر وارن ڪي ملڪ روز جو ڍُڪ آڻڻ ذرا مشڪل بلڪ محال هو.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ، هڪ ايڪسڪرشن جو انتظام ڪيو ويو. قليلي ان وقت ڦوهه جوانيءَ ۾ هئي، سندس وهڪرو سنتو درياهه سان ڪلهو هڻي رهيو هو. هڪ ٻن ٻيڙين جو ڪرايو وغيره مير بحرن سان طئي ٿيو ۽ آرتوار صبح جو چونڪ اسان جي ڪاليج ڪان چام شوري موريءَ وٽ وڄي پيي. ڊبليو. ڊي. جي بنگلي ۾ ڏينهن گذارڻو هو، تنهن ڪري ٻيڙيون اوپاريون هليون، جي قليليءَ جي ڪپ سان ميربحرن رسن سان ڇڪي تي هلايون..... ٻيڙيءَ ۾ ڪيترائي گيت، گانا ڳائيندا، خوشيون ڪندا قليليءَ جي ٻنهي ڪپن تي ماڻهن جو ڌيان ڇڪائيندا خير سان منزل مقصود تي پهتاسين. ٻسڪوٽن جا پڙا، ڪيڪن جا ڊزنن جا ڊزن ۽ ٻيا قسمين قسمين مال تال وني ويا هئاسين، جي ڪائي آسپاس جو شيل ڪري شام جو وارُو ٿياسين ۽ سڄ اندر ٻاهر هو ته واپس

ڪاليج ۾ پهچي وياسين، ۽ سيڪو مائٽن جو انتظار دفع ڪرڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي گهر روانو ٿيو.

هڪ ڀيري ڪاليج ۾ ڊرامو منعقد ٿيو، جيڪو شيڪسپيئر جو روميو ۽ جوليٽ جو اختصار هو. پون گدواڻي جوليٽ جو پارٽ ادا ڪيو ۽ وڻ وجائي ڇڏيائين. ڪاليج جا ستر سيڪڙو شاگرد ته مٿس جڻ عاشق ٿي پيا.... ڪاليج ۾ ڪو ايڊيوڪيشن هئي، تنهنڪري ڪيترين ئي عامل ڇوڪرين به پڙهنديون هيون. ڇوڪرن لاءِ ڊيسڪون هونديون ۽ گئلريءَ جيان رکيل هونديون هيون ۽ ڇوڪرين لاءِ پهرينءَ صف ۾ ميزون ۽ ڪرسيون رکيل هيون. ميزون پراڻي قسم جون هيون، منجهن اڳيان به به خانا هوندا هئا. هونءَ ته ڇوڪرين جي نهايت عزت ڪئي ويندي هئي ۽ هرڪو شاگرد انهن کي ڀينرن جيان ڏسندو هو. جڏهن اُهي ڏاڪڻ تي چڙهنديون هيون يا لهنديون هيون، ته ڪوبه ڇوڪرو لهندو چڙهندو نه هو، جيستائين اُهي سيڙهي پار ڪري وڃن. پر ان هوندي به ڪي عامل ڇوڪرا شرير هوندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ساڻن چرچا ڪندا هئا.

ڪاليج طرفان ”قليلي“ ميگزين نڪرندي هئي. جنهن ۾ اڪثر ڪري شاگردن جا مضمون ڇپجندا هئا...... حيدرآباد ۾ بزم مشاعره سنڌي ادبي سوسائٽي جُڙيل هئي، جنهن جي طرفان شهر ۾ مختلف موقعن تي مشاعره ٿيندا رهندا هئا. ۽ انهن مشاعرن ۾ نون شاعرن کي پڻ شاعري پڙهڻ جو موقعو ڏنو ويندو هو.

1932ع ۾ ٽنڊو محمد خان جو اي.وي. اسڪول، ميونسپالٽيءَ جو هو. مير حاجي حسين بخش خان ميونسپل جو پريزيڊنٽ هو. مونکان اڳ جنهن هندو هيڊ ماستر اسڪول تي ڪانگريس جو جهنڊو چاڙهيو. جنهن جي پاداش ۾ هن کي نوڪري ڇڏڻي پيئي، ڇاڪاڻ جو مير صاحب تي انگريز حڪومت جو دٻاءُ پيو ۽ ڪيس هدايتون ڏنيون ويون ته هيڊ ماستر ڪو مسلمان رکو. اهو سبب هو، جو مونکان هندو ماستر مسٽر جي. ڪرشن جيڪو سينيئر هو، تنهن کي ريٽي مونکي هيڊ ماستر بڻايو ويو. ميونسپالٽيءَ ۾ هندو ميمبرن جي اڪثريت هئي، تن منهنجي تقرر

تي سخت اعتراض ورتو. سول ڪورٽ تائين معاملو ويو.

هوڏانهن سنڌ جدائي جي تحريڪ هلندڙ هئي ۽ مسلمانن اهو نهراءُ ڪيو ۽ هڪ جمع مقرر ڪيو، ته نماز بعد جامع مسجدن ۾ دعائون گهُربيون ۽ تقريرون ڪري سنڌ جي جدائيءَ لاءِ نهراءُ پاس ڪبا..... آئون، ميمڻ محلي ۾ جامع مسجد جي بلڪل سامهون هڪ تپيدار جي اوطاق هئي، ان ۾ رهندو هوس. جمع جي ڏينهن جماعت جي اصرار تي مون تقرير ڪئي ۽ نهراءُ لکي پاس ڪرايم. سي، آءِ، ڊي وارا به ڪي آيل هئا. مونتي رپورٽ ٿي، هندن وجهه ورتي ٽنڊي ڊويزن جي ڊپٽي ڪليڪٽر لالا (شڪارپوري) کي پڙڪايو. نتيجي ۾ مونکي حڪومت کان وارننگ آئي ته سياسي ڪمن ۾ بهرو نه وٺ، نه ته توتي سخت قدم کنيو ويندو..... پوءِ مون اڏيري لعل جي انگلش ڪلاس کي اچي وسايو.

ٽنڊي محمد خان ۾ منهنجو وقت چڱو گذريو. مير پير بخش خان، مير علي بخش خان ۽ سيد محمد عارف شاهه ۽ علي ڏنو شاهه منهنجي سُنن تلاميذ رشيد مان هئا. هتي اي. وي اسڪول ۾ ڪوبه مسلمان ماستر نه هو. ويتر جو آئون هيڊ ماستر ٿيس ته ڏاڍا خوش ٿيا ۽ آئون به سندن هر سرپرستي ڪندو هوس. مير حاجي حسين بخش خان ميونسپالٽيءَ جوپريزيڊنٽ هو،۽ ٻين مسلمان ميمبرن مان سيٺ لقمان مرحوم سان منهنجو گهاٽو تعلق ٿي ويو. سندس ننڍو ڀاءُ سيٺ محمد جيڪو پوءِ شهيد ٿي ويو، منهنجي تمام گهڻي خوشامد ڪندو هو. سيٺ موليڏنو سندن چاچو جنهن کي عرف عام ۾ ”سيٺ مولو“ چوندا هئا، هڪ پيرسن بزرگ هو. ٽنڊي محمد خان ۾ به سندس ڪيتريون ئي جايون هيون، سو مونکي پنهنجي جيان پيار ڪندو هو ۽ هڪ جاءِ بنا مسواڙ جي مونکي ڏنائين ته تپيدار کي ڇڏي اتي اچي رهان.

پوءِ، آئون اڏيري لعل انگلش ڪلاس ۾ ٽيچر ٿي آيس، جتي سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر حاجي عبدالرؤف ڪيبرائي هو، جيڪو نهايت ديندار ۽ هوشيار استاد هو. مانيون سومر ٻنهي پنيوالو تيار ڪندو هو ۽ ٻوڙ حاجي عبدالرؤف شاگردن جي مدد سان تيار ڪندو هو. اڏيرو لعل هڪ ننڍو واهڻ هو، شروعات ۾ هن ڳوٺ جي چڱي رونق هئي. پر

جڏهن هندن اڏيرو لعل جي مقبري مٿان اڏيري لعل جو هڪ بُت نصب ڪيو، تڏهن وڏا تڪرار هليا ۽ گهٽا هندو لڏي ويا. گجرات جا وڏا وڏا هندو سيٺ جيڪي اڏيري لعل جا شش ۽ جاني هئا، تن به اچڻ ڇڏي ڏنو. اسڪول جي پڪي عمارت پاڻ هڪ هندو سيٺ جي هئي، جيڪا لوڪلبورڊ ان کان مُٺ جيترن پئسن ۾ خريد ڪري ورتي ۽ اسڪول بورڊ کي سرڪاري ملڪيت بنائي ڏني وئي. اها سڀ ڪوشش محمد صالح شاهه صاحب جي هئي، جنهن کي عام طرح سائين بُڍل شاهه سڏائيندا هئا. هن ڪوششون ڪري سيني شاگردن جون فيون معاف ڪرايون ۽ ڪيترن کي ٽي- ٽي روپيا ماهوار وظيفو به ڏيارائين. منهنجي وجڻ وقت رڳو به ڇوڪرا انگلش ڪلاس ۾ هئا، جيڪي اسان جي گڏيل ڪوشش سان وڌي پنجٽيهن کي وڃي پهتا ۽ هڪ پرپور ڪلاس منهنجي نگرانيءَ ۾ قائم ٿيو. هي سال 34_1933ع هو.

مون اڏيري لعل اسڪول ۾ هڪ ريڊنگ روم ۽ لئبرري قائم ڪئي ۽ هڪ ننڍو ميوزم به ان سان گڏ هو. ڪتابن جو ڪافي ذخيرو ڪَٺو ڪيو ويو. اخبارون ۽ رسالا گهرايا ويا ۽ ميوزم لاءِ ڪيئي نادرات جمع ڪيا ويا. صبح جو مناجات لاءِ هارمونيم ورتو ويو. راندين لاءِ فٽ بال ۽ ڪرڪيٽ جو سامان خريد ڪيو ويو ۽ ڊبيٽنگ سوسائٽي کي جنم ڏنو ويو ۽ ڊرئميٽڪ منڊليءَ جو بنياد وڌو ويو..... هڪ پندرهن وار رسالو ڪڍيو ويو، جنهن جو نالو "لعل" رکيو ويو، جيڪو آئون پنهنجن هٿن سان لکندو هوس ۽ شاگردن جا ننڍا ننڍا مضمون ان ۾ شامل ڪيا ويندا هئا. محمد پنهي، الهه ورايو ۽ مينو "مينارام" شاگرد نهايت سُريلا ڳائيندا هئا ۽ ماستر ويرومل پاڻ هڪ هارمونيم ماستر به هو، پڳت به هو ۽ سندس آواز نهايت سُندر ۽ مٺو هو. اهو شاگردن کي راڳ جي تربيت ڏيندو هو. ڊراما اسٽيج ڪرڻ جي فن ۾ اسڪولن بورڊ جو هيڊ ڪلارڪ مسٽر ليلا رام وڏو ماهر هو. هن حيدرآباد ۾، عامل معاشري ۾ جيڪي ڏيتي ليتي بابت اوٽايون هيون، تن تي ڪيترائي سوشل ڊراما اسٽيج ڪرايا هئا، جنهن ڪري ڪيس خاص تجربو هو. اهڙي ماڻهوءَ جي مدد سان مون "ڊزن ڊايالاگ" لکيا، جيڪي پوءِ ڪتابي صورت ۾ به شايع ٿيا.

مسٽر ليلا رام کي منٿ ڪيم تہ اسان کي اڏيري لعل ۾ هڪ ڊرامو ڪرڻ ۾ مدد ڏئي. هن قبول ڪيو.... اسٽيج جو سامان ونگس، پردا وغيره حيدرآباد مان گهراياسين. چوڪرن کي تياريءَ ۾ مصروف رکيوسين، ٽڪيٽون ڇپايونسين، جيڪي گيت ڊايالاگن ۾ هئا، تن جي هڪ جدا چوپڙي ڇپائي ويئي. تياريون مڪمل ٿيون، ڊرامو منعقد ٿيو. ماڻهن جا وات ڦاٽي ويا. جو اڏيري لعل واسين پنهنجي تاريخ ۾ اهڙو فنڪشن نہ ڏٺو هو، واهہ واهہ ٿي..... مسٽر يوسفاڻي محمد الياس هالا جو مختيار ڪار هو، تنهن صاحب صدارت ڪئي.

مسٽر جوشي، جيڪو تڏهن حيدرآباد ضلع جو ڪليڪٽر هو، تنهن لئبرري رجسٽر ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو ۽ اسان کي سنڌ آفيشل گزيٽ، گورنمينٽ گزيٽ، ڪوآپريٽر سوسائٽين جون ۽ ايڊيوڪيشنل ڊپارٽمينٽ جون ساليانيون رپورٽون ۽ بمبئي پراوشنل اسيمبليءَ جي ڪارروائيءَ وغيره جو سڀ لٽريچر مفت ملندو هو، ۽ ٻيا رسالا بہ اڌ قيمت ۾ ملڻ لڳا..... هڪ ڪوآپريٽوَ اسٽور کوليو ويو، جيڪو ترقي ڪري هڪ وڏو شاپ ٿي ويو. شهر جا ماڻهو اسان کان سامان وٺڻ لاءِ ايندا هئا. اسان وٽ سستا اگهہ هئا. تمام معمولي فائدي سان رکيو شاگردن لاءِ شيون مهيا ڪيون وينديون هيون. پر هاڻي سيني کي بہ ساڳين اگهن سان ڏيڻ لڳاسين. برانچ پوسٽ آفيس کولائيسين، جنهن جو برانچ پوسٽ ماسٽر بہ مسٽر حاجي عبدالرؤف هيڊ ماسٽر هو. هڪ ننڍڙو بورڊنگ قائم ڪيوسين، حيدرآباد، شهدادپور، ملدسي، نوڙا، کدريون، هَڪڙا، گهانگهلا، اڏيرو لعل اسٽيشن، ڪيبر، سيڪاٽ، هالا نوان ۽ نصرپور کان شاگردن داخلا ورتي.

اڏيرو لعل اُهو قديم شهر آهي، جنهن سان ديني علم جون ڪيتريون ئي ڳالهيون منسوب آهن. هي شهر ٽن چئن پاڙن ۾ ورهايل آهي. هڪ پاڙي ۾ اڏيري لعل جا شيخ بئي ۾ پٽي ۽ ٻيون ذاتيون، ٽئين ۾ هندو، چوٿين ۾ اڏيري لعل جي دربار جا ٻاوا ۽ پنجين پاڙي ۾ اڏيري لعل جا سيد، هن پاڙي کي دائرو شريف ڪوٺيو وڃي ٿو. دائره شريف ۾ ٻين ديني علوم سان گڏ خاص اهميت جنهن ڳالهہ کي هئي، سان هئي

قرآن پاڪ جي قرآت، جنهن لاءِ هتي چڱا قاري هوندا هئا، جيڪي خاص قرآت سيکاريندا هئا ۽ قرآت جي فن ۾ دائرو شريف سنڌ ۾ واحد ادارو هو...... سنڌ ۾ هڪ پهاڪو مشهور آهي ته، ” چوڪرن اُٺ مسجد (مسسيت) تي چاڙهيو هو.“ اها مسجد شريف اها دائري واري هئي، جتي عربيءَ ۽ قرآت جي طالبن جو اهو ڪارنامو هو، جيڪو ضرب المثل بنجي ويو.

اڏيرو لعل شهر چونڪ هندن جي اڏيري لعل جي سببان هڪ تيرٿن جي جاءِ هئي، ان ڪري اُتي جي ٻائي جو تمام گهڻو اثر رسوخ ۽ عزت هوندي هئي. وڏو ٻائو فوت ٿي ويو ۽ سندس پُٽ پريتم داس گاديءَ تي وينو..... اڏيري لعل جي درگاهه هڪ قلعي جيان آهي ۽ ڪن ڪتبن مان ظاهر ٿئي ٿو، ته اها اورنگزيب عالمگير جي وقت جي ٺهيل آهي.

پوءِ مخدوم غلام حيدر جي چوڻ تي مون هالا هاءِ اسڪول ۾ اچي چارج سنڀالي. اسڪول جا ٻه ماستر: هڪ مسٽر عبدالرحيم عرف محمد جمن ۽ ٻيو غلام رضا پنو ته خاص مخدوم صاحب جا ماڻهو هئا. عبدالرحيم سندن ڪمدار جي حيثيت ۾ زمينن جو ڪم ڪندو هو ۽ سندس ڪلاس ٻيءَ هڪ ڊويزن سان ملائي ماستر سيرومل جي حوالي ڪيو ويو. وٽيس ته اچي، وٽيس ته نه اچي. ٽيون هڪ ماستر نارائڻ داس هو، جنهن جو صراف جو دڪان هو ۽ شاهوڪار ماڻهو هو ۽ مخدوم صاحب جو ڪارائتو نوڪر هو...... مقامي ڪامورن جي ڪلب تي هندوئن جو قبضو هو ۽ انهن مان ماستر سُندر سيني تي حاوي هو..... هو سدائين مخدوم صاحب بابت اجايون سجايون ڪوڙيون ۽ من گهڙت گلائون ڪندو رهندو هو..... مخدوم صاحب، غلام رضا کي هڪ بندوق ۽ هڪ رائيفل جو ليسن وٺي ڏنو هو. هڪ ڪار سندس حوالي هئي ۽ سندس لاءِ مخدوم صاحب جن جي طرفان سوئرن ۽ ڦاڙهن جي شڪارن جو اهتمام ڪيو ويندو هو. جن جي شوق ۾ هو اڪثر اسڪول کان غير حاضر رهندو هو. مخدوم صاحب جن شهر جا وڏي ۾ وڏا ماڻهو هئا ۽ ميونسپل جا پريزيڊنٽ به هئا. تڏهن حيدرآباد ضلعي جو ڪليڪٽر مسٽر

مير چندراڻي هو، جيڪو نهايت ڪرڙو ۽ اڙٻنگ هوندو هو..... جنهن ماستر سُندر جي مبينهٖ ڪوڙين درخواستين تي، هڪدم انڪوائري ڪري غلام رضا جا لائسنس رد ڪري ڇڏيا..... آئون مخدوم صاحب جي هتڪ عزت برداشت ڪري نہ سگهيس ۽ موقعي جي تاڙ ۾ رهيس..

هڪڙي ڏينهن مون سندرداس ڪي غلام رضا، جيڪو موڪل وٺي ويو هو، تنهن جو پيرڊ وٺڻ جو چيو، پر هن انڪار ڪيو، مون ڪيس دٻايو، پر هو نہ هيسيو ۽ جواب سوال ڪرڻ لڳو..... بس مونکي ڪپندوئي ايترو هو، ڪرسيءَ تان اٿندي ئي ٻئي هٿ مضبوطيءَ سان وارن ۾ وجهي ڪٽي زمين تي سٽيومانس ۽ لتن ۽ مڪن جو وارو لائي ڏنومانس. هن آسمان ڏاريندڙ رڙيون ڪيون تہ، " خون ڙي خون"....... ۽ اُتان ڀڄي ويو.

سندرداس مٿين مامري بابت ڳوٺ ۾ هندو پئنچات گڏ ڪرائي بلڪ پاڙا جن جي پئنچات الڳ هئي، تن کي بہ شامل ڪيو ويو. فيصلو ٿيو تہ هندو ڇوڪرا تيستائين اسڪول ۾ نہ ايندا جيستائين ان مامري جي ڇنڊڇاڻ ٿئي..... ٻئي پاسي مون هڪ رپورٽ لکي هن مامري کي پريزيڊنٽ صاحب جي سامهون پيش ڪيو..... جنهن منهنجي تجويز تي عمل ڪندي سندرداس کي سسپينڊ ڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ اهو حڪم تعميل ٿيو..... پوءِ هندو پئنچات جي معزز شخصن - ماستر هاسومل ۽ ٻيو مهاراج واسديو وچ ۾ پيا، جن پڪ ڏياري تہ سڀاڻي سڀ هندو ڇوڪرا باقاعدي اسڪول ۾ حاضر رهندا ، پوءِ پئنچات سائين غلام حيدر وٽ ويئي، جنهن اهو حڪم رد ڪيو، پر انهيءَ شرط سان تہ هيڊ ماستر کان سُندر داس معافي وٺندو، جيڪا ڳالهہ هنن قبول ڪئي..... نيٺ ايئن مامرو حل ٿيو.

1945ع ۾ ٻي جنگ عظيم رتو ڇاڻ ۽ غارتگريءَ بعد ختم ٿي، حڪومت طرفان حڪم جاري ٿيا تہ اسڪولن ۾ خوشيءَ جا جلسا ڪيا وڃن. مٺايون ورهايون وڃن وغيره...... هڪ وڏي شاندار جلسي جو اهتمام ڪيو ويو. اسڪول کان جلوس نڪتو، درگاهہ شريف مخدوم نوح جي باب بلند کان لنگهندو سير بازار شاگردن جي قطار در قطار

جلوس هلندو رهيو. شعر پڙهيا ويا، جنهن ۾ انگريزي حڪومت جي خوشامد ڪيل هئي. جرمني ۽ هٽلر تي سب و شتم جا ڏوڙيا هئا. اسڪول جا ٻار اهو شعر ڳائيندا، فتح جا نعرا بلند ڪندا، شهر جي مشهور بازارين ۽ گهٽين مان گهمندا ڦرندا، مارڪيٽ لتاڙيندا سرڪاري آفيسن وٽ پهتا. جتي هڪ وڏو انبوهه ماڻهن جو جمع ٿي ويو. مختيارڪار ۽ ٻيا آفيسر ٻاهر نڪري آيا، هن جلوس جو مظاهرو، نظارو ڪيائون، ڪليڪٽر حيدرآباد ۽ ڪمشنر سنڌ کي مخفي رپورٽون ويون، ڪجهه وقت کان پوءِ مونکي تحسين جو ليٽر مليو، جيڪو اڄ تائين ميونسپل رڪارڊ ۾ محفوظ هوندو. مخدوم صاحب جن جي به تعريف ڪئي وئي.

تڏهن حيدرآباد ۾ ٻه ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هوندا هئا، هڪ حيدرآباد ٽائون لاءِ ۽ ٻيو ضلع لاءِ. هندو حيدرآباد ٽائون تي حاوي هئا ۽ ان ڪري حيدرآباد ٽائون کي ميونسپل اسڪول بورڊ ۽ حيدرآباد ضلع کي، جيڪو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ماتحت هو، تنهن کي ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ سڏيو ويندو هو. اهو سرشتو پاڪستان ٺهڻ بعد به اڃا هلندو ٿي آيو.... جڏهن مان حيدرآباد آيس، ميونسپل اسڪول بورڊ ٽائون جي آفيس هاٿوڪي ميونسپل آفيس جي سامهون هئي، جتي اڄ يو.بي.ايل جي بئنڪ آهي.

پناهگيرن جي لڏپلاڻ ۽ غلبي سبب پرائمري برانچ اسڪولن جو جايون، جيڪي هندن جا مددي اسڪول هئا، سڀ بند ٿي چڪا هئا. جايون پناهگيرن والاري ڇڏيون هيون. ڪن سرڪاري اسڪولن جي احاطن بلڪ ڪن حصن ۾ به بي گهر پناهگير ويهي چڪا هئا. اسڪولن جا رڪارڊ فرنچير وغيره ڪباڙين جي حوالي ٿي چڪا هئا، ڪن ماسترن صاحبن کي ڪير جو ڊيريون هيون. ڪن کي ڪنڌ جي ڊيپو هئي. ڪن ماسترن ائسوسئيشن جي آفيس تي قبضو ڪري اتي جا ٽائيپ رائٽر ۽ ڊيوپليڪٽر مشينون تينوار ڪري ڇڏيون هيون. جنرل رجسٽر گم هئا، جيڪي اڄن پنن تي رکٽا پيا. ڪوڙن ۽ جعلي سرٽيفڪيٽن جي ڏم ڏمان هئي.... ماستر ته اسڪولن ۾ بنا نوڪري هليا ويندا هئا يا اخبارون ۽

رسالا وينا پڙهندا هئا. آمريڪن ڪير جو پائونبر، گيهه جا دبا، جيڪي شاگردن لاءِ ڪافي ڪان زياده ملندا هئا، سي سڀ بازار ۾ وڪيا پئي ويا، هي سال 1951ع جو هو.

1955ع ۾ سيلاب آيو، ڪيبرن وٽان درياءَ شاهه ٽڪرين جيڏا بند ٽوڙي رکيا، پڪو رستو (ميٽل روڊ) ٻُڏي ويو. اُتر ڏي نوح پوٽن تائي، اُيرندي ڏي اڏيرو لعل تائين ۽ ڏکڻ ڏي حيدرآباد تائين پاڻي پهچي ويو. هن سيلاب ۾ ڪجهه ماسترن جا گهر تباهه ٿي ويا. ٿوري گهڻي جيڪا ويچارن جي ملڪيت هئي، سا درياهه شاهه ڳڙڪائي ويو. ڪيترائي خانمان برباد.... تنهن وقت تائين حيدرآباد ۽ ضلعي جا ٻه حصا ڪيا ويا هئا. هڪ هالا ڊويزن ۽ ٻيو ٽنڊو ڊويزن. ميونسپل اسڪول بورڊ ختم ٿي چڪو هو. هالا ڊويزن ۾ تعلقو هالا، ٽنڊو الهيار ۽ حيدرآباد شامل ڪيا ويا. پنهنجي شخصي نالي سان، ماسترن جي اصرار تي، ماستر برادري کي اپيل ڪئي ته اُهي سندن پائرن جي دل کولي مدد ڪن. چو ته ڪنهن به گورنمينٽ ملازم کي ڪو چندو چڙو پنهنجي عهدي جي نالي سان ڪرڻ جي قانوني منع هئي. تعلقي ماسترن کي زباني هدايتون ڏنيون ويون، ته استادن کي پگهارن ڏيڻ وقت ڪائنن چندو وصول ڪري موڪلين. چندا اميد کان وڌيڪ وصول ٿيا.... پوءِ پيسا جمع ڪيا ۽ سامان به خريد ڪيوسين. گڏجاڻي ڪئي سين. فيصلو ٿيو ته هر هڪ ماستر کي هڪ مڪمل بسترو، رلي پچائڻ ۽ کائڻ پيئڻ جي ٿانون جو مڪمل سيٽ ۽ ڪپڙن جا ٻه وڳا ڪجهه مختصر شيون ڏنيون وڃن. جيڪو ڪم خير خوبي سان پورو ٿيو.

مون ٻين ڪتابن کان سواءِ "سنڌي سڀاجهڙا" ڪتاب به لکيو، هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ بعد مونکي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مبارڪون مليون..... هي ڪتاب به تعليم کاتي جي ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽيءَ منظور ڪيو ۽ سڀني اسڪولن جي لئبررين لاءِ خريد ڪيو ويو. انعام طور به شاگردن ۾ تقسيم ڪيو ويندو هو. هن ننڍڙي ڪتاب ۾ سنڌي سڀاجهڙي جي تهذيب، ريتون رسمون، رهڻي ڪهڻي، بهادري ۽ مهمان نوازيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هيو..... پر ڪجهه ناانديشن ان ڪتاب جي

مخالفت ڪئي.... جيئن تہ سنڌي استادن جي ”ٽيچرس ايسوسئيشن“ اڳيئي قائم ٿيل هئي، تيئن اردو ماسترن جدا ڪچٽي رڌي الڳ ديڳڙي چاڙهي. (شايد 1958ع ۾) هڪ جماعت ڪي وجود ڏنائون، جنهن جو نالو ”جميعت المدرسين“ رکيو ويو. ان جو سربراه هڪ حاذق نالي مقرر ٿيو.... پوءِ ”سنڌي سڀاجهڙا“ ڪتاب جي مخالفت شروع ڪئي وئي، تہ هن ۾ پناهگير، پنجابين کي گهٽ وڌ ڳالهايو ويو آهي. فوج خلاف ڳالهايو ويو آهي. تنهنڪري ڪتاب کي ضبط ۽ مونکي گرفتار ڪرڻ جا مطالبا ٿيڻ لڳا.... حيدرآباد جو ڊپٽي ڪمشنر تڏهن نصرت حسين هو، ان وٽ وفد ويا. سڄي شهر ۾ پوسٽر لڳا. منهنجي ڪتاب جي ڪن ٽُڪرن جاترجما اردوءَ ۾ ڏنا ويا. ماتمي جلوس ڪڍي نصرت وٽ ويا، ”نذير“ ڪمشنر وٽ ويا.... جن وٽ پيش ٿي مون ڪين ڪتاب ۾ جاٿايل مواد جو صحيح مطلب سمجهايو، تہ اهي خاموش ٿي ويا.... هاڻي حڪومت جي سطح تان ڳالهہ مٿي ڪاتي جي چڱن مڙسن جي حوالي ڪئي ويئي ۽ ڊاڪٽر جهانگير ان وقت ڊي. پي. آءِ ويسٽ پاڪستان هو ۽ ميجر رفيق ان جو اسسٽنٽ اسٽبلشمينٽ برانچ ۾ هو. تنهن انڪوائري شروع ڪئي.... نيٺ ڊي. او (ڊيمي آفيشل ليٽر) لکيائون تہ سنڌي سڀاجهڙا تي گورمينٽ کي اعتراض آهي، تنهنڪري ان جون سڀ ڪاپيون، جيڪي اسڪولن جي لئبررين ۾ آهن، سي واپس گهرائي، ڊئريڪٽوريٽ ۾ جمع ڪري رکو، ان حڪم جي تعميل ڪئي ويئي، پر ”سنڌي سڀاجهڙا“ ڪتاب کي هن هنگامي سبب جيڪا اهميت ملي، تنهنڪري جن اهو ڪتاب نہ پڙهيو هو، تن بہ خريد ڪري پڙهيو.... ڪتاب جي قيمت رڳو ٻارهن آنا هئي، پر ٽن روپين ۾ ڪتاب خريد ڪيا ويا.

ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر غلام حسين جعفري انسپيڪٽر آف ٽريننگ انسٽيٽيوشن (تربيتي ادارن) جو نگران ٿي آيو هو. هن صاحب حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج ۾ نون نون سڌارن آڻڻ جي سرتوڙ ڪوشش ڪئي. ”اخبار تعليم“ کي خاص ڪنهن اعليٰ مقام تي پهچائڻ جون ڪوششون ورتيون، جيڪا ذري گهٽ مري چڪي هئي. ان ۾ نئين زندگي ۽ نئون روح ڦوڪيو ويو.... هڪ ساليانو ميڙاڪو

(مشاعرو) ڪرايائين. جنهن ۾ مون ٽريننگ ڪاليج تي هڪ شعر پڙهيو. محفل مشاعره جو صدر محترم ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل هو. مولانا غلام محمد گرامي تڏهن ٽريننگ ڪاليج ۾ معلم هو..... ٽريننگ ڪاليج مان ۾ "ملا مخزن" ٻه هڪ رسالي جي صورت ۾ شايع ٿيندي هئي، ان جو ڪم مولانا گراميءَ جي سپرد هو.

(هي مواد محمد اسماعيل عرساڻي جي آتم ڪهاڻي "سڪر سيئي ڏينهن" (ڪتابي دنيا، حيدرآباد، 1985.) تان ڪٺي حيدرآباد جي تاريخ نامي ڪتاب ۾ ڇپيو ويو آهي. جتان هتي نقل ڪيو ويو آهي.)

ڊاڪٽر سليمان شيخ

# هالا جو ادبي ماحول

پنجاهه وارو ڏهاڪو منهنجي ٻالڪپڻ جو زمانو هو. هالا هڪ ننڍاڪڙو ڳوٺ لڳندو هو. سنڌوءَ جي ڪناري تي هالا پراڻا آباد آهي ۽ ان کان ميل ڏيڍ تي هالا نوان. ڪچين گهٽين ۽ اونداهين راتين واري هن ڳوٺ ۾ عجب زندگي هئي. ٿورڙي سُرت پيئي ته چؤڦير علمي ادبي ڪچهرين جي خوشبو پکڙيل هئي. هالا ميونسپالٽيءَ جي پراڻي آفيس جي اڱڻ تي يا وري گاهه مارڪيٽ جي اڏ ڍڪيل ميدان تي مشاعرا، نعت ۽ مولودن جون محفلون، وعظ ۽ ادبي گڏجاڻيون ٿينديون هيون. ”رفيق ڪمپني“ هڪ اهڙو ادارو هو، جنهن ۾ اسان جي اسڪول جا نوجوان استاد ۽ ڳوٺ جا ان وقت جا شاعر پنهنجي ذات جا ڏيئا روشن ڪندا هئا.

ان وقت هالا مان ماهوار ”فردوس“ نڪرندو هو. جميعت الشعراءِ سنڌ جو هڪ وڏو مشاعرو سروري اسلاميه ڪاليج جي ”بيت الحڪمت“ ۾ منعقد ٿيو هو. ان ئي دور (1956) ۾ دريا بادشاهه مستيءَ ۾ آيو هو ۽ هراس ڦهليل هو ته هالا کي وڏو خطرو آهي. مٿان ساوڻ جي برسات ڳوٺ جي گهٽين ۽ رستن کي ننڍا درياءَ ڪري ڇڏيو.

آخر هڪ رات جناب مخدوم طالب الموليٰ جن جي اڳواڻيءَ ۾ ڳوٺ جي سيني پاڙن جي پرين مڙسن جي گڏجاڻي ٿي ۽ هالا کي الوداع چوڻ جو فيصلو ٿيو. آئون انگريزي پنجين ڪلاس ۾ پڙهندو هوس. اونداهي رات ۽ مٿان وڏڦڙو پيو وسي! هرڪو لالٽين جي ٽمڪندڙ روشنيءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جي سانڍيل سامان کي سنڀالڻ ۾ لڳو پيو هو. ان رات جي يادگيري اڄ به ڏاڍي خوفائتي ٿي لڳي. اسان جي گهر ۾ اهو فيصلو ٿيو ته منهنجو بابا گهر جي سنڀال لاءِ پٺتي رهندو ۽ اسان سڀ پار ۽ عورتون منهنجن ٽن چاچن سان گهر ڇڏينداسين. جڏهن صورتحال سڌري ته ڪيترن ئي مهينن کان پوءِ هالا

جو سچو ڳوٺ درگاهه مخدوم نوح تي گڏ ٿيو. جتي هنن جناب مخدوم طالب المولىٰ جا ٿورا مڃڻ لاءِ تقريب جو بندوبست ڪيو، جو مخدوم صاحب سڄي سنڌ ۾ ڦهليل پنهنجي مريدن کي گهرايو هو، جن رات ڏينهن هڪ ڪري هالن واري بند جي نگراني ڪئي هئي. هالن کي همت سان بچائڻ جي جدوجهد ۾ شهر واسين جي گڏيل ڪوشش ۽ حوصلو هڪ بيمثال داستان آهي. ان رات مشاعرو به ٿيو هو ۽ اختر هالائيءَ جو نظم "ستارن ۾ ٿي سرگوشي ته آ هالن جو دم پويون" بيحد مشهور ٿيو. اهو زمانو هالن جي ادبي ماحول جي عروج جو وقت هو. هر مهيني ننڍا وڏا مشاعرا ٿيندا هئا. استاد اختر هالائيءَ جي "ميخانه ڪوثر" (هوميو پيٿي ڪلينڪ) تي سيڪڙات شاعر قافين ۽ رديفن جي لسٽ لکيو قطار ۾ وينا هوندا هئا. هر مهيني جناب طالب المولىٰ طرحي مشاعري جو انتظام ڪندا هئا. اهي مشاعرا "بزمِ طالب المولىٰ"، "بزمِ رفيق" ۽ پوءِ 1960ع کان پوءِ "انجمن فروغ ادب" جي انتظام هيٺ الڳ الڳ يا وري گڏيل طور ٿيندا هئا. عيدن جي موقعن تي وڏا مشاعرا ڪاليج ۾ ٿيندا هئا. مائڪروفون بيٽريءَ تي هلندو هو ۽ ٽنڊي آدم مان گهرايو ويندو هو. مشاعرو سومهڻي نماز کان پوءِ شروع ٿي، فجر ٻانگ تائين هلندو هو. هنن مشاعرن ۾ مون محترم غلام محمد گرامي کي ڏٺو ۽ ٻڌو. ان وقت "مهراڻ" رسالو جاري ٿي چڪو هو ۽ گرامي صاحب تاريخي ادبي ۽ علمي مخزن جو ايڊيٽر هو.

هاءِ اسڪول جي آخري سالن ۾ "مهراڻ" پڙهڻ جو شوق جاڳيو. گرامي صاحب جا ايڊيٽوريل پڙهڻ جي ڪوشش ڪبي هئي. اسان جي سمجهه کان گهڻو مٿي هئا. پر وري به جن دوستن جي عربي، فارسي ڄاڻ بهتر هوندي هئي ته اهي وري ان ايڊيٽوريل جي سمجهاڻي ڏيندا هئا. مهراڻ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ادبي اصول مرتب ڪرڻ ۽ معيار جي سڃاڻپ آهي. ان وقت ان ۾ مواد جو ڇپجڻ "مستند اديب" ٿيڻ جو پروانو هوندو هو (۽ شايد اڄ به). هالن جي ڪيترن ئي مشاعرن ۾ هڪ "رضاڪار" جي حيثيت ۾ انتظام سنڀالڻ جا مون کي موقعا مليا ۽ "انجمن فروغ ادب" پاران 1960ع ۾ ڏاري استاد اختر هالائيءَ جي

پهرين ورسي جي موقعي تي مون کي مشاعري هلائڻ جو جڏهن موقعو مليو هو تہ ڪيترن ئي ڏينهن تائين پنهنجي ان اعزاز جي خوشيءَ کي دل ۾ ياد ڪري گد گد ٿيندو رهيو هوس. جناب مخدوم صاحب جن مشاعري جي صدارت ڪئي ۽ سڀ وڏا شاعر مولانا گرامي، محمد خان "غني"، مخدوم امين فهيم، عبدالله "خواب"، امداد حسيني، اسدالله بيخود حسيني، محبوب سروري، عارف المولیٰ، شبير هاتف، سوز ٽکڙائي، بلاول پرديسي، راز بلڙائي ۽ اسان جي شهر جا ناميارا شاعر انجم هالائي، سليم هالائي، انور هالائي، عبداللطيف ساقي، شهنشاه هالائي، حميد "شهيد"، غلام هالائي، منصور ويراڳي، عبدالرحيم بيدل، منور هالائي، عبدالقيوم "زخمي" ۽ ٻيا وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيا هئا. هن مشاعري کان پوءِ انجمن ياران هر مشاعري جي ميزبانيءَ جو شرف مونکي حاصل ٿيو.

هالا ۾ پنجاه ۽ سٺ ڏهاڪن وارو زمانو مشاعرن، موسيقيءَ جي محفلن ۽ محبتن جي سڳنڌ جو ڀرپور سمو هو. مون علڻ فقير کي پڻ انهن گڏجاڻين ۾ گهڻو ڏٺو. تڏهن ھ علڻ فقير آزاد جي نالي سان سڃاتو هو ۽ محفل شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ماڻهن کي گڏ ڪرڻ لاءِ لائوڊ علڻ جي حوالي ڪبو هو تہ جيئن هو پنهنجي خوش مزاجيءَ جي گفتن ۽ وڻندڙ ٻولن سان ماڻهن ۾ مشاعري لاءِ چاهہ پيدا ڪري سگهي، جيئن اسان جو مانڊو (پنڊال) ڀرجي تہ ڪاروائي شروع ڪجي. 1963ع ۾ هالا ۾ بجلي اچي ويئي ۽ ننڍاڪڙو ڳوٺ جاڳي، هڪ ترقي پذير ننڍڙو شهر بڻجي پيو ۽ ائين محبتن، مشاعرن ۽ شغلن جو سڄو ماحول ڪنهن ٻئي رنگ ۾ رڱجي ويو.

(هيءُ مضمون تماهي «مهراڻ» جي گولڊن جوبلي 2006ع ۾ ڪنهن ٻئي عنوان سان شايع ٿيو آهي.)

الطاف شيخ

# سيلف پورٽريٽ

جهنڊي، ڪاشي ۽ پڙ تعليم جي حوالي سان مشهور حيدرآباد جي ڳوٺ هالانوان ۾ 14 نومبر، 1944ع تي منهنجو جنم ٿيو. ننڍپڻ هالا ۾ ئي گذريو. سال ۾ ٻه چار دفعا حيدرآباد ۾ اچڻ ٿيندو هو، جتي مهنجا ناناڻا (سنڌ زميندار هوٽل ۽ فاران هوٽل وارا) سومرا رهيا ٿي. تن ڏينهن ۾ پرائمري تعليم ۾ چار درجا هوندا هئا ۽ صبح توڙي شام جو اسڪول وڃڻو پوندو هو. هالا جي پرائمري اسڪول جا هڪ ٻه اِستاد سائين عبدالهادي شيخ، يارمحمد تورپيو، محمد بچل قريشي، ۽ سائين محمد اشرف ۽ اهڙي طرح انگريزي اسڪول جا ٽيچر سلٽين عبدالرحيم ارباب، ظفر علي ارباب، محمود ابڙيجو، محمد خان گاجڻي ميمڻ (جيڪو بعد ۾ ABL بئنڪ جو صدر ٿيو) اڄ به ياد ٿا اچن ته انهن جو قدر تڏهن ٿئي ٿو ۽ سندن فرض ادائيگي، محنت ۽ ايمانداريءَ کي ميڄڻو ٿو پوي، جن مون جهڙن هزارين شاگردن کي دل و جان سان تعليم ڏني. اڳتي هلي مون به ڏهاڪو کن سال ماستري ڪئي پر ماڊرن طريقن Audio Visual Aids سان. اڄ جي پڙهائي کان انوقت جي نوڪري ڪيڏي سخت هوندي هئي، جڏهن هڪ ماستر صاحب فقط ڪاري بورڊ ۽ اڇي چاڪ جي مدد سان ٻارن کي پڙهائيندو هو.

هالا جي مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول ۾ ٽي درجا پڙهڻ بعد منهنجو ڪيڊٽ ڪاليج ۾ اچڻ ٿيو، جيڪو ٻه سال کن ميرپورخاص ۾ عارضي طور رهڻ بعد اڄ واري پيٽارو ڪئمپس ۾ شفٽ ٿيو. انوقت 1960ع ۾ جڏهن ڪاليج جي پيڙهه جو پٿر رکڻ لاءِ اسين شاگرد ميرپورخاص کان پيٽارو پهتا هئاسين ته چوڌاري رڻ پٽ هو. ٻي جنگ عظيم جو هڪ رن وي ۽ ٻي ٽي ڊنل هئنگر (جنهن ۾ هوائي جهاز بيهن ٿا) هئا. اڄ 46 سالن بعد اهو هنڌ جهنگل ۾ منگل ٿو لڳي.

ڪئڊٽ ڪاليج مان انٽر ڪرڻ بعد آئون اڪيلو (۽ پهريون پڙ) هوس جيڪو چٽگانگ، بنگلاديش (ان وقت مشرقي پاڪستان) جي مئرين اڪيڊمي لاءِ چونڊجي ويس. ٻئي سال ٻيا ٻه سنڌ کان آيا، جن ۾ ڪئپٽن بشير وسطڙو مچڙ (نوشهروفيروز جو) ڪئپٽن احمد حسين مخدوم (زاهد مخدوم ۽ ثريا مخدوم) جو پاءُ)، سانگهڙ جو ڪئپٽن رياض چوڌري ۽ ٻيا هئا. آئون انجنيئرنگ برانچ ۾ رهيس. اڳتي هلي مئرين انجنيئرنگ (جهازن جي مشينن جي انجنيئرنگ) ۾ پوسٽ گريجوئيشن سئيڊن جي ڊاڪٽي شهر مالمو جي World Maritime University مان ڪيم.

لکڻ پڙهڻ جو شوق ننڍپڻ کان پيدا ٿيو. والد مرحوم گل محمد شيخ کيترائي رسالا گهرائيندو هو، جن ۾ پهريون تصويرون پوءِ ننڍا ننڍا مضمون پڙهڻ شروع ڪيم. 13 سالن جي ڄمار ۾ جڏهن ڪئڊٽ ڪاليج پهتس ته ان وقت جي رسالن بادل، گلستان ۽ گوٺ سڌار ۾ ڪجهه ٿڪو لکڻ لڳس. ان بعد مئٽرڪ ۾ پهچي ڪاليج جي مئگزين جي ايڊيٽر ٿيڻ جو موقعو مليو ۽ پوءِ چٽگانگ مان اتي جون ڳالهيون ”دريائن جي ديس مان“ جي عنوان سان لکڻ لڳس. هالا ۾ اسانجي مائٽي مٽي ۾ کيترائي اديب شاعر هئا، جهڙوڪ انور هالائي، سليم هالائي، شوڪت (جنهنجو پٽ امتياز ابڙو، اڄ ڪلهه ڪاوش ۾ مزاحيه ڪالم لکي ٿو)، اضعف هالائي (جنهن جا پٽ منصور ويراڳي، منور ۽ پوٽا شاعر، اديب آهن). خود والد صاحب کي شوق هو ۽ سندن ڪتاب ”ماڪيءَ جي مک“، ”ڪوريئڙو“، ”ماڪوڙي“ ۽ هڪ ڪتاب پنهنجي ڪلاسي دوستن (سيد غلام مصطفيٰ شاهه ۽ ڊاڪٽر نبيءَ بخش) سان گڏجي لکيل ”گڏهه“ اجاتائين مختلف ادارن طرفان وري وري ڇپبو رهي ٿو. حيدرآباد ۾ اچبو هو ته منهنجا ناناڻا بزنيس سان تعلق ضرور رکندا هئا پر منهنجي ناني سيٺ محمد حسن جي گهر ۾ وڏي لئبرري هئي ۽ اسان کي به هروقت پڙهڻ لاءِ چوندو هو. سنڌ جو طنز و مزاح وارو ليکڪ حليم بروهي منهنجي ناني جي وڏي ڀيڻ

(پڦي غلام فاطمہ جو پٽ) بہ اتي ايندو هو يا هن وٽ وڃڻ تي اهي ئي ادبي ڳالهيون هونديون هيون. اڳوڻو وائيس چانسلر نظير مغل، جسٽس حامد علي مرزا وغيره جيڪي منهنجي نانيءَ جا ڀاڻيجا ٿين، اهي بہ ناني جي گهر ايندا رهندا هئا يا ڀاڙي ۾ سندن گهر وڃڻ ٿيندو هو تہ هميشہ لکڻ پڙهڻ جون ڳالهيون ڪندا هئا.

ڪئڊٽ ڪاليج ۾ اڇي مطالعي جي اجا بہ وڌيڪ عادت ڪرنل ڪومبس وڌي، جيڪو اسان کي ڪتاب پڙهڻ تي ڏاڍو زور ڏيندو هو. ڪرنل ڪومبس اسان جي ڪاليج جو پهريون پرنسپال ٿي آيو هو. پاڻ برٽش آرمي جو ڪرنل ۽ ٻي جنگ عظيم جو جپانين وٽ قيدي Prisoner of War ٿي رهيو. هو اسان کي چوندو هو تہ جنهن ماڻهوءَ کي مطالعي جي عادت آهي، اهو جهنگ ۾ بہ اڪيلو رهي سگهي ٿو. هن جي نصيحيت جو احساس مونکي سامونڊي ڊگهن سفرن ۾ ٿيو، جڏهن چين کان ڪئناڊا چاليهہ ڏينهن راتين جو يا جپان کان ڪيوبا 35 ڏينهن راتين جو لڳاتار سفر ٿي ڪيو سين ۽ ڳالهائڻ لاءِ ڪا پهر نہ هوندي هئي. ان وقت ڪتابن اسان کي مشغول ٿي رکيو. اسان پيٽارو ۾ سنڌي، اڙدو، ۽ انگريزي جا فقط ڪتاب نہ پر مصنفن جا سڄا سڄا سيٽ پڙهيا. چٽگانگ ۾ بہ مون کي ان قسم جو ماحول مليو. منهنجي بنگالي دوست ڪلاس ميٽن جو ڪتاب پڙهڻ سان ايترو تہ چاهہ هو جو مونکي شروع جي ڇهن مهينن اندر پنهنجي بنگالي زبان نہ صرف ڳالهائڻ پر لکڻ سيکاريائون، منهنجو روم ميٽ چيف انجنيئر راشد ڪاظمي تہ سمهڻ کان اڳ اوڙي پاڙي جي ڪمرن مان ٻين ڪئڊٽن کي گڏ ڪري رابندر ناٿ ٽئگور جي ”گيتا انجلي“ پڙهي ٻڌائيندو هو.

چٽگانگ ۾ موڪل جا ڏينهن آئون چٽگانگ ميڊيڪل ڪاليج جي هاسٽل ۾ نعيم دريشاڻي وٽ ويندو هوس. نعيم هاڻي ڪافي سالن کان لکڻ ڇڏي ڏنو آهي، پر تن ڏينهن ۾ سندس شاعري ٿيڙو، هائيڪو روح رهاڻ ۽ سهڻي رسالي ۾ هر مهيني

ڇپيا هئا. سندس هڪ آزاد نظم آهي:

آئون جنهن گهڙي
پنهنجي ماءُ جي ڪک مان نڪري
هن جهان ۾ آيس
تنهن گهڙيءَ کان
منهنجو پاڇو مون ساڻ هو
ڪالهه
ٻن ڏينهن جي ٻک ڪانپوءِ
ڀڳڙن مٺ جي عيوض
مون اهو سچو دوست
پنهنجو پاڇو
وڪڻي ڇڏيو.

بهرحال اتي چٽگانگ ۾ نعيم سان گهڻي پاڳي ادبي ڳالهيون ٿينديون هيون. حميد سنڌي، طارق اشرف، ولي رام ولڀ، وغيره هن جا دوست هئا، جن سان ڊاڪٽر نعيم مون کي اتي چٽگانگ ۾ ويهي متعارف ڪرايو.

جهازن جي ڊگهين مسافرين (Routes) تي جهازي، وقت پاس ڪرڻ لاءِ اڪثر پتي راند کيڏندا هئاسون، يعني تن ڏينهن ۾ جڏهن 60ع واري ڏهي جي آخري سالن ۾ جرنيئر انجنيئر جي حيثيت سان جهاز تي چڙهيو هوس. پتي راند نه اچڻ ڪري آئون ٻين کان الڳ ٿلڳ ٿي ويس. پوءِ پنهنجي منهن مون ٿوري گهڻي پيسڪوٽ ۽ برج (جيڪي رانديون عام هيون) سکڻ جي ڪوشش به ڪئي پر ايڏو پختو رانديگر نه هجڻ ڪري ڪوبه مونکي پنهنجي پيچي ناهڻ لاءِ تيار نه هو. ڏسڻ لاءِ ويندو هوس ته ڏسڻ جو موقعو به نه ملندو هو. رانديگرن مان ڪو چوندو هو يار اسٽيورڊ کي ته فون ڪر ته چانهن ناهي اچي. ڪو چوندو هو يار ڪنٽرول روم وارن کي ته ٻڌائي اچ ته آئون هتي آهيان، جيئن منهنجو جهاز هلائڻ جو وارو اچي ته مونکي هن ڪمري ۾ اطلاع ڪن وغيره

وغيره. پوءِ هڪ ڏينهن فيصلو ڪيم تہ جهاز هلائڻو يعني ڊيوٽي ڪرڻي آهي ۽ پنهنجو منهن وٺي ويهڻو آهي.

پوءِ جهاز تي وقت پاس ڪرڻ لاءِ دوستن کي خط ۽ عبرت اخبار لاءِ ڪالم لکڻ لڳس. جنهن ۾ بندرگاهن، سمنڊن، ۽ جهازن بابت اهي ڳالهيون هيون، جيڪي مون کي دلچسپ ۽ ڪلائيندڙ لڳيون ٿي يا اهي جن مان سمجهيم تہ عام ماڻهوءَ کي معلومات بہ حاصل ٿيندي. شروع جي ڏينهن ۾ افسانوي نموني انهن ڳالهين ۾ رومانيت ۽ دلڪشي پئدا ڪندو هوس تہ جيئن سنڌ جو نوجوان جيڪو سمنڊ جي ڪناري واري وطن ۾ رهي بہ سمنڊ جي نوڪري کان اڻجاڻ آهي، ان جو هن فيلڊ ۾ چاهہ پئدا ٿئي.

منهنجي پهرين ان قسم جي سفرنامي ”منهنجو ساگر منهنجو ساحل“ تي رائيٽرس گلڊ جو ايوارڊ ملڻ تي بہ منهنجي لکڻ لاءِ دلچسپي وڌي، پر سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ لکڻ منهنجي مجبوري هئي جو ڏينهن رات، سال جا 365 ڏينهن جهاز تي رهي ڊگهن سفرن جو وقت ڪاٽڻ لاءِ منهنجو وڏو هٿيار لکڻ پڙهڻ هو.

1960ع واري ڏهي ۾ سائين نورالدين سرڪي وڪيل صاحب جي آفيس ۾ بہ سنڌي اديبن جي گڏجاڻي ٿيندي هئي. منهنجو جهاز جڏهن بہ ڪراچيءَ ۾ لنگر انداز رهندو هو تہ آئون اتي ويندو هوس، جتي منهنجي ملاقات ۽ دوستي امر جليل، نسيم کرل، شمشيرالحيدريٰ، قمر شهباز، تاج بلوچ ۽ ٻين اديبن سان ٿي. هر ڪو پنهنجي لکڻي پڙهندو هو، جنهن تي ٻيا تنقيد ڪندا هئا. آخر ۾ سرڪي صاحب جي خرچ تي هڪ چانهن ۽ ڪجهہ بسڪيٽ (نسيم کرل بہ چانهيون ۽ گهڻا بسڪيٽ) کائي روانا ٿيندا هئاسين يا وري نسيم کرل وٽ، جنهن هوٽل ۾ هو ٽڪيل هوندو هو، اچي رات جي ماني کائيندا هئاسين.

1971ع ۾ منهنجي مستوران گهلوءَ سان دادوءَ ۾ شادي ٿي. ڪجهہ ڏينهن هالا ۾ گذاري وري اچي جهاز تي چڙهيس. اسان جو گهر يعني جهاز ٿيو. اسان لاءِ بہ اهو بهتر هو جو ٻين نوڪرين وانگر سيڌو سامان آڻڻ، رڌ پچاءُ ڪرڻ، گئس ۽ بجلي جا بل ڀرڻ

جهڙن ڪنٽراڳن کان بچيا پيا هئاسين. هرشيءَ نهي نڪي تي ملي. جهاز جي نوڪريءَ ۾ مون کي سڀ کان بهتر ڳالهه اها لڳي. آفيس وڃڻ لاءِ به نه بس ٽئڪسي جو ڪنٽراڪ ۽ نه پنهنجي ڪار ڪيڏڻ جو مسئلو. بس رڳو پنهنجي ڪئبن جو در کولي، ورانڊو ٽپي پنهنجي جهاز جي آفيس يا انجڻ روم جو دروازو کولڻو هوندو هو.

ڪڏهن کهڙي ملڪ ۾ ته ڪڏهن کهڙي ۾ ساڳئي وقت ڪڏهن پراڻي جهاز تي ته ڪڏهن نئين آٽوميٽڪ جهاز تي. پراڻن جهازن جو وري اهو فائدو هوندو جو ويجهن ويجهن بندرگاهن واري روٽ ملندي هئي. جيئن ڪراچي کان پوءِ ڏيڍ ڏينهن بعد بمبئي، هڪ ڏينهن بعد ڪولمبو، ٽن ڏينهن بعد پينانگ، هڪ ڏينهن بعد ڪوالالمپور، هڪ ڏينهن بعد سنگاپور ۽ پوءِ هانگ ڪانگ، جپان ۽ ڪوريا وغيره.

نون جهازن ۾ ڊگهين روٽن تي هلندا هئاسين. ڪراچي کان ممباسا- جتان پوءِ موزمبق، پوءِ ڊڪار (سينيگال)، لاس پاماس (ڪناري بيٽ)، ڊئنمارڪ، ناروي وغيره. آٽوميٽڪ ۽ ماڊرن جهاز ٽيڪنيڪلي به ته سونهن سوڀيا ۾ به State of Art هئا. چيف انجنيئر جي حيثيت سان وڏو بيڊ روم، ڊرائنگ روم ۽ اٽيچڊ آفيس ملندي هئي. طوفانن ۽ خراب سمنڊن ۾ وري به تڪليف مون لاءِ هوندي هئي، جو جهاز مونکي هلائڻو پوندو هو. زال ۽ ٻارن لاءِ ته رڳو گهمڻ ۽ گهمڻ هوندو هو. خراب موسم ۾ سي سڪنيس Sea Sickness به ان کي تنگ ٿي ڪري، جيڪو جهاز هلائي ٿو. جيڪي ستا پيا هجن ته انهن کي ڪهڙي پرواهه. وڏ ۾ وڏ رکي رکي چڪر، ننڊ جا گهيرٽ ۽ هڪ اڌ الٽي ٿي اچي. پر اهو عجيب اتفاق هو جو منهنجي زال توڙي ٻارن کي ائٽلانٽڪ ،هندي وڏي سمنڊ توڙي بحر احمر ۽ پوئنچ سمنڊ ۾ ڪڏهن به سي سڪنيس نه ٿي. مونکي ڪمري ۾ ويني ويني به سخت ٿيندي هئي. الٽيون ڪري پيٽ خالي ٿي ويندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيٽ ۾ ڪجهه نه هئڻ ڪري اٻڙاڪن تي رت ايندو هو. پر ان ڳالهه جي منهنجي عملي جي ماڻهن کي ڪڏهن به خبر نه پيئي. ڪٿي لڪي يا ڪمري ۾ اچي الٽيون ڪندو هوس. آخر تائين اها ڳالهه ظاهر نه ڪيم ۽ ڪرڻ به نه کپي. چو جو چاهي ڪهڙو به سمنڊ يا موسم ٿي وڃي،

جهاز تہ هلائنو پوي ٿو. ٻي صورت ۾ جهاز ٿو ٻڏي ۽ سي سڪنيس جو اثر سيني کي ٿئي ٿو ۽ جي منهنجي عملي جي ماڻهن کي خبر پئجي وڃي تہ چيف انجنيئر کي سخت سي سڪنيس ٿي پيئي آهي تہ اهي بہ ويتر سست ٿي پون. انڪري هونءَ جو انجڻ جي چڪاس لاءِ رات جو هڪ بہ چڪر هڻڻو پوندو هو، خراب موسم ۾ ٻيٽا چڪر ڪري ڇڏيندو هوس، جيئن ڪنهن کي شڪ بہ نہ پوي تہ سي سڪنيس جي ڪري منهنجي ڪارڪردگي سست ٿي رهي آهي ۽ انجڻ تي يا جهاز هلائيندڙ انجنيئرن تي آئون اها اک رکي ٿو سگهان ڪو جونيئر انجنيئر سي سڪنبس جي دانهن ڪندو هو تہ آئون ٻاهريون ٻنو رکي وڏي اعتماد سان هن کي دڙڪو ڏيندو هوس: There is nothing like Sea Sickness.

جيئن هرڪو پنهنجي ڪم ۾ رڌل رهي. ڪو سست ٿي ڪري پوندو تہ ان جي ڊيوٽي ڪير ڪندو. ڪجهہ بہ ٿي پوي تہ جهاز تہ ڏينهن رات هلندو رهڻ کپي. ۽ خراب موسم ۾ هڪ هنڌ بيهارڻ بدران خراب موسم ۽ خراب سمنڊ کي اُڪرڻ ۾ ئي عافيت آهي. هونءَ بہ اهڙي خراب موسم ۾ شل نہ ڪو جهاز خراب ٿئي يا بيهي رهي. پوءِ تہ ان جهاز کي گڏهہ وانگر سمنڊ جيڪو ڪڏائي ٿو، ان ۾ چڱا ڀلا بہ بيحال ٿيو وڃن. بهرحال سمنڊ تي اهڙا خراب ڏينهن روز ڪونہ ٿا اچن. گهٽائي سٺن ڏينهن جي ئي رهي ٿي ۽ آن دي هول سامونڊي نوڪري جهڙي ٻي بهتر نوڪري ناهي ۽ مون وانگر ڪيترا ان قسم جي زندگيءَ مان ڪڏهن بہ بيزار نٿا ٿين. پر جيئن ٻار وڏا ٿين ٿا تہ انهن جي تعليم جو مسئلو ٿئي ٿو. مون کي بہ ٻہ ٻار ٿي ويا ۽ پهريان بہ ٿي ڪلاس آئون ڪين جهاز تي پڙهائيندو رهيس. آخر مونکي سامونڊي نوڪريءَ کي خدا حافظ چئي ڪنهن ڪناري جي نوڪريءَ جي ڳولا ڪرڻي پئي.

عرب ملڪن جي مـن ڏاڍي تعريف ٻڌي هئي. ڪيترائي منهنجا هم وطني ۽ دوست ڊاڪٽر، سول انجنيئر، پورفيسر، پاڪستان ۾ تعليم ختم ڪري مختلف عرب ملڪن ۾ نوڪري ڪري رهيا هئا. انگلينڊ جي هڪ رسالي Economist ۾ ڪويت بندرگاه جي چيف انجنير جي پوسٽ جو اشتهار آيو. مون Apply ڪيو ۽ چونڊجي ويس. پنهنجي جهاز ران ڪمپنيءَ سان حال اوريم تہ مونکي جهاز هلائڻ واري ڊيوٽي کان آجو ڪيو وڃي.

هنن مونکي اجازت ڏني. ڪجھ مهينا ڪويت ۾ ڪم ڪيم، پر بنهه مزو نہ آيو. عربن (يعني هنن اڄ جي عياش عربن) جي سوچ ۾ وڏو فرق محسوس ڪيم. ڪٿي جپان، يورپ، آمريڪا جهڙو سوچ جي آزادي وارو ماحول ۽ ڪٿي هي بوساٽيل ماحول. هڪ عرب پوءِ چاهي هو جاهل هجي، اڄو جبو پائي پير مرشد بڻجيو وڃي ۽ اسان جا ننڍي ڪنڊ جا ماڻهو هنن جي نظرن ۾ جهڙا باگڙي ۽ ڀيل. گورن انگريزن کان اهڙا متاثر جو ڳالهه ئي نہ پڇ. پنهنجي آفيس ۾ لکيم تہ پگهار گهٽي هوندي بہ هتي دل نٿي لڳي. آفيس وارن کي ڪنهن چيف انجنيئر جي ضرورت هئي، جيڪو ڪمپني جي جپان ۾ ٺهندڙ نون آٽو ميٽڪ جهازن تي نظر رکي. منهنجا اليڪٽرانڪس ۽ ڪمپيوٽر سائنس جا بہ ڪورس ڪيل هئا. هنن مون کي ٽوڪيوجي IHI شپ يارڊ ۾ موڪليو.

جپان ۾ هونءَ بہ جهازن کي وٺي اچڻ وڃڻ لڳو رهيو، پر هاڻ جپان جي شهر ٽوڪيو ۾ رهڻ ڪري جپان کي وڌيڪ ويجهڙائيءَ سان ڏسڻ جو موقعو مليو. IHI (آشيڪاوا هِريما هيوي انڊسٽريز) جو هي ڪارخانو جنهن ۾ مالاڪنڊ جهڙا جهاز ٺهيا، ٽوڪيو جي مرڪزي علائقي گنزا پرسان آهي. رهائش جو بندوبست اتي رهيو. ڪناري جي هن نوڪريءَ ۾ ڇهہ ست مهينا تہ ڪناري ۾ رهڻ جا ملي ويا تي، پر جهاز تيار ٿيڻ تي ان کي چيف انجنيئر جي حيثيت سان يورپ ۽ آمريڪا وٺي وڃڻو پيو ٿي. هڪ دفعو وري بار جهاز تي چڙهيا تي ۽ سندن پڙهائي ڊسٽرب رهي ٿي.

1980ع کان اڳ تائين ملائيشيا جا نوجوان جهاز راني جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پاڪستان، انڊيا ۽ آسٽريليا ويا ٿي. 1981ع ڌاري هنن جي حڪومت ملاڪا ۾ نيول اڪيڊمي کولي، جنهن جي سرپرست ڪئپٽن حمزه سان منهنجي ملاقات ٿي. بلڪ هڪ قسم جو آفيشل انٽرويو ٿيو. اڪيڊمي ملاڪا شهر کان چاليهہ کن ڪلوميٽر پري سمنڊ جي ڪناري تي هئي. ڳوٺ وڃڻ جي موڪل ٽن سالن ۾ هڪ دفعو جو شرط هو. ٻارن جي تعليم لاِ ملئي زبان جا اسڪول هئا ۽ روزانو ملاڪا وڃڻو پيو ٿي. پگهار گهٽ هو، پر مونکي ملائيشيا جهڙو ملڪ ۽ ملاڪا جهڙي پرسڪون جاءِ ڏيان ۾ هئي ۽ پسند هئي. ان کان اڳ ڏهہ سال کن جپان ۽ ڪوريا ايندي ويندي ملايشيا جي بندرگاهن ۾ ترسڻو پوندو هو. هتي جي ملئي زبان

(جنهن کي هي بَهاسا ملائيشيا سڏين ٿا) هر هر اچڻ وڃڻ ڪري نہ فقط آئون پر شادي بعد منهنجي زال بہ سڪي ويئي هئي، سو جهاز هلائڻ جي نوڪري ڇڏي ملائيشيا جي هن اڪيڊمي جو مئرين انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ اچي سنڀاليم. جهازن جي ٻي برانچ، نائيڪل ۾ دربيلي جو ڪئپٽن احمد حسين مخدوم مون کان اڳ ئي اتي موجود هو. هن سنگاپور مان شادي ڪئي هئي ۽ پنهنجي زال مونا ۽ هڪ پٽ سان گڏ رهيو ٿي. ان کان علاوه دنيا جي مختلف ملڪن جا جهازي ڪئپٽن ۽ چيف انجنيئر اتي پڙهائڻ لاءِ اچي چڪا هئا يا ايندا رهيا. پر پڙهائڻ وارن جي ڪوٽ هجڻ ڪري اسان کي ٽن سالن بدران ڇئن سالن بعد وطن وڃڻ جي موڪل ملي. آئون ٿي مهنا ڪن موڪلون گذاري وري ملائيشيا واپس آيس. ڪئپٽن مخدوم بروونائي هليو ويو، جتي جهازن جي سکيا جو نئون تعليمي ادارو کليو هو.

ملاڪا جي نيول اڪيڊمي کان علاوه سنگاپور جي ”پولي ٽيڪنڪ“ ۽ ملايشيا جي ٿائليند جي پر ۾ شهراپوح جي ”انگڪو عمر پوليٽيڪنڪ“ اداري ۾ وزيٽنگ پروفيسر جي حيثيت سان پڻ مون کي وڃڻو پيو ٿي. ان ريت ملائيشيا، سنگاپور ۽ ٿائليند جي ڪنڊ ڪڙڇ ڏسڻ جو موقعو ملي ويو. هونءَ جهاز رستي اچبو هو تہ فقط بندرگاه ڏسي سگهبا هئا پر هاڻي شهر، ڳوٺ، ٻهراڙيون ۽ ٻيٽ ڏسڻ جو موقعو ملي ويو. سنگاپور توڙي ٿائليند ۾ اسان پاڪستانين لاءِ ويزا جي سختي شروع نہ ٿي هئي، سو پنهنجي ڪار ۾ يا بس ۾ پيو هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ائين اچبو ۽ وڃبو هو، جيئن ڪو حيدرآباد کان ڪوٽڙي ۽ اتان ڄامشوري پهچي. سنگاپور کان ”ٽاناح ملايو ڪيريتا آپي“ (ملئي ٻولي ۾ ٻاڦ تي هلندڙ ڪار – يعني ٻاڦ گاڏي – يعني ٽرين) ۾ چڙهبو هو تہ سنگاپور ۽ ملائيشيا جي وچ وارو سمنڊ ٽپي، سڄو ملائيشيا لتاڙي، ٿائيلنڊ جي اڌ ملڪ مان ٿي 72 ڪلاڪن بعد ريل گاڏي اچي بئنڪاڪ جي ريلوي اسٽيشن تي ڇڏيندي هئي.

ملائشيا، جپان، سئيڊن، آمريڪا ۽ چين ۾ منهنجو گهڻو رهڻ ٿيو. ان ڪري ان پاسي جي ملڪن تي گهڻا ڪتاب لکيا اٿم. ملائيشيا وارن جي حڪومت منهنجي لکڻين ۽ سندن ڏورانهين ۽ نئين اڪيڊمي کي سيٽ اپ

ڪرڻ لاءِ مونکي ايوراڊ بہ ڏنو. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ مونکي لکڻ پڙهڻ لاءِ ڪافي وقت ملي ويندو هو. ملائيشيا ۾ شادين مرادين، ملڻ جلڻ ۽ ڪچهرين تي ماڻهو نہ برابر وقت وجائين ٿا. ان ڪري ڊيوٽي بعد هرڪو پنهنجي ذاتي ڪم ۽ وندر ۾ مصروف رهي ٿو. هڪ ٻئي جي هورا ڪورا ۽ نوس نوس ۾ بہ نٿا وقت وجائين. سندن ترقيءَ جو هڪ راز اهو بہ آهي. نہ تہ ملئي ماڻهو تہ اسان کان وڌيڪ ڇٽ ۽ ڳوٺاڻا هئا. پر انگريزن کان آزادي ملڻ بعد هنن جي ڳوٺ ڳوٺ جي وڏيري غير قانوني ۽ غير شرعي جويون رکڻ، شراب ڪواب جون محفلون سجائڻ، ڪڪڙ ويڙهائڻ، چوريون ۽ ڌاڙا هڻڻ هڻائڻ، اغوا ۽ ٻين جي زمينن تي قبضا ڪرڻ جا هڪبئي سان مقابلا ڪرڻ بدران هنن ڳوٺ ڳوٺ ۾ تعليمي ادارا، روڊ رستا، اسپتالون ۽ ڪارخانا نہ فقط ٺهرايا پر اهي امن امان سان هلائڻ ۾ مدد ڪئي ۽ هتي جي عوام ڳوٺ جي ان وڏيري کي هيرو سمجهي ٿي، جيڪو ڳوٺ جي عوام جي ڀلائيءَ جو سوچي ٿو ۽ نہ جنهن جي ڪيسي ۾ پوليس هجي. هتي وڏيرا، سردار ويندي سلطان (جيڪي واري وٽي تي ملڪ جا چئن سالن لاءِ بادشاه ٿين ٿا) پنهنجي ٻارن تي عام ماڻهن کان وڌيڪ سختي ڪن ٿا. جيئن هو وڌيڪ تعليم يافتہ ٿي سگهن. صحيح معنيٰ ۾ تعليم حاصل ڪري. سٺا ڊاڪٽر، انجنيئر ۽ سائنسدان ٿي سگهن ۽ پنهنجون اسپتالون، ڪارخانا ۽ فئڪٽريون کولي ٻين لاءِ روزگار مهيا ڪري سگهن.

آئون هن وقت 62 سالن جي ٿي ويو آهيان. ٻن سالن کان رٽائرمينٽ جي زندگي گذاري رهيو آهيان، جنهن لاءِ وڏي عرصي کان تانگهي رهيو هوس. اڄ بہ ملائيشيا وارا مختلف ادارن مان ڪنهن جي نظرداري يا صلاحڪار جي حيثيت ۾ مونکي گهرائڻ چاهين ٿا، پر آئون آزاد زندگي گذارڻ چاهيان ٿو ۽ پنهنجي هابي لکڻ پڙهڻ ۾ مشغول رهڻ چاهيان ٿو. لکڻ پڙهڻ هاڻ مون لاءِ وندر نہ پر نشو ٿي پئي آهي.جنهن جو اهڙو addicted ٿي پيو آهيان، جو ان بنا مزو نٿو اچي. بهرحال هاڻي آئون پاڻ کي آزاد محسوس ڪريان ٿو. پنيان جهاز هلائڻ يا جهازين لاءِ ليڪچر تيار ڪرڻ جو فڪر نہ اٿم. بہ ٽي مهينا ملائيشيا ۾ دوستن ۽ پراڻن شاگردن وٽ رهي آيس. ڪئڊٽ ڪاليج جي ٻن پٺر دوستن جي پٽن جي دهلي ۽ بڙودا ۾ شادي ٿي تہ آئون بہ ساڻن نڪري پيس ۽ بہ مهينا ڪن مختلف شهرن جي مندرن، ڌرمشالائن، ننڍين هوٽلن ۽ فائيو اسٽار هوٽلن ۾

ساڻن گڏ گذاريم. تازو هاڻ هوائي جهاز رستي چار مهينا آمريڪا جي انهن شهرن ۾ رهي آيو آهيان، جن شهرن ۾ آئون پاڻي واري جهاز تي نوڪري خاطر ويندو هوس. انهن ڏينهن ۽ اڄ جي دور جو احوال پنهنجن ٻن ڪتابن ۾ قلمبند ڪيو اٿم. هڪ "نيوهالا کان نيو يارڪ" ڇپجي چڪو آهي ۽ ٻيو "ڳوٺ بخشو لغاري کان بالٽيمور" ڪمپوز ٿي رهيو آهي. ان سفر جو باقي احوال "آمريڪا ڙي آمريڪا" ڪتاب لاءِ لکڻ ۾ مشغول آهيان.

جيستائين سوال وقت ملڻ جو آهي، ان لاءِ اهو چوندس ته Where there is a will, there are ways لکڻ جهڙين شين لاءِ هتان هتان وقت ڪڍندو رهان ٿو. ريڊيو، ٽي وي يا ماڻهن سان ملڻ جلڻ کان پري رهان ٿو. ڪچهرين پنيان ٽائيم وڃائڻ کان پرهيز ڪريان ٿو. سڀ کان وڏي ڳالهه ننڊ ننڊ کان مونکي گهٽ ننڊ اچي ٿي. صبح جو سوير، فجر نماز کان ٻه ڪلاڪ اڳ، اٿان ٿو. چاهي اونهارو هجي يا سيارو، ڳوٺ هجي يا ولايت، آفيس هجي يا موڪل جو ڏينهن هجي. منجهند جو ڪلاڪ ڏيڍ سمهڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. جي ننڊ اچي ويندي آهي ته بيحد توانو محسوس ڪندو آهيان ۽ اها شام تمام گهڻو لکي سگهندو آهيان.

مختلف وقتن ۾ مختلف اخبارن، رسالن ۾ لکندو رهيو آهيان. اڄ ڪلهه خاص ڪاوش ۽ اڙدو اخبار امت ڏي مضمون موڪليندو آهيان. رسالن مان ڪرزما، عبرت مئگزين، سرتيون، گل ڦل، سوجهرو ۽ اردو ۾ پاڪستان پوسٽ، سرگزشت ۽ اردو ڊائيجسٽ ۾ مضمون ايندا رهن ٿا.

سڀني اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽرن سان سٺا تعلقات آهن. بس رڳو تاج بلوچ سان جنگ جوٽيل هوندي آهي جو هو منهنجا مضمون گم ڪري ڇڏي. وري دڙڪا ٻه اسان لکندڙن کي ڏئي ٿو ۽ ڪيس جي ڪجهه چئجي ٿو ته يڪدم ورندي ڏيندو:"توهان اديبن بيزار ڪري وڌو آهي. توهان اديبن ۽ شاعرن سان ڳالهائڻ ٻه ڏيڍر تورڻا آهن."

هڪ دفعي تاج بلوچ آيو ته "قمر شهباز ٽن مهينن کان رسي ويو آهي. سوجهرو ۾ لکڻ ٻه ڇڏي ڏنو اٿس. ڪيس ڪنهن نموني سان راضي ڪري. چئي ته معافي وٺانس."

"تاج تنهنجي معافيءَ تي ڪو ٻه اديب نه پرچندو. هڪ منٽ ترس." چيومانس ۽ قمر کي فون ڪري پڇيم ته "واندو آهين يا نه".

"واندو آهيان." قمر وراڻيو.

"سوسائٽي واري قبرستان هلندي، آئون وڃان پيو." ٻڌايومانس.

"چو خير تہ آهي؟" قمر وائڙو ٿي ويو.

"تاج بلوچ ڪالهہ گذاري ويو. دل جو دورو پيس. دفن بہ ڪري ڇڏيائئونس. آخري ڏينهن ۾ تنهنجو ڏاڍو ڏک هوس تہ سوجهري ۾ نٿو لکين. ٻڌايومانس. ۽ پوءِ قمر جي حالت ڏسڻ واري هئي. هو تاج جي ورسين، ادبي خدمتن ۽ شاعري بابت يادگار محفل سڏائڻ جا پلان جوڙڻ لڳو. پوءِ نيٺ چيومانس تہ اهي سڀ شيون في الحال ڪجهہ عرصي لاءِ ملتوي ڪري فقط هڪ مضمون سوجهرو جي ايندڙ پرچي لاءِ موڪل. تاج اڄان جيئرو آهي. بهرحال جڏهن کان جنت منگهاڻيءَ سوجهرو جي ادارت سنڀالي، چوطرف سڪون ڇانيل رهيو. پر هاڻي وري اها بہ ذاتي مصروفيتن جو عذر ڄاڻائي ادارت ڇڏي ويئي آهي.

سٺ کان مٿي ڪتاب ڇپيا اٿم. صحيح تعداد جي گهٽي خبر ڪانهي. چو تہ منهنجو پبلشر سان ڪو واسطو نٿو رهي. آئون اخبارن ڏي ڪالم موڪليان ٿو، جيئن گهٽي کان گهٽا ماڻهو پڙهي سگهن. ڪو بہ ادارو يا ماڻهو منهنجا ڪتاب ڇپائي سگهي ٿو. منهنجي طرفان ڪنهن بہ اُجوري يا ائلٽي جي بندش ناهي. آئون پنهنجي لاءِ ڪاپي بہ دڪان تان پاڻ خريد ڪندو آهيان. انڪري منهنجن دوستن کي جيڪڏهن آئون پنهنجو ڪتاب تحفي ۾ نٿو ڏيان تہ دل ۾ نہ ڪن ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي ڏيان ٿو تہ ان کي ان جو قدر ڪرڻ کپي. ان ڪري تہ ان تي مون پنهنجي کيسي مان سؤ يا ڏيڍ سؤ خرچ ڪيو هوندو.

اڄ ڪلهہ جي انٽرنيٽ ۽ ڪيبل جي دور ۾ جڏهن ماڻهن پڙهڻ گهٽائي ڇڏيو آهي ۽ دڪانن ۽ اسٽالن تي ڪتاب ۽ رسالا ائين پيا سڙن. ان دؤر ۾ علي نواز گهانگهري، فيروز ميمڻ، يا نوراحمد ميمڻ صاحب جهڙو ڪو پبلشر يا تاج بلوچ، فقير محمد، عرفان نوراني، عرفان عباسي جهڙو ايڊيٽر رسالو ٿو شايع ڪري تہ ان جي مهرباني آهي، جو هو اسان جهڙن اديب ۽ شاعرن کي پڙهندڙن سان متعارف ٿو ڪرائي.

(ماهوار امرتا جي نومبر 2006 (62نمبر) پرچي ڇپيل)

10 نومبر 2006

انيس ابن اختر هالائي

# گلابن جو شهر- ”هالا“

شاعري، موسيقي ۽ علم و ادب کي گڏ ڪري
هڪڙي مرڪز تي وٺي آيس ته ”هالا“ تي پيو.
(اختر هالائي)

هالا گلابن جو شهر آهي
هالا خوابن جو شهر آهي
هالا خوشبوئن جو شهر آهي
هالا آرزوئن جو شهر آهي.

هي شهر ڪاشيگرن جو شهر آهي
هي شهر ڪاريگرن جو شهر آهي.

هي ته سندر سپنن جو شهر آهي
هي ته پُرجوش جذبن جو شهر آهي.

هتي ته هر وقت گلاب ٽڙن ٿا
هتي ته هر مهيني محبتي مڙن ٿا.

هِتي ته هر سِرَ تي سَرور جو سايو آهي
اهوئي ته حاصلِ زندگي ۽ سرمايو آهي.

هِتي عالي به آهن ته موالي به آهن
سخي به آهن ته سوالي به آهن.

هالا جي هوائن ۾ قرب جا ڪبوتر اڏامن ٿا
هالا جي پولار ۾ پيار جا پاريل پرواز ڪن ٿا.

هالا ۾ نه رڳو درويشن جون درگاهون آهن
پر هالا ۾ ڪي جي ڪان ڪاليج تائين درسگاهون به آهن.

هن شهر ۾ وحدت جا ورق به آهن
نه هن شهر ۾ فڪر ۽ فرحي جا فرق به آهن.

مولائي به هتي نه موالي به هتي
سائل به هتي نه سوالي به هتي.

هيءُ نوح جي نگري آهي
هتي نه زندگي ئي زندگي آهي
هتي نه روشني ئي روشني آهي
هتي نه آشتي ئي آشتي آهي.

هالا، هنر ۽ حرفت جو شهر آهي
هالا، علم ۽ ادب جو شهر آهي
هالا، سونهن ۽ صداقت جو شهر آهي
هالا، رمز ۽ رياضت جو شهر آهي.

هالا، جتي سچائيءَ جي سُوسي به آهي
نه محبت جو مونڙو به آهي
قرب جي ڪاشي به آهي
نه جذبن جي جنڊي به آهي.
هالا، جتي موج به آهي نه مهراڻ به آهي

جتي سونهن بہ آهي تہ سرهاڻ بہ آهي
جتي چنڊ بہ آهي تہ چانڊاڻ بہ آهي
جتي دامن بہ آهي تہ پهراڻ بہ آهي.

هالا جو هِندورو، جنهن تي چاهہ جا ڇڻ ڇنيل هجن. هالا جي ڇپر ڪٽ، جيڪا وصل جي واڻ سان واڻيل هجي، جنهن جي پيار جي پاوَن تي نينهن جا نقش هجن، اهي سڀ هالا جي هر گهر جي زينت آهن.

سائين! اجرڪ الفت جو آواز آهي
اجرڪ سچ جو ساز آهي
اجرڪ نياز بہ آهي تہ ناز بہ آهي
اجرڪ رمز بہ آهي تہ راز بہ آهي.

اڇي ڪوري لٺي کي ويهاروڪن ڪيميائي عملن سان گذارڻ بعد جڏهن ڪٽي ڪٽي اڇي ٿو تہ ڪتوري جي خوشبو بہ وسريو وڃي- قرب جي ڪَڪِرائين اجرڪ، جنهن تي چاهت جا ڇڻ چڙهن ٿا ۽ الفت جي آسمان تي اجرڪ جون ڦلڙيون ستارن جيان جهرڪن ٿيون تہ دل چوي ٿي تہ ڪيَ مڙس متير هجن، موميير هجن، مانجهي مٽيادار هجن، سونهن جا سردار هجن. جن جي ڪلهن تي هالا جو ستارن سان سينگاريل آسمان هجي.

سائين! هتي چاهتن جا چور بہ آهن تہ دلين جا ڏاڙيل بہ آهن. هن شهر ۾ شفيقن جون شفقتون بہ ملن ٿيون، رفيقن جون رفاقتون بہ ملن ٿيون. هن شهر ۾ سچ ۽ سوڀ جا سعيد بہ آهن تہ نوح جي نياز جا نويد بہ آهن. هن شهر پراون کي پنهنجو ڪيو، هن شهر اهنجن کي سنهنجو ڪيو.

ويڪرو، وڏو، ڪشادو، سرسبز، سائيہ دار بڙ جي وڻ جيڏي هن شهر جي آغوش ۾ جو آيو، سو اگهيو. جنهن هڪ دفعو هتي پيرُ پاتو، اهو هميشہ لاءِ هِتي جو ٿي ويو. ويڪرا وڏا بڙ جا وڻ وڍجي ويا، پر هالا جي دل جڻ درياهہ، سائُن ساين نِمن جا ڪنڌ ڪپجي ويا، پر هالا جي من ۾ ساڳي ممتا جي محبت.

آدم وڏندو ويو- پاڇا ڊگها ٿيندا ويا، ميدان ڊڪبا ويا، ڪالونيون نهنديون ويون، نوان محلا آباد ٿيندا ويا، وڏا وڏا اگهڻ سوڙها ٿيندا ويا، پر هالا جي دل سوڙهي نه ٿي. ويڪريون وڏيون گهٽيون گهرن ۾ گم ٿينديون ويون، پر هالا ٻڙڪ به ٻاهر نه ڪڍي، پلا ڪنهن کي چئجي سڀ پنهن جا ئي ته آهن...... چون ٿا ته صديون اڳ کو مانجهي مٽيادار پنهنجي حجري مان نڪتو، سندس هٿ ۾ هڪ سِرَ هئي.

علم جي سِرَ، آگهي جي سِرَ
بندگي جي سِرَ، زندگي جي سِرَ
امن جي سِرَ، آشتي جي سِرَ
سوجهري جي سِرَ، روشني جي سِرَ.

هِتي رکيائين هن جاءِ تي- انهيءَ اميد تي ته منهنجي هالا جا ماڻهو منهنجي رکيل سِرَ کي سِرَ کان به مٿي کڻي ويندا. ڇڻ چوندو هجي ته:

هڪڙي ڏيئي منجهان ٻرن ٿا هزار ڏيئا،
هڪڙو ڏيئو ٻاريو ڏيو ٿو وڃان.

سهيل ابڙو

# ڪو نانگ سراپي ويو؟

هُو مون کي انهيءَ ڏينهن، ان وقت مليو هو، جڏهن جهرڪيون سائين جي ثنا ڪنديون آهن ۽ ميراثي رياض آلاپيندا آهن. هن جي مون سان هيءَ ٻي ملاقات هئي، هن جي مک تي مرڪ بدران غم ڇانيل هو ۽ هُو دنيا جي گولي تي ان يتيم ٻار وانگر نظر ٿي آيو، جنهنجي سِر تي سالن کان ڪنهن پيار سان دستِ شفقت نہ رکيو هجي. هن جي سينڌ اجاڙ هئي ۽ جسم ڪنهن کنڊر وانگر ڪڏا ڪڏا ٿيل هو، بيوفائيءَ جون ضربون هن جي پنن تي پيل هيون ۽ وفا جا ڪڙا هن جي هٿن ۽ پيرن ۾ پاتل هئا. هُو مون کي اڄ ڏاڍو عجيب لڳي رهيو هو، بلڪل بدليل، ڇڻ ڪو ٻهروپيو. هُو جيڪو مون کي ڪجهہ سال اڳ پکين جي ورڻ وقت ساون کيتن ۾ مليو هو، ڏاڍو هشاش بشاش هو، سڀني جي نظر جو محور، سڀني جي دل جو ڏٽي، پنهنجن کي پيارو تہ پراون کي بہ عزيز. هُو جيڪو خوشبوئن جو شهر هو، خوابن جو شهر هو، بهارن جو شهر هو، گلابن جو شهر هو، حسن جو شهر هو، حجابن جو شهر هو، محبت جو شهر هو، شفقت جو شهر هو، سخائن جو شهر هو، وفائن جو شهر هو، شاعرن جو شهر هو، ماهرن جو شهر هو، ڪاشيگرن جو شهر هو ۽ ڪاريگرن جو شهر هو. ها! هُو تہ الفت جو آواز هو، سچ ۽ سونهن جو ساز هو، مگر اڄ!

مگر اڄ! مون کي ائين لڳو ڄڻ هي ان جو ضد هجي، اڄ مون کي هُو اماوس رات ۾ درد جي قلم ۽ لڙڪن جي مس سان لکيل ڪنهن حساس دل شاعر جي درديلي مضمون جهڙو لڳو. سندس هيءُ اجاڙ روپ ڏسي منهنجو من ملول ٿي ويو تہ هن منهنجي ڪلهي تي پنهنجو ٻاجهارو هٿ رکيو ۽ هڪ اهڙو مهربان ۽ طلسماتي آواز فضائن ۾ تحليل ٿيڻ لڳو، جنهن جو سحر سڌو دل تي اثر ٿو ڪري. مون پنهنجي وجود کي يڪجاءِ ڪيو ۽ خدا

منهنجي ڪنن کي شڪتي ڏي ۽ مون ٻڌو: هو چئي رهيو هو: ”پٽڙا! تون پريشان ٿي وئين، ائين جڳن ڪان ٿيندو آيو آهي، ماڻهوءَ جي فطرت انهن ٻڪرين جهڙي ٿيندي ٿي وڃي، جيڪي اڄ اجهائي اتي ئي گندگي ڦهلائينديون آهن. اڄ محسن ۽ منافق برابر آهن، راهبر ۽ راهزن جو فرق ختم ٿيو. ڪالهه جيڪي منهنجي سيني تي پتڪڙن پيرن سان ڊوڙون پائيندي ٿابڙجي ڪري پوندا هئا ۽ آءٌ انهن کي هڪدم ياڪر ۾ پري وٺندو هوس، اڄ جڏهن پنهنجي پيرن تي بيٺا تہ مون کان نا آشنا ٿي ويا. ڪالهہ جن لاءِ بهار ۾ منهنجي انبن جي ٻور جي خوشبوءِ واريون هيرون پرينءَ جون صدائون هونديون هيون، اڄ مهانگن ڊرائنگ رومن جي آرامده صوفن تي ويهي، اي.سيءَ جون آرائشون وٺندي، مون تي افسوس جو دم ٿا پرين.“ هُو ٿڌو ساهہ پري جهونگاري ٿو:

بي سبب چا کان پلا بيزار ٿيندا ٿا وڃن،
چو پلا هي يار سڀ اغيار ٿيندا ٿا وڃن.

ماضي جا بادل هُن مٿان چانوَ ٿا ڪري بيهن، يادن جي برسات ۾ هُو ٻڏندو ٿو وڃي ۽ هن جي ڊائريءَ ۾ ساروڻين جا پنا اٿلبا رهن ٿا. هُو حضرت غلام حيدرؒ کي ساري ٿو، ڪاليج جي جوڀن جا ڏينهن، ادبي نشستون، علمي بحث، شاهڪار تخليقون، رانديون ۽ ٻيا اسٽيج جا تماشا. هُو هاسٽلن جي رونقن کي ياد ڪري ڪلي پوي ٿو، چانڊوڪي رات ۾ سُرن جي ورڪا، سا... ري...گا...ما...پا...ڌا...ني...سا، طبلي جي ٿاڦ ترڇڪ ڌاتر چڪ ڌا.....ڌا.....ڌا...، مڇ جي چوڌاري يارن جون ٽوليون، ٽهڪ، ڪوڪرا، هل، هنگاما، روز جشن، روز پروگرام. هن کي پنهنجيون گهٽيون ياد ٿيون اچن، چپي چپي تي ڪٿون آهن، ڪوري پيار جو پورهيو ڪري پنهوارن لاءِ پوشاڪون پيا تيار ڪن، آڏاڻي جي نڪانڪ ۾ ڪا موسيقي آهي، جيڪا ٻڌندڙن کي جهومائي ٿي ڇڏي، بافتي تي پور چپجن پيا، چيٽن جي بوءِ ساهہ ۾ رچي وئي آهي جڻ تہ سچي ثقافت اندر ۾ سمائجي وئي آهي: جنديءَ جي پاون ۾ ڪاٺ جون

ايسئون آهن، واهولي جي نک نک ٿئي ٿي، دل تي مانوس محبت جي دستک ٿئي ٿي.

”هُو ڳالهائيندو ٿو رهي ۽ آءٌ هوا کان بہ هلکو ٿيندو ٿو وڃان.“ هُو حضرت طالب الموليٰ رح کي ساري ٿو، مشاعرن جون محفلون، موسيقيءَ جون محفلون، گهڙي ۽ گهاگهر تي استاد فنڪار، مهان ڳائڻا، امر گائڪ، حق موجود جا نعرا، اميري غريبي ختم، سماجي معيار پوئين پاسي، مڙني سان محبت جو ڪلام، پيار پياس، پيار ئي جام......

هُو اتي ٿو ۽ اتي جهومي پوي ٿو. ”جنهن دل پيتا عشق دا جام، سا دل مستئون مست مدام“ ۽ ڪا مهل گنرڻ ڪانپوءِ هو گنڀير ٿيندي چوي ٿو: ”مگر اچ ڇا آهي“ هيءُ ڪهڙو نانگ سرايي ويو آ، ڪنهن بد نظرجي نظر لڳي وئي، نہ ڪا محفل ياران، نہ ڪا مستيءِ رندان، ڪجهہ بہ تہ ڪونهي، علمي جمود، ادبي جمود، سماجي جمود هر طرف هوٽل، ئي هوٽل، هر سو بي سرن جون هڪلون، نئين ٿهي لاءِ بس ڪئبل جو ڪنو شغل، ڪِير تي ٻار بہ ڪريل تہ پوڙها بہ ڪريل، گهٽين ۾ گنڪن جون ٽڪون آهن، مهڪ بدران مونجهہ آهي، زندگيءِ بدران گندگي آهي، هر هنڌ درندگي آهي.

هي ڇا ٿي ويو آهي خوابن جي شهر کي ۽ گلابن جي شهر کي، شاعرن جي شهر کي، ماهرن جي شهر کي، ڪاشيگرن جي شهر کي ۽ رانديگرن جي شهر کي؟

علم ادب ۽ موسيقي کي گڏ ڪري
هڪ مرڪز تي آندم تہ هالا ٿي پيو.

مون کي ٻڌايو! ڪٿي آهي هالا؟ ڪيڏانهن ويو هالا؟ ڪيڏانهن ڪيؤ هالا؟ ڪيڏاهن ڪيؤ هالا؟

منهنجو ڪلهو هلڪو ٿي وڃي ٿو، آڪاش تي نيراڻ ڦهلجڻ لڳي ٿي ۽ مون کي ياد ٿو اچي:

ڪيترا گل هئا، ڪالهہ املتاس ۾،
ڦوهہ جوڀن جيان، پيار جي پياس ۾.
اڄ سرء واء ۾، سڀ ڇڻي ٽاريون،

چنڊ ڏي ٽيون ڏسن، ڪيئن نہ ويچاريون،
چمڪٽيون چيچ لاءِ هو وڏائن پيون،
۽ اڳين پيار ڪي آزمائين پيون،
چنڊ ويندو رهي ٿو سرءِ واءِ ۾،
چيچ ڪيڏي نہ ٿو ڪو سرءِ واءِ ۾.

ڊائمنڊ امپورٽس ڪلب هالا
پاران 2003ع ۾ "يادگار سوکڙي"
۾ شايع ٿيل

اختر هالائي

# هالا

هر طرح علم ۾ بي مثل تو هالا ڇئجي،
سنڌ ڇا، هند ڇا، دنيا ۾ بہ يڪتا ڇئجي!

گرچ اغيار ڪٽي رشڪ ڪان تسليم نہ ڪن،
پيش منصف جي مگر علم جو دريا ڇئجي.

هنر و حڪمت ۾ ٿيو غيرتِ يونان بيشڪ،
باليقين بحرِ ادب، مرڪزِ شعرا ڇئجي.

باعثِ فيض ٿي مخدوم جي عالي درگاهہ،
نورِ يزدان ۾ منوّر سا سراپا ڇئجي.

مخزنِ گوهرِ اسرارِ تصوفِ اعليٰ،
چشمئہِ بزم سخن، مجمع علما ڇئجي.

شان شايان آ عجب شهر اسان جو ”اختر“،
قابليت ۾ يلي منظرِ دنيا ڇئجي.

عشق جي ادنيٰ اشاري آه سيڪاريو ادب،
جذبئہ دل موجبِ افڪار بالا ٿي پيو.

شاعري، موسيقي ۽ علم و ادب کي گڏ ڪري،
هڪڙي مرڪز تي وني آيس تہ”هالا“ ٿي پيو.

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ

# هالن ۾ ڏنم

عشق جو اعلىٰ اثر اسرار هالن ۾ ڏنم
عاشقِ اڪمل عجب اظهار هالن ۾ ڏنم

عارف باالله بيشڪ برهه وارن جو بلو
محب، مالڪ، مهلقا مهندار هالن ۾ ڏنم

بي خزان باغِ محبت جنهنجي دم سان اڄ به آهه
گيان سان گل سو گلَ و گلزار هالن ۾ ڏنم

هڪ نظر سان جنهن ڪيو مخمور ميخاني اندر
سو سخي، ساقي، سڄڻ، سرشار هالن ۾ ڏنم

بي ريا، برسيل بهاريءَ سان، بهادر، با وفا
دلربا، دلدار، دل جو ٺار هالن ۾ ڏنم

فيض جنهنجو پيو هلي فياض سو فائض فقير
نينهن ۾ نسريل، نسنگ، نروار هالن ۾ ڏنم

پيار جنهنجي ڪيو ڪٺي پرواني جان پڙ ۾ پتر
پرت وارو سو پرين پڳدار هالن ۾ ڏنم

آستان تي جنهنجي هردم ٿا اچن طالب سوين
سو سدا سرور علي سردار هالن ۾ ڏنم

ابڙو عبدالرحيم "بيدل"

# هالا ۾

بيان ڪهڙو عيان ڪريان، عجب اسرار هالا ۾،
ڏسڻ سان جو رکي تعلق، اهو ديدار هالا ۾.

هتي "مخدوم سرور نوح" جو روضو مبارڪ آ،
سري ٿو فيض روحاني، سراسر يار هالا ۾.

انهيءَ بزرگ يلاري جو، اجا اولاد هت آهي،
رهي ٿو "طالب المولىٰ" سندس پڳدار هالا ۾.

عطا شل جاءِ جنت ۾ ٿئي "مخدوم حيدر" کي!
بنايو علم جو جنهن گلشن و گلزار هالا ۾.

ڪڏي هن دشتِ ويران مان، خس و خاشاڪ جنهن چڏيا،
اهو مردِ مجاهد هو، منو منار هالا ۾.

سندس ايثار عظمت جي، گواهي ٿا ڏين گڏجي،
سدا ڪاليج ۽ اسڪول جا مينار هالا ۾.

ادب ۽ علم جو صاحب، تدبر حلم جو مالڪ،
هچي ها هوند سو زنده، اجا دلدار هالا ۾.

اچو هاٿي گهمايان مان اوهان کي شهر هالا جو،
ڏسڻ جهڙيٰ اتوَ سچ پچ ادا بازار هالا ۾.

ڏئي وَر وَر پڳو بينو، هجين تون يار هالن ۾،
اچي هيڪر گهمين جيڪر ڏسين سومار هالا ۾.

اچن تا قرب مان ڪاهيو، ڍڳا ۽ ڍور ڳوناٺا،
هلي هر پهرئين سومر تي اهو واپار هالا ۾.

جنڊي ڪاشي اسان جي شهر جي سوسيون سدا سهڻيون،
انهيءَ صنعت سندو صالع، ٿيو زردار هالا ۾.

ڪشادي روزگاري ٿي، هتي هرڪنهن کي ٿئي حاصل،
نہ ڏسندين ڪوبہ ڪو ڪڏهين، ائين بيڪار هالا ۾.

هوا پاڻي هتي جو آه وڌ "ڪشمير ڪوئيٽا" کان،
ڪيا سچ قرب ڪيئن آهن اپائٽهار هالا ۾.

رهي ٿو موج سان آزاد هت هرڪو وطن وارو،
خدا جي فضل سان ڪانهي غريبا مار هالا ۾.

سياڄها ۽ سياڻا نيڪ ماڻهو شهر هالن جا،
ڪچهري قرب واري ۽ مٺي گفتار هالا ۾.

سياهي ٿي رهي ساڳي، سدا سرمي اندر قائم،
مگر هرڪا رکي اڪ ٿي جدا جنسار هالا ۾.

مجاهد ملڪ ملت جا وڏا عالم سخي بزرگ،
ويا وارو وڃائي مرد مٽيادار هالا ۾.

ڪئين شب خيز ۽ زاهد، اڇا موجود هت آهن،
اچي "هُو هُو" سندي سهڻي سدا هُونگار هالا ۾.

ادب ۽ علم جا شيدا، ڪئين عالي سخن شاعر،
رهن ٿا هر نموني جا وڏا فنڪار هالا ۾.

ڪپي سا عين واري اڪ، جا پرڪي پار پرين جو،
لڪل آهن لُلهنگ ڪيئي، وڏا وينجهار هالا ۾.

مٽئي آهي منائي جا، پرينءَ جا پار ڪان آئي،
ٻڌائي گهوٽ جي بيتن سندي جهونگار هالا ۾.

شهادت ٿي ملي تاريخ مان هالا جي عظمت جي،
هلي خود "پاڪ" جا آيا، ڪئين سردار هالا ۾.

ٻڌي همت سندو سندرو، ڪيم منٿ قلم کي پر،
بيان مون کان نہ ٿي سگهيو، وڏو وستار هالا ۾.

محابي "مير مرسل" ۽ سگهوري "نوح سرور" جي،
الاهي! ڪين ڪو ڪڍهين، اچي آزار هالا ۾.

"نئي شل عاقبت محمود، دنيا مان خداوندا!"
رهي تو تنهنجي در "بيدل" سدا پينار هالا ۾.

انور هالائي

## شهر نامہ

هي شهر وڏن درويشن جو
علمائن جو دانائن جو
هي شهر سنن فنڪارن جو
علم و ادب جي پنڊارن جو
هي شهر سخن شهپارن جو
۽ ذهن رسا معمارن جو
هي شهر مٺيرن مردن جو
شهبازن جو سرويچن جو
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪيان
هن شهر مٿان مان گهور وڃان
هن شهر جا ماڻهو موچارا
دل جا اُجرا بالا ڀولا
الفت وارا منٺڙا منٺڙا
آدر ڀاءُ ۾ دل جا ڪشادا
ڳالهه ڪرڻ ۾ سادا سودا
قول اُنهن جا پورا پختا
ٿيندا جن جا ڪي لاڳاپا
سي ٿي چوندا وهوا هالا
هن شهر ۾ ڪانهي تون ۽ مان
هن شهر مٿان مان گهور وڃان
هي شهر هنر جو راڻو آ
ڏنڌي جو هٽ چاماڻو آ
اخلاص هتي جو ناڻو آ
اخلاق هتي ساماڻو آ

کوئي نہ هتي ويڳاڻو آ
هرڪو موتي داڻو آ
سڀ ڪنهن دل کي سيباڻو آ
هي شهر وفائن هاڻو آ
هن شهر جي نوڙي خاڪ چمان
هن شهر مٿان مان گهور وڃان
هت ڏيرو آ دلدارن جو
همدردن ۽ غمخوارن جو
ظاهر چهرو نادارن جو
پر دل جي سخي سردارن جو
پيار وفا جي سينگارن جو
خوشبو هاڻن گلزارن جو
روشن روشن جنسارن جو
قرب جي ڪاروبارن جو
هن شهر جي عظمت ڇونہ مڃان
هن شهر مٿان مان گهور وڃان
هي شهر سکن جي وادي آ
۽ رشد وهديٰ جي گادي آ
نوح سندي آبادي آ
جو نيڪ عمل جو هادي آ
ڏل قرب، وفا لۓ ماندي آ
هت ڪوڙن سان ڪا تادي آ
سچ سچي کي آزادي آ
۽ شاه و گدا لۓ چاندي آ
هت هرڪو آهي تاب و توان
هن شهر مٿان مان گهور وڃان

طالب مولیٰ مخدوم زمان
نالو روشن ان جو عيان
جنهن جو خادم سارو جهان
خدمت جنهن جي قول و زبان
ڏي ٿو سڀ کي دل سان امان
جرڪي جڳ ۾ روح روان
شان سندس مشهور زمان
بختاور اُن کي چو نہ چوان
اُن سان صدقو چونہ ٿيان
هن شهر مٺان مان گهور وڃان
ساري جڳ کان برتر هالا
شال جئي تا محشر هالا
سوپيا وارو خوشنر هالا
سڀ جي دل جو گوهر هالا
گلشن گلشن گهر گهر هالا
منهن جو آهي دلبر هالا
تنهن جو آهي "انور" هالا
سڀ جو آهي روح روان
هن شهر مٺان مان گهور وڃان

مخدوم جميل الزمان

# وطن

مون کي شهر- سخن سان پيار آهي
مون کي هن جي گلن سان پيار آهي
مون کي هن جي کنڊن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

هتي جو ذرو ذرو منهنجي جنت
هتي جو هر نظارو خوبصورت
هتي جا ور وڪڙ چڻ منهنجي قسمت
مون کي منهنجي چمن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

هتي منهنجي رُسڻ، پرچڻ جون يادون
هتي، منهنجي رُئڻ، مُرڪڻ جون يادون
هتي، منهنجي مني ننڍپڻ جون يادون
مون کي منهنجي چمن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

جڏهن، هت مينهن سانوڻ جا وسن ٿا
جڏهن، ڪارا ڪڪر پرجيو اچن ٿا
زمين تي عرض وارا رشڪ ڪن ٿا
مون کي منهنجي چمن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

وڏيون سايون نمون نيشان هن جو
سنا ماڻهو، منو پاڻي ۽ لهجو
هتي جو قرب جو هر هنڌ چرچو
مون کي منهنجي چمن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

جميل آئون هتي جيڪي لکان ٿو
خدا جو سنهن ته سڀ ڪجهه سچ چوان ٿو
جڏهن هالا ڏسان ٿو جي پوان ٿو
مون کي منهنجي چمن سان پيار آهي
مون کي منهنجي وطن سان پيار آهي

23- جون 1986ع
هالا

شوڪت ابڙو

## هالا

تو ۾ ڏنم سُکَ جو سامان هالا
تون ئي حقيقت ۾ درمان هالا
هَر دِل هتي جي تي هَر وقت چاهي
پهچي نہ ڪنهن کان بہ نقصان هالا
درگاهہ هن نوُح سَروَر جي هوندي
ٿيندين ڪڏهن پي نہ ويران ها لا
روشن ڪيو ذهن علمي اِدارن
سيني تي تنهنجو ئي احسان هالا
اِجهو"ها" چئي پيا وري تا چئو "لا"
ٿِيو بي وفا ٿيڻ بہ آسان هالا
باقي اگر تي وجن نيڪ رستا
ٿيندو نہ شوڪت پشيمان هالا

******

محبوب سروري

## چؤسٽو

سهروردي سلسلي جو تون امير ڪاروان،
آهين تون دين حبيب ڪريا جو پاسبان،
تنهنجي هن درگاهہ تي تا فخر ڪن هالا نوان،
تو چمڻ چاهي نمي نيلن ڪي نيرو آسمان.

(ماهوار رسالو پيغام ڪراچي مئي- جون 1991ع تان ورتل)

'منور' هالائي

# ڪلام- بنام "هالا"

اي مڪين نوح سرور توتان منهنجي جا نثار،
تنهنجي قدمن تي ٿو گهوريان زندگيءَ جي هر بهار.

تنهنجي گهواره ۾ آه مدفون سا هستي عظيم،
"نوح" جي نالي سان درگاهہ آهہ جنهن جي يادگار.

آ هدايت، استقامت ۽ لطافت اشتياق،
شهر 'هالا' جي صفاست منحلي جو اختصار.

خاڪ تنهنجي سان "منور" هن طرح ڪيو آنباهہ،
گود تنهنجيءَ ۾ بنائي آتہ مون پنهنجي مزار.

انيس ابن اختر، سهڻا ابڙو

## دعا

دعا عشق ٻه آهي تہ عاجزي ٻه آهي
دعا حسن ٻه آهي حاضري ٻه آهي
دعا سوز ٻه آهي تہ سادگي ٻه آهي
دعا بندو ٻه آهي تہ بندگي ٻه آهي
دعا درد ٻه آهي تہ دانائي ٻه آهي
دعا صدق ٻه آهي تہ صفائي ٻه آهي
دعا ناز ٻه آهي تہ نيازي ٻه آهي
دعا نينهن ٻه آهي تہ نهٺائي ٻه آهي
دعا فڪر آهي، دعا ذڪر آهي
دعا صبر آهي، دعا شڪر آهي
دعا صداقت آهي، دعا رياضت آهي
دعا عنايت آهي، دعا امانت آهي
افق دعا، شفق دعا، ورق دعا، سبق دعا
انسانيت آهي تہ دعا آهي
احسانيت آهي تہ دعا آهي
عرفانيت آهي تہ دعا آهي
دعا عزت ٻه آهي تہ عظمت ٻه آهي
دعا روح ٻه آهي تہ رحمت ٻه آهي
دعا هوش ٻه آهي تہ حرمت ٻه آهي
دعا احسان ٻه آهي تہ الفت ٻه آهي
دعا آس آهي تہ اميد ٻه آهي
دعا نور آهي تہ نويد ٻه آهي

دعا خوشي بہ آهي تہ خريد بہ آهي
دعا سونهن بہ آهي تہ سعيد بہ آهي
ناز دعا، نينهن دعا، رات دعا، ڏينهن دعا
مهر دعا، مينهن دعا، شوق دعا، شينهن دعا
آمين دعا، ياسين دعا، دين دعا، والطين دعا
دعا ۾ ئي امام آهي، دعا اندر جو احرام آهي
دعا الله جو انعام آهي، دعا اسان جو اسلام آهي
دعا هٿن جو ٻڪ آهي، دعا زم زم جو ڍڪ آهي.

اي منهنجا پالڻهار! اي منهنجا خلقڻهار
تون بي مثال آهين- تون لازوال آهين- تون بي قصورن ۽ مظلومن جو پَرجهلو ۽ آڌار آهين
منهنجا مالڪ! تنهنجي دنيا ۾ پلي ڪو ڪيڏو بہ ڏاڍو ڇو نہ هجي، پر تون هر ڏاڍي جو آخري انجام آهين- منهنجا مالڪ تنهنجي دنيا ۾ جتي ڏوهي ڏوهين جون ڏاڍايون آهن، اتي بي ڏوهين جون آهون ۽ دانهون بہ آهن
منهنجا مالڪ! منهنجو ايمان آهي تہ تنهنجي در ظالم جون ارڙايون نہ، مظلوم جون آهون اگهامڻ واريون آهن
منهنجا مالڪ- اسين سڀ مظلوم آهيون- ظالمن اسان سان اهڙو هاجو ڪيو آهي، جنهن تي اسان جا جيءُ پورا پورا آهن، اسان جي لونءِ لونءِ ڪاندارجي پئي آهي. يا منهنجا مالڪ! اسان جي آه بہ اگهاءِ.
منهنجا مالڪ! تنهنجي هن مقدس ڌرتيءَ تي جتي جتي بہ خزان هلي آهي، اتي تنهنجي بهار ان خزان جو ضرور خاتمو آندو آهي.
منهنجا مالڪ! اسان جي ملڪ تي، اسان جي دلين جي ڌرتيءَ تي، اسان جي روح جي رهگذارن تي بہ اهڙي خزان جو سايو آهي، جنهن هڪ بہ سلو سائو نہ ڇڏيو آهي، تون اسان جي ملڪ دل ۽ روح تي بہ بهار جو

جهونڌو موڪلڻ فرماءِ

منهنجا مالڪ! آئون ڄاڻان ٿو تہ تون جڏهن مظلومن جي آهن کي پنهنجي رحمت ۾ وٺندو آهين تہ پوءِ ظالم رڳو انجام تي نہ پر عبرت جي مقام تي نظر ايندو آهي

يا منهنجا مالڪ! اسين سڀ مظلوم آهيون- تون اسان جي ظالم کي بہ سڃاڻين ٿو. يا منهنجا مالڪ! ان کي هن دنيا ۾ ذليل ڪرڻ فرماءِ ۽ پاڻ وٽ بہ ان کي ترڙيلن جي لسٽ ۾ شمار ڪرڻ فرماءِ

منهنجا مالڪ! آئون ڄاڻان ٿو تہ مظلوم ۽ معصوم جي مقابلي ۾ جڏهن بہ ڪو ظالم آيو آهي تہ تون ان جو انجام رڳو بدتر نہ پر سدائين لاءِ ابتر ڪيو آهي

يا منهنجا مالڪ! تون اسان جي معصوم ڀيڻ، شهيد راڻي جي قاتلن جو بہ انجام بدتر ۽ بي نسل ڪرڻ فرماءِ

يا منهنجا مالڪ! يا منهنجا مالڪ!

اسان تہ ڏينهن رات هن جي وڏي عمر لاءِ دعائون گهرندا هياسين، اسان تہ اهي دعائون گهرندا هئاسين تہ ننڍل هن کي ڪوسو واءُ نہ لڳي، هن تي ڪو اوکو وقت نہ اچي- مسڪراهٽ جا پوپٽ هن جي چپن تان اڏرندا رهن، بهار هن جي دامن مان جنم وٺندي رهي، خوشين جا ڪنول هن جي اکڙين جي نديءَ ۾ ٽڙندا رهن

پر يا منهنجا مالڪ- يا منهنجا مالڪ!

اسان جي ڀيڻ- اسان جي قائد، اسان کي اڪيلو ۽ بي سهارو ڇڏي پولارن ۾ هلي وئي آ- يا منهنجا مالڪ! هن کان پوءِ اسان ڪارڪنن جو جيون ائين آهي، جيئن ڪنهن ويراني ۾ لاوارث لاش پيل هجن، جن کي وقت جون ڳجهون پٽينديون هجن.

يا منهنجا مالڪ! اسان ڏاڍا تنها، ڏاڍا اڪيلا ٿي ويا آهيون- اسين تہ بس لڙڪن جي اسٽريچر تي سڏڪن جي ڪفن ۾ ويڙهيل آهيون- جيئڻ تان دل ڪجهي وئي آهي ۽ خوشيون الوداع ڪري ويون آهن- جاڳ مقدر ٻڏجي وئي آهي. بس هڪ سور ۽ درد آهي يا خدا.

يا منهنجا مالڪ! تون اسان کي بہ ان ڏينهن ان جي جانثارن ۾ شامل ڪرڻ فرمائين ها تہ اسين پنهنجي جان جا نذرانہ ڏئي هن کي بچايون ها ۽ منهنجا مالڪ- جيڪڏهن بچائي نہ سگهون ها تہ هن سان گڏ شهيد ٿي وڃون ها......

يا منهنجا مالڪ! هر شهيد تنهنجو محبوب آهي. هن شهيد کي بہ پنهنجي رحمت ۾ رکجان. يا منهنجا مالڪ! شهيد راڻي جي وهيل رت کي رائگان ٿيڻ نہ ڏجان.

يا منهنجا مالڪ! شهيد راڻي جي درجات کي بلند ڪرڻ فرماءِ يا منهنجا مالڪ شهيد راڻي جي مرقد کي معطر ڪرڻ فرماءِ- يا منهنجا مالڪ شهيد راڻي جي خون کي هن وطن ۽ قوم لاءِ تا ابد خوشبو بنائي رکجان. يا منهنجا مالڪ! اسان کي هن حادثي تي حوصلو ۽ صبر عطا فرماءِ

يا منهنجا مالڪ اسان کي شهيد راڻي جي منشور تي ثابت قدم رهڻ جي توفيق عطا فرماءِ

يا منهنجا مالڪ! اسان جي لهو لهو جسم تي پنهنجي مهر جا ڦها رکڻ فرماءِ.

يا منهنجا مالڪ! اسان کي اُن مان لڙڪ لڙڪ ڳڙندڙ درد جو درمان ڪرڻ فرماءِ

هيءَ خاص دعا شهيد راڻي محترمہ بينظير ڀٽو جي چاليهي جي موقعي **2008-2-7** تي هالا جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي اجتماع آڏو اشڪبار اکين سان ادا ڪئي ويئي هئي.



هالا جا هزارين رنگ رڳو جنديءَ، ڪاشيءَ، اجرڪ ۽ ستارن، موتين ۽ پرت سان جڙيل گهگهن ۾ ئي نه پر ڪجھ ماڻهن جي ڪليءَ دل ۽ سهڻي سياءَ مان به پروڙي سگهجن ٿا. حبيب سنائي شايد انهن ماڻهن مان آهي، جن جون دليون سنڌو جي پيٽ وانگر وسيع آهن ۽ سندن سوچ جنديءَ ۽ ڪاشيءَ جي رنگن وانگر پائيدار.

اڄ جڏهن درياءَ جي وهڪري کي ونگ لڳي ويا آهن، تڏهن حبيب هالا جي مڙني وڪريل رنگن کي سهيڙڻ ۾ سرگرم آهي. هالا پراڻا، هالانوان، سنڌو درياءُ، سنڌ ۽ تاريخ جي وکريل ورقن کي سهيڙڻ جو خواب لهڻ خود اميد جي ڏيئي وانگر آهي، جيڪو (وقت) جي واءُ جي جهوٽي کان بي پرواه اوندهه ۾ به ٽمڪي رهيو آهي.

شال حبيب جو قلم، سندس آڱريون ۽ وشال سوچ جون لهرون روان دوان رهن ۽ سندس لکڻيون سنڌ جي ايندڙ نسلن کي اتساهه ڏينديون رهن.

- جان خاصخيلي

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪَلائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)